# سچل سرمست ۽ ان جا همعصر شاعر



ڊاڪٽر مخمور بخاري



ثقافت کاتو
حڪومت سنڌ

# سچل سرمست ۽ انجا همعصر شاعر

(پي- ايڇ- ڊي جو تحقيقي مقالو)

ڊاڪٽر مخمور بخاري

نگران

پروفيسر ڊاڪٽر نواز علي شوق

ثقافت کاتو حڪومت سنڌ

ڪراچي. 2011ع

ڪتاب جو نالو: سچل سرمست ۽ ان جا همعصر شاعر
ليکڪ: ڊاڪٽر مخمور بخاري
پهريون ڇاپو: 2011ع
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: امتيازعلي انصاري
ڇپيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي
فون: 021_32737290
نگران: عبدالعزيز عقيلي
سيڪريٽري ثقافت کاتو
حڪومت سنڌ

قيمت: 300/= رپيا

حضرت سچل سرمست جي 190 هين عرس جي
موقعي تي خاص اشاعت

ڪتاب حاصل ڪرڻ لاءِ
ثقافت کاتو ڪتاب گهر
سامهون ايم پي اي هاسٽل
سر غلام حسين هدايت الله روڊ
ڪراچي 74400، سنڌ
فون: 021_99206073

# فهرست

## باب ٻيو:



## باب ٽيون:

## باب چوٿون:



## باب پنجون

# پبلشر پاران

ثقافت کاتو حڪومت سنڌ، سنڌ جي ثقافت، قديم آثارن، تاريخ، تحقيق ۽ آرٽ جي مختلف موضوعن تي ڪتاب شايع ڪندو رهيو آهي. ان ڪان سواءِ اساسي توڙي جديد ادب ڪي بہ گهڻي اهميت ڏيندي، اشاعتي سلسلي ۾ پنهنجون خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو آهي. ثقافت کاتي جي وزير محترمہ سسئي پليجو صاحبہ جي ذاتي دلچسپي، تاريخ، ثقافت، علم ۽ ادب سان سندس گهري لڳاءَ جي ڪري هن دور ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ ڪانسواءِ ٻين صوفي شاعرن جي ڪلام تي بہ تحقيق ۽ علمي ڪم ٿيڻ لڳو آهي. قلندر لعل شهباز ۽ سچل سرمست تي 2008ع کان نہ رڳو قومي سطح تي ادبي ڪانفرنسون ڪوٺائجڻ لڳيون آهن، پر سندن ڪلام، فن ۽ فڪر تي ڪيترائي تحقيقي ڪتاب ڇپيا آهن. انهن ڪتابن ۾ سچل سرمست جو مڪمل ڪلام ”رسالو ميان سچل جو“ هڪ اهم ڪتاب آهي جيڪو لڳ ڀڳ هڪ سئو ورهين کان پوءِ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ سنڌ جي ڪلاسيڪل شاعرن ۾ حضرت سچل سرمست بنهہ منفرد اسلوب رکندڙ صوفي شاعر آهي. هن قاضي قادن کان حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي تائين سنڌي شاعريءَ جي مانيٽي، گهري ۽ ڳنڀيرتا واري اسلوب ۾ تبديلي آندي ۽ شاعريءَ ۾ بيباڪ ۽ کلم کلا بيان وارو انداز اختيار ڪيو، جنهن ڪري سنڌي شاعريءَ ۾ سچل سرمست کان پوءِ نوان انداز رائج ٿيا.

سچل سرمست جو فڪر انسان دوستي، انسان شناسي، خلوص، سهپ، رواداري، امن، سُک ۽ شانتي جو درس ڏئي ٿو، هو فرد جي شخصي احترام جي ڳالهہ ڪري ٿو ۽ فرقي پرستي کي ننڌي ٿو. هن جي نظر ۾ انسان جو درجو اعليٰ آهي تنهن ڪري انسان ڪي غصي، نفرت، ڪيني، حسد ۽ فرقہ پرستيءَ جي بنياد تي سماج ۾ ٻيج ڏاهہ نہ ڪرڻ گهرجي بلڪ سچل سائين جي فڪر موجب انسان کي هن دنيا اندر پنهنجو مرتبو (جيڪو هن کي شعور، سمجهہ ۽ ساڃاهہ جي طفيل عطا ٿيو آهي) سڃاڻڻ گهرجي. اهڙي طرح جڏهن فرد پنهنجو مرتبو ڄاڻي وٺندو تہ ان صورت ۾ ان

جو ڪردار توڙي هر عمل انسانيت جي ڀلائي ۽ بهبود لاءِ هوندو. اهڙي ريت دنيا مان نفرت، ڪروڌ، حسد ۽ انتشار ختم ٿي سگهي ٿو.

حضرت سچل سرمست رحہ نہ رڳو فڪري طور وڏو شاعر آهي پر هن شاعري جي فن ۾ وڏي وسعت پيدا ڪئي. هڪ طرف بيت، ڪافي، ڏوهيڙي، مرثيي، غزل ۽ مثنوي جهڙين شاعري جي صنفن کي پنهنجي اظهار جو ذريعو بڻايو ۽ پڻ ساڳي وقت جهولڻو، جهولڻو ڪافي ۽ گهڙولي جهڙيون نيون صنفون بہ سنڌي شاعري ۾ متعارف ڪرايون. سچل سائين پنهنجي اظهار لاءِ هڪ ئي وقت ڪيترين ئي زبانن کي اختيار ڪيو، اهڙي ريت سندس پيغام گهڻن زبانن ڳالهائيندڙن تائين پهچي سگهيو.

سنڌ جي سمورن صوفي شاعرن ۾ پنهنجي اظهار جي انداز ۾ نرالو ڍنگ رکندڙ شاعر حضرت سچل سرمست جي شخصيت، فڪر ۽ فن بابت علمي ۽ تحقيقي ڪم هلندڙ آهي. مختلف وقتن تي اسان جي اديبن، شاعرن ۽ محققن جا سچل سائين بابت علمي ڪارناما شايع ٿيندا رهيا آهن. سچل سرمست ۽ ان جا همعصر شاعر" ڊاڪٽر مخمور بخاري جي Ph.D جي ٿيسز آهي. هن تحقيق ۾ سچل سائين جي سوانح، فڪر ۽ فن سان گڏوگڏ سندس ويجهو رهندڙ شاعرن جو تقابلي اڀياس پيش ڪيو ويو آهي جنهن سان يقيناً سچل شناسي جي حوالي سان ڪي نوان پهلو اجاگر ٿيندا.

ثقافت کاتي حڪومت سنڌ 2008ع کان سچل سرمست جي عرس جي موقعي تي جيڪو ڪتاب شايع ڪرڻ جو سلسلو شروع ڪيو آهي، ان کي جاري رکندي هن سال حضرت سچل سرمست جي 190 هين عرس مبارڪ جي موقعي تي ڊاڪٽر مخمور بخاري جو تحقيقي ڪتاب "سچل سرمست ۽ ان جا همعصر شاعر" اوهان جي هٿن تائين پهچائي رهيا آهيون جيڪو عالمن، اديبن ۽ سچل سائين جي عقيدتمندن کي ضرور پسند ايندو.

**عبدالعزيز عقيلي**
سيڪريٽري
ثقافت کاتو حڪومت سنڌ

# پيش لفظ

سنڌي ڪلاسيڪل شاعريءَ ۾ ڪيترائي نالا پنهنجي فڪر، اندازِ بيان، اسلوب ۽ هيئت جي اعتبار کان اوچو ڳاٽ ڪيو بيٺا آهن. اهڙن شاعرن ۾ قاضي قادن، شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو، مخدوم نوح رحه، شاهه لطف الله قادري، شاهه عنايت رضوي، شاهه عبداللطيف ڀٽائي، ميان صاحبڏنو فاروقي، روحل فقير، مراد فقير، سامي، دريا خان ڪنڊڙي وارو، خليفو نبي بخش قاسم، پير علي گوهر شاهه ''اصغر''، نانڪ يوسف، فقير قادر بخش ''بيدل''، حمل فقير خاص طور تي ذڪر لائق آهن. هنن سمورن شاعرن مان سچل سرمست بنهه منفرد شاعر آهي. هن سنڌي شاعريءَ جي اسلوب ۾ تمام گهڻي حد تائين تبديلي آندي. سچل سائين کان اڳ سنڌي ڪلاسيڪل شاعري تي توڙي جو تصوف جو اثر موجود هو پر باوجود ان جي ان جو اسلوب انتهائي مانيٽو، نرم، ڳنڀير ۽ اهڃاڻي هو: پر سچل سرمست گجندڙ، رندي ۽ بي ڊپائي وارو اسلوب اختيار ڪيو. هو پنهنجي فڪر جي ڏڍ تي خدا ۽ بندي جي وچ واري فرق کي قبولڻ لاءِ تيار ناهي. هن پنهنجي سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ فارسي ڪلام ۾ اهڙو اظهار جابجا ڪيو آهي.

سچل سرمست نہ رڳو شعر جي اسلوب ۾ تبديلي آندي پر هن سنڌي ڪافي جي گهاڙيٽي ۾ پڻ تبديلي آندي تہ ان سان گڏوگڏ مسلسل بيت، جهولڻو، جهولڻو ڪافي، گهڙولي جهڙيون صنفون بہ شاعريءَ ۾ مروج ڪيون. اها سندس عظمت چئبي جو هن شاعري جي هيئت ۾ تبديليون آڻي ان کي روايت جو حصو بڻايو ۽ اها روايت وري سندس همعصرن ۾ مقبوليت پڻ حاصل ڪئي.

هن مقالي اندر سچل سائين جي سوانح سندس دور جي سياسي حالتن، سندس شاعري جو فني ۽ فڪري جائزو وٺڻ سان گڏوگڏ اهو بہ بحث هيٺ آندو ويو آهي تہ سچل سائين ڪٿان ۽ ڪهڙي ريت فڪري اثر ورتو ۽ پوءِ ان کي ڪهڙي طرح پيش ڪيو. گڏوگڏ سندس طالبن/ ٻالڪن/عقيدت مندن ۽ دوست شاعرن بابت پڻ مطالعو

ڪرڻ بعد سچل ۽ ان جي همعصر شاعرن جو تقابلي اڀياس پڻ ڪيو ويو آهي. جنهن جو مقصد سچل سرمست جي فني ۽ فڪري اڏام ڪي پرکڻ آهي.

''سچل سرمست ۽ ان جا همعصر شاعر'' درحقيقت منهنجي پي- ايچ- ڊي جو تحقيقي مقالو آهي، جيڪو ناميارِي محقق ۽ سچل شناس پروفيسر ڊاڪٽر نواز علي شوق صاحب جي رهبريءَ ۾ سنه 2007ع ۾ مڪمل ڪيو ويو. هن وقت ٿيسز جڏهن اشاعت هيٺ آندي پئي وڃي ته ان سموري مواد کي هڪ ڀيرو ٻيهر نظر مان ڪڍي ان جي ڊيگهه کي گهٽائي ان ۾ مناسب ۽ بهتر تبديليون پڻ ڪيون ويون آهن.

سچل سرمست بابت هن تحقيق دوران احترام لائق ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ، ڊاڪٽر غلام محمد لاکي ۽ تاج جويي جو علمي سهڪار رهيو. جنهن کي وساري نه ٿو سگهجي.

ثقافت کاتي جي لائق احترام صوبائي وزير محترمه سسئي پليجو صاحبه، سيڪريٽري محترم عبدالعزيز عقيلي، محترم رمضان اعوان، محترم منظور قناصري ۽ ڊاڪٽر محمد علي مانجهي جو ٿورائتو آهيان جن جي ذاتي دلچسپي ۽ ڪوشش سان هي ڪتاب شايع ٿي اوهان جي هٿن تائين پهچي رهيو آهي.

26 جولاءِ 2011
هالا

**مخمور بخاري**

باب پهريون

# سچل سرمست جي سوانح حيات

حضرت سچل سرمست جي زندگي متعلق ڪجھ لکڻ کان اڳ مختصر طور سندس آباءُ اجداد جو ذڪر ڪرڻ مناسب ٿيندو. سچل سائين جا سمورا سوانح نگار ان ڳالھ تي متفق آهن تہ سچل سرمست حضرت عمر فاروق جي خاندان مان هو ان ڪري سندس نسبت فاروقي سڏجي ٿي.

## سلسلہ نسب:

سچل سرمست جو سلسلہ نسب مرزا علي قلي بيگ هن طرح بيان ڪري ٿو:

”ميان عبد الوهاب عرف سچيڏنو (سچل سرمست) بن محمد صلاح الدين بن ميان محمد حافظ عرف صاحبڏنو بن مخدوم عبدالوهاب بن مخدوم محمد حافظ بن مخدوم عبدالوهاب بن مخدوم شرف الدين بن مخدوم موسيٰ بن مخدوم علم الدين بن مخدوم شهاب الدين بن مخدو سليمان بن مخدوم خواجہ سعيد بن مخدوم نورالدين بن رضي الدين بن مخدوم عبد العزيز بن مخدوم محمود بن مخدوم ابوالفتح بن محمد اسماعيل بن محمد يوسف بن سليمان بن محمد بن احمد (1) بن برهان الدين بن عبدالعزيز بن عبد الوهاب بن عبد المطلب بن برهان الدين بن احمد بن عبدالله بن يونس بن محمد بن شيخ اسحاق بن شيخ عبد اللطيف بن محمد باقر بن محمد بن شيخ شهاب الدين بن عبد العزيز بن عبدالله بن حضرت عمربن خطاب“(2).

مولانا صادق راڻيپوري ”سچل جو سرائڪي ڪلام“ ۾ سچل سرمست جو شجرو هن طرح بيان ڪري ٿو:

”مولوي حافظ عبدالوهاب ’سچل‘ بن ميان صلاح الدين بن ميان محمد حافظ عرف صاحبڏنو بن مخدوم عبدالوهاب بن مخدوم محمد حافظ بن مخدوم عبدالوهاب بن مخدوم شرف الدين بن مخدوم موسىٰ بن حافظ علم الدين بن مخدوم شهاب الدين بن مخدوم سليمان بن مخدوم خواجہ ابو سعيد بن مخدوم نورالدين بن مخدوم محمود بن ابو الفتح بن محمد اسماعيل بن محمد يوسف بن سليمان بن محمد بن احمد بن برهان الدين بن عبد العزيز بن عبدالوهاب بن عبد المطلب بن برهان الدين بن احمد بن عبدالله بن يونس بن محمد بن شيخ اسحاق بن شيخ عبداللطيف بن محمد باقر بن محمد بن شيخ شهاب الدين بن عبدالعزيز بن عبدالله بن عمر بن خطاب“ (3).

ڊاڪٽر ميمڻ عبد المجيد سنڌي ، ”سچل جو سنيهو“ ۾ سچل سائين جو حسب نسب هن طرح پيش ڪيو آهي:

”عبدالوهاب عرف سچل بن ميان صلاح الدين بن ميان محمد حافظ عرف ميان صاحبڏنو بن مخدوم عبدالوهاب بن مخدوم شرف الدين بن مخدوم موسىٰ بن حافظ علم الدين بن مخدوم شهاب الدين بن مخدوم سليمان بن مخدوم خواجہ ابو سعيد بن مخدوم نور الدين بن رضي الدين بن عبدالعزيز بن مخدوم محمود بن ابو الفتح بن محمد اسماعيل بن محمد يوسف بن سليمان بن محمد بن احمد بن برهان الدين بن عبد العزيز بن عبد الوهاب بن عبد المطلب بن برهان الدين بن احمد بن عبدالله بن يونس بن محمد بن شيخ اسحاق بن شيخ عبداللطيف بن محمد بن باقر بن شيخ شهاب الدين بن عبدالعزيز بن عبدالله بن عمر بن خطاب فاروقِ قعظم(رضہ)“(4)

اسان مٿي سچل سائين جا ٽن صاحبن جا مرتب ڪيل شجرا پيش ڪيا آهن، انهن مان مرزا علي قلي بيگ واري ترتيب ڏنل شجري کي هن وقت تائين گهڻي اهميت ڏني وڃي ٿي. پوءِ جي اڪثر لکندڙن ان شجري کي ورجايو آهي. هن شجري ۾ سچل سائين جي ستٽيهين پيڙهي شيخ شهاب الدين سان ڳنڍجي ٿي، جنهن متعلق محققن جو خيال آهي تہ هي محمد بن قاسم سان گڏ سنہ 711ع ۾ سنڌ آيو(5) يعني 711ع کان سرمست سائين جي جنم 1739ع تائين وچ تي 1028 سالن جو عرصو آهي ان ڊگهي عرصي ۾ وڏيڪ پيڙهيون اچڻ جو انديشو آهي، ان سبب اسان پڻ مرزا علي قلي بيگ واري شجري کي درست تسليم ڪيون ٿا.

حضرت سچل سرمست جي حسب نسب جي حوالي سان بنهه ويجهي دور ۾ هڪ ٻي راءِ پڻ پيش ٿي آهي، ته سچل سرمست حضرت عمر فاروق جي اولاد مان نه هو، ڇاڪاڻ ته حضرت عمر فاروق‌جي خاندان ۾ شيخ شهاب الدين نالي ڪو به شخص پيدا ناهي ٿيو، ان ڪري سچل جي فاروقي نسبت مقطوع ٿي وڃي ٿي (6). علمي حوالي سان هن راءِ کي ڪا اهميت نه ڏني وئي آهي، حضرت سچل سرمست جو حسب نسب ٿوري گهڻي اختلاف جي باوجود اهو تسليم ٿيل آهي ته سچل سرمست فاروقي نسبت رکندڙ هو.

## الف : فاروقي خاندان جي سنڌ ۾ آمد:

حضرت سچل سرمست فاروقي خاندان سان تعلق رکي ٿو. سندس خاندان جو سنڌ ۾ اچڻ بابت مرزا علي قلي بيگ لکي ٿو :

> ”سچل سائين جو مورث اعليٰ شيخ شهاب الدين اول بن عبدالعزيز سنه 93ھ/711ع ۾ فاتح سنڌ محمد بن قاسم سان گڏ سنڌ ۾ آيو. فتح سنڌ بعد محمد بن قاسم شيخ شهاب الدين فاروقي کي سيوهڻ جو حاڪم مقرر ڪيو. هي سنڌ جو پهريون مسلمان حاڪم هو. هن کان پوءِ هي خاندان لڳاتار ڇهه پيڙهيون انهي مسند تي رهيو. آخر سنه 217ھ / 832ع ۾سلطان محمود غزنوي سنڌ فتح ڪري ان وقت جي فاروقي حاڪم محمد کي پينشن مقرر ڪري ڏني، جيڪا هو سال بسال وٺندو رهيو ۽ تاريخ ٢ رمضان ٢٢١ھ/835ع ۾ وفات ڪيائين“. (7).

تاريخي اعتبار کان سلطان محمود غزنوي جو217ھ/832ع ۾ سنڌ فتح ڪرڻ ۽ سيوهڻ جو فاروقي حاڪم محمد کي عهدي تان برطرف ڪرڻ وارو بيان درست ناهي. ڇاڪاڻ ته سلطان محمود غزنوي361 ھ/1 نومبر971ع تي غزني ۾ جنم ورتو ۽ غزني ۾ ئي422 ھ/30 اپريل1030ع تي وفات ڪيائين (8). تاريخ معصومي جي لکت موجب محمود غزنوي سنه 416ھ/1025ع ۾ رمضان شريف جي وچ ڌاري هندستان جي فتح جي ارادي سان غزني جي تختگاهه کان ملتان پهتو(9). ان حوالي جي روشني ۾ پڪ سان چئي سگهجي ٿو ته سيوهڻ جي فاروقي حاڪم ”محمد“ کي محمود غزنوي نه بلڪ ان وقت جي بني عباس گهراڻي جي نامزد سنڌ جي گورنر موسيٰ بن يحيٰ ڪنهن سبب جي ڪري عهدي تان هٽائي پينشن مقرر ڪئي هوندي. موسيٰ بن يحيٰ213ھ/828ع ۾ سنڌ جو حاڪم مقرر ٿيو ۽ پنهنجي وفات221ھ/835ع تائين سنڌ جو حاڪم رهيو. ان بعد اها ذميواري سندس پٽ عمران بن موسيٰ جي حوالي ٿي(10).

سيوهڻ جي برطرف ڪيل فاروقي حاڪم محمد جي اٺوٽهين پيڙهي مان مخدوم نورالدين بن وحيد الدين جا فرزند مخدوم ابوسعيد ۽ مخدوم بدر الدين، مخدوم جمار (11) جا مريد ٿيا. مرشد جي خوشنودي خاطر اچي گاگن واري پرڳڻي (گاگڙي) ۾ رهائش اختيار ڪيائون(12).

مخدوم ابوسعيد ۽ مخدوم بدرالدين مرشد کان فيض حاصل ڪرڻ کان پوءِ تمام گهڻي رياضت ۽ مجاهدا ڪيائون، ايتري حد تائين جو جهنگ جي ڏٿ تي گذارو ڪندا هئا. روايت آهي تہ حضرت غوث بهاؤالدين زڪريا ملتاني جڏهن سنڌ ۾ آيو تہ هنن ٻائرن جو جهد ڏسي ڪين "ڏوٿيئڙن" جو لقب ڏنائين، انهي مخدوم ابو سعيد جو مقبرو ديهہ راڻيپور ۾ ڳوٺ "مرسيجي" ۾ آهي (13). مخدوم ابوسعيد جو اولاد مرسيجي مان ڪجهہ وقت بعد لڏي اچي راڻيپور ۾ ويٺو(14). انهن مان قاضي محمد شريف پنهنجي وقت جو وڏو عالم، فاضل ۽ بلند پايہ شاعر ٿي گذريو آهي. مخدوم محمد شريف جي ٽئين پيڙهي مان اسان جي سچل سائين جو ڏاڏو خواجہ محمد حافظ عرف ميان صاحبڏنو درگاهہ درازا جو باني هو.

## درگاهہ درازا شريف جو سلسلو:

### درازا:

درازا شهر قائم ٿيڻ توڙي ان تي اهو نالو پوڻ تي سڀ محقق انهي ڳالهہ تي متفق آهن تہ فاروقين مان هڪ شخص ميان احمد نالي سرڪاري ملازمت ۾ هو، جنهن جي ايمانداري سان نوڪري ڏيڻ جي عيوض گمبٽ ۽ راڻيپور جي وچواري زمين فاروقين کي جاگير طور ملي هئي. فاروقين اها زمين پنهنجن ٻن وفادار نوڪرن درازا وندير ۽ ڪانجن وندير کي آباد ڪرڻ لاءِ ڏني، جتي هو پنهنجا ڳوٺ ٻڌي ويٺا ۽ سندن نالي ٻنيان ڪانجن ۽ درازا ڳوٺ سڏجڻ ۾ آيا، انهن مان ڪانجن جو ڳوٺ ڦٽي ويو ۽ باقي درازا کي فاروقين جي طفيل عزت شرف حاصل ٿيو(15).

### ميان صاحب ڏنو:

درگاهہ درازا شريف جو سلسلو خواجہ محمد حافظ عرف ميان صاحب ڏنو کان شروع ٿئي ٿو. جيتوڻيڪ هن وقت هن درگاهہ کي حضرت سچل سرمست سائين جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو. سچل سرمست پنهنجي ڏاڏي ۽ درگاهہ درازا شريف جي باني ميان صاحبڏني کي پنهنجي ڪلام ۾ ادب ۽ احترام مان ياد ڪيو آهي. جنهن جو ذڪر اڳتي ڪيو ويندو.

خواجہ محمد حافظ ولد ميان عبدالوهاب سنہ 1101هہ/1689ع ۾ تولد ٿيو(16).

ڪيس صاحبڏني موراڳي سوائي ٻه چيو ويندو هو. ميان صاحبڏني سنڌ مان ڌارين حڪمرانن مغلن جي حاڪمت ڪي ختم ٿيندي ڪلهوڙن ڪي آهستہ آهستہ سنڌ مٿان قابض ٿيندي ڏٺو. هو پنهنجي وقت جو اعليٰ تعليم يافتہ هو، جنهن ڪري ڪين ديھ موره ۾ اعليٰ سرڪاري عهدو مليل هو. روايت آهي تہ خواجہ صاحب هڪ دفعي گهوڙي تي سوار ٿي نوڪري تي وڃي رهيو هو، تہ ڪوٽڙي ڪبير ۾ ڊيوٽي جي وچ تي هڪ مجذوبہ عورت سندن رستو روڪي بيهي رهي ۽ ڪجھ بيت ڏئي چوڻ لڳي تہ :

”صاحبڏنا! خدا توکي ڳولي ٿو ۽ تون ڪيڏانهن ٿو وڃين؟ پنٿي مونٽي وچ (17)!

ميان صاحبڏني تي انهي گفتگو تمام گهڻو اثر ڪيو ۽ پاڻ سڀ ڪجھ ڇڏي اچي جهنگ وسائي چلہ ڪشي ڪيائين. چاليھ چلن ڪڍڻ کان پوءِ حضرت خواجہ عبدالله جيلاني (18) اچي ڪيس پنهنجو مريد ڪيو(19). خواجہ عبيدالله جي نظر فيض ميان صاحبڏني کي ڪماليت جو صاحب بڻائي ڇڏيو. مرشد کان خلافت جو خرقو حاصل ڪري درگاھ جو سلسلو شروع ڪيائين. شاھ عبيدالله موڪلائڻ وقت خواجہ صاحب کي فرمايو تہ درگاھ جو سجاده نشين لوڙهي اندر رهي ۽ خاندان جو هر فرد سجاده نشين جي بيعت ڪري(20).

سچل سائين پنهنجي مثنوي ”رازنامہ“ ۾ اهڙي حقيقت هن طرح بيان ڪري ٿو :

نام جدم مشتهر صاحبدنه،
هم محمد حافظ است در سلسله.

روز يك مى رفت بيرون از شهر،
بود خواجه بر تماشائ دگر.

درميان كوٹڑى و ديوانه،
ديد يك ديوانه زن بد برهنه.

بيبى بصرى بود ظاهر نام او،
كس نمى دانست او را تار مو.

ناگهان ديوانه زن پيشش رسيد،
گفت با آن خواجه اين آهے كشيد.

بشنواز من راز اے مرد خدا،
آن خدا در كار توتوتا كجا بگفتا از زبان.

بيتها سندى گفتا از زبان،
آن به بيش توهى ساز عيان.

چري كري بصري، كري تان كر نانهن،
وئي پرائي وهان، تنهنجو هينئڙو تا هيئن ٿيو.

جئان گهٽو جڳ ۾، پر جسم نہ جيئڻ ڏي،
باب نہ پڙهج بي، هج آلوده الف سان.

ور سان وجهيو كاڻ، كر سان كليو سمهين،
آيل هي اهڃاڻ جو كڻ ڇڏي تہ ابهين.

از شنيدن خواجه آن بيخود شده،
باز پس گرديد عاشق خود شده.

پارچه عمامه را از سر كشيد،
جرعه از مئخانه، الفت چشيد.

آمده بشگافت جنگل گوشه يافت،
جز محبت هرچه بود روئى تافت.

چهل چله اندر آن بيشه كشيد،
بعد مدت شه عبيدالله رسيد.

دست بيعت خواجه را داد آن زمان،
كشف بخشيد از مكان تالامكان.

ترجمو:

منهنجو ڏاڏو مشتهر صاحبڏنو،
جو محمد حافظ اعليٰ شان هو.

هڪ ڏهاڙي شهر كان ٻاهر ٿيو،
سير خاطر واٽ ورتيون ٿي ويو.

ڪونڙي ۽ ڏيوٽي جي درميان،
هڪ اگهاڙي مست عورت ٿي عيان.

اصل ۾ ”بصري“ انهي جو نانءُ هو،
جنهن جي حالت ڪان نہ واقف عام هو.

ويجهڙو خواجہ جي بيهي پاڪباز،
درد واري دانهن ڪئي هڪ دلنواز.

”ڏس تہ توکي ڪيئن ساري ٿو خدا،
تون خدا ڪان چو ٿيو آهين جدا“.

بيت سنڌي ۾ پڙايائين بہ ٿي،
پيش خدمت ٿو ڪيان تن ڪي هتي.

چري ڪري بصري، ڪري تان ڪر نانهن،
وئي پرائي وهان، تنهنجو هينئڙو تا هيئن ٿيو.

جٿان گهٽو جڳ ۾، پرجسم نہ جيئڻ ڏي،
باب نہ پڙهج بي، هج آلوده الف سان.

ور سان وجهيو ڪاڻ، ڪر سان ڪليو سمهين،
آيل هي اهڃاڻ جو ڪڻ چڏي تہ ابهين.

هي بڌي خواجہ صفا بيخود ٿيو،
سر بسر عاشق بڻيو الله جو.

پنهنجو پٽڪو پاڻ اڇلايائين مٿان،
مئي محبت جي چڪيائين چاهہ مان.

بس محبت ڪان سواءِ سڀ ڪجهہ ڇڏي،
جهنگ ۾ ويهي رهيو گوڏا گڏي.

ڇهل چاليها ڪديا جيئن مردِ راهہ،
پوءِ هلي آيو عبيدالله شاهہ.

پاڻ خواجه کي ٻڌايائين مريد،
لامڪان تائين پڄايائينس ديد.(22)

تذڪرن ۾ حضرت شاهه عبداللطيف جو خواجه صاحبڏني سان ملاقات جو واقعو پڻ اچي ٿو. مرزا علي قلي بيگ لکي ٿو:

"شاهه عبداللطيف ڀٽائي اڳ به هڪ ڀيرو ميان صاحبڏني جي ڏينهن ۾ درازا آيو هو. تڏهن ميان صاحبڏنو شهر جي ٻاهران ڪنڊن جي هيٺان هڪ غار ۾ رهندو هو. شاهه صاحب، ميان صاحبڏني کي سمجهايو ته "ادا يار کي لڪائڻ نه گهرجي" ۽ نيٺ ڪڍائي ٻاهر وهاريائين"(23)

"تذڪره مخاديم ڪهڙا" ۾ پڻ شاهه صاحب جو مخدوم محمدي واري زماني ۾ ڪهڙن ۾ اچڻ، هڪ هفتو مهمان ٿي رهڻ ۽ پوءِ واپس وڃڻ وقت درازن ۾ خواجه صاحبڏني سان ملاقاتي ٿيڻ جو واقعو آندل آهي. پر ان ملاقات جو واقعو بيان ڪيل تذڪره نويسن کان مختلف آهي. تذڪري جو صاحب لکي ٿو:

"... اتي وري سندن ملاقات حضرت ميان صاحبڏني فاروقي سان ٿي (جيڪي ان وقت اڃا ڪلهوڙن سرڪار جا ملازم هئا) حضرت لعل لطيف کين فرمايو ته 'ميان اوهان کي ته صاحب امانت بزرگ ٿيڻو آهي' ۽ کين اها پڻ هدايت ڪيائون ته 'فلاڻي جڳهه تي (اها جاءِ به حضرت قبلا شاهه صاحب جن حضرت فاروقي کي ڏيکاري) هڪ کوهاڏو کوٽي اتي ويهي عبادت ڪيو (چلو ڪڍيو)' ان طرح هن کوٽيل کوهاڏي ۾ اول خود، ميان صاحبڏني کي ويهي ڏيکاريو، اتي ئي سندن ڏيٺ ويٺ ننڍڙي نينگر سچل بادشاهه سان ٿي ۽ سندس بزرگ ٿيڻ جي پيشنگوئي پڻ ڪيائون" (24)

مرزا علي قلي بيگ جي خيال موجب شاهه عبداللطيف، خواجه صاحبڏني کي غار مان ٻاهر ڪڍيو. جڏهن ته مخاديم ڪهڙا واري جو خيال آهي ته شاهه صاحب ئي اول ۾ خواجه صاحب کي سلوڪ جي راهه تي هلڻ جي ترغيب ڏني. هن سلسلي ۾ سچل سرمست جو ڪلام وڏو ماخذ آهي. هن پنهنجي سنڌي، سرائڪي ۽ فارسي ڪلام ۾ خواجه صاحبڏني جي مرشد طور فقط شاهه عبيدالله جيلاني جو ذڪر ڪيو آهي. سرمست سائين جي ڪلام ۾ ڪيترن ئي انهن عارفن جو ذڪر آهي جن سڌي يا اڻ سڌي فڪري طور سچل سائين کي متاثر ڪيو آهي. هن صاحب ڪٿي به شاهه

عبداللطيف جو ذڪر ناهي ڪيو. خاص طور پنهنجي ڏاڏي خواجہ صاحبڏني جي مرشد يا هن جي سلوڪ جي راهہ تي هلڻ واري بيان ۾ فقط شاهہ عبيدالله جيلاني ۽ بيبي رابعہ بصري جو ذڪر ڪري ٿو. تاريخي نقطہ نگاهہ کان پڻ هڪ ٻيو مونجهارو پيدا ٿئي ٿو مرزا علي قلي بيگ جي لکڻ موجب (جنهن کي پوءِ مولانا صادق راڻيپوري پنهنجي مرتب ڪيل "سچل جو سرائڪي ڪلام" ۾ پڻ نقل ڪيو آهي) تہ:
"خواجہ صاحبڏني جي مسند نشيني جو سلسلو 11 رمضان 1164هہ ۾ لکيو ويو"، يعني اهـــــو سلسو شاهہ لطيف جي وفات 1165هہ کان پوءِ لکيو ويو. هاڻ جڏهن شاهہ صاحب، خواجہ صاحبڏني کي غار مان ڪڏي ٻاهر وهاريو تہ هڪ تہ شاهہ صاحب ئي خواجہ صاحب کي عالم آشڪار ڪيو تہ پوءِ سچل سائين جتي پنهنجي ڪلام تائين شاهہ عبيدالله جيلاني جو هادي/مرشد طور ذڪر ڪيو آهي تہ شاهہ لطيف جو ذڪر ڇو نہ ڪيو آهي؟ ٻي طرف شاهہ لطيف جي تذڪرن نگارن جو خيال آهي تہ شاهہ صاحب پنهنجي عمر جا آخري ڪيترائي سال ڪنهن سفر تي نہ نڪتو بلڪ ڀٽ تي ئي موجود رهيو. ڀٽ تـــي آخـــري ڪجهہ ســـال رهـــڻ واري ثابتي طور ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو:

> "مخدوم معين جي وفات سنہ1161هہ ۾ ٿي، جنهن جو شاهہ صاحب کي وڏو غم ٿيو جو ڇيائين تہ سنـدس نئي اچڻ جو هي آخري پيرو ٿيندو ۽ دوست جي جدائي بعد هاڻ هُو وري نئي نہ ايندو ان وقت شاهہ صاحب جي عمر 58 سال هئي" (25)

اسان سمجهون ٿا تہ شاهہ لطيف جي مخدوم محمدي سان ملاقات 1161هہ هجري کان اڳ ٿي هوندي يقيناً اها ملاقات 1155هہ يا ان جي لڳ ڀڳ عرصي ۾ ٿي هوندي ڇاڪاڻ تہ مخـــــدوم محمدي واري ملاقات واري بيان ۾ سندس پاءُ مخدوم احمدي جو ذڪر نہ ٿو ملي. مذڪوره عرصي ۾ مخدوم احمدي شايد کهڙن ۾ موجود ناهي. مخدوم احمدي، سيد موسيٰ شاهہ گهوٽڪي واري وٽان ظاهري طور باطني فيض حاصل ڪيو(26). گمان غالب آهي تہ ان عرصي ۾ مخدوم احمدي پنهنجي تعليم جي حاصلات لاءِ سيد موسيٰ شاهہ جي مڪتب ۾ هجي. اسان اهو يقين سان چئي سگهون ٿا تہ جيڪڏهن مخدوم احمدي، شاهہ صاحب جي کهڙن ۾ اچڻ واري عرصي ۾ اتي موجود هجي ها تہ ان ملاقات واري واقعي ۾ سندس ذڪر ضرور اچي ها، تنهنڪري گمان غالب آهي تہ شاهہ صاحب، خواجہ صاحبڏني کي غار مان ٻاهر نہ آندو آهي، بلڪ "تذڪره مخاديم کهڙا" جو بيان وڌيڪ اهميت وارو محسوس ٿئي ٿو تہ

شاهه صاحب، خواجه صاحب کي سلوڪ جي راهه تي هلڻ جي ترغيب ضرور ڏني. پر اسان سچل سائين جي بيان ڪيل واقعي جي روشني ۾ ڏسون ٿا ته خواجه صاحب جي حياتي ۾ وڏي تبديلي بيبي رابعه بصري جي ڪري ئي آئي. هتي هڪ ٻي ڳالهه جي ڇنڊڇاڻ ضروري آهي ته خواجه صاحب سان ملاقات وقت ئي پنائي گهوٽ، ننڍڙي سچل سائين کي ڏنو. سچل سائين جي ڪن تذڪرن نگارن جو اهو خيال سراسر بي بنياد آهي ته "شاهه صاحب، خواجه عبدالحق جي مسند نشين واري زمـــــاني ۾ پڻ درازا آيو ۽ اتي سچل سائين کي ڏٺائين" (27). جڏهن ته خواجه عبدالحق پنهنجي والد خواجه صاحبڏني جي وفات 1192هه/1788ع بعد مسند نشين ٿيو(28). جڏهن ته شاهه صاحب 1165هه/1752ع ۾ وفات ڪري چڪو هو.

خواجه محمد حافظ کي ٻه پٽ ٿيا. ميان صلاح الدين والد جي حياتي ۾ وفات ڪئي. حضرت سچل سرمست جو والد ميان صلاح الدين هو. اسين ايندڙ صفحن ۾ سچل سرمست جو جداگانه اڀياس ڪنداسين. خواجه محمد حافظ جو ٻيو پٽ ميان عبدالحق سندس وفات بعد مسند نشين ٿيو. سندن تربت سچل سائين واري روضي ۾ آهي. خواجه صاحب جي رحلت وقت سچل سرمست چاليهه ورهين جو هو. ميان صاحبڏني جي مزار تي هيٺيون ڪتبو سچل سائين جو چيل آهي.

گل فردوس ـ رحمت باغ فاروق ـ ز اسرار خدا واقف کماهی،
ولایت اوبود مشهور آفاق ـ رفوق عرش اعـــــظم تابـــاهی،
محمد حافظ و هادی تولد. سنش کامل نقل مظهــر الاهی. (29)

خواجه محمد حافظ سنڌي، سرائڪي ۽ فارسي جو بهترين شاعر هو. هن شاعري ۾ ڪٿي "صاحبڏنو" ته ڪٿي "حافظ" تخلص استعمال ڪيو آهي. سندس ٿورو ڪلام مختلف هنڌن تي شايع ٿيل آهي. هت نموني خاطر خواجه صاحب جو چوند ڪلام پيش ڪجي ٿو:

## سرائڪي ڪافي:

ٿلهه: ووڙين چو وڻڪار، جيڏيون آهي جيءَ ۾.
1. صحيح سڄاتم سرتيـــون، دل ۾ آ دلدار.
2. ڪاڪيون آهي قلوب، ڪيچ ڏٺي ڪوهيار.
3. ناحق وندر چو ويچان، پـــاڪر ۾ پوتار.
4. ونحن اقرب اوڏڙو، لڌم لعلن يار.

5. ساهئون اوڏو سپرين، ڪوهه پڇان پيو پار.
6. صاحبڏني سمجهيو، تن اندر تڪرار.(3)

سنڌي بيت :

ملا جي محبت جي وٺي هڪ پئين،
ڇڏي مڪتب معرڪو سوري سر ڏئين،
ڪيئين ٿو تون جئين ري سڪ "صاحبڏنہ" چوي.

ري سڪ "صاحبڏنو" چوي آخوند ڪوٺائين،
ڇڏي مڪتب معرڪو تون عشق نہ اٿائين،
نينهن نہ ٿو لائين، ڪامل پنهنجي ڪانڌ سان.

ڪامل پنهنجي ڪانڌ، اوهان خبر آهي خاصي
اڏو ٿيو نہ عشق ي، اها بات نہ اوهان باسي
آهيو اوهان بہ اداسي، پرڪاريءَ مس ڪارا ڪيو(31)

## حضرت خواجہ عبدالحق:

حضرت خواجہ عبدالحق خواجہ محمد حافظ جو ٻيو نمبر فرزند هو. خواجہ صاحب جي رحلت بعد خواجہ عبد الحق درگاهہ جي مسند تي ويٺو. سندس جنم 1120ھ/1708ع ۾ ٿيو(32) .پاڻ پير طريقت، عالم فاضل ۽ فارسي ۽ سنڌي جو بهترين شاعر هو. پنهنجي والد کان ئي فيض حاصل ڪيائين.

حضرت سچل سرمست سائين جي روحاني ۽ فڪري تربيت خواجہ عبدالحق ڪئي. جنهن جو اظهار سچل سرمست سائين پنهنجي شاعري ۾ گهڻن هنڌن تي ڪري ٿو. مثنوي رازنامہ ۾ نهايت احترام مان خواجہ صاحب کي سچل سائين هن طرح ياد ڪيو آهي:

پير عبدالحق باشد بحر جود
برهمه عالم در گنج کشه
پیر عبدالحق مرشد ما برد!
در ولایت توجه اش عالی
نعت او از مانی گرد تمام
هرچه گفتم آن بود شد والسلام(33)

پنهنجو پير مرشد”عبد الحق“سچو
جنهن جو اعليٰ مرتبو مولا ڪيو
پير عبد الحق سخا جو بحر ٿيو
جڳ ۾ جنهن کوليو خزانو فيض جو
وصف ان جي ڪين ٿي سگهندي تمام
جو چوان سو ڪجھ بہ ناهي والسلام (34)

خواجہ عبدالحق گهڻن حق جي پانديئڙن کي منزل مقصود تي پهچائي چورانوي ورهين جي ڄمار ۾1214 ھ/ 1799ع ۾ هن جهان فاني مان رحلت ڪئي. سندس مزار سندس ناليري مريد سچل سائين جي روضي ۾ آهي. خواجہ صاحب جي تربت تي لڳل ڪتبو سچل سائين جو چيل آهي:

مرشد کامل حقیقت یار ۔ وارث دین احمد مختیار،
گوهر بحرانه واحد ۔ لیس فی الدار غیرہ دیار،
سال تاریخ او ست مظهرحق۔ میم ماومن از میان بردار۔ ۱۲۱٤ھ
(35)

خواجہ عبدالحق جي ڪجھ سنڌي ۽ فارسي شاعري مختلف جاين تي شايع ٿيل آهي هت هڪ فارسي مدح نمونہ خاطر نقل ڪجي ٿي:

ای سرور دو عالم،
یا مصطفیٰ مدد شو،
ای بر گزیدہ آدم،
یا مصطفیٰ مدد شو.

بر عرش حق رسیدی،
حق را پدید دیدی،
قول خدا شنیدی،
یا مصطفیٰ مدد شو.
روشن جهان ز رویت،
خوشتر ز خلد کویت،
ظلمت شبی ز مویت،
یا مصطفیٰ مدد شو.

دل از فراق ريشم،
بر دار پردهٔ پيشم،
بنما لقائی خويشم،
يا مصطفیٰ مدد شو.

در گور در قيامت،
خواهم ز تو شفاعت،
مارا توئی حمايت،
يا مصطفیٰ مدد شو.(36)

## سخيُ قبول محمد "اول":

خواجہ عبدالحق جي رحلت بعد سندس وڏو فرزند سخي قبول محمد اول درگاهہ جي مسند تي ويٺو. هن1181ھ/1767ع ۾ جنم ورتو ۽1245ھ/1829ع ۾رحلت ڪئي(37) . سخي سائين جي وفات کان ٽي سال اڳ سچل سائين جهان ڇڏيو هو.

سچل سرمست، سخي قبول محمد جي مسند نشين ٿيڻ کان پوءِ کيس پنهنجو مرشد مڃيو ۽ پاڻ سندس وڏو خليفو بڻيو. سخي سائين نهايت سخي، رحمدل، متقي ۽ پرهيزگار هو. سندس سخا جي ڪري ئي کيس "سخي" جي لقب سان سڏيو ويندو هو.

سخي قبول محمد پڻ شعر چوندو هو پر سندس ڪلام هن وقت ناپيد آهي فقط هڪ بيت هٿ اچي سگهيو آهي جيڪو بيدل سائيـــن جي ڪتاب"سند الموحدين" ۾ آيل آهي جنهن تي پڻ محققن ۾ اختلاف آهي تہ هي بيت سخي سائين جو چيل ناهي، بيت هي آهي :

جامن تي جامان، پــــرين پهري آئيو،
ڪامان ڙي ڪامان، ڪيڏو لِڪ ڪريم ڪيو.(38)

## ميان نظر محمد فاروقي :

سخي قبول محمد جي رحلت کان پوءِ سندس فرزند نظر محمد "نوري" جي لقب سان پنجيتاليهہ ورهين جي ڄمار ۾1245ھ/1829ع ۾ مسند نشين ٿيو. ميان نظر محمد اعليٰ اوصاف جو صاحب ۽ فقيراڻي طبيعت جو مالڪ هو.هن پنهنجي سموري ڄمار رشد و هدايت ۾ گذاري.

ميان نظر محمد1186 ھ/ 1855ع ۾ جنم ورتو ۽ 1248ھ/1832ع ۾ لاڏاڻو ڪيو(39).

## خواجه نجم الدين:

مياں نظر محمد کان پوءِ درگاهه درازا جي مسند تي سندس وڏو صاحبزادو 13 ورهين جي ڪم عمري ۾ ويٺو. سندس شادي سچل سائينءَ جي خاص ٻالڪي فقير نانڪ يوسف جي نياڻيءَ سان ٿي. خواجه نجم الدين نهايت خوبصورت شڪل شبيهه جو مالڪ هو جنهن ڪري ڪيس يوسف ثاني پڻ چيو ويندو هو.

خواجه نجم الدين 1231ھ/1815ع ۾ جنم ورتو ۽ ٽيٽيهه ورهين جي ڄمار ۾ 6112ھ/4518ع ۾ وفات ڪيائين (40).

## سخي قبول محمد (دوم):

خواجه نجم الدين جي وفات بعد سندس وڏو فرزند سخي قبول محمد دوم مسند نشين ٿيو. سخي سائين 1258ھ/1842ع ۾ جنم ورتو (40-A). سندس ولادت تي سندس ناني فقير نانڪ يوسف پنهنجي ڏوهٽي ۽ مرشد زادي لاءِ هيٺين دعائيه ڪافي چئي:

عمر دراز تيری الهه نگهبان هووے،

مولا دی امان هو وے

سخي قبول محمد پنهنجي فيض ۽ سخا سان هزارين عقيدتمندن کي بهره ور ڪيو. خادم عباسي لکي ٿو:

> "سخي سائين جي ايام ڪاري ۾ تصوف جي تحريڪ کي نئين سر متحرڪ ۽ منظم ڪيو ويو. هو پنهنجي دور ۾ سچل سائين جون سڪون لاهيندو هو. سندس ٻاريل مچ تي هندو خواهه مسلمان اچي مڙيا هندو مسلم ويچو مٽجي ويو." (41)

سخي قبول محمد (دوم) قرآن جو حافظ، غريبن جو مددگار ۽ مريدن جو تمام وسيع حلقو هو. سندس خاص مريدن ۾ "نماڻو فقير" جو نالو نمايان آهي. جيڪا دراصل شڪارپور جي هندو عورت هئي، جنهن جو اصل نالو "داسي/ رڪن ٻائي" هو. ورهاڱي بعد هو هندستان هلي وئي جتي هن مرشد جي عقيدت ۾ شعر چيو ۽ سچل سائين جو رسالو "عاشقي الهام" جي نالي سان ترتيب ڏئي شايع ڪرايو. نماڻو فقير جي وصيت موجب ڪيس درازا ۾ دفن ڪيو ويو. سندس ان وصيت جي تعميل ۾ درازن ۾ قبر ٺاهي وئي جنهن تي الحمد شريف، قل هو الله ۽ سچل سائين جي هڪ مشهور ڪافي "تون صاحب صورت جو، هي آ غلام تنهنجو" جون هيٺيون ٽي مصرعون به نقش ٿيل آهن:

دلگير تون متان ٿين ڪر دور درد کي مياں،
اول آخر اسان وٽ هوندو مقام تنهنجو.

رد ڪر فنا فڪر ڪي اميدوار ٿي رهه،
هِت هُت يقين ڄاڻج آهيان امام تنهنجـو.

تون آهين اصل اسانِ جو، آهيون اسين سي تنهنجا،
آهي قبـول ڪُلي "سچل"ڪلام تنهنجو

سخي قبول محمد (دوم) 1343هه/1924ع ۾ رحلت ڪئي(42). سندس هڪ معتقد محمد بخش ڪوجهي فقير ڪيس پنهنجي شاعري ۾ هر هنڌ عقيدت ۽ سڪ مان ياد ڪيو آهي. نموني خاطر سندس ٻن ڪافين جا ٻه بند پيش ڪجن ٿا.

قبول محمد دولهه دلبر "ڪوجهي" دا هي راحم رهبر،
ستـگر سبـحان، بشري بيک بنايا هي،
آپ درازين آيا هي.

آيا ساجن آيا، احدون عبد سڏايا، عرشئون ارض وسـايا،
شهر درازين مهـــران هويان، قبول محمد ڇايا،
آيا ساجن............(43)

## ميان صاحب ڏنو(دوم):

سخي قبول محمد جي رحلت بعد سندن ڇئن فرزندن ميان محمد پريـــل، ميان محمد بچل، ميان صاحبڏنو ۽ ميان رستم مان ميان صاحبڏنو درگاهه جو گادي نشين ٿيو. ميان صاحبڏنو 1305هه/ 1887ع ۾ جنم ورتو ۽1351هه/1932ع ۾ رحلت ڪئي(A-43).

## ميان جان محمد عرف سخي قبول محمد (سوم):

ميان صاحبڏني کي ٻه فرزند هئا :ميان جان محمد ۽ ميان عبدالحق (دوم) گادي تي ميان جان محمد ويٺو. هن پنهنجي دور ۾ خانداني اختلافن کي گهٽائڻ جون ڀرپور ڪوششون ورتيون پر ناڪام ٿيو.

ميان جان محمد جي دور ۾ درگاهه جو زور ڀيهر وڌيو. ساڻن ملاقات لاءِ سيد صالح شاهه راشيپور وارو ايندو هو. ميان صاحب جي1332 هه/1913ع ۾ ولادت ٿي ۽ لاولد 1372هه/1952ع ۾ رحلت ڪيائين (44).

## ميان عبدالحق (دوم):

جيئن ته ميان جـــان محمد لاولد هو ان ڪري سندن رحلت بعد سندس ڀاءُ ميان

عبدالحق مسند نشين ٿيو. پاڻ درگاهه درازا جا پهريان سجاده نشين هئا جن درگاهه مان نڪري سڄي هندستان جو دورو ڪيو. ڪين لکين روپيا مريدن، خادمن وٽان نظراني طور ملندا هئا، مگر اهي سڀ غريبن ۽ ضرورتمندن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيندا هئا.

ميان خود انتهائي سادگي پسند هئا. حويلي پرسان ڪکڙن هيٺ جهوپڙي ۾ اڪثر رهندا هئا. هن پرهيز گار ۽ متقي شخص جي پيدائش سنه 1334هه/1915ع ۾ ٿي ۽ هي دنيا 1399هه/1978ع ۾ ڇڏيائون(45).

## سخي قبول محمد (چهارم):

ميان عبدالحق جي رحلت بعد سندس فرزند سخي محمد قبول (چهارم) درگاهه جو موجوده پڳ ڌڻي بڻيو. پاڻ 19 جولائي 1962ع تــي جنم ورتائين. هي نيڪ دل ۽ اهل علم شخص آهي. Study of Mysticsim Darazi School of Sufi Thoughts جــي مــوضوع تــيPh.D ڪــري چڪــو آهــي، ان ڪان ســواءِ هڪ ڪتــاب A Voice from the Wilderness-*By T.L Vaswani* ايڊٽ ڪيو اٿس. شاه عبداللطيف يونيورسٽي ۾ قائم سچل چيئر جو ڊائريڪٽر پڻ رهي چڪو آهي.

## ب :سچل سائين جي سوانح حيات

### ولادت:

درگاهه درازن جو باني خواجه محمد حافظ عرف ميان صاحبڏنه جي وڏي فرزند ميــان صلاح الدين فاروقي جي گهر هڪ فرزند تولد ٿيو. جنهن جو نالـــو ميان عبدالوهاب رکيو ويو.جيڪو وڏي ٿيڻ بعد سچل سرمست جي نالي سان مشهور ٿيو. سچل سائين جي جنم تاريخ ۾ ڪجهه اختلاف ڏسجي ٿو. مرزا علي قلي بيگ "رسالو سچل سائين جو" ۾ سچل سرمست جي جنم تاريخ 1152هه/1739ع ڄاڻــائي آهي(46). جڏهن ته فــــاروقي خانــدان جي هڪ شخص آخوند ميان خان محمد فاروقي، فاروقي خاندان جو شجرو "شجره فاروقيان" نالي سان لکيو. جنهن ۾ سرمست جي جنم تاريخ1170هه/1756ع ۽ وفات 1242هه/1827ع ڄاڻائي وئي آهي(47).

شجره فاروقيان جي لکت مطابق سچل سائين جي رحلت وقت عمر72 ورهيه هئي. سنه 1152هه/1739ع واري جنم تاريخ مطابق سرمست سائين جي پنهنجي عمر متعلق سندس زباني روايت موجود آهي. مرزا علي قلي بيگ لکي ٿو:

"چون ٿا ته سچل فقير پيري ۾ پاڻ چوندو هو ته منهنجي عمر105ورهيه آهي پر 15 ورهيه آئون اڳي سرڪار جي سلامي تي ويندس، يعني جهان

ڇڏيندس. هن روايت مان ظاهر آهي تہ سچل سائين جي عمر 90 ورهيہ هئي"(48).

مرزا علي قلي بيگ ان سلسلي ۾ وڌيڪ لکي ٿو :

"......ڪي چون ٿا تہ سندس عمر 90ورهيہ هئي، جنهن ڪري سندس ڄمڻ جي تاريخ سنہ1152ھ/1739ع ٿي. پسائنجي ٿو تہ هي تاريخ سچي آهي. ڇاڪاڻ تہ شاھ عبداللطيف ڀٽائي سنہ1102ھ/1690ع ۾ ڄائو هو ۽ سنہ1165ھ/1752ع ۾ وفات ڪيائين. جيڪڏهن سنہ 1170ھ/1756ع ۾ سچل فقير جي ڄمڻ جي تاريخ هجي ها تہ شاھ صاحب کان 5 ورهيہ پوءِ پيدا ٿيل چئجي ها. پر اسان کي خبر آهي تہ شاھ صاحب سچل فقير کي ننڍي هوندي ڏٺو هو."(49).

سچل سائين جي نوي ورهين جي ڄمار جي نشاندهي سچل سرمست جي عقيدتمند فقير قادر بخش بيدل بہ سچل جي وفات جي تاريخ ۾ هن ريت ڪئي آهي

"پانهنجي رائي پرين نوي ورهيہ نروار هو"

بيدل سائين جي هن ثابتي کان پوءِ گمان غالب آهي تہ شجره فاروقيان جي مرتب يا ڪاتب کان ان سلسلي ۾ سَهو ٿي ويو آهي.مرزا علي قلي بيگ اهو ڀهريون عالم آهي، جنهن سچل سائين جي سوانح حيات بابت وافر مواد تحرير ڪيو آهي . جنهن کي اڪثر هن وقت تائين جي عالمن گهڻي حد تائين تسليم ڪيو آهي.اسان پڻ سچل سر مست جي جنم تاريخ واري مرزا علي قلي جي بيان ڪيل روايت کي هت گهڻي حد تائين تسليم ڪيون ٿا. حضرت سچل سر مست سنڌي، سرائڪي، فارسي ۽ اردو جو قادرالڪلام شاعرٿيو.سندس سنڌي، سرائڪي ۽ اردو ۾ تخلص "سچو"، "سچيڏنو" ۽ فارسي ۾ "آشڪار" ۽ "خدائي"ڪتب آندواتس.ڪيس "سچل سائين" ۽ "سرمست سائين"جي منڙن نالن سان ياد پڻ ڪيو ويندوآهي .

## ننڍپڻ:

سچل سرمست جي ولادت کان ڇهہ سال بعد 1158ھ/1745ع ۾ صغير سني ۾ ڪانئن سندس مٿي تان والد ميان صلاح الدين جي شفقت جو هٿ کڄي ويو (50). ان کان پوءِ سندس تربيت سندس ڏاڏي ميان صاحبڏني ۽ چاچي خواجہ عبد الحق ڪئي. جيڪي پاڻ بہ پنهنجي وقت جا وڏا عالم ۽ اهل الله هئا(51).

مرزا علي قلي بيگ سچل سائين جي ننڍپڻ بابت لکي ٿو:

"چون ٿا تہ ننڍي هوندي ميان سچل فقير اڪثر اڪيلو جهر جهنگ ۾

گهمندو وتندو هو ۽ صبر ۾ رهندو هو. وڏي هوندي ميان عبدالحــق وٽ ۽ ان کان پوءِ ميان سخي قبول محمد وٽ گذاريندو هو" (52).

## تعليم ۽ تربيت:

اڳ ذڪر اچي چڪو آهي ته سچل سائين جي والد جي وفات بعد سندس تعليم تربيت جو سمورو ذمو سندس ڏاڏي ميان صاحبــــڏني ۽ چاچي خواجه عبد الحق جي حوالي هو. جن کين ابتدائي ديني تعليم جي حصول لاءِ درازا شريف جي مشهور آخوند حافظ عبد الله قريشي وٽ ويهاريو، جيڪو قادري طريقي جو صوفي بزرگ ۽ عارف با الله هو. سچل سائين12 ورهين جي ڄمار ۾ سموري ظاهري علم جي تحصيل ڪئي ۽ ڪلام الله شريف پڻ حفظ ڪيو(53).

ظاهري علم جي تحصيل بعد سچل سائين لدني علــــوم خواجه عبدالحق کان حاصل ڪيو. پاڻ باقائده سندس دست بيعت تي مريد ٿــيو. خواجه صاحب کيس عربي ۽ فارسي پڙهائڻ سان گڏ تصوف ۽ معرفت جا اونها اسرار به سمجهائيکيس خرقه خلافت عطا ڪيو(54).

سچل سائين پنهنجي ساري ڪلام ۾ جاءِ بجاءِ پنهنجي مرشد ۽ چاچي خواجه عبدالحق جو ذڪر ڪيو آهي، پنهنجي سرائڪي ڪلام ۾ چئي ٿو(55)

"لا نفي" دا ڪلمه سانون، مرشد آپ پڙهايا،
هٿيان ڏتــس همٿ والا، جنهن سارا هوش گنوايا،
اسان ڀـي تنهن دي ڪيتي يارو، مهڻا سرتي چايا،
"سچل" تي قربان انهانون تون، جنهن آکي جوش جڳايا.

***

روز ازل استاد اسان نون، هڪ سطر پريت دي پاڙهي،
سامين دل دي تختي اتي، چاهه وچون لک چاڙهي،
"سچل" عشق ٻيا نا ٿيوي، ڪيا جو چٽي ڏاڙهي.

***

هڪ ڏهاڙي مرشد مينون، آپ ايوين فرمايا،
اهو طريقه وحدت والا، سانون ٻهون خوش آيا،
"سچل" ڳالهه عشق دي سچي، ٻيا سڀ پنڌ اجايا.

سچل سائين باطني ۽ لدني علوم حاصل ڪرڻ بعد فقه، تصوف، معرفت، شريعت ۽ طريقت تي ڪوڙ سارن ڪتابن جو مطالعو ڪيو. خاص ڪري فارسي

ڪتــابن مان ڪيس شيخ فريد الدين عطار جو منطق الطير ۽ وصلت نامــــ ۽ شيخ شمس الحق تبريزي جو”ديوان شمس تبريزي“ گهڻي حد تائين متاثر ڪيو، جن ڪي سچل سائين پنهنجو روحاني رهبر ڪري مڃيو آهي. سرمست سائين اهڙو اظهار پنهنجي ديوان آشڪار ۾ ڪيو آهي:

اي دلا خوشبو زشه عطار جانم رســيد،
آن زمان يکبارگي از کفر و دين مــارا کشيد،
چه جلال الدين چه جامي غاشيــه بر دار او،
اين چنين تعريف من از پيرعبد الـــحق شنيد.

## صورت ۽ سيرت:

سچل سائين جي صورت لباس بابت قاضي علي اڪبر درازي پنهنجي تصنيف ”دولهه درازي“ ۾ هن طرح رقم ٿيو آهي :

”سچل سرمست سائين جو چهرو نوراني، صاف ۽ سفيد رنگ هو.خط و خال دلڪش آهو مثل ليڪن پرڪيف. گيسو دراز، جن کي هو مٿي تي چوٽو ڪري ٻڌي ڇڏيندو هو. ليڪن جلال ۽ مستي جي حالت ۾ جــڏهــن هو شعر چوندو هو تہ سندس اهي گيسو دراز ايا تي ويندا هئا. ريش مـبارڪ سفيد ۽ پريل جيئن سخي قبول محمد ثاني جي هوندي هئي. قد درمياني، هٿ ۽ پير ننڍا نازڪ ۽ نرم هوندا هئا. سدائين سفيد پيراهڻ پائيندو هو.اچي کٽي يا چادر ڍڪيندو هو ۽ مٿي تي سائي رنگ جو فقيراڻو ڪلاهہ پهريندو هو. مگر جڏهن سجاده نشين صاحب جي حڪم سان ڪيڏانهن ٻاهر ويندو هو تہ انهي تاج جي مٿان موگي رنگ جي خلافت جي دستار پهري نڪرندو هو. پيرن ۾ جتي پائيندو هو ۽ هٿ ۾ عصا کڻندو هو“(56).

مولانا محمد صادق راٽيپوري، سرمست سائين جي خوراڪ ۽ رهڻي متعلق لکي ٿو:

”سچل سائين اوائل ۾ وهٽ تي چڙهندو هو، پر پوءِ ڪنهن بہ وهٽ تي سواري نہ ڪيائين، هٿ ۾ تنبـــورو هوندو هوس. سندس خــوراڪ بلڪل سادي هئي، ڏينهن جو گهڻو ڪري روزو رکندو هو ۽ جڏهن روزو نہ هوندو هوس تہ لسي ۾ ڳاڙها مـــرچ وجهي ان ۾ ماني ڀوري کائيندو هو.ننڍي عمر ۾ گوشت جو شوربو بہ واپرائيندو هو، پر پوءِ ڇڏي ڏنائين،

رات جو جوئر جي ماني ۽ ٻڪري جو کير کائيندو هو، ڪاٺ جي صندل تي يا هيٺ ڌرتي تي سمهندو هو، پر گهڻو وقت مراقبي ۾ بيراڳڻ جي ٽيڪ تي اونڌي ڪنڌ ذڪر فڪر ۾ رات گذاريندو هو"(57).

سچل سائين تمام عمر نشي آور شين کان محفوظ رهيو. سندس ٻالڪا ۽ طالب پڻ انهن شين کان بچيل رهيا. سرمست سائين چئي ٿو:

ساقيا آن شرابي انگوري
مانخواهيم کنو است صد دوري
لازوال است آن مي وحدت
آن بنو شان رهنم زهجوري

ترجمو: اي ساقي! مون کي هي انگوري شراب نه گهرجي جنهن جي پيئڻ سان جدائي ٿئي ٿي، مون کي وحدت جو لازوال شراب پيار ۽ جدائي کي دور ڪري ڇڏ.

## شادي:

ڊاڪٽر عطا محمد حامي سچل سائين جي شادي بابت لکي ٿو :

"سچل سائين جي شادي به سندس چاچي ۽ مرشد ميان عبدالحق پاڻ وٽان ڪرائي. بيبي صاحبه ٻه سال حيات هئي. مگر ڪوبه اولاد نه ٿيو."(58)

## سير سفر:

مرزا علي قلي بيگ، سرمست سائين جي سير سفر بابت رقمطراز آهي:

"سچل فقير رياست کان ٻاهر سير سفر تي نه ويو نه ئي هو پنهنجن ٻالڪن وٽ ويو. البته روهڙي، سکر، لاڙڪاڻو ۽ شڪارپور گهميو هئائين. لاڙڪاڻي ۾ محمد صالح نالي هڪڙي فقير کي دعا ڪيائين جيڪو صاحب جو حال ٻڌيو" (59).

## همعصرن سان لاڳاپا:

حضرت سچل سرمست جي وقت ۾ رياست خيرپور ۾ ڪيترائي عالم، بزرگ، فقير ۽ اهل الله موجود هئا. جن سان سرمست سائين جا پڻ تعلقات رهيا. هو ڪيف و مستي واري حالت ۾ به پنهنجي وقت جي انهن سمورن سان واسطو قائم رکيو آيو ۽ وقت جي حڪمرانن وٽ پڻ سندس رسائي ڏسجي ٿي.

ڊاڪٽر عطا محمد حامي لکي ٿو:

"سچل سائين پنهنجي چاچي ميان عبدالحق خواهه سندس پٽ سخي قبول

محمد ٻنهي جو خليفو ٿي رهيـــــو ۽ سندس ياران شادي غمي خواه ٻين ڪمن لاءِ پاڻ ويندو هو .وقت جي حاڪمن خاص ڪري مير سهراب ۽ مير رستم خان سان سٺا تعلقات هيس .راڻيپور، گمبٽ، کهڙا، پير ڳوٺ ۽ ٻين درگاهن سان چڱا لاڳاپا هيس ڪن سڄڻن لکيو آهي تہ :کهـــڙن جا مخدوم برخلاف هئا پر اها ڳالھ حقيقت جـي برعڪس آهي 'تذڪره مخاديم کهڙا' ۾ درج آهي تہ : هڪ ڀيرو مخدوم محمد عـاقل اول سان سندس ڀاءُ مخدوم محمد جو ملڪيـت تان تڪرار پيدا ٿيو حاڪم وقـت ان معاملي ڏانهن ڌيان نہ ڏريو نيٺ مخدوم عاقل جي چوڻ تي سـخي قبول محمد، سچل سائين کي فيصلي لاءِ کهڙا موڪليو۽ نتيجتن مخدوم عاقل ۽ مخـــدوم محمد، سچل سر مست سائين جي فيصلي کي قبول ڪندي ڪير ڪنڌ ٿي ويا"(60).

حاڪمِ وقت مير سهراب سان سچل سائين جو تعلق قائم ڪـــرڻ لاءِ سرمست سائين جي ڪن سوانح نگارن هڪ مافوق الفطرت ۽ ناقص روايت بيان ڪئي آهي تہ: "هڪ هندو واپاري کي ميرن وٽان آزاد ڪرائڻ لاءِ سچل سائين دربار ۾ شينهن ٿي ويو هو جنهن بعد مير صاحب سندس معتقد بڻيا". جڏهن تہ ميان سچل خود ڪشف ڪرامات جي بلڪل خلاف هو .اهڙو اظهار هن پنهنجي شاعري ۾ پڻ ڪيو آهي.

عشق لڳئي تہ ڪر آمين نا منجھ ڪفر نا منجھ دين،
دل سان ذرو درد قبوليم ڪشف قبور ڪرامت ڪين.

مير صاحب، سچل سائين جا عقيدتمند هئا .مير رستم، سخي قبول محمد کي تعلقہ ڪنڊياري ۾ ڪجھ جاگير نذراني طور ڏني هئي .درگاھ شريف جو روضو بہ مير صاحب موصوف تعمير ڪرايو هو .هو ڳاهي بہ ڳاهي سچل سائين سان ملاقاتي ٿيندا رهندا هئا(61).

## شريعت جي پابندي:

حضرت سچل سرمست پنهنجي شروعاتي زندگيءَ ۾ شرع جو پابند هو پر پوءِ مٿس وجداني ڪيفيت طاري ٿيڻ لڳي جنهن ڪان پوءِ سدائين استغراق ۾ رهڻ لڳو ۽ پوءِ هو ميان عبدالوهاب مان سچل سر مست بڻجي ويو .ڊاڪٽر نواز علي شوق "تذڪره مخاديم کهڙا" جي حوالي سان سرمست سائين جي خواجہ محڪم الدين سيلاني سان ملاقات جو ذڪر هن طرح ڪيو آهي:

”سخي قبول محمد جي دور ۾ ڪامل بزرگ خواجہ محڪم الدين سيلاني (62)اچي درازا جي پاهران نڪتو جتي سچل سائين جي ملاقات خواجہ صاحب سان ٿي. ان عارف سرمست سائين ڪي عشق حقيقي جي چپيڻ چڪائيندي هلڪي چماٽ هنئي هئي .چي، تولاءِ بس اها ئي هڪ چپاٽ ڪافي آهي. درويش جي چماٽ لڳڻ سان حضرت سچيڏني فاروقي جي ڪايا ئي پلٽجي وئي .سرمستي ۽ ڪيف هر وقت غالب رهڻ لڳو. پوءِ هن رفدانہ شعر چيا“(63).

سرمستي واري ڪيفيت جو اظهار سچل سائين ديوان آشڪار ۾ ڪجھ هن طرح ڪري ٿو :

او شرع رو متاب گر مردي،
غوث و قطب کند سلام شرع،
گرچ میر و وزیر و سلطان ست،
برهمہ غالب ست حکام شرع،
گفت ملحد کہ حد شرع گذاشت،
چون بہ وحدت روم کدام شرع. (64)

**ترجمو:** شرح کان منهن نہ موڙ جيڪڏهن تون مرد آهين، غوث ۽ قطب سڀ شرح جو سلام ڀرين ٿا .جيڪو ڪو مير يا وزير يا بادشاھ آهي سڀ تي شرح جو حڪم صادر آهي. ملحد چوي ٿو تہ هن شرع جي حد اورنگهي آهي، پر جڏهن آئون وحدت ۾ ويس يعني الله سان هڪ ٿيم تہ پوءِ شرع ڇا جي آهي؟(65)

سچل آخري دم تائين انهي سرمستي ۾ مست رهيو. سندس ڪلام سندس اهڙين ڪيفيتن جو اظهار آهي :

ڏسو عشق جو انصاف، سيئي مذهب ڪيائين معاف،
مڪي وڃڻ مقصد ڪيهو، ڪر اندر تن طواف،
هي تن طوافي ٿيو، وڃئون ڪير ويوسي،
انهي پاجهون ناھ ڪو، اهو احرام پڌوسي.

سچل سائين ڪي موسيقي جو بہ بيحد شوق هو. هو طبلي ۽ سارنگي تي هٿ لڳڻ شرط بي خود ٿي ويندو هو ۽ اڪثر بي خودي ۽ سرشاري ۾ شعر چوندو هو جيڪي سندس طالب لکندا ويندا هئا(66) .

## وصال:

سچل سائين نوي ورهين جي ڄمار ۾ 14 رمضان 1242ھ/1827ع ۾ هن جهان فاني مان لاڏاڻو ڪيو(67) .سندن صحت سدائين درست رهندي هئي پر آخري عمر ۾ ڪين خوني اسهال جي تڪليف ٿي پئي هئي(68) .

سچل سرمست جي انتقال تي سندس عقيدت مند نقير قادر بخش بيدل سنڌي ۽ فارسي ۾ وفات جون تاريخون چيون،جن مان "در بيعنائي از تر ڪيد شد مخروج عشق" واري تاريخ سچل سائين جي مزار تي لڳل ڪتبي تي نقش ٿيل آهي، هت اهي ٽئي تاريخون پيش ڪجن ٿيون:

عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار هو
مست سالڪ هن سچوُ عارف اتي اظهـار هو
برهه برسات جو تنهن وير تي وسڪار هو
ظاهر و باطن تنهين وٽ درد جو ڏڪار هو
وجد وحدت جو سدا خاصو تينهن خمار هو
مرد سو منصور وانگر عشق جو اوتار هو
منجهه سخن تنهن جي الوهيت سندو آثار هو
جنگ جذبہ جوش مستي ۾ مثل عطار هو
پانهنجي رائي پرين نوي ورهيہ نروار هو
وصل جي پوءِ موج ماڻي ذوق جو ذخار هو
طور ٻارهن سو ٻائتاليهه ۾ تيار هو
چوڏهين رمضان جي هادي اهو هسوار هو
قربدارن جي ڪنڪ ۾ مرد منصبدار هو
در تهين داتا جي "بيدل" پرت جو پينار هو

قطعہ تاريخ فارسي :

چو سالك سچو زين طلسم مجاز
سوی آشيان رفت چون شاهباز
زهی صاحب وجد منصور وقت
که بی مثل بوده بسوز و گداز
به هنگام سر جوشی حالتش
نگاهش به هر سوی طالب نواز
به نيم التفات کنه يافتند
بيك لحظه طی گشت راه دراز
زهر دو جهان دست شست آن کسی

که شد محرم راز آن عشقباز
چو شد جان او عازم وصل اصل
شنید ارجعی با هزار عزو ناز
دلم جست سالی وصالش ز جان
بگفتا که دریای زخار راز.
1242ھ (69)

**قطعہ تاريخ فارسي:**

در بیعنائی ازل ترکید شد مخروج عشق،
کف ز دریای محبت کرد بیرون موج عشق،
از خدا بودی صدیق و پیش احمد شد سچو،
از علی صادق یقین و پیشوا مخروج عشق،
سال او را منشیء برلوح تقدیر این نوشت،
برد مر برج هدیٰ و آفتاب اوج عشق.

1242ھ (70)

## مدفن ۽ روضو:

سچل سائين جن جي رحلت کان پوءِ کين درگاهہ درازا شريف ۾ ئي اتي دفن ڪيو، جتي اڳ ئي سندن ڏاڏي ميان صاحبڏني ۽ چاچي، مرشد خواجہ عبدالحق ۽ ٻين فاروقي خاندان جي فردن جون تربتون موجود هيون. درگاهہ جو روضو مير رستم خان جوڙايو هو. درگاهہ جي اندر اوڀر پڙ ۾ مکيہ دروازي مٿان روضي جي جڙڻ جو سن، فارسي قطعہ ۾ چيل ڪاشي جي سرن تي نقش ٿيل هو. جنهن مان اوپر يت واري تاريخ هن وقت مٽجي چڪي آهي. ٻئي تاريخون ساڳيون هيون فقط مکيہ دروازي واري تاريخ ۾ چاربند گهٽ لکيا ويا آهن. مولانا صادق راڻيپوري اوير يت واري تاريخ "سچل سرمست" جي سرائڪي ڪلام ۾ ان وقت محفوظ ڪري ورتي هئي جيڪا هيٺ ڏجي ٿي:

والی ملک میر رستم خان،
ابن سهراب خان عالیشان،
صاحب کرم و صاحب وسعت،
راضی است دائما برو رحمان،

در برش خلعت مریدی شد،
به سرش قائم ست تاج شهان،
هست آن میر طالب المولیٰ،
داد او را خدا بلند مکان،
او بنا کرد گنبدا خضر،
هست آن روضه بهشت نشان،
هست درگاه حضرت قادر،
بارگاه رفیع مثل جنان،
عام و خالصان جبه سایا تند،
سر بمالند همچو صد خاقان،
میکنه هر که آستان بوسی،
همه مشکل برو شد آسان،
سال تاریخ جستم از هاتف،
گفت روضه مقدس برهان.
1225ھ (71)

سخي قبول محمد (دوئم) جي وقت ۾ سردار محمد بخش "کوجهي" ۽ ٻين مريدن جي ڪاوشن سان روضي جي ٻيهر مرمت ٿي. هن ڀيري ڪاشي جي ڪم سان گڏ مزار تي چار قبا تعمير ڪيا ويا جن جو رنگ سونهري ۽ نيلو آهي. ان وقت ٻيهر نثر ۾ هڪ ڪتبو روضي ۾ پيوست ڪيو ويو، هت اهو ڪتبو پڻ يادگار طور درج ڪجي ٿو:

"حق موجود"

هن روضي مبارڪ تي ڪاشي ۽ منارن جو ڪم، جناب قدرت السالڪين، زين العـــارفين، سرتاج المشاقين، سلطان العاشقين حضرت سخي قبول محمد قدس سرہ العزيز پاڻ نئي سر ڪرايو. هتان خليفو رسول بخش بمع طالبان تاريخ "12 ربيع الاول 1354ھ" (72).

# حوالا / حاشيا

1. آغا غلام نبي صوفي پنهنجي ڪتاب سچل سرمست ۾ مخدوم ابو سعيد "احمد" لکيو آهي. (سچل سرمست، شڪارپور پوراٽي اليڪٽرڪ پريس شڪاپور، 1933ع).
2. مرزا علي قلي بيگ (مرتب)، رسالو ميان سچل فقير جو(جلد اول) ص8، ماسٽر هريسنگ بوڪ سيلر سکر، 1902ع.
3. مولانا محمد صادق راڻيپوري (مرتب)، سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام، ص11، سنڌي ادبي بورڊ 1959ع.
4. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، سچل جو سنيهو، ص1، سنڌي ادبي بورڊ 1984ع.
5. رسالو ميان سچل فقير جو، ص9، (حوالو اڳ آيل آهي)
6. قربان علي بگٽي، سچل جو سنيهو (مقالو) ماهوار نئين زندگي آڪٽوبر 1984ع.
7. مرزا علي قلي بيگ، رسالو ميان سچل فقير جو، ص9، (حوالو اڳ آيل آهي).
8. سچل جو سنيهو (مقالو) ص40، (حوالو اڳ آيل آهي).
9. مير محمد معصوم بکري، تاريخ معصومي، مترجم: مخدوم امير احمد (سنڌي ترجمو) ص69، سنڌي ادبي بورڊ 1985ع.
10. رحيمداد خان مولائي شيدائي، جنت السنڌ، ص131، سنڌي ادبي بورڊ 1985ع.
11. مخدوم جمار، حضرت غوث بهاؤالحق زڪريا ملتاني جو مريد ۽ خليفو هو. هو وڏو عالم فاضل ۽ اهل الله هو. هن جو مقبرو گمبٽ تعلقي جي شهري گڏيجي جي پرسان آهي. (سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام، 12).
12. ڊاڪٽر عطا محمد حامي، نينهن جا نعرا، ص16-15، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو 1992ع.
13. سچل جو سنيهو، ص2، (حوالو اڳ آيل آهي)
14. سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام، ص4 (حوالو اڳ آيل آهي).
15. نينهن جا نعرا، ص16، (حوالو اڳ آيل آهي).
16. رسالو ميان سچل فقير جو، ص08 - نينهن جا نعرا، ص17، (حوالو اڳ آيل آهي).
17. نينهن جا نعرا، ص18-17، (حوالو اڳ آيل آهي).
18. حضرت خواجه عبيدالله جيلاني، سيد عبدالقادر جيلاني جي اولاد مان هو. هو پنهنجي ٻن پائرن شاهه ڪليم الله ۽ شاهه عبدالمالڪ سان گڏ سنڌ ۾ آيو. سنڌ ۾ ڪجهه وقت رهڻ بعد، اجمير شريف روانو ٿي ويو، جتي وفات ڪيائين ۽ اتي ئي حضرت خواجه معين الدين چشتي جي درگاهه ۾ دفن ٿيو (نينهن جا نعرا، ص18)

سچل سائين پنهنجي مثنوي رازنامي ۾ ڪيس نهايت احترام مان هن طرح ياد ڪيو آهي.

| فارسي | سنڌي |
|---|---|
| آن عبيد الله با شد شاه ما، | بس عبيد الله اسان جو شاهه هو، |
| او بود در هر قدم همراه ما، | هر طرح هر حال ۾ همراهه هو، |
| او بود پر نور از سر تا قدم، | هو سراپا نور هو مردِ ڪمال، |
| چند چون عيسىٰ ڪند پيدا بدم، | ڪوڙ جنهن پيدا ڪيا عيسيٰ مثال، |
| چون اسڪندر صد بود دربان درش، | ان جو هر دربان سڪندر جي مثال، |
| افسر شاهي ولايت بر سرش، | چٽ ولايت جو هيس سر تي بحال، |
| صد چون دارا همچون خاقان چاڪرش، | ڪيترا خاقان و خسرو قيقباد، |
| ڪيقباد و جم چو خسرو نوڪرشده، | جم چا وارا، نوڪري ۾ شاد شاد، |
| آن جنيد و شبلي شد فتراك گير، | چڻ هيا "شبلي" جنيد ان جا مريد، |
| با يزيد و هم ذوالنون پشيش وزير، | عتقد ذوالنون توڙي با يزيد، |
| اوبود اولاد حضرت مصطفىٰ، | پاڻ هو آل محمد مصطفيٰ ﷺ، |
| جد آن قطب زمان شد مرتضىٰ، | جنهن جو ڏاڏو هو علي المرتضيٰ، |
| شد عبيدالله با شد شمع دين، | سو عبيدالله هيو نور خدا، |
| خواجه حافظ است راز و نياز، | خواجه حافظ رهنما جو پيشوا، |
| شه عبيدالله شاه سرفراز، | تنهن عبيد الله هادي سرفراز، |
| خواجه محمد حافظ است راز و نياز. | خواجه حافظ سان رکيا راز و نياز. |
| (مثنوي رازنامه، ص50-49) | (نينهن جا نعرا، 128-127) |

19. نينهن جا نعرا، ص17، (حوالو اڳ آيل آهي).

20. سچل سائين جا ڪي محقق ميان صلاح الدين جو گادي تان برطرفي متعلق به روايتون بيان ڪن ٿا. مرزا علي قلي بيگ لکي ٿو، روايت آهي ته:

"شاهه عبيدالله جيلاني سنه 11 رمضان 1164هجري ۾ حبيب الدين جي مسجد ۾ ميان صاحبڏني جي مسند نشيني جو جيڪو سلسلو لکيو ان ۾ ميان صاحب جي وڏي فرزند ۽ سچل سائين جي والد ميان صلاح الدين جي بجاءِ ننڍي فرزند ميان عبدالحق جو نالو لکيو. جنهن تي معلوم ڪرڻ تي خواجه جيلاني، ميان صلاح الدين ڪي هڪ پٽ ڄمڻ ۽ ان جي بزرگ ٿيڻ جي پيشنگوئي ڪئي. ان سلسلي ۾ بي روايت آهي ته جتي هينئر درگاهه شريف آهي انهي هنڌ هڪ کپڙ جو وڻ هو، جتي ميان صاحبڏنو هميشه صبح جي نماز پڙهندو هو. هڪ ڏينهن خواجه صاحبڏني پنهنجي پٽن جو امتحان ورتو. جو پنهنجي وڏي پٽ ميان صلاح الدين کي چيائين ته کپڙ وڻ پاڻي جو هڪ ڪوُنرو پيو آهي، اهو وجي ڪڍي اچ! هو ويو ته چا ڏسي ته آڏو رت جو درياهه پيو وهي. جنهن کي ڏسي موٽي آيو ۽ اها حقيقت اچي عرض ڪيائين. جنهن کان پوءِ پنهنجي ننڍي پٽ ميان عبدالحق کي چيائين ته "تون وڃي اهو ڪوُنرو ڪڍي اچ!" هن به ساڳيو حال ڏٺو پر دل جهلي رت جي درياءَ ۾ ڪاهي پيو ۽ ڪوُنرو ڪڍي اچي والد جي خدمت ۾ حاضر ڪيائين. انهي امتحان وٺڻ مان ميان صاحبڏني کي پڪ ٿي وئي ته فقيري جي اهليت ۽ لياقت سندس ننڍي پٽ ۾ ئي آهي. انهي ڪري پنهنجي وڏي پٽ ميان صلاح الدين کي وصيت ڪيائين ته "مون کان پوءِ پنهنجي ننڍي ڀاءُ کي گادي

تي ويهارجان" *(رسالو ميان سچل فقير جو، ص6).*

مذڪوره روايت پنهنجي جاءِ تي ڪمزور معلوم ٿئي ٿي، ڇاڪاڻ ته ميان صلاح الدين پنهنجي فرزند ميان عبدالوهاب عرف سچل سرمست جي ولادت 1152ھ/1739ع کان ڇهه سال پوءِ يعني 1158ھ/1745ع ۾ وفات ڪئي. ميان صلاح الدين جو والد ميان صاحبڏنو ان کان پوءِ چوڏهه ورهيه حيات هو. مطلب ته ميان عبدالحق پنهنجي پاءُ جي وفات کان چوڏهه ورهيه بعد درگاهه جي گادي تي ويٺو. ٻيو هن بيان ۾ ڇني طرح لکيل آهي ته خواجه عبيدالله جيلاني، خواجه صاحبڏني جي مسند نشيني وارو سلسلو 11 رمضان 1164ھ ۾ لکيو ۽ ان موقعي تي چيو ته ميان صلاح الدين کي پٽ ڇمندو. جيڪو وقت جو عارف ڪامل ٿيندو. جڏهن ته سچل سائين جي عمر ان وقت 12 ورهيه هئي يعني ان سلسلي لکڻ وقت ميان صلاح الدين وفات ڪري چڪو هو. ميان عبدالحق کي پنج فرزند هئا. 1. قبول محمد 2. زين العابدين 3.دين محمد 4. ولي محمد 5. خداداد. جڏهن ته سچل سائين پنهنجي والد جو اڪيلو فرزند هو.

واقعن جي ترتيب مان ظاهر ٿئي ٿو ته ميان صلاح الدين کي گادي نشيني تان برطرف نه ڪيو ويو هو.

21. قاضي علي اڪبر درازي، (مرتب-مترجم)، مثنوي رازنامه، ص29-28، سچل ڪوآپريٽو اڪيڊمي لميٽيڊ خيرپور 1968ع
22. نينهن جا نعرا، ص18-17، 127-126(حوالو اڳ آيل آهي).
23. رسالو ميان سچل فقير جو، ص11، (حوالو اڳ آيل آهي).
24. مخدوم الله بخش عاصي، تذڪره مخاديم کهڙا، ص101-100، سنڌي ترجمو: مخدوم غلام محمد، سچل چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور.
25. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، شاهه جو رسالو، جلد: ائون، نائون ، ص42، (حوالو اڳ آيل آهي)
26. ڊاڪٽر عطا محمد حامي، وڪريل موتي، ص12، سهڙيندڙ: قاضي مقصود گل، سنڌڙي ڪتاب سلسلو رتوديرو، 1983ع
27. رسالو ميان سچل فقير جو، ص11 (حوالو اڳ آيل آهي)
28. رسالو ميان سچل فقير جو ص08 - سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام، ص6، (حوالو اڳ آيل آهي).
29. الطاف اثيم، درگاهه درازا جي مزارن جي ڪتبن جو جائزو (مقالو) ص68، سرمست-6، مرتب: تنوير عباسي، سچل يادگار ڪميٽي1986ع
30. علي ڏنو لعل بخش سوهو، ميان صاحبڏني جو ڪلام، ص83، ايم-اي سنڌي لاءِ لکيل مونو گراف (قلمي) 1973ع، ملڪيت انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي
31. سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام، ص8-7، (حوالو اڳ آيل آهي).
32. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، سچل جو پيغام، ص17، مهراڻ اڪيڊمي، ڪراچي 1995ع.
33. رازنامه (مثنوي)، ص50، (حوالو اڳ آيل آهي).
34. نينهن جا نعرا، ص128، (حوالو اڳ آيل آهي).
35. درگاهه درازا جي مزارن جي ڪتبن جو جائزو، ص67، (حوالو اڳ آيل آهي)

مرزا علي قلي بيگ، خواجه صاحب جي رحلت جو سنه 1213 ھ ڄاڻايو آهي.

36. نينهن جا نعرا، ص7-36، (حوالو اڳ آيل آهي).
37. رسالو ميان سچل فقير جو ص08 - خادم عباسي، درگاهه درازن جي گادي ڌڻين جو تعارف

(مقالو) ص50، سرمست نمبر 10، مرتب: تنوير عباسي، سچل يادگار ڪميٽي خيرپور 1990ع.

38. نينهن جا نعرا، ص37، (حوالو اڳ آيل آهي).

39. Dr. Sakhi Qabool Muhammad Farooqi, Study of Mysticism in Darazi School of Soofi Though, P:103, Culture & Tourism Department, Sindh, 2009

40. Study of Mysticism in Darazi School of Soofi Though, P:104

40-A. Study of Mysticism in Darazi School of Soofi Though, P:104

41. درگاهہ درازن جي ڏٿين جو تعارف، ص52، (حوالو اڳ آيل آهي).

42. Study of Mysticism in Darazi School of Soofi Though, P:104

43. ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو، مرتب: ڪوجهيءَ جو ڪلام،ص92-90، سچل چيئر، شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور 1995ع.

43-A. Study of Mysticism in Darazi School of Soofi Though, P:117

44. Study of Mysticism in Darazi School of Soofi Though, P:117

45. 43-A. Study of Mysticism in Darazi School of Soofi Though, P:118

46. مرزا علي قلي بيگ، رسالو ميان سچل فقير جو، ص5، (حوالو اڳ آيل آهي).

47. آخوند ميان خان محمد فاروقي (مرتب) شجره فاروقيان، ص90، (قلمي) فارسي، ملڪيت سچل چيئر، شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ميرس.

48. رسالو ميان سچل فقير جو، ص5، (حوالو اڳ آيل آهي).

49. رسالو ميان سچل فقير جو، ص5، (حوالو اڳ آيل آهي).

50. سچل جو سرائڪي ڪلام، ص15، (حوالو اڳ آيل آهي).

ميان صلاح الدين فاروقي جي مزار تي لڳل ڪتبي تي سندن وفات جو سنہ 1200ھ/1785ع ڄاڻايل آهي. جڏهن تہ سچل سائين جا سمورا سوانح نگار ۽ محقـــق ميان صلاح الدين جي وفات جو سنہ 1158ھ/1745ع تي متفق آهن. هي ڪتبو فاروقين جي ڪنهن مريد جو تحرير ٿيل آهي. جنهن ۾ ميان صلاح الدين کي "مرشد صلاح الدين" لکيو ويو آهي. گمان غالب آهي تہ ڪتبي تي ڄاڻايل سنہ غلطي مان لکجي ويو آهي.

ميان صلاح الدين هڪ سٺو شاعر پڻ هو. جنهن متعلق اڳ ڪابہ خبر نہ هئي. جديد تحقيق جي نتيجي ۾ ميان صلاح الدين جي هڪ ڪافي ڪوٽڙي ڪبير جي مخدومن جي بياض مان هٿ آئي آهي جيڪا هت نقل ڪجي ٿي:

ٿلهہ: مشفــق هـــن مشتـــاق کي بچايو تہ بچي.

1. اندر عشق عليل کي، جيئن مهربان مچـــي،
ڏس ڏيوهن ڏاهہ کي، پهہ جنهنجي پچـــــي.

2. ڏسان شال اکين سان، ميل مرســل مـــکي،
مقصد هن مشتاق جا، ڪيا سرور جام سچي.

3. وندرياس نہ وندري، نہ ڪـــي پهہ پرچـــي،
ملڻ هوت حبيب جي، سڪايـــل ســـرچي.

4. صلاح الدين جي سيدا، ويــــر لهہ ور اچي،

ڪرامات بهري قادر لڳ، ڪــــــــر اچـــي.

(درازي ۽ ڪونڙي وارن بزرگن جو قريباڻو قرب (مقالو) از: ميان غوث محمد گوهر، ص108، آشڪار نمبر-3، سچل چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور 1993ع).

51. رسالو ميان سچل فقير جو، ص10، (حوالو اڳ آيل آهي).

52. رسالو ميان سچل فقير جو، ص11، (حوالو اڳ آيل آهي).

53. قاضي علي اڪبر درازي، دولهه درازي، ص34، سچل ڪوآپريٽو اڪيڊمي لميٽيڊ 1978ع.

54. سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام، ص15، (حوالو اڳ آيل آهي).

55. سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام، ص8-207، (حوالو اڳ آيل آهي).

56. دولهه درازي، ص42-41، (حوالو اڳ آيل آهي).

57. سچل جو سرائڪي ڪلام، ص20، (حوالو اڳ آيل آهي).

58. نينهن جا نعرا، ص25-24، (حوالو اڳ آيل آهي).

59. سچل جو رسالو، ص15 (حوالو اڳ آيل آهي).

60. نينهن جا نعرا، ص26-25، (حوالو اڳ آيل آهي).

61. دولهه درازي، ص45، (حوالو اڳ آيل آهي).

62. خواجه محڪم الدين سيلاني، ڪامل بزرگ ۽ اهل الله هو. هو 1137هه/1724ع ۾ پنجاب ۾ پيدا ٿيو ۽ 1197هه/1782ع ۾ ڪانياواڙ ۾ ڏوراجي بندر تي رحلت ڪيائين، ڪيس زهر ڏنو ويو هو. خواجه صاحب کي ريلوي اسٽيشن سماسٽا ويجهو ڳوٺ جيئو پوستي ۾ دفن ڪيو ويو.

خواجه محڪم الدين مختلف وقتن تي سنڌ ايندو رهندو هو. هو سرائڪي جو اعليٰ شاعر هو. سندس ملفوظات پڻ موجود آهي. هو اويسي طريقي جو بزرگ هو.

(ڊاڪٽر نواز علي شوق، خواجه محڪم الدين سيلاني (مقالو)، ص34-25 (مختلف صفحا) سرمست-20، 1999ع.

63. ڊاڪٽر نواز علي شوق، خواجه محڪم الدين سيلاني(مقالو) ص27، سرمست-20، مرتب: ڊاڪٽر ادل سومرو، سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور 1989ع

64. سچل سرمست، ديوان آشڪار، (جلد اول) ترجمه: قاضي علي اڪبر درازي، محڪمه اوقاف سنڌ، 1981ع.

65. قاضي علي گوهر درازي، (مرتب) سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام، ص160، سچل چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور سنڌ 1995ع.

66. سچل جو سرائڪي ڪلام، ص30-21، (حوالو اڳ آيل آهي).

67. محمد علي حداد، سچل سائين جي رحلت وار عيسوي سن (مقالو) ص116، سرمست-7، مرتب: ڊاڪٽر تنوير عباسي سچل يادگار ڪميٽي خيرپور، 1987ع.

68. نينهن جا نعرا، ص27، (حوالو اڳ آيل آهي).

69. سيد عبدالحسين شاهه موسوي، (مرتب) ديوان بيدل، ص386-137، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو

70. درگاهه درازن جي مزارن جي ڪتبن جو جائزو، ص49، (حوالو اڳ آيل آهي).

71. سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام، ص23-22، (حوالو اڳ آيل آهي).

72. درگاهه درازا جي مزارن جي ڪتبن جو جائزو، ص44-43، (حوالو اڳ آيل آهي).

باب ٻيو

# سچل سرمست جي دور جو سياسي، علمي ۽ ادبي جائزو

حضرت سچل سرمست متعلق ڪجھ لکڻ کان اڳ بهتر ٿيندو تہ اسين سندس دور جي سياسي حالتن جو جائزو پيش ڪريون. سچل سائين ڪلهوڙن جو آخري دور ۽ ٽالپرن جو ڳچ عرصو ڏٺو. ان ريت اسين سندس دور جو سرسري جائزو پيش ڪنداسين.

الف: سياسي صورتحال:

1. شروعاتي تاريخ
2. ڪلهوڙا دور
3. ٽالپرن جو دور

## شروعاتي تاريخ :

سنڌ ۾ تصوف، علم و ادب، شعر شاعري، تصنيف و تاليف ۽ فن تعمير جو آغاز اسلام جي اچڻ سان ٿيو. سنڌ ۾ 93 هه/ 712ع ۾ محمد بن قاسم داخل ٿيو ۽ راجا ڏاهر جي حڪومت جو خاتمو ٿيو. ان ريت هي ملڪ اسلام جي سايي هيٺ اچي ويو. عربن جي ٽن گهراڻن :بنو اميہ، بنو عباس ۽ هباري خاندان جي روپ ۾ سنڌ تي حڪومت ڪئي. عرب دور جي پڄاڻي 401هه/1010ع ۾ ٿي (1). ان بعد سومرا خاندان ٽن صدين کان بہ وڌيڪ حڪومت ڪئي. سندن دور ۾ سنڌ اندر داستان گوئي، شعر و شاعري ۽ اسلامي تصوف جا بنياد پيا. ويھ سومرا بادشاھ سنڌ جا حڪمران ٿيا(2) . سومرن کان پوءِ هڪ ٻئي مقامي خاندان سمن ڄامن جو دور آيو. سمن جي دور ۾ سنڌ جي حدن ۾ واڌارو آيو. ڪجھ نامور بادشاھ هن ريت

ٿيا: ڄام فيروز، ڄام تماچي، ڄام نظام الدين، ڄام تغلق، ڄام مبارڪ ۽ ڄام ننڍو. سنڌ جي تاريخ جو هي سونهري دور سنه 752 ھ/1351ع کان شروع ٿي 927 ھ/1520ع تي ختم ٿيو. هن دور جو يادگار واقعو دولهه دريا خان جي ارغونن سان لڙندي شهيد ٿيڻ آهي(3) .

شاهه بيگ ارغون قنڌار مان هلي اچي ٺٽي تي حملو ڪيو ۽ سنڌ ۾ ڄامن سمن جي حڪومت ختم ڪري پنهنجي حڪومت ٺاهي. هي 927 ھ/1520ع جو واقعو آهي(4). شاهه بيگ کان پوءِ هن جو پٽ مرزا شاهه حسن حڪمران ٿيو، هن جي وفات (962ھ/1554ع) کان پوءِ سنڌ ٻن حصن ۾ تقسيم ٿي. اتر سنڌ سلطان محمود کي ملي. لاڙ وارو حصو ترخانن جي قبضي ۾ آيو(5) . سلطان محمود 982 ھ/1574ع ۾ فوت ٿيو. ان وقت سندس علائقو اڪبر جي فوج والاريو ۽ ان کي ملتان جي صوبي ۾ ملائي ڇڏيو(6). ترخانن جا چار حڪمران ٿيا: مرزا عيسيٰ، مرزا باقي، مرزا جاني ۽ مرزا غازي بيگ. مرزا جاني بيگ جي دور ۾ اڪبر جي فوج ٺٽي تي حملو ڪيو ۽ ترخانن جي ملڪ کي فتح ڪري، مغل بادشاهت ۾ ملائي ڇڏيو. ان هوندي به اڪبر، ٺٽي تي ترخانن جي حڪومت جاري رهڻ ڏني. جاني بيگ کان پوءِ هن جـــو پٽ مرزا غازي بيگ ترخان حڪمران ٿيو. ليڪن هن جي موت سان (1021ھ/1612ع) ترخانن جو دور ختم ٿيو (7). ان وقت مغل شهنشاهه جهانگير جو دورِ حڪومت هو. جهانگير، غازي بيگ جي وفات کان پوءِ ٺٽي کي پنهنجي قبضي ۾ ورتو ۽ دهلي کان سڌو گورنر اچڻ لڳا (8).

مغل بادشاهن سنڌ جي وحدت کي قائم نه ڪيو، پر ان کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري: بکر، سيوهڻ ۽ ٺٽي لاءِ جدا جدا حاڪم مقرر ڪيا. سنڌ جي عوام ارغونن، ترخانن ۽ مغلن سان صلح نه ڪيو ۽ مزاحمت جاري رکي. ان دور ۾ لکيل تاريخون سنڌي ماڻهن جي مزاحمت وارن داستانن سان ڀريون پيون آهن. ڪيئي قبيلن، حاڪمن سان معرڪا ڪيا. خانه جنگي سبب سنڌ جي معيشت، امن امان ۽ زراعت کي ڪاپاري نقصان رسيو. ڌارين حاڪمن سان جن قبيلن ويڙهه ڪئي، انهن ۾ ڪلهوڙن جو خاندان وڏي اهميت رکي ٿو. بعد ۾ هي خاندان مغلن کي سنڌ مان بيدخل ڪري ۽ ٻيهر مقامي حڪومت ٺاهڻ ۾ ڪامياب ويو.

## ڪلهوڙا دور حڪومت:

ڪلهوڙا ڪـــير هئا، ان بابت ٻه رايا آهن. مير علي شير قانع کين عباسي سڏي ٿو (9). رچرڊ برٽن انهن کي چنه قبيلي جي شاخ سڏي ٿو (10). هن خاندان جو پهريون

اڳواڻ ميان آدم شاهه هو، جنهن کي بکر جي نوابن 1009هه/ 1600ع ۾ شهيد ڪرايو (11). ان هوندي بہ سندن تحريڪ جاري رهي. بعد ۾ چانڊڪا پرڳڻي ۾ خاندان جو ٻيو فرد ميان شاهه علي، مغل حاڪمن سان وڙهندي مارجي ويو (12). پوءِ بہ هي تحريڪ ختم نہ ٿي. ان بعد ميان نصير محمد، ڪلهوڙن جو روحاني رهبر بنيو. حاڪمن سان هن جو ٽڪراءُ ٿيو. کيس گرفتار ڪيو ويو. پوءِ صلح ٿيو ۽ پاڻ سنڌ جي ڪجهه حصن جو حڪمران بڻجڻ ۾ ڪامياب ٿيو. امڪاني طور هي واقعو 1092هه / 1681ع ۾ ٿيو (13).

ميان نصير کان پوءِ ميان دين محمد هن جي جاءِ والاري، ليڪن هڪ ڀيرو وري ڪلهوڙا ۽ مغل جهيڙي ۾ جنبي ويا. شهزادو معزالدين ملتان مان لشڪر وٺي ڳاڙهي پهتو. ٻنهي ڌرين ۾ خونريز جنگيون ٿيون. نيٺ صلح جي بهاني دين محمد کي گهرائي گرفتار ڪيو ويو. آخرڪار ميان دين محمد کي ملتان ۾ ڦاسي ڏني وئي. هي واقعو 1111هه / 1700ع ۾ ٿي گذريو (14).

ميان دين محمد جو وچون ڀاءُ ميان يار محمد سنڌ کي ڇڏي قلات هليو ويو. مغلن، ڪلهوڙن جي علائِقي ۾ انتظام رکڻ جي پوري ڪوشش ڪئي، ليڪن کين ڪاميابي نہ ٿي. حالتن جو فائدو وٺي ميان يار محمد ڪاڇي مان سنڌ ۾ داخل ٿي، پنهنجي ڀاءُ جي علائقن تي قبضو ڪيو ۽ باقائده حڪومت جو اعلان ڪيو. ڪجهه وقت کان پوءِ شهزادي معزالدين ۽ يار محمد ۾ صلح ٿيو. مغلن، يـــار محمد کي "خدا يار خان" جو خطاب، سبي ۽ ڏاڍر پرڳڻي جا علائِقا ڏنا. هــن جــو تختگاهه "خدا آباد" بڻيو (15). هن ئي دور ۾ ٺٽي ۾ جهوڪ ڄي صوفي شاهه عنايت جي شهادت جو واقعو رونما ٿيو، جنهن ۾ ميان يار محمد جو لشڪر بہ ٺٽي جي لشڪر سان شامل هو. هي واقعو 1130هه / 1718ع ۾ پيش آيو (16). يار محمــــد سال 11 ذي القعد 1131هه/ 14 سيپٽيمبر 1719 ع ۾ وفات ڪئي. کيس خدا آباد ۾ ئي دفن ڪيو ويو (17).

ميان يار محمد جي وفات کان پوءِ 11 محرم 1132هه / 13 نومبر 1719ع تي سندس وڏو پٽ ميان نورمحمد تخت تي ويٺو. هن جي ڀاءُ ميان داؤد سندس مخالفت ڪئي پراها جلد ختم ٿي وئي (18). ڪلهـــوڙن جو پنهنجي پراڻن مخالفن دائود پوٽن سان37-1136 هه / 24-1723ع ۾ شڪارپور ۽ خانپور جي علائقن تان ڇڪتاڻ پيدا ٿي. بہ ڀيرا لڙائي ٿي جنهن ۾ ميان سرسي حاصل ڪئي. اُچ جي سيدن جي وچ ۾ پوڻ تي دائودپوٽن ۽ ميان نورمحمد ۾ صلح ٿي (19).

سنہ 1143 هه / 1730ع جي لڳ ڀڳ قلات جي بروهي حاڪم مير عبد الله

طرفان ڪاڇي ۽ گنجابہ جا علائقا ميان نور محمد کان حاصل ڪرڻ لاءِ ڇڪتاڻ شروع ٿي، جيڪا روزبروز وڌندي وڃي صورتحال جنگ تي پهتي، بروهين شڪست کائي ميان سان صلح ڪئي پر هڪ سال کان پوءِ وري بروهين ٺاهہ جي اصولن کي ٽوڙيندي ميان نورمحمد جي علائقي ڪاڇي ۾ قرلت ڪئي(20). جنهن کان پوءِ وري حالتون جنگ تائين پهتيون. هن پيري جنگ ۾ مير عبدالله مارجي ويو هي واقعو 1143ھ/1732ع جو آهي. جنهن کان پوءِ بروهين جو زور ٽٽي ويو (21). هن ئي دور ۾ ڪهڙن جي وڏي عالمِ دين مخدوم عبد الرحمٰن جو مسجد شريف ۾ شهادت جو دردناڪ واقعو پيش آيو. جنهن ۾ ڪلهوڙن جي فوج بہ شامل هئي. هيءَ واقعو 1145ھ/ 1733ع جو آهي(22).

ميان نور محمد مسلسل ڪاميابين کان پوءِ پنهنجن حدن اندر هڪ مضبوط حڪمران بنجي چڪو هو. سبي، بکر ۽ سيوهڻ تہ ميان نورمحمد جي هٿ هيٺ هئا پر ٺٽو پرڳڻو اجان مغل سلطنـــــت جو تابـــع هو. 1150 ھ / 1737ع ۾ ٺٽي جو آخري مغل نواب صادق علي خان ناڪام ٿيو. مغل حڪمرانن دربار ۾ موجود ميان جي وڪيل شيخ غلام محمد سان ٺٽو ميان نور محمد جي حوالي ڪرڻ جي آمادگي ظاهر ڪئي. ميان پاران شيخ غلام محمد کي ٺٽي جو ناظم مقرر ڪيو ويو (23). ان بعد سموري سنڌ جي وحدت بحال ٿي وئي.

سنڌ جڏهن ڪلهوڙن جي هٿ هيٺ آئي تہ هڪ نئين مصيبت نادر شاهہ جي روپ ۾ نازل ٿي. نادر پهرئين دهلي پهتو ۽ هند جي بادشاهہ محمد شاهہ سان معمولي لڙائي کان پوءِ مٿس غالب پيو، مغل بادشاهہ ساڻس صلح ڪيو (24). ان معاهدي موجب سنڌو درياءَ جي اولهہ وارا علائقا مغل حاڪميت بجاءِ نادري تسلط هيٺ اچي ويا. هن ڏس ۾ سنڌ جو سمورو ملڪ بہ ايراني قبضي ۾ ڏنو ويو (25). نادرشاهہ ان معاهدي کان پوءِ سنڌ جي حاڪم ميان نورمحمد ڏانهن خراج ادا ڪرڻ جو پيغام موڪليو جنهن تي ميان جواب ڏنو (26). ميان جي جواب تي نادر شاهہ سنڌ تي ڪاهي آيو. واٽ تي ڊيره اسماعيل خان ۾ نادر شاهہ ڪجهہ وقت ترسيو ۽ ميان کي پاڻ وٽ طلب ڪيائين. ميان نور محمد، نادر جو ٻڌي عمرڪوٽ ڏانهن روانو ٿي ويو(27).

ميان نورمحمد جي عمرڪوٽ ڏانهن وڃڻ جو ٻڌي نادر شاهہ بہ پنهنجي لشڪر سان عمرڪوٽ جي قلعي کي اچي گهيرو ڪيو. ميان ٻي ڪا واٽ نہ ڏسي شاهہ آڏو پيش پيو. نادرشاهہ ڪيس پاڻ سان وٺي اچي لاڙڪاڻي منزل انداز ٿيو (28). نادرشاهہ

لاڙڪاڻي پهچڻ بعد سنڌ جا ٽي حصا ڪيا. سبي ۽ ڪاڇو محبت خان بروهي کي، شڪارپور صادق محمد خان دائودپوٽي کي ۽ باقي سنڌ ميان نور محمد کي ملي، ميان کي اڳوڻن خطابن سان گڏ "شاهه قلي خان" جو خطاب مليو (29). ان ســـان گڏ ميان کي اٽڪل ويهه لک روپيه سالانه ڍل طور به ڀرڻا پيا (30). نادرشاهه واپسي وقت ميان نور محمد جا به پٽ مراداياب خان ۽ غلام شاهه کي به هزار فوج سميت پاڻ سان وٺي ويو. هي واقعو 1153هه/ 1740ع جو آهي. ڪجهه وقت کان پوءِ ميان جو ٽيون فرزند ميان عطر خان به پائرن وٽ ايران پهتو (31).

نادر شاهه خراسان ۾ پنهنجي سالي علي افشار هٿان1160 هه / 1747ع ۾ قتل ٿيو(32). هن جو سپه سالار احمد شاهه ابدالي قنڌار ۾ خود مختيار حڪومت جو دم ڀريندي نادري تسلط هيٺ سنڌو درياءَ جي اولهه وارن علائقن جي مالڪي جي دعويٰ ڪئي. هن ميان کي "شاهه نواز" جو خطاب ڏيندي خراج جو مطالبو ڪيو (33).

ان صورتحال ۾ احمد شاهه هندستان تي ٽي ڀيرا حملو ڪيو جنهن ۾ پهريون ڀيرو ناڪام ٿيو، ٻئي حملي جي صورت ۾ پنجاب جا ڪجهه علائقا بادشاهه جي هٿ هيٺ آيا ۽ آخر ٽين ڀيري احمد شاهه لاهور کي گهيرو ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو، مجبور ٿي پنجاب جي ناظم معين الملڪ ساڻس صلح ڪئي. جنهن تي ابدالي پنجاب جي حڪومت معين الملڪ وٽ ئي رهڻ ڏني(34). هند جي شهنشاهه ڪجهه وقت بعد احمد شاهه ابدالي سان صلح ڪيو ۽ ستلج پار جا علائقا ڪيس ڏنائين جنهن ۾ سنڌ به شامل هئي. اهڙي طرح سنڌ هڪ ڀيرو ٻيهر مغل سلطنت کان ڪٽجي ابدالي سلطنت جو حصو بڻجي وئي. ميان نورمحمد، ابدالي ڏانهن قيمتي تحفا موڪلي فرمانبرداري جو پيغام موڪليو(35).

نادر شاهه ايران ۾ قتل ٿيو تڏهن حالتن مان فائدو وٺندي ميان نورمحمد جي پٽن سنڌ موٽڻ جو ارادو ڪيو. اهڙي ريت مراداياب خان پاڻي جي جهاز رستي اصفهان کان مسقط روانو ٿيو. ان کان پوءِ ميان جا باقي به صاحبزادا غلام شاهه ۽ عطر خان به سنڌ ڏانهن روانا ٿيا. ڏکي سفر کان پوءِ 1163هه / 1749ع ڪيچ رستي سنڌ پهتا(36). پٽن جي واپس پهچڻ تي ميان نور محمد ڏاڍو سُرهو ٿيو پر مراداياب خان اڃان وطن نه پهتو هو. ميان نورمحمد ان جو پريشان حال ۾ انتظار ڪرڻ لڳو. سنه 1164هه/ 1750ع ۾ مراداياب مسقط رستي سنڌ پهتو.ميان صاحب خوشي ۾ حڪومت جو سمورو دفتر مراداياب جي حوالي ڪري ڪيس "خدا آباد" ۾ ويهاريو ۽ پاڻ پنهنجي نئين ٺهرايل شهر"محمد آباد" ۾ وڃي ويٺو. صاحبزادو حڪومتي

ڪاروهنوار بهتر نموني نہ هلائي سگهيو انهي ڪري ڪيس ان ذميواري تان دستبردار ڪيو ويو (37).

1167هہ / 1753ع ڌاري احمد شاہ ابدالي جو سنڌ ڏانهن اچڻ جو چڙهيول ٿهلجي ويو. بظاهر ابدالي سلطنت جي ڪاهہ جي ڪابہ صورت موجود نہ هئي

حالتن مان ڏسجي ٿو تہ احمد شاہ ابدالي يا افغانين جو سنڌ ڏانهن لشڪر ڪنهن ڳالهہ تان ڪاهي آيو پئي. ميان نور محمد انهي صورت ۾ پنهنجو تختگاهہ ڇڏي جيسلمر طرف نڪري ويو، پر جيسلمر جي سامهون ڪورهره جي گهاٽ وٽ 12 صفر 1167 هہ / 9 ڊسمبر 1753ع تي خناق جي مرض سبب وفات ڪيائين، سندس لاش کي محمد آباد ۾ آڻي دفن ڪيو ويو (38).

ميان نورمحمد جي جهان ڇڏڻ کان پوءِ وفادار وڪيل ديوان گدومل 1167هہ / 1753ع ۾ احمد شاہ ابداليءَ کان ميان مراداياب لاءِ افغان دربار مان حڪومت جو پروانو حاصل ڪيو(39). ميان مراداياب کي عمر ڪوٽ ۾ حڪومت جو پروانو ۽ خلعت ملي، هو اتان اميرن سان گڏ نصرپور پهتو، اتي سندس جلوس جي رسم ادا ڪئي وئي. معلوم ٿئي ٿو تہ انهي هنڌ تي نئين حڪمران جو گهڻو وقت رهڻ ٿيو ۽ اتي ئي "مراد آباد" نالي هڪ نئون شهر ٻڌايو ويو جو سنڌ جو تختگاهہ بڻيو (40).

ميان صاحب ورندڙ ٻہ سال (69-1168هہ / 55-1754ع) آرام ۽ اطمينان سان حڪومت ڪئي. حڪومت جي چوٿين سال ملڪ زوال ڏانهن وڌڻ لڳو. افغان سلطنت طرفان روزبروز وڌندڙ خراج جو مطالبو نہ رڳو ميان مراداياب خان کي سخت مونجهاري جو شڪار بڻائي رهيو هو تہ ٻي طرف رعيت بہ حڪمرانن کان بدظن ٿي رهي هئي. اهڙي حالت ۾ ميان مراداياب خان حڪومت کان ڏار ٿي مسقط وڃڻ جو ارادو ڪري ڇڏيو. 1170 هہ/ 1756ع جي آخر ۾ ميان پاڻ بہ روانگي جي تياري ڪئي (41). سيني سردارن ميان مراداياب خان کان بغاوت جو سوچيو ۽ ميان غلام شاہ جي بيعت ڪري 13 ذوالحج 1170هہ / 29 آگسٽ 1757 ع جي رات انتظام مڪمل ڪري، صبح جو مراداياب جي حويلي تي حملو ڪري ڪيس پٽن سميت قيد ڪيائون (47).

مراداياب خان شوال 1171هہ / 1757ع ۾ وفات ڪئي.هن کي خدا آباد ۾ ميان يارمحمد جي مقبري پنيان، ڪوٽ اندر رکيو ويو (43).

ميان مراد ياب جي معزولي جي ٻئي ڏينهن 13ذوالحج 1170هہ / 29 آگسٽ 1757ع جي صبح جو ميان غلام شاہ حڪومت جي گادي تي ويٺو (44).

ڪجھ ڏينهن کان پوءِ (محرم 1171ھ/ سيپٽيمبر 1757ع) مراد آباد جو شهر درياءُ غرق ڪري ڇڏيو. غلام شاھ ان کان پوءِ محمد آباد جي پرسان الھ آباد جي نالي سان نئون شهر اڏايو (45).

ميان غلام شاھ جي حڪم آڏو سڀني اميرن سر جهڪايو مگر محمد مراد ياب خان جي سڳي ڀاءُ احمد يار خان، جو خدا آباد ۾ هو، ان غلام شاھ جي تابعداري قبول نہ ڪئي. سنڌ جي حڪومتي تبديلي جون خبرون افغان دربار ۾ پهتيون تہ اتي موجود ميان عطر، ملڪ جو پروانو پنهنجي نالي حاصل ڪيو. غلام شاھ مصلحت خاطر ساڳي سال (1171 ھ/ 1757ع) جي25صفر/ 8 نومبر تي پنهنجي لشڪر سميت ٽر ڏانهن هليو ويو (46).

محمد عطر خان حڪومتي پروانو حاصل ڪري اچي نوشهرو پهتو. ڪجھ وقت کان پوءِ ميان مراد ياب خان بہ پهچي ويو. مراد ياب سمجهيو تہ عطر خان حڪومت جو پروانو منهنجي لاءِ آندو آهي، پر حقيقت ان جي ابتڙ هئي. عطر خان، مراد ياب خان کي خدا آباد ۾ رهڻ جو حڪم ڏئي پاڻ تخت تي ويٺو (47).

غلام شاھ ٽر کان اڏيپور هليو ويو اتان بهاول پور پهتو (52). جتان1171 ھ/ 1758ع ۾ سنڌ ڏانهن روانو ٿيو. عطر خان روهڙي جي ڀاھران امرڪس واھ جي ڪناري تي سندس سامهون ٿيو. لڙائي ۾ غلام شاھ ڪامياب ٿيو ۽ عطــر خان ۽ احمد يار خان ناڪام ٿي ڀڄي ويا (49). 1 شوال 1171ھ/ 8 جون 1758ع تي عيد جي ڏينهن ميان غلام شاھ سوڀارو ٿي ڪئمپ ۾ پهتو (50).ميان جو ٻيو حڪومتي دور هتان کان شروع ٿيو. هن ئي دور ۾ انگريز واپارين کي ٺٽي ۾ واپار ڪرڻ جي اجازت ڏني وئي. ان سلسلي ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپني سان باقائده معاهدو پڻ ڪيو ويو(51).

1172 ھ / 1758ع ۾ حالتن ٻيهر ڦيرو کاڌو، عطر خان ۽ احمد يار خان سنڌ مان نڪري قلات دربار ۾ پهتا هئا. والي قلات هنن کي اڳيان وڌڻ کان منع ڪري ڇڏيو، ڇاڪاڻ تہ قلات جو والي هاڻ ميان غلام شاھ سان دوستي جو رشتو ڳنڍي چڪو هو. احمد شاھ ابدالي جڏهن قلات تي ڪاھ ڪئي تہ هي ٻئــي ڀائــر ساڻـــس مليا. 1172ھ/ 1758ع احمد يار خان يرغمال طور وٺڻ کان پوءِ احمد شاھ ابدالي سنڌ جي حڪومت جو فرمان عطر خان جي نالي جاري ڪيو (52).

ميان غلام شاھ، ملڪ جو پروانو عطر خان جي نالي نڪرڻ جو ٻڌي ڪڇ طرف ويو هليو. عطر خان1172ھ/ 1758ع ۾ سنڌ پهچي حڪومتي ڪاروهنوار سنڀاليو. هن افراتفري واري دور ۾ سڄي ملڪ اندر افغان ڪارندا هر هنڌ ڦرلٽ ڪرڻ لڳا (53). ملڪي حالتون ڏينهن بہ ڏينهن خراب ٿينديون ويون.

غلام شاهہ ڪجي تي "شاهہ ڳڙهہ" نالو رکي ان جي سامهون شاهبندر تعمير ڪرايائين ۽ پنهنجي ڪٽنب ڪي بہ اتي رهايائين. ايتري ۾ ميان کي اطلاع آيو تہ ميان عطر خان چاچڪن طرف وڌي رهيو آهي. غلام شاهہ بہ لشڪر سميت اچي سندس سامهون ٿيو. لڙائي جي ڪا بہ صورت نہ ڏسي، عطر خان، غلام شاهہ ڏانهن صلح جو پيغام موڪليو (54). نتيجي ۾ ٻاهہ جو ڳالهيون هليون فيصلي موجب شاهہ ڳڙهہ کان وٺي نصرپور تائين، جنهن ۾ ٺٽي جو علائقو بہ شامل هو، غلام شاهہ کٽندو ۽ باقي سنڌ ميان عطر خان ۽ احمد يار جي حڪمراني ۾ رهندي (55). 1172 هہ/ 1758ع جي چاچڪن جي ٺاهہ موجب ملڪ ٽن حصن ۾ ورهائجي ويو. غلام شاهہ، شاهہڳڙهہ ۽ عطر خان نوشهري ۾ ويهي حڪومتي ڪاروهنوار هلائڻ شروع ڪيو. ملڪ ورهائجڻ سبب ملڪي وحدت تہ ختم ٿي وئي پر هر طرف افعانين سنڌين کي ڦرڻ شروع ڪيو، ملڪ ۾ گهڻي بد امني وڌي وئي.

ڪجهہ عرصو گذرڻ بعد قنڌار دربار ۾ ويٺل احمد يار خان ۽ ملڪ اندر ويٺل عطر خان ۾ اختلاف پيدا ٿي پيا. احمد يار خان افغان دربار ۾ پنهنجو پٽ ضمانت ۾ ڏيئي، حڪومت جو پروانو پنهنجي نالي وٺي سنڌ ڏانهن روانو ٿيو (56). ميان غلام شاهہ ملڪ جي بگڙجندڙ حالتن کي ڏسندي چڙهائي ڪري پهرين شوال 1172هہ / 28 مئي 1759ع تي سڄي سنڌ تي قبضو ڪري ورتو. عطر خان حالتن جي مد نظر ملڪ ڇڏي ڀڄي ويو ۽ احمد يار خان کي پڻ جڏهن اڌ سفر ۾ غلام شاهہ جي سرگرمين بابت اطلاع مليو تہ هن سنڌ ڏانهن نہ اچڻ جو فيصلو ڪيو. محمد قائم ڪوڪلتاش کي ٺٽي جو نئون گورنر مقرر ڪيو (58).

ملڪ ڇڏڻ بعد عطر خان بهاول پور طرف ۽ احمد يار خان هندستان طرف نڪري ويا. عطر خان، سردار بهادر خان دائود پوٽي ان جي ساٿين جي مدد سان سنڌ تي ٻيهر چڙهائي لاءِ روانو ٿيو (59). غلام شاهہ لشڪر سميت اباوڙي پهتو. ٻنهي ڌرين وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ عطر خان کي شڪست ملي. هو واپس پوئتي ڀڄي ويو. غلام شاهہ فتحياب ٿي نئين ٻڌايل شهر شاهپور ۾ اچي لٿو. هن لڙائي ۾ بهادر خان مارجي ويو (60). سنڌ جي نئين حاڪم جي ڪاميابين، بهادري ۽ تدبر کان احمد شاهہ گهڻو متاثر ٿيو. هن1175 هہ/ 1761ع ۾ ميان کي "هزبر جنگ شاهہ وردي خان" جو خطاب حڪومت جي سند ۽ ڪجهہ قيمتي تحفہ ڏنا (61). ياد رهي تہ هن کان پهرئين غلام شاهہ کي قنڌار دربار طرفان حڪومت جو پروانو حاصل ٿيل نہ هو.

ميان عطر خان هڪ ڀيرو ٻيهر سنڌ جي حڪومت حاصل ڪرڻ لاءِ سرگرم ٿيو. مير هزار خان ملتان جو ناظم مقرر ٿيو ته شاهي دربار مان هن جـــي نالي عطر خان جي مدد جو حڪم آيو. ان معاملي جي خبر جڏهن ميان غلام شاهه کي پئي ته هو پنهنجي لشڪر سميت خان ٻيلي پهتو. ميان سڄي صورتحال کان افغان دربار کي باخبر ڪيو، جن طرفان ملتان ۽ ديرن جي ناظمن کي غلام شاهه جي مدد جو حڪم پهتو. هوڏانهن عطر خان ۽ ان جا ساٿي غلام شاهه جو خان ٻيلي ۾ پهچڻ جو ٻڌي ديراوڙ ڏانهن ڀڄي ويا. اچ جي مخدوم حامد "گنج بخش" پنجين جي وچ ۾ پوڻ سان ٻنهي ڌرين ۾ صلح ٿي. امير بهاول پور، ميان عطر جي آئنده اگرائي نه ڪرڻ جي خاطري ڪرائي (64).

ڪڇ سنڌ جو پاڙيسري ملڪ هو اتان جي اندروني حالتن سبب ڪڇ جي حڪمران راءِ لاکو پنهنجي وزير جي پٽ سيٺ پونجي کي قتل ڪرڻ چاهيو ٿي. سيٺ ڀڄي اچي سنڌ پهتو. هن معاملي تان سنڌ جو لشڪر ڪڇ جي لشڪر جي سامهون ٿيو. نيٺ ٻنهي ڌرين ۾ صلح ٿيو(63). جنهن تحت ڪڇ جا ڪجهه علائقا ميان غلام شاهه جي هٿ هيٺ آيا(64).

سنڌ جي حڪومت جي انهي توسيع سبب 1178هه/1764ع ۾ احمد شاهه ابدالي، ميان غلام شاهه کي "صمصام الدوله" جو خطاب ڏنو. غلام شاهه ڪراچي ۽ ان جي آسپاس جو علائقو، جيڪو نادر شاهه جي وقت کان قلات جي قبضي هيٺ هو حاصل ڪيو. بهاولپور جي نواب کان اچ ۽ سبزل ڪوٽ جو قلعو وٺي سنـــڌ ۾ داخل ڪيائين (65). ميان عطر خان جو ساٿي مقصود فقير 1178هه/1764ع ۾ فوت ٿيو ته عـــطر خان، ميان غلام شاهه وٽ اچي معافي گهري. غلام شاهه کيس گهٽي عزت ڏني(66).

ميان غلام شاهه هاڻ سنڌ جو سگهارو حڪمران بڻجي ويو هو. احمد شاهه ابدالي ديره جـــات (ديـــره اسماعيل خان ۽ ديره غازي خان) جو علائقو، جو ٽن سو ميلن ۾ آهي سندس (غلام شاهه) حوالي ڪيو (67). ميان غلام شاهه پاڻ مرادو انهن علائقن طرف انتظام درست ڪرڻ لاءِ هليو ويو ۽ ساڳي سال(1181هه/ 1767ع ) جي آخر ڏاري مرڪز ۾ واپس موٽي آيو. ميان جي موٽڻ بعد ملڪ ۾ فساد شروع ٿي ويا. نصرت نالي هڪ سردار فساد برپا ڪرڻ ۾ سرڪردو هو. ابدالي سلطنت 1182 هه / 1768ع ۾ ديـــرن جو انتظـــام سردار جهان خان جي حوالي ڪيو. ڪجهه وقت کان پوءِ وري 1183هه / 1769ع ۾ ديـــري غازي خان جو انتظام، ميان غلام شاهه جي حوالي ٿيو (68).

ميان غلام شاهه پنهنجي حڪومت جي آخري ڪجهه ورهين ۾ نيرون ڪوٽ کي گادي جو هنڌ بڻائڻ جو خيال ڪيو. ذي القعد 1182 هه / 1769ع هن هنڌ (نيرون ڪوٽ) هڪ قلعي جي تعمير جو حڪم ڏنو. ٿوري ئي وقت ۾ هن هنڌ تي نهايت شاندار شهر بڻجي ويو ۽ سندس نالو حيدرآباد رکيو ويو (69). سنڌ ۽ قلات جو پاڻ ۾ واسطو ڪلهوڙا خاندان جي حوالي سان اٽڪل مني صدي تي محيط آهي. جيڪو گهڻي ڀاڱي دشمني ۾ گذريو پر ميان غلام شاهه پنهنجي دور حڪومت ۾ نه رڳو ان دشمني کي دوستي ۾ تبديل ڪيو پر خان قلات پاران ان دوستي جو پهريون عهدنامون 4 صفر 1186هه / 7 مئي 1772ع تي ڪيو ويو (70). ميان غلام شاهه، ڪلهوڙا خاندان جو هڪ مدبر حڪمران هو. سندس وفات 2جمادي الاول 1186هه/9 آگسٽ1772 ع ۾ فالج سبب ٿي (71).

ميان غلام شاهه جو فرزند محمد سرفراز خان انهي سال1186 هه/ 1772هه ۾ تخت تي ويٺو. افغان بادشاهه احمد شاهه ابدالي1187 هه/ 1773ع ۾ هي جهان ڇڏيو. هن جو وڏو فرزند تيمور شاهه تخت نشين ٿيو، ان به ميان سرفـــراز خان کي حڪومت جي سند "خدا يار خاني" لقب ۽ ديري غازي خان جو علائقو ڏنو (72). ميان سرفراز خان ديرن (ديره اسماعيل خان ۽ ديره غازي خان) جو انتظام درست ڪرڻ لاءِ 1187هه/ 1773ع ۾ اوڏانهن روانو ٿيو. اٽڪل چار مهينا ڪن قيام دوران حالتون درست ڪري 12ربيع الآخر1187هه / 1773ع ۾ واپس حيدرآباد موٽي آيو (73).

تذڪره نگارن ميان سرفراز خان جو ڪڇ تي ٻن حملن جو ذڪر ڪيو آهي پر ڪنهن به ان ڪاهه جو سبب نه ڄاڻايو آهي. جڏهن ته ميان غلام شاهه جي دور ۾ ڪڇ جي حاڪم سان نه رڳو صلح پر مائٽي پڻ ڳنڍجي چڪي هئي. ٻيو ته تاريخن مان اسان کي ميان جي ڪڇ تي فقط هڪڙي ڪاهه جو ذڪر ملي ٿو.

ميان سرفراز خان پنهنجي نئين آباد ڪرايل تختگاهه خداآباد (هالن واري) ۾ ڪجهه وقت سڪون سان ويٺو ته جهوني درٻاري راڄو ليکي، ميان سرفراز خان جا مير بهرام خلاف ڪن ڀرڻ شروع ڪيا. ڪلهوڙن جي همدرد ديوان گدومل، ميان کي گهڻو ئي سمجهايو پر ميان جي دل مان مير بهرام لاءِ عداوت گهٽ نه ٿـــي. مير صاحب پنهنجن ٻن پٽن مير صوبدار ۽ مير ٻجار کي اڱوات مٿين صورتحال کان آگاهه ڪيو(74). بدگمانيون ايتريون ته وڌي ويون جو نيٺ ميان پنهنجي وفادار سپهه سالا مير بهرام خان ۽ ان جي فرزند مير صوبدار کي بي گناهه شهيد ڪرائي ڇڏيو. هي واقعو 1189هه / 1175ع جو آهي(75). مير بهرام جي قتل ٿيڻ تي سيني ٽالپرن،

مير فتح خان کي پنهنجو سردار مقرر ڪيو(چاڪاڻ ته مير بجار خان حج تي ويل هو) مير فتح خان خداآباد تي حملو ڪري ڏنو. سرفراز خان اتان ڀڄي حيدرآباد پهتو پر قيد ڪيو ويو(76).

مياں سرفراز خان جي معزولي کان پوءِ مير فتح خان سندس ننڍي ڀاءُ ميان محمود خان کي تخت تـــي ويهاريو (77). ميـــان سرفراز جي قيد ٿيڻ کان پوءِ مير فتح خان ملڪي مصلحتن کان پاسيرو ٿي ويو. قلعن خزانن ۽ سرڪاري ملڪيت جي واڳ راڄو ليڪي پنهنجي هٿ ۾ رکي، پاڻ ميان محمود خان جو نگران ٿي ويٺو. پنهنجي پٽ تاجو ليڪي کي حيدرآباد جو قلعو ويندي سمنڊ تائين سمورو علائقو ڏئي ڇڏيو (78). ملڪ جي اندروني حالتن جي تبديلي ۽ افراتفري جي پس منظر ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپني سنڌ اندر پنهنجو ڪاروبار بند ڪري ڇڏيو. اهڙو فيصلو 24 آڪٽوبر 1775ع (29شعبان1189 هه) تـي ڪيـــو ويـــو (79). مير بجار خان هاڻ حج تان موٽڻ وارو هو، راڄو ليڪي مصلحتن ميان محمود خان جي جاءِ تي ميان غلام نبي کي نئون حڪمران بڻائڻ گهريو ٿي (80) .

ميان غلام نبي تخت نشين ٿيڻ بعد حيدرآباد جي نواب تاجو ليڪي کي معزول ڪري اختيار ميان عبدالنبي جي حوالي ڪيا. انهي صورتحال ۾ ميان عطر خان ۽ محمود خان کي ميان سرفراز خان سان گڏ قيد ڪيائين(81). امڪاني طور تي نئين حڪمران جي مسند نشيني صفر1190 هه / مارچ 1776ع ۾ ٿي هوندي (82).

مير بجار حج پڙهي مسقط کان ڪيچ ذريعي قلات پهتو. قلات جي حاڪم نصير خان، مير بجار خان کي فوجي مدد جي آڇ ڪئي پر اُن کي هِن قبول نه ڪيو. هي اهو ئي دور هو جڏهن سنڌ جو مدارالمهام راڄو ليڪو فوت ٿيو ۽ سنڌ جي حاڪم جو نئون مکيه وزير تاجو بڻيو. هي واقعو 1190 / 1776ع جو آهي (83).

مير بجار سنڌ پهتو. سندس قوم جا امير ونس اچي گڏ ٿيا. مير بجار حالتن جو اندازو ڪرڻ لاءِ تخت گاهه خداآباد (هالن واري) جي ٻاهران اچي ويٺو جنهن تي ميان غلام نبي، مير کي اتان پوئتي وڃڻ جو حڪم ڪيو جنهن کان پوءِ مير بجار عمر ڪوٽ جي قلعي ڏانهن روانو ٿي ويو(84). عمر ڪوٽ جي قلعي ۾ مير بجار اڃان ويٺو مس هو ته ميان جي امير تاجو ليڪي جي اشاري تي الهه بخش جهنجهڻ، مير کان زبردستي قلعو خالي ڪرايو جنهن تي ٻنهي ڌرين ۾ لانياري (تعلقه شهدادپور) جي ميدان تي جنگ لڳي. هوڏانهن ميان غلام نبي ڳجهي نموني قرآن شريف ڏئي مير ڏانهن پيغام موڪليو ته: "آئون هنن ماڻهن (تاجي ۽ ان جي ساٿين) جي هٿ ۾ قيد

آهيان، مون کي هن مصيبت کان ڇوٽڪارو ڏيار”. ان پيغام جي خبر تاجي ليڪي کي پئجي وئي. جنهن حرفت ۽ چالاڪي سان ميان غلام نبي کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ پاڻ ٻيڙي رستي شاهه ڳڙهه ڏانهن پڄي ويو. مير کي جڏهن ميان جي قتل جي خبر پئي ته هڪدم پهتو. مير ڏاڍي ڏک مان ميان جو لاش دفنائڻ لاءِ حيدرآباد روانو ڪيو ۽ تاجي کي گرفتار ڪرڻ لاءِ فوج رواني ڪيائين (85).

مير بجار خان، ميان غلام نبي جي ڀاءُ ميان عبد النبي کي تخت تي ويهاريو ڇاڪاڻ ته هن کان سواءِ ڪلهوڙن مان ٻيو ڪو به حقيقي وارث ڪو نه بچيو هو. ميان عبدالنبي اڳ ۾ ئي ميان عطر خان، ميان سرفراز، سندس ڀاءُ محمود خان ۽ ميان سرفراز جي پٽ محمد خان کي قلعي ۾ شهيد ڪرائي ڇڏيو (86). هي واقعو1191هه/1777ع جو آهي (87). ميان عبدالنبي جا تخت نشين افغانستان جي حاڪم تيمور شاهه سان تعلقات خراب ٿيڻ شروع ٿيا. پر جلد مير بجار انهن حالتن تي ضابطو آندو ۽ تيمور شاهه، ميان عبدالنبي کان خوش ٿي ڪيس ”معتمد الدوله شاهنواز خان فيروز جنگ“ جو خطاب، خلت ۽ ٻيان انعام ڏنا. هي واقعو 1194هه/1780ع جو آهي (88).

مير بجار ملڪ جون اندروني حالتون گهٽي حد تائين درست ڪري چڪو هو ته اوچتو دربار ۾ ڇڪتاڻ پيدا ٿي وئي. ميان عبدالنبي جوڌپور جي راجا جي مدد سان مير بجار کي قتل ڪرائي ڇڏيو (89). مير کي خدا آباد ۾ ئي دفن ڪيو ويو. جتي سندس قبر موجود آهي. قبر تي لڳل ڪتبي موجب ذوالقعد1194هه / آڪٽوبر 1780ع ۾ مير بجار قتل ٿيو (90).

مير بجار خان جي قتل وقت سندس پٽ مير عبدالله خدا آباد ۾ موجود نه هو. مير جي ڪفن دفن ۽ تعزيت جا فرض مير فتح خان ادا ڪيا. ميان عبدالنبي به تعزيت لاءِ آيو. پيءُ جي قتل جي خبر ٻڌي مير عبدالله خدا آباد پهتو (91). ميان عبد النبي کي مير عبدالله کان خوف هو هن پنهنجا ٻه پٽ جوڌپور جي راجا ڏانهن روانا ڪيا ۽ پاڻ رفيقن ۽ خزانن سميت قلات جي والي وٽ وڃي لڪو (92). ٽالپرن پنهنجو سردار مير عبدالله کي چونڊيو. ٽالپرن صلاح مشوري کان پوءِ ميان صادق علي خان کي حڪومت جي مسند تي ويهاريو ۽ مير عبدالله پاڻ حڪومت جو مدار المهام بڻجي ويٺو (93).

سنه 1195هه/ 1781ع ۾ اطلاع مليو ته جوڌپوري لشڪر سان ميان عبدالنبي سنڌ طرف وڌي رهيو آهي. ميان صادق خان ۽ مير عبدالله پنهنجي لشڪر سان ڪپري تعلقي جي چودنگي ڳوٺ وٽ سامهون ٿيا. لڙائي ۾ جوڌپور جي راٺوڙن جي هار ٿي

۽ ميرن ڪٽيو (94). ميان عبد النبي هار ڪائي مدد لاءِ قلات روانو ٿيو. مير عبدالله کي جڏهن خبر پهتي ته ميان عبدالنبي بروهي لشڪر سميت لاڙڪاڻي پهچي چڪو آهي ته هن پنهنجي فوج کي اوڏانهن وڃڻ جو حڪم ڏنو. ٻنهي فوجن جو چالڪ جي پل تي مقابلو ٿيو. مير عبدالله نهـــايت بهادري سان بروهي فوج سان مقابلو ڪري فتح حاصل ڪئي (95). ميان عبدالنبي سنڌ مان ڀڄي، مدد لاءِ افغان دربار ۾ پهتو. وڏي جدوجهد ڪان پوءِ دربار مان مدد خان جي نالي فرمان جاري ٿيو ته عبدالنبي سان گڏ سنڌ وڃي، هن جي فوجي مدد ڪري (96).

مدد خان لشڪر سميت ديري اسماعيل جي رستي بهاول پور پهتو. هن ميان عبدالنبي ڪان پهريان رقم جي گهر ڪئي. ميان ان جي جواب ۾ چيو ته "منهنجو خزانو قلعي ۾ پوريل آهي. اتي پهچي رقم ادا ڪندس، في الحال پنهنجون ضرورتون لٽ مار جي ذريعي پوريون ڪريو" (97). مدد خان اهڙي اشاري تي ڦرلٽ شروع ڪري ڏني، هن کي ميان جي ارادن تي شڪ ٿيڻ لڳو. هن بهاول پور ڪان سنڌ جو رخ ڪيو. مير عبدالله کي جڏهن اهي حالات معلوم ٿيا ته هو مقابلي لاءِ لشڪر وٺي نڪتو. ساڻس پنهنجا ڪجهه سردار به گڏ هئا. اڌ سفر ۾ مير فتح خان به اچي ساڻن گڏيو ۽ چيائين ته هُن ڌر طرفان جيستائين ڪا اڳرائي نه ٿئي پاڻ خاموش رهون. سيني اميرن ان ڳالهه کي درست مڃيو. ايتري ۾ مدد خان دوستي جو پيغام موڪليو ۽ گهر ڪيائين ته "ميان عبدالنبي يقين ڪرڻ جهڙو ماڻهو نه آهي ۽ هن جا مشير شرپسند آهن. هو چون ٿا ته سندن خزانو خداآباد (نئين) ۾ پوريل آهي. آئون اتي وڃڻ گهران ٿو ته جيئن اهي سڀ ماڻهو ڪوڙا ثابت ٿين". مير عبدالله جواب موڪليو ته "آئون اوهان جي فوج سان مقابلي ڪرڻ جو قسم ڪٽي چڪو آهيان ان لاءِ اوهان درياءَ رستي خداآباد هليا وڃو ته جيئن منهنجو قسم نه ٽٽي". مير ان ڪان پوءِ لشڪر سميت عمر ڪوٽ طرف هليا ويا (98).

مدد خان خداآباد پهچي ميان عبدالنبي ڪان رقم جي گهر ڪئي جنهن تي ميان پنهنجن ماڻهن کي پرياسي جي علائقن ۾ ڦرلٽ جو حڪم ڏنو (99). جنهـــــن تي مير عبدالله هڪدم خداآباد ڏانهن روانو ٿيو. مدد خان، ميرن جو ان طرف اچڻ جو ٻڌي اتان ڀڄي نڪتو. ميرعبدالله، مدد خان ڏانهن خط موڪليو مدد خان جواب ۾ چيو ته ميان عبدالنبي واعدي خلافي ڪئي انهي ڪري رقم خاطر مون ائين ڪيو. ان موقعي تي مدد خان، ميرن کي شاهي دربار مان حڪومت وٺي ڏيڻ جي لالچ ڏيندي سيني ميرن کي پاڻ وٽ اچڻ جو چيو. مير عبدالله وڃڻ ڪان انڪار ڪيو پر مير فتح خان، مدد خان وٽ وڃڻ تي بضد رهيو. جنهن سبب ميرن ۾ اختلاف پيدا ٿيا، فتح خان پنهنجي ساٿين سميت عمرڪوٽ هليو ويو (100).

مدد خان، ميرن جي اختلاف جو ڀڏي خوش ٿيو ۽ چالاڪي سان مير فتح خان کي پاڻ وٽ گهرائي روهڙي طرف وٺي وڃي قيد ڪيو ۽ ڪانئس به لک جي رقم ڏنڊ طور ۽ خط ذريعي سڀني ميرن کي پاڻ وٽ گهرائڻ جو چيائين. لاچار مير فتح خان خط لکي ڏنا پر پاڻ وجهه وٺي اتان ڀڄي اچي پنهنجي ميرن سان گڏيو. مدد خان ان موقعي تي مير عبدالله کي خط موڪليو ته "مون اهو سڀ ڪجهه اوهان کي پاڻ وٽ گهرائي ميان عبدالنبي کي اوهان جي حوالي ڪرڻ لاءِ ڪيو اوهان اچو ته فساد ختم ٿي وڃن". مير عبدالله جواب ۾ مدد خان سان جنگ جي ڌمڪي ڏني (101). مدد خان، مير جو جواب ڀڏي افغانستان طرف واپس ڀڄي ويو (102). مدد خان سنڌ 1195ھ/1781ع ۾ آيو ۽ هڪ سال رهيو(103). مدد خان جو سنڌ مان هليو وڃڻ ڪان پوءِ ميان عبدالنبي پنهنجيون سرگرميون جاري رکيون ۽ لشڪر گڏ ڪري روانو ٿيو. ٽالپرن ۽ عبدالنبي ۾ راٽي پور ويجهو جنگ لڳي، ٽالپرن جي هن جنگ ۾ سرسي ٿي(104). نواب بهاول پور جي مداخلت تي ميان عبدالنبي ۽ مير عبدالله وچ ۾ صلح ٿيو. ميان قران شريف تي مير سان وفاداري لکي ڏني (105). ميان عبدالنبي جي فريب ڪاري اڃان ختم نه ٿي هئي. هن وڏي چالاڪي سان مير عبدالله ۽ مير فتح خان کي پهرئين قيد ڪيو ۽ پوءِ ڪين قيد ۾ ئي قتل ڪري ڇڏيو(106). هي واقعو 1196ھ / 1782ع جو آهي(107).

مير عبدالله جي قتل وقت ٻيا ٽالپر سردار ڳوٺ مٺا خان جوٽيجو ۾ هئا. مير فتح علي خان ۽ مير سهراب خان هي خبر ٻڌڻ شرط بهاول پور هليا ويا. ٻيا بلوچ به هن واقعي جو ٻڌي لاڙ ۽ ٻين طرفن توڙي ڪڇ ڏانهن فرار ٿي ويا. مير فتح علي خان مدد لاءِ بهاول پور جي نواب کي اپيل ڪئي پر هُن ميرن جي ڪا به مدد نه ڪئي (108).

مير فتح علي خان ان صورتحال ۾ بهاول پور ڪان سنڌ طرف روانو ٿيو ۽ مير سهراب خان کي لاڙ طرف موڪليو ويو ته جيئن بلوچن جو وڏيڪ لشڪر وٺي اچي، ميان عبدالنبي پاران پيروز ڪليري ۽ ڏگاٽو جتوئي مقرر ڪيا ويا ته اهي ٽالپرن جي چرپر تي نگاهه رکن (109). هن وچ ۾ ميان عبدالنبي کي خبر پهتي ته مير فتح علي خان وٽ هڪ هزار ڪان گهٽ لشڪر آهي. هن جا ساٿي سردار مير تي حملي لاءِ روانا ٿيا. مير وڏي بهادري سان سندن مقابلو ڪيو. ميان عبدالنبي جا سردار واپس ميان عبدالنبي وٽ پهتا ته ميان مٿن گهڻو ناراض ٿيو ۽ نيٺ ٽيهه هزار فوج وٺي هالاٽي پهتو. ٻنهي ڌرين ۾ سخت جنگ لڳي، مير سهراب به ٽيهه هزار فوج سان پهچي ويو. ٽالپرن جنگ ۾ سرسي حاصل ڪئي. ميان عبدالنبي جنگ ۾ شڪست کائي قلات طرف ڀڄي ويو. هن موقعي تي مير فتح علي خان خود حڪومت سنڀالي ورتي (110).

ڪلهوڙا مقامي حڪمران هئا. هنن آهستہ آهستہ سبي، بکر، سيوهڻ ۽ ٺٽي جون حڪومتون حاصل ڪيون. ڪلهوڙن جي سچي اتهاس ۾ ٺٽو واپس حاصل ڪرڻ هڪ وڏو ڪارنامو ڏسجي ٿو ۽ جنهن سان سنڌ جاگرافي بيهڪ کان مڪمل ٿي. ملڪي وحدت وري قائم ٿي. 1740ع ۾ نادر شاهہ جي سنڌ تي ڪاهہ نہ رڳو ملڪي وحدت کي ٽوڙيو پر سنڌ جي سياست، سماج، ثقافت ۽ علم و ادب کي شديد ڪاپاري نقصان رسايو.

ڪلهوڙن ابتدا ۾ اڻاهہ تڪليفن سان سنڌ جي حڪومت حاصل ڪئي، ملڪي حدن ۾ واڌ آندي. حڪومتي ڪاروهنوار منظم انداز ۾ ميان غلام شاهہ جي دور تائين هلندو رهيو. ميان سرفراز جي وقت کان ان ۾ بگاڙ پيدا ٿيو. عبدالنبي بار بار حڪومت حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌ جو سرحدون گهٽائي ڇڏيون. مجموعي سياسي بگڙجندڙ حالتن جي مد نظر ٽالپر سردار اڳيان ايري آيا. آخرڪار هالاڻي جي جنگ ۾ ٽالپرن جي فتح کان پوءِ ڪلهوڙن جي اٽڪل هڪ صدي جي حڪومت جو زوال ٿيو ۽ ٽالپر سنڌ جا نوان حڪمران بڻجي سامهون آيا.

## ٽالپر دورِ حڪومت:

سنڌ جي اتهاس ۾ ڪلهوڙا دور حڪومت کان پوءِ ٽالپر حڪمرانن جو ذڪر اچي ٿو. ٽالپر سردار ڪلهوڙن جي فوج توڙي حڪومت ۾ اهم جاءِ والاريندا هئا. ٽالپر 1783ع ۾ سنڌ جو واڳون پنهنجي هٿ هيٺ آنديون، اهڙي ريت بلوچ حڪمران1843ع تائين سنڌ تي حڪومت ڪندا رهيا. اسان هت ٽالپر دور حڪومت جو سرسري جائزو وٺنداسين، ڇاڪاڻ جو اسان جي شاعر حضرت سچل سرمت هن دور ۾ فڪري بلندگي حاصل ڪئي ۽ 1242 هہ/ 1827ع ۾ هن جهان مان رحلت ڪئي.

## ٽالپر حڪومت جو آغاز:

مير فتح علي خان، هالاڻي جي جنگ کٽڻ بعد نوشهري ۾ منزل انداز ٿيو. هوڏانهن ميان عبدالنبي جنگ ۾ هارائڻ کان پوءِ قلات پهتو، جتان مدد وٺي بروهين جي لشڪر سميت سنڌ ڏانهن روانو ٿيو. سنڌ جي حدن وٽان قلات جي فوج سندس ســـــاٿ ڇڏي ڏنو. لاچار ميان قلات واپس موٽي ويو، جتي هن والي قلات پاران حاجي پوره ۾ رهائش اختيار ڪئي، مير فتح علي خان سنہ 1198هہ/ 1782ع ۾ حيدرآباد جو قلعو فتح ڪري ڪلهوڙن جي مستورات کي احترام سان حاجي پوره روانو ڪيو(111).

مير فتح علي خان هالاڻي جي جنگ ۾ فتح حاصل ڪرڻ بعد قنڌار دربار کي نو لک سالانہ خراج ادا ڪري حڪومت جو پروانو حاصل ڪيو(112). ان بابت ميان عبدالنبي کي خبر پئي تہ هن اڏ سنڌ جو فرمان حاصل ڪري سنڌ طرف روانو ٿيو، شاهي دربار ۾ موجود مير جي وڪيلن اڳيون فرمان رد ڪرائي مير فتح علي جي نالي پوري سنڌ جو پروانو حاصل ڪري اچي سنڌ پهتا. ميان عبدالنبي فرمان جو پڌي سنڌ جي حدن وٽان موٽي ويو(113).

## سنڌ جي ورهاست:

مير فتح علي خان ڪجھ وقت اطمينان ۽ آرام سان حڪومت ڪئي، مير فتح چاهيو ٿي تہ ملڪ متحد رهي تہ جيئن ملڪي وحدت قائم رهي سگهي. ان لاءِ هو اڪيلي سر ملڪ جو حڪمران هجي، پر ان ڳالھ تي مير سهراب ۽ مير ٺارو راضي نہ ٿيا. نيٺ مير سهراب ناراض ٿي روهڙي طرف هليو ويو ۽ مير ٺارو شاهبندر وڃي پهتو ۽ اتي پنهنجي حڪومت جا خواب ڏسڻ لڳا (114). ميرن جي انهي اختلاف مان فائدو وٺندي ميان عبدالنبي قنڌار دربار مان سنڌ جي حڪومت جو فرمان هڪ دفعو ٻيهر پنهنجي نالي حاصل ڪري شاهي فوج سان سنڌ تي ڪاهي آيو. سندس مدد لاءِ قلات جو بروهي لشڪر پڻ شامل هو. مير سهراب واعدي جي باوجود مير فتح علي جو ساٿ نہ ڏنو ۽ مير فتح علي اڪيلي سر چاليھ هزار شاهي فوج سان وڙهيو ۽ سوڀارو ٿيو. تيمور شاھ شڪست جو ٻڌي خود اچي بهاولپور وٽ منزل انداز ٿيو، مير فتح، افغان بادشاھ کي خط ذريعي سموري صورتحال کان آگاھ ڪيو. بادشاھ ان بابت ڪو فيصلو ڪرڻ وارو هو تہ بلخ جي صوبدار جو ڪابل تي ڪاهي اچڻ جو اطلاع پهتو. بادشاھ جلد ئي واپس موٽي ويو. هي واقعو سنہ 1204ھ / 1789ع جو آهي(115).

سنہ 1207ھ/1792ع ڌاري تيمور شاھ جو وڪيل شڪارپور پهتو، ڳالهين ذريعي مير فتح علي خان وڪيل کي راضي ڪيو ۽ ساليانہ خراج ادا ڪرائڻ جي خاطري ڪرائي سنڌ جي حڪومت جو پروانو حاصل ڪيو(116). هن دور ۾ سلطنت جو حدون اتر ۾ راجنپور کان، ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ، ايرندي ۾ ريگستان، راجپوتانا کان ڪيرٿر تائين هيون. حڪومت جي جملي پکيڙ چاليھ هزار چورس ميل ۽ سندس آدمشماري چاليھ لک هئي (117).

مير فتح علـي خـان ٻاهرين خطرن کان آجو ٿيو تہ ميرعبدالله جي فرزند مير غلام حسين کي پنهنجي حق تلفي جو احساس ٿيو ۽ مير فتح علي خان تي فائر

ڪيو جنهن تي مير غلام حسيـــــن کي قلعي کان ٻاهر ڪڍيــو ويو. مير سهراب ۽ مير ٺارو خان، مير غلام حسين جا طرفدار ٿي بيٺا. حالتون جنگ تائين وڃي پهتيون پـــر ميـــرن جي مستورات وچ ۾ پئي جنگ کي ٽاريو ۽ صلح ڪرايو(118). مير فتح علي خان انهي واقعي کان پوءِ هڪ ملڪ اندر ٽن رياستن کي قبول ڪرڻ جو فيصلو ڪيو، ڇاڪاڻ ته مير سهراب ۽ مير ٺارو جي اها خواهش هئي ته کين حڪمراني لاءِ خود مختيار رياست ڏني وڃي، نيٺ مير فتح علي حالتن کان مجبور ٿي سنڌ حصن ۾ ورهائي، پهريون حصو سيوهڻ کان ڪراچي ۽ ٺٽي الهيار کان ڪيرٿر جبل تائين (جنهن ۾ ٿر جو سرحدي علائقو به شامل هو) پنهنجي قبضي ۾ آندو جنهن کي شهداداڻي سرڪار ڪوٺيو ويو. جنهن جو تختگاهه حيدرآباد هو ٻيو حصو شاهبندر کان ڇوڙ تائين ۽ ڏکڻ ۾ ڪڇ جي رڻ کان وٺي اتر ۾ موري تعلقي تـــائين واري سنڌ مير ٺارو خان "ستاره جنگ بهادر" جي حوالي ڪئي. هي سرڪار ماڻڪاڻي سڏبي هئي. هن جو پهريون تختگاهه ونگي ۾ هو، پر بعد ۾1806 ع ۾ ميرپور خاص جو شهر تعمير ڪرائي ان کي تختگاهه بڻايو ويو. ٽيون حصو ٿر ۽ موري کان اوٻاڙي ۽ روجهاڻ ۽ سيوهڻ تائين مير سهراب جي هٿ هيٺ آيو. هي سرڪار سهراباڻي سڏبي هئي. هن جو پهريون تختگاهه احمدآباد (ڏيجي) هو پر پوءِ خيرپور کي تختگاهه بڻايو(119). سنڌ جي ورهاست جي نتيجي ۾ رياست خيرپور جو بنياد پيو. اسان جي شاعر حضرت سچل سرمست جو تعلق رياست خيرپور سان آهي، تنهنڪري اسان هت فقط رياست خيرپور جي ٽالپر حڪمرانن متعلق ڪجهه اهم واقعا درج ڪنداسين.

## رياست خيرپور جي تاريخ:

سنه 1208ھ/1793ع ۾ رياست خيرپور جو بنياد پوڻ کان پوءِ ان جو پهريون خودمختيار حڪمران مير سهراب خان خود بڻيو (120).هن ڏيجي جي ٽڪري تي ڪوٽ اڏائي مٿس توبون رکرائي احمدآباد نالو رکيو ۽ پنهنجي حڪومت جو سمورو ڪاروهنوار پهريان هن شهر مان هلايو پر ڪجهه وقت کان پوءِ نونارين کان زمين خريد ڪري موجوده خيرپور جو شهر تعمير ڪرائي پنهنجو حڪومتي دفتر ان نئين آباد ڪرايل شهر ڏانهن منتقل ڪيائين(121). هن شهر کي سهراب پور پڻ چيو ويندو هو(122).

حڪومت قائم ڪرڻ وقت رياست جون حدون خيرپور شهر ۽ ان جا آسپاس وارا علائقا هئا پر مير سهراب تدبر ۽ تلوار جي زور تي رياست جون حدون وڌايون جيڪي

اتر ۾ ڪشمور ۽ سبزل ڪوٽ تائين، اولهه ۾ ڪڇي ۽ گنداوا تائين، ڏکڻ ۾ نوشهري فيروز تائين ۽ اوڀر ۾ تر ۽ جيسلمر تائين وڃي پهتيون (123). رياست جي ساليانه آمدني ان وقت ٻارنهن لک روپيه هئي. جنهن مان چار لک رپيا افغـــــان درٻار کي خراج طور مير سهراب سڌو سنئون پاڻ پهچائيندو هو (124).

سنه 1218ه/1803ع ۾ افغانستان جي نئين حاڪم شاهه شجاع الملڪ سنڌ تي ڪاهي اچي شڪارپور پهتو. خيرپور ۽ حيدرآباد جي ميرن شاهه جو مقابلو ڪيو، نيٺ صلح ڪري هر سال پنج لک روپيه ڏل ڏيڻ مقرر ڪئي. شاهه هن سال ڏهه لک خراج جا حاصل ڪري واپس موٽي ويو(125).

مير سهراب خان 1226ه / 1811ع ۾ حڪومت جون واڳون پنهنجي جيئري ئي پنهنجي وڏي پٽ مير رستم جي حوالي ڪري پاڻ احمد آباد (ڏيجي) جي قلعي ۾ گوشه نشين ٿي ويو. تنهن هوندي به ملڪ تي ٻاهرين ڪاهه يا خطرن مهل سرگرم نظر اچي ٿو (126).

مير سهراب 1246ه / 1830ع ۾ وفات ڪئي مير صاحب پنهنجي جيئري ئي پنهنجي سموري ملڪيت ٽنهي ديرن جي اولاد ۾ هڪ جيتري ورهائي ۽ مير رستم کي پڳ جو حصو وڌيڪ ڏنائين (127).

## مير رستم خان:

مير رستم خان، مير سهراب خان جو وڏو پٽ ۽ رياست خيرپور جو ٻيو حڪمران هو. سندس والد ڪيس پنهنجي حياتي ۾1226 ه / 1811ع ۾ حڪومت جون ذميواريون سونپيون هيون. هن ڪان پهرئين هي پنهنجي والد جي وڏن سپه سالان ۾ شمار ٿيندو هو (128).

1228ه / 1813ع ۾ سهراباڻي ۽ شهداداڻي سرڪار جي گڏيل فوج جوڌپوري راجا جي قبضي هيٺ عمرڪوٽ جو قلعو ۽ علائقو حاصل ڪرڻ لاءِ ڪاهي وئي، جنهن ۾ڪاميابي حاصل ڪندي قلعو ۽ سارو علائقو واپس حاصـــــل ڪيـــــو. هن ڪان اڳ مير سهراب جي پاءُ مير غلام محمد پاڻ مرادو مختصر فوجي دستي سان عمرڪوٽ جو قلعو حاصل ڪرڻ لاءِ پيشقدمي ڪئي هئي پر جوڌپوري فوج هٿان مارجي ويو (129). ياد رهي ته عمرڪوٽ جو قلعو ميان عبد النبي پنهنجي حڪومت جي افراتفري واري دور ۾ ميرن خلاف مدد ڏيڻ تي جوڌپوري راجا جي حوالي ڪيو هو.

خيرپور ۽ حيدرآباد جا مير اڃان سڪون سان مس ويٺا ته افغانستان جون سياسي حالتـــــون تيزي ســــان تبـــديل ٿيڻ شروع ٿيون، جنهن جي نتيجي ۾ شاهه

شجاع الملڪ تخت وڃائي اچي شڪارپور پهتو. سهراباڻي ۽ شهداداڻي سرڪار پهريان ڪيس سرڪاري مهمان طور قبول ڪيو پر شاهه شجاع جي ماڻهن جي ظلمن کان تنگ ٿي خيرپور ۽ حيدرآباد جو گڏيل لشڪر لاڙڪاڻي وٽ منزل انداز ٿيو. هوڏانهن ميرن جي چوڻ تي افغانستان جو نئون بادشاهه عظيم خان به پنهنجي لشڪر سان شڪارپور طرف وڌڻ لڳو. شاهه ان صورتحال ۾ شڪارپور مان ڀڄي اچي حيدرآباد ۾ پناهه ورتي، جتان لڌياڻه (پنجاب) طرف روانو ٿيو. عظيم خان ميرن سان صلح ڪري واپس موٽي ويو(143). هي واقعو 1232 هه / 1815ع جو آهي (130).

شڪارپور جو شهر احمد شاهه ابدالي جي وقت کان افغانن جي قبضي هيٺ هو. نيٺ حيدرآباد جي ميرن جي وڏي وزير نواب ولي محمد لغاري حڪمت عملي سان شڪارپور جو شهر افغانين جي قبضي مان آجو ڪرائي سنڌ جي حدن ۾ داخل ڪيو. جنهن تي بعد ۾ حيدرآباد ۽ خيرپور جي ميرن طرفان به گورنر مقرر ڪيا ويا. هي واقعو 1239هه / 1823ع جو آهي (131).

سنه 1244هه/ 1828ع ۾ حيدرآباد جي مير ڪرم علي وفات ڪئي. تخت تي سندس ڀاءُ مير مراد علي ويٺو. هن جي دور ۾ پاڙيسري ملڪن سان دوستي وڌيڪ مضبوط ٿي، هن ئي دور ۾ افغانستان ۾ اندروني ويڙهه سبب سنڌ خودمختيار ٿي ۽ ميرن پنهنجو سڪو چالو ڪيو. ان لاءِ باقائده سنڌ ۾ ضرب خانو پڻ جوڙايو ويو (132).

هن وقت تائين حيدرآباد جي ميرن جي انگريزن سان دوستي گهٽي وڌي چڪي هئي. جنهن تحت سندن وچ ۾ ٽيو به عهدنامو ٿي چڪو هو. هن وقت هندستان جي وائسراءِ لارڊ وليم بينٽڪ کي سندس صلاحڪارن ۽ بمبئي جي گورنر سنڌ تي قبضي جو مشورو ڏنو، پر هن سياسي مصلحت خاطر ان وقت ائين نه ڪيو. البته 1247هه /1831ع ۾ رنجيت سنگهه کي گهوڙا ۽ قيمتي سوکڙيون موڪلڻ لاءِ سنڌو ندي جي استعمال جي اجازت گهريائون. مير اجازت ڏيڻ تي راضي نه هئا پر نيٺ مجبور ٿـــي اجـــازت ڏنائون (133). سر اليگزينڊر برنس جيڪو انگريز سرڪار طرفان ان ڪم لاءِ مقرر ڪيل هو، گهوڙن ۽ سوکڙين سميت سنڌو درياءَ رستي حيدرآباد ۽ خيرپور جي ميرن وٽان ٿيندو پنجاب راجه رنجيت سنگهه وٽ پهتو. هن سنڌ جي رپورٽ حڪومت کي پيش ڪئي (134). انگريزن هن موقعي مان فائدو وٺندي پهريون ڀيرو مير رستم سان 1228هه/1832ع ۾ سنڌو درياءَ ۾ جهاز راني ۽ واپار جو عهدنامو صحيح ڪرايو. ميرن ان موقعي تي اهو شرط لڪرائي ورتو ته انگريز نه سنڌ ۾ مستقل ويهندا ۽ نه ئي سنڌو ندي ۽ ٻيا رستا فوجي طرح سان استعمال ڪندا. انگريزن وري ڪجهه وقت کان پوءِ 1250هه /1834ع ۾ هڪ نئون عهدنامو ڪري ٻيڙين تان محصول جي اجازت ورتي (135).

افغانستان جو تڙيل حاڪم شاهه شجاع الملڪ جيڪو سنڌ مان لڏيانه طرف ڀڄي ويو هو سو انگريزن جي سايي هيٺ اتي اجان رهيل هو. هوڏانهن افغانستان ۾ خانه جنگي زور تي هئي. شاهه ان موقعي مان فائدو حاصل ڪندي ٻيهر حڪومت حاصل ڪرڻ چاهي ٿي. ان خيال سان هو منزلون ڪندي 1249هه / 1833ع ۾ اچي سنڌ پهتو. شڪارپور جو گورنر سيد ڪاظم شاهه حيدرآباد جي ميرن طرفان شاهه شجاع جو استقبال ڪندي کيس شڪارپور وٺي آيو. ان موقعي تي شاهه ۽ ميرن جو پاڻ ۾ فيصلو ٿيو جنهن تحت ميرن شاهه کي چاليهه ڏينهن لاءِ چاليهه هزار ڏيڻا ڪيا. شاهه شجاع اها رقم وٺڻ بعد ٽن مهينن تائين اتي ئي ٽڪيو رهيو. ميرن ۽ شاهه شجاع وچ ۾ حالتون خراب ٿيڻ لڳيون نيٺ نوبت جنگ تائين پهتي ۽ ٻئي ڌريون سکر ۾ ڪرڙي جي ميدان ۾ آمهون سامهون ٿيون. سخت لڙائي کان پوءِ ميرن هار کائي شاهه سان صلح ڪئي (136). جنهن تحت ميرن ڇهه لک شاهه شجاع کي پيري ڏنا. شاهه ان موقعي تي ميرن کي قرآن پاڪ تي لکي ڏنو تہ "جيڪڏهن آئون هن مهم ۾ ڪامياب ٿيس تہ شڪارپور اوهان کي لکي ڏيندس ۽ اوهان هر سال ان جي بدلي ڇهه لک روپيہ خراج ادا ڪندا ۽ جي ناڪام ٿيس تہ هي رقم ميرن طرفان مون کي تحفو هوندي ۽ آئنده لاءِ مير خراج کان آجا هوندا". شاهه شجاع ان کان پوءِ قلات رستي قنڌار ڪاهي ويو پر هو ان مهم ۾ ناڪام ٿيو ۽ واپس قلات رستي سنڌ پهتو. هتي اچي هن بکر ۽ شڪارپور جو قبضو ميرن کان گهريو. جنهن تي ميرن شجاع کي آسري ۾ رکي لڏياني واپس موڪلي ڇڏيو (137).

انهي وچ ۾ 1249 هه / 1833ع ۾ حيدرآباد جي ميرن جي چؤياري جي آخري حڪمران مير علي مراد وفات ڪئي تہ مير نورمحمد، مير نصير، مير محمد ۽ مير صوبدار جي ٻي چؤياري ان جاءِ تي قائم ٿي ۽ پنهنجو ملڪ چئن حصن ۾ ورهائي ڪري گڏيل حڪومت هلائڻ لڳا. هوڏانهن ان وقت ۾ خيرپور جي حڪومت ٽن پائرن مير رستم، مير مبارڪ ۽ مير مراد علي خان ۾ ورهايل هئي. اهڙي طرح ميرپورخاص جي حڪومت مير شير محمد، مير شاهه محمد ۽ مير خان محمد ۾ تقسيم ٿي چڪي هئي(138). مقصد تہ سڄي سنڌ ننڍين ننڍين حصن ۾ ورهائجي چڪي هئي ملڪي وحدت ننڍين ننڍين ٽڪرن ۾ تقسيم ٿيڻ ڪري انگريزن کي سنڌ تي قبضو ڪرڻ يا انهن کان ڪابہ ڳالهه مڃرائڻ هاڻ آسان ٿي چڪو هو. انهي صورتحال ۾ رنجيت سنگهه "روجهاڻ" تي قبضو ڪندي سنڌ تي ڪاهه جي ڌمڪي ڏيڻ لڳو. انگريز بہ سکن جو ساٿ ڏئي رهيا هئا. ميرن ٻن طاقتن سان مقابلو ڪرڻ بجاءِ ٻنهي ڌرين سان صلح ڪئي،

جنهن تحت1252 ھ / 1838ع ۾ انگريز ريزيڊنٽ کي سندس لشڪر سميت پنهنجي خرچ تي حيدرآباد ۾ رهائڻ تي مير راضي ٿيا (139).

انگريزن هڪ پيرو پيهر شاهه شجاع الملڪ کي افغانستان جو حاڪم بڻائڻ جو فيصلو ڪيو جنهن لاءِ 1254ھ/1838ع ۾ شاهه شجاع ۽ انگريزن وچ ۾ هڪ معاهدو ٿيو جنهن تحت شاهه شجاع ۽ انگريز افغانستان تي حملو ڪندا شاهه جي خرچ لاءِ رقم رهيل خراج جي بهاني ميرن کان حاصل ڪئي ويندي. جنهن مان پندرهن لک روپيه راجه رنجيت سنگهه کي ڏنا ويندا. هن موقعي تي راجه رنجيت، انگريزن ۽ شاهه جي گڏيل لشڪر کي پنهنجي ملڪ مان گذرڻ نه ڏنو. جنهن ڪري لشڪر کي سنڌ مان گذارڻ جو فيصلو ڪيو ويو (140).

بمبئي جي گورنر جنرل اهڙو اطلاع حيدرآباد ۾ مقيم پنهنجي ريزيڊنٽ ذريعي ميرن کي ڏنو ۽ گـــڏوگڏ رقـــم جـــي گهر به ڪئـــي. ان سلسلي ۾ سر اليگزينڊر برنس کي خيرپور جي ميرن ڏانهن موڪليو ويو ته هو بکر جو قلعو ۽ ٽڪري شاهه شجاع جي فوج لاءِ ميرن کان حاصل ڪري، عين انهي وقت شاهه شجاع طرفان حيدرآباد جي ميرن کي شڪارپور (هي شهر حيدرآباد ۽ خيرپور جي اميرن جي هيٺ هو) طرف پنهنجي فوج جي اچڻ جو اطلاع ڏنو، جنهن تي ميرن شاهه کي چوائي موڪليو ته سنڌ طرف اچڻ بجاءِ لڏياني رستي خراسان ڏانهن هليو وڃ اسان به تنهنجي مدد ڪنداسين (141). خيرپور پهتل برنس، مير رستم کي مجبور ڪري ساڻس عهدنامو ڪيو جنهن تحت سکر ۽ شڪارپور جو قبضو حاصل ڪرڻ سان گڏوگڏ خيرپور ۾ مسٽر راس بيل Mr. Ross Bell کي انگريز ريزيڊنٽ طور رهائڻ جي به منظوري وٺندي ميرن کان خارجي معاملات ۾ انگريزن جي بالادستي به قبول ڪرايائين. هوڏانهن شجاع شڪارپور کان ٿيندو اچي لاڙڪاڻي تي قبضو ڪري ويٺو ته ٻي طرف انگريز فوج ڪراچي تي قبضو ڪري حيدرآباد ڏانهن وڌڻ لڳي. حيدرآباد جي ميرن لاچار لشڪر کي سنڌ مان گذرڻ جي اجازت ڏني ۽ 1255ھ/1839ع وارو عهدنامو صحيح ڪيو جنهن تحت انگريز فوج جا پنج هزار ماڻهو پنهنجي خرچ تي سنڌ ۾ رهڻ لڳا، ان کان سواءِ ڪراچي جو قبضو انگريزن کي ڏيندي اهو به تسليم ڪيائون ته مير انگريزن جي مشوري کان سواءِ ڪنهن سان به خارجي تعلقات قائم نه ڪندا (142).

انگريزن جو لشڪـــر ان کان پـــوءِ افغانستان ڪاهي ويو ۽ ڪابل فتح ڪري شاهه شجاع کي حڪومت تي ويهاري قلات تي به قبضو ڪري ورتو. سنڌ جي

ڪراچي، ٻکر ۽ شڪارپور تي اڳ ئي انگريز قابض ٿي چڪا هئا. هنن جي حڪومت جون حدون هاڻ گهٽيون وسيع ٿي چڪيون هيون. اڻ سڌي طرح سنڌ ۽ بلوچستان تي پڻ انگريز قابض ٿي چڪا هئا. ايٽريقدر جو ڪراچي کان ڪابل تائين بلوچي ۽ افغاني سردارن جا فيصلا بہ انگريزن جي معـــــرفت ٿيڻ لڳا. خيرپور ۾ انگريز ريزيڊنٽ راس بيل رياست جي اندروني معاملن ۾ پڻ دخل اندازي ڪرڻ لڳو، ايٽريقدر جو ميرن جي ڪاردارن کي سڌي سزا ڏنائين ۽ سندن وڏي وزير فتح محمد غوري جي بيعزتي ڪيائين (143).

سنہ 1255ھ/1841ع ۾ حيدرآباد جي مير نورمحمد خان وفات ڪئي تہ ان جي جاءِ تي مير نصير خان حڪومت جون واڳون سنڀاليون. ان وقت حيدرآباد جي ميرن وچ ۾ اندروني اختلاف وڌڻ لڳا جنهن تي حيدرآباد جي انگريز ريزيڊنٽ ميجر آئوٽرام وچ ۾ پئي معاملن کي ٺاري ڇڏيو. انهي دوران خيرپور جي مير علي مراد پنهنجي ملڪيت حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي ڀائيٽي مير مبارڪ جي پٽ مير نصير خان خلاف اٿي کڙو ٿيو. ڇـــاڪاڻ تہ مير سهراب جي وصيت موجب صغير مير علي مراد پنهنجي پيـــاء مير مبارڪ جي سنڀال هيٺ رهندو. مير مبارڪ جي وفات بعد هن پنهنجي حق لاءِ جنگ جو اعلان ڪيو. مير رستم پڻ مير نصير جو ساٿ ڏنو. ٻنهي ڌرين وچ ۾ ڪشيدگي وڌندي وئي، نيٺ نوبت جنگ تائين پهتي ۽ ٻنهي ڌرين وچ ۾ خيرپور جي پرسان نـــونارين جـــي ڳوٺ وٽ سخت لڙائي ٿي جنهن ۾ مير علي مراد سوڀارو ٿيو. نيٺ پير علي گوهر شاھ "اصغر" ۽ رياست جي وڏي وزير فتح محمد غوري جي وچ ۾ پوڻ تي صلح ٿيو، جنهن تحت مير علي مراد کي ديهون ڏنيون ويون. هي لڙائي "جنگ نونار" جي نالي سان مشهور آهي. هي واقعو 1258ھ/1842ع جو آهي (144).

سنڌ ۾ اجان بي اتفاقي جي فضا قائم هئي تہ 1257ھ / نومبر 1841ع ۾ پٺـــاڻن شاھ شجاع جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو. انگريز لشڪر وڏي تعداد ۾ ماريو ويو. انگريزن کي هي وڏي ذلت آميز شڪست ملي. 1258 ھ / 1842ع ۾ گورنر جنرل لارڊ آڪلنڊ کي ان ناڪامي تي هٽايو ويو ۽ ان جي جاءِ تي لارڊ ايلنبرو کي نئون گورنر جنرل مقرر ڪيو ويو (145). هن سر چارلس نيپيئر کي سمورا اختيار ڏئي 1258ھ / 1842ع ۾ سنڌ جو نئون ريزيڊنٽ مقرر ڪيو. نيپيئر سنڌ ۾ اچڻ شرط ميرن تي اڳين عهدنامن جي ٽوڙڻ جا الزام مڙهيا. خيرپور جو مير علي مراد بہ انگريزن جو پاسو وٺڻ لڳو (146).

نيپيئر خيرپور ۾ جيئن ئي پنهنجون ذميواريون نڀائڻ شروع ڪيون ته هن سنه1258ھ/1842ع تي مير رستم ڏانهن خط لکيو ته گورنر جنرل جي صحيح سان عهدنامو پهتو آهي جنهن مطابق "روهڙي کان وينديءَ بهاولپور جي دنگ تائين سنڌو جي ڪناري وارو سارو علائقو توهان کان وٺــــي بهاولپور جي نواب بهاولپور جي حوالي ڪيو ويندو، جنهن ۾ پونگ بڙاءِ ۽ سبزل ڪوٽ به شامل هئڻ گهرجي" . اوهان ان عهد نامي تي صحيح ڪريو(147). جيتوڻيڪ هي معاهدو ميرن لاءِ سڀ کان وڌيڪ خطرناڪ هو پر لاچار ميرن ان کـــــي قبول ڪيو پر ان کان پهرين 8 ڊسمبر تي چارلس نيپيئر روهڙي پهچي اعلان ڪيو ته "سبزل ڪوٽ کان روهڙي واري علائقي جا ماڻهو هاڻ ميرن کي ڪوبه محصول ۽ ڍل ادا نه ڪن". اهــڙي اعلان ميرن کي ڇرڪائي وڌو. وري 18 ڊسمبر تي نيپيئر هڪ ٻئي اعلان ذريعي سبزل ڪوٽ کان روهڙي تائين جو سنڌ جو هڪ وڏو علائقو ميرن جي سلطنت کان زبردستي ڌار ڪري بهاولپور جي نواب جي حوالي ڪري ڇڏيو (148).

## مير علي مراد:

انگريزن ۽ ميرن وچ ۾ حالتون خراب ٿي چڪيون هيون. مير رستم خان اڃان تائين انگريزن کي پنهنجـــي دوستـــي جي پڪ ڏياري رهيو هو پر نيپيئر جا ڪن مير علي مراد خان جـــا سازشي ماڻهـــو مير رستم خلاف ڀري رهيا هئا، ڇاڪاڻ جو مير علي مراد خود پئي چاهيو ته ڪهڙي به طرح حڪومت ڪيس ملي. سر چارلس جـــي ڀڙڪائي سبب حالتن ۾ ڪشيدگي وڌندي وئي نيٺ ٻڍڙي مير رستـــم، چارلس نيپيئر ڏانهن خط لکي وٽس پناه وٺڻ جي التجا ڪئي. هن ڪيس پنهنجي ڀاءُ مير علي مراد وٽ ڪوٽ ڏيجي ۾ پناه وٺڻ جو حڪم ڏنو. مير رستم حالتن کان مجبور ٿي پنهنجي ڀاءُ مير علي مراد وٽ پهتو ۽ ڪيس گهڻو ئي سمجهايائين ته انگريزن جو ساٿ ڇڏي ڏي ته هو ڪيس رياست جي پڳ سندس حوالي ڪندو پر مير علي مراد حرفت ۽ حيلي سان پڳ پنهنجي نالي لکرائي ورتي (149).

مير علي مراد، مير رستم کان عهدنامو لکرائڻ ترت پوءِ نيپيئر ڏانهن لکي موڪليو ته "مير رستم پڳ تان دستبردار ٿيو آهي" نيپيــــئر لکـــي موڪليو ته هو مير رستم سان پاڻ ملي پڪ ڪندو. مير علي مراد اهو ٻڍي پوڙهي ڀاءُ کي اڌ رات جو ننڊ مان اٿاري چيو ته جنرل نيپيئر صبح جو اوهان کي گـــرفتار ڪندو. مير رستم لاچار ٿي ٿر جي ويران قلعي امام ڳڙهه ۾ وڃي لڪو. رستي تان پنهنجي ماڻهن هٿان جنرل ڏانهن چوائي موڪليائين ته مير علي مراد ٺڳي سان پڳ لکرائي

ورتي آهي (150). ســـر چارلس، مير علي مراد جي مدد سان خيرپور جي قلعي تي مقرر ٽالپري فوج کي شڪست ڏئي امام ڳڙه جي قلعي تي حملو ڪيو. مير رستم، نيپيئر جي اچڻ جو ٻڌي اڳواٽ ئي قلعي مان نڪري پنڪي پنڪي نيٺ اچي حيدرآباد پهتو. نيپيئر امام ڳڙهه جو قلعو تباهه ڪري حيدرآباد ڏانهن موٽيو. هي واقعو 1259هه جنوري 1843ع جو آهي (151).

## ٽالپرن جي پڄاڻي:

سر چارلس نيپيئر امام ڳڙهه جو قلعو تباه ڪري حيدرآباد موٽي رهيو هو ته حيدرآباد جي ميرن جا وڪيل مهرون ڪٽي سيوهڻ وٽ عهدنامو قبولڻ لاءِ وٽس پهتا پر نيپيئر وڪيلن کي عهدنامو صحيح ڪرڻ بجاءِ جنگ جي ڌمڪي ڏئي واپس موڪلي ڇڏيو. پوءِ وري 6 فيبروري تي ميجر آئوٽرام حيدرآباد جي ميرن سان ڳالهيون ڪيون. نيٺ12 فيبروري تي ميرن ان شرط تي عهدنامي تي صحيحون ڪيون ته نيپيئر حيدرآباد ڏانهن پيش قدمي روڪيندو. ميجر آئوٽرام پڻ اهڙي خاطري ڏياري ته هو نيپيئر ڏانهن لکندو (152).

انگريزن ۽ ميرن وچ ۾ معاهدي تي ويڃڻ بعد به چارلس نيپيئر پيش قدمي ڪندي سڪرنڊ وٽ سردار حيات خان مري ۽ نعيم خان مري کي پنجويهه ماڻهن سميت گرفتار ڪيو، جنهن تي بروچن وڙهڻ جو قسم کنيو(153) ۽ بروچن 15فيبروري تي حيدرآباد جي انگريز ريزيڊنسي تي حملو ڪري ڏنو ۽ سخت مقابلي کان پوءِ ميجر آئوٽرام جان بچائي ٻيڙين رستي پڄي اچي مٽياري ۾ ترسيل نيپيئر وٽ پهتو (154).

ميرن جي بگڙيل فوج انگريز لشڪر کان ڏهه ميل جي مفاصلي تي مياڻي جي پرسان هڪ هنڌ گڏ ٿي 16 فيبروري واري رات جو، انگريز فوج ڪوچ ڪيو ۽ ٻئي ڏينهن 17فيبروري جي صبح جو نائين وڳي ميرن جي لشڪر جي سامهون ٿيا (155). حيدرآباد ۽ خيرپور جا سمورا مير جنگ ۾ شامل ٿيا سواءِ مير صـــــوبدار ۽ مير علي مراد جي، ٻنهي ڌرين وچ ۾ مياڻي جي ميدان تي سخت لڙائي شروع ٿي، پهريان ميرن جي لشڪر کي سرسي هئي پر پوءِ انگريزن جي حڪمت عملي سبب هو ميرن تي غالب پئجي ويا، ٽن ڪلاڪن جي موتمار ويڙهه کان پوءِ ميرن جا فوجي دستا ميدان مان ڀڄڻ شروع ٿيا. نيٺ مير نصير خان ميدان مان نڪري قلعي ۾ پهتو. اهڙي ريت انگريز فتحمند ٿيا ۽ ميرن هارايو (156).

جنگ جي ٻئي ڏينهن 18فيبروري تي نيپيئر قلعي ۾ موجود ميرن کي پيش پوڻ جو حڪم ڏنو. مير، انگريزن وٽ پيش پيا ۽ نظر بند ڪيا ويا (157).

سنڌ مان سهراباڻي ۽ شهداداڻي ٽالپرن جي حڪومت ختم ٿي چڪي هئي پر اڃان ماڻڪاڻي سرڪار قائم هئي. سر چارلس نيپيئر، مير شير محمد خان کي پيش پوڻ جو حڪم ڏنو. پر هو پنجويهه هزار فوجين سان وڙهڻ لاءِ تيار ٿي بيٺو. نيپيئر 1259ھ/25مارچ1843ع تي صبح جو دبي جي مقام تي گڏ ٿيل بلوچ فوج سان منهن مقابل ٿيو. سخت لڙائي ڪان پوءِ بلوچن هي جنگ بہ هارائي ۽ انگريـــز ڪامياب ٿيا. مير شير محمد جنگ جي ميدان مان پٺي ويو. بلوچن جا پنج هزار سپاهہ مارجي ويا(158).

سر چارلس نيپيئر جي انهن ڪامياين بعد سنڌ مٿان انگريزن جو جهنڊو بلند ٿيو. مير علي مراد خان رياست خيرپور جي حڪمران تسليم ڪيو ويو. هي گهر جو ڀيدي ۽ انگريزن جو يار هو. هن جي حڪمت عملي سبب انگريز فوج اول خيرپور مان سهراباڻي سرڪار جو خاتمو آندو. ٽالپرن ۾ هونئن بہ ڪيترين ئي چڱايون هيون پر سنڌن سياسي سوجھ بوجھ اڳين حڪمرانن کان گهٽ ڏسجي ٿي اهو ئي سبب هو جو ٽالپرن جي حڪومت ۾ ڏار ان وقت ئي پئجي ويا جڏهن مڪمل سنڌ کي ٽن حصن ۾ ورهائي هڪ ملڪ اندر ٽي ڏار ڏار حڪومتون قائم ڪيون ويون هيون ۽ وري ننڍين ميرن جا وڏن ميرن سان اختلاف، ملڪ دشمن ٻاهرين قوتن کي چڻ ملڪ تي قبضي ڪرڻ جي دعوت ڏئي رهيا هئا. ٽالپر مقامي حڪمران پر سنڌن اندروني اختلافن کين تباهہ ڪيو ۽ هڪ سر سبز ملڪ ڏيڍ صدي بعد ٻيهر ڌارين حڪمرانن جي ور چڙهي ويو.

# حوالا / حاشيا

1. ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ، هسٽري آف سنڌ – عرب پيرڊ، باب يارهون، ص240-243، باب تيرهون، مختلف صفحا ۽ پڻ ڏسجي ساڳيو ڪتاب صفحو 409-415، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو 1978ع.
2. غلام محمد لاکو ، سنڌ جو تاريخي ۽ تحقيقي جائزو، ص-8، مارئي سماجي سنگت ملير ڪراچي.
3. غلام محمد لاکو ، سمن جي سلطنت، ص123 ۽ 12، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو 1966ع.
4. بيگلاري ادراڪي، بيگلارنامو، ص4-3، ترجمو: خانبهادر محمد صديق ميمڻ، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي 1983ع.
5. بيگلارنامو، ص11 (حوالو اڳ آيل آهي)
6. غلام محمد لاکو، ڪلهوڙا دور حڪومت، ص32، انجمن اتحاديہ عباسيہ پاڪستان ڪراچي 2004ع.
7. محمد رضا بن عبدالواسع، بيان العارفين و تنبيهہ الغافلين، ترجمو: ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو، ص10-9، سنڌ اوقاف کاتو 2002ع.
8. ڪلهوڙا دورِ حڪومت، ص54 (حوالو اڳ آيل آهي)
9. قانع مير علي شير، تحفة الڪرام، ص255، ترجمو: مخدوم امير احمد، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1976ع.
10. برٽن رچرڊ، سنڌ ۽ سنڌو ماٿري ۾ وسندڙ قومون، ص348، ترجمو: محمد حنيف صديقي، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو 1995ع.
11. مولانا غلام رسول مهر، تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور (جلد پهريون) ص133، ترجمو:ابن حيات پنهور ۽ شمشيرالحيدري، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو 1963ع.
12. تحفة الڪرام، ص258، (حوالو اڳ آيل آهي).
13. ڪلهوڙا دور حڪومت، ص104، (حوالو اڳ آيل آهي).
14. تحفة الڪرام، ص2-261، (حوالو اڳ آيل آهي).
15. تحفة الڪرام، ص4-3-262، (حوالو اڳ آيل آهي).
16. ڪلهوڙا دور حڪومت، ص120، (حوالو اڳ آيل آهي).
17. تاريخ سنڌ (جلد پهريون) ص284، (حوالو اڳ آيل آهي).
18. ٻگهيو آفتاب احمد، سنڌ جو مجاهد حڪمران ميان نور محمد ڪلهوڙو (مقالو)، ص2-111، والي سنڌ ميان نورمحمد خان، مرتب: ڊاڪٽر لائق زرداري، سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي، 1991ع.
19. تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور (جلد پهريون)، ص33، (حوالو اڳ آيل آهي).

20. تحفة الکرام، ص267، (حوالو اڳ آيل آهي).
21. ميان نورمحمد عباسي، منشور الوصيت و دستور الحکومت، ص4-133، (ضميمو) ايڊٽ: پير حسام الدين شاهه، سنڌي ترجمو: عبدالرسول قادري، ڪراچي 1996ع.
22. تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور حکومت (جلد پهريون) ص2-361، (حوالو اڳ آيل آهي).
23. ڪلهوڙا دور حکومت، ص126، (حوالو اڳ آيل آهي).
24. خداداد خان، لُب تاريخ سنڌ، ص141، ترجمو: حافظ خير محمد اوحدي، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو 1900ع
25. جنرل هيگ، سنڌو جي ڇوڙ وارو علائقو، ص2-171، ترجمو: عطامحمد ڀنڀرو، سنڌي ٻولي جو بااختيار ادارو 1995ع.
26. منشور الوصيت و دستور الحکومت، ص 19-18، (حوالو اڳ آيل آهي).
27. تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور (جلد پهريون) ص 4-3-382، (حوالو اڳ آيل آهي).
28. تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور (جلد پهريون) ص386، (حوالو اڳ آيل آهي).
29. تحفة الکرام، ص268، لُب تاريخ سنڌ ص145، تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور ص5-394، (حوالو اڳ آيل آهي).
30. ڇبلاڻي ايس - پي، سنڌ جي اقتصادي تاريخ، ص25، ترجمو: سراج الحق ميمڻ، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو 1968ع.
31. ڪلهوڙا دورِ حکومت ص128 کان 131، (حوالو اڳ آيل آهي).
32. لُب تاريخ سنڌ، ص144، (حوالو اڳ آيل آهي).
33. تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور (جلد پهريون) ص444 کان ص447، (حوالو اڳ آيل آهي).
34. تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور (جلد پهريون) ص444، (حوالو اڳ آيل آهي).
35. تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور (جلد پهريون) ص252 کان ص255، (حوالو اڳ آيل آهي).
36. تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور (جلد پهريون) ص8-257، (حوالو اڳ آيل آهي).
37. تحفة الکرام، ص 271، (حوالو اڳ آيل آهي).
38. تحفة الکرام، ص 272، (حوالو اڳ آيل آهي).
39. تحفة الکرام، ص 273، (حوالو اڳ آيل آهي).
40. تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور (جلد ٻيو) ص507، (حوالو اڳ آيل آهي).
41. تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور (جلد ٻيو) ص514، (حوالو اڳ آيل آهي).
42. تحفة الکرام، ص 274، (حوالو اڳ آيل آهي).
43. ڪلهوڙا دور حکومت، ص146، (حوالو اڳ آيل آهي).
44. ڪلهوڙا دور حکومت، ص146، (حوالو اڳ آيل آهي).
45. غلام محمد لاکو، ڪلهوڙن جا تخت گاهه (مقالو) ص3-222، ٽماهي مهراڻ، 3-1983/2ع سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو
46. تحفة الکرام، ص 275، (حوالو اڳ آيل آهي).
47. ڪلهوڙا دور حکومت، ص147، (حوالو اڳ آيل آهي).

48. ڪلهوڙا دور حڪومت، ص147، (حوالو اڳ آيل آهي).
49. تحفة الڪرام، ص 276، (حوالو اڳ آيل آهي).
50. ڪلهوڙا دور حڪومت، ص147، (حوالو اڳ آيل آهي).
51. لُب تاريخ سنڌ، ص154، (حوالو اڳ آيل آهي).
52. تحفة الڪرام، ص 277، -ڪلهوڙا دور حڪومت، ص148، (حوالو اڳ آيل آهي).
53. ڪلهوڙا دور حڪومت، ص148، (حوالو اڳ آيل آهي).
54. ڪلهوڙا دور حڪومت، ص149، (حوالو اڳ آيل آهي).
55. ڪزنس هينري، سنڌ جا قديم آثار، ص70، ترجمو: عطا محمد ڀنڀرو، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 1995ع.
56. تحفة الڪرام، ص 278، (حوالو اڳ آيل آهي).
57. تحفة الڪرام، ص 278، - ڪلهوڙا دور حڪومت، ص150، (حوالو اڳ آيل آهي).
58. تحفة الڪرام، ص79-278، (حوالو اڳ آيل آهي).
59. تحفة الڪرام، ص 279، (حوالو اڳ آيل آهي).
60. مرزا عباس علي بيگ، خدا يار خاني ميان سرفراز عباسي، ص7، سنڌ الاجي، سنڌ يونيورسٽي 1980ع.
61. تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور (جلد ٻيو)، ص543، (حوالو اڳ آيل آهي).
62. تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور (جلد ٻيو) ص9-587، - ڪلهوڙا دور حڪومت، ص154، (حوالو اڳ آيل آهي).
63. برنس جيمس، سنڌ جي دربار، ص4-121، ترجمو: محمد حنيف صديقي، سنڌي ادبي بورڊ، 1976ع.
64. تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور (جلد ٻيو) ص553، (حوالو اڳ آيل آهي).
65. لُب تاريخ سنڌ، ص154، (حوالو اڳ آيل آهي).
66. تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور (جلد ٻيو) ص90-589، (حوالو اڳ آيل آهي).
67. شيدائي رحيمداد خان مولائي، جنت السنڌ، ص533، سنڌي ادبي بورڊ 1985ع.

- لُب تاريخ جي مصنف جو خيال آهي ته ڪڇ فتح ڪان پوءِ 1178ھ/1764ع ۾ ديرن جي حڪومت بادشاھ طرفان ميان کي ملي.

68. تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور (جلد ٻيو) ص2-591، (حوالو اڳ آيل آهي).
69. تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور (جلد ٻيو) ص595 - تحفة الڪرام، ص281، (حوالو اڳ آيل آهي).

- ايچ - ٽي لئمبرڪ جو خيال آهي ته قلعو 1768ع ۾ جڙيو (سنڌ هڪ عام جائزو ص271).
جڏهن ته جنرل هيگ جو خيال آهي ته قلعو 1770ع ۾ جڙيو (سنڌو جي چوڙ وارو علائقو، ص121).

70. غلام محمد لاکو، سنڌ ۾ قلات لاڳاپن جو هڪ دستاويزي مطالعو (مقالو)، ص125، ٽماهي مهراڻ، 2001/1ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو.
71. تحفة الڪرام (راشدي ايڊيشن) ص447، (حوالو اڳ آيل آهي).

72. تحفة الڪرام (راشدي ايڊيشن) ص476، (حوالو اڳ آيل آهي).
73. ميان سرفراز خان خدا يار خاني، ص13، (حوالو اڳ آيل آهي).
74. جنت السنڌ، ص541، (حوالو اڳ آيل آهي).
75. تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور (جلد ٻيو) ص265، (حوالو اڳ آيل آهي).
76. سنڌ جا قديم آثار، ص71،(حوالو اڳ آيل آهي).
77. تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور، ص 642، (حوالو اڳ آيل آهي).
78. عبدالمجيد جوکيو، تاريخ بلوچي، ص31، ترجمو: سيد خضر نوشاهي، ڪراچي1996ع.
79. سورلي ايچ – ٽي، ڀٽ جو شاهه، ص59، ترجمو: عطامحمد ڀنيرو، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي1992ع.
80. تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور، ص 642، (حوالو اڳ آيل آهي).
81. تاريخ بلوچي، ص35، (حوالو اڳ آيل آهي).
82. ڪلهوڙا دور حڪومت، ص166، (حوالو اڳ آيل آهي).
83. ڪلهوڙا دور حڪومت، ص169، (حوالو اڳ آيل آهي).
84. تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور، ص 6-653، (حوالو اڳ آيل آهي).
85. تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور، ص 70-659، (حوالو اڳ آيل آهي).
86. عطا محمد حامي، خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو، ص67، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، 1994ع
87. مير عظيم الدين ٺٽوي، فتح نامه سنڌ (فارسي) ص49، بتصيح: شير محمد نظاماڻي، سنڌي ادبي بورڊ، 1967ع.
88. تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور، (جلد ٻيو) ص697، (حوالو اڳ آيل آهي).
89. تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور، (جلد ٻيو) ص7-704، (حوالو اڳ آيل آهي).
90. چنا محبوب علي، خدا آباد ثالث، ص207 (مقالو)، سه ماهي مهراڻ سرءُ 1955ع.
91. تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور (جلد ٻيو)، ص20-719، (حوالو اڳ آيل آهي).
92. جنت السنڌ، ص553، (حوالو اڳ آيل آهي).
93. لُب تاريخ سنڌ، ص16، (حوالو اڳ آيل آهي).
94. هريجن رائچند، تاريخ ريگستان (جلد پهريون)، ص169، سنڌي ادبي بورڊ 1956ع.
95. تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور (جلد ٻيو)، ص8-727، (حوالو اڳ آيل آهي).
96. تاريخ بلوچي، ص56، (حوالو اڳ آيل آهي).
97. تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور (جلد ٻيو)، ص 732، (حوالو اڳ آيل آهي).
98. تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور (جلد ٻيو)، ص 9-735، (حوالو اڳ آيل آهي).
99. تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور (جلد ٻيو)، ص2-741، (حوالو اڳ آيل آهي).
100. تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور (جلد ٻيو)، ص51-748، (حوالو اڳ آيل آهي).
101. تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور (جلد ٻيو)، ص761، (حوالو اڳ آيل آهي).
102. تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور (جلد ٻيو)، ص 762، (حوالو اڳ آيل آهي).

103. تاريخ بلوچي، ص 59، (حوالو اڳ آيل آهي).
104. تاريخ بلوچي، ص 63، (حوالو اڳ آيل آهي).
105. تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور (جلد ٻيو)، ص 4-762، (حوالو اڳ آيل آهي).
106. تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور (جلد ٻيو)، ص 7-766، (حوالو اڳ آيل آهي).
107. فتح نامہ سنڌ (فارسي)، ص99، (حوالو اڳ آيل آهي).
108. تاريخ بلوچي، ص69، (حوالو اڳ آيل آهي).
109. ڪلهوڙا دور حڪومت، ص185، (حوالو اڳ آيل آهي).
110. تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور (جلد ٻيو)، ص8-771، (حوالو اڳ آيل آهي).
111. تاريخ سنڌ - ڪلهوڙا دور، ص782-779
112. تاريخ سنڌ - ڪلهوڙا دور، ص 3-782
113. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڪلام نواب ولي محمد خان لغاري، ص86-69، سنڌي ادبي بورڊ 11968ع.
114. خيرپور جي ميرن جو ادب، ثقافت ۽ سياست ۾ حصو، ص70. (حوالو اڳ آيل آهي).
115. مرزا قليچ بيگ، رياست خيرپور، ص34-33، گلشن پبليڪيشن حيدرآباد 2004ع.
116. رياست خيرپور، ص35، (حوالو اڳ آيل آهي).
117. جنت السنڌ، ص591، (حوالو اڳ آيل آهي).
118. خيرپور جي ميرن جو ادب، ثقافت ۽ سياست ۾ حصو، ص71. (حوالو اڳ آيل آهي).
119. جنت السنڌ، ص2-591، (حوالو اڳ آيل آهي).
120. خيرپور جي ميرن جو ادب، ثقافت ۽ سياست ۾ حصو، ص112. (حوالو اڳ آيل آهي).
121. جنت السنڌ، ص593، (حوالو اڳ آيل آهي).
122. رياست خيرپور، ص51، (حوالو اڳ آيل آهي).
123. خيرپور جي ميرن جو ادب، ثقافت ۽ سياست ۾ حصو، ص112. (حوالو اڳ آيل آهي).
124. جنت السنڌ، ص593، (حوالو اڳ آيل آهي).
125. قمر جهان مرزا، حيدرآباد شهر ٽالپرن جي دور ۾، ص80، ڇپائيندڙ: امداد مرزا
126. خيرپور جي ميرن جو ادب، ثقافت ۽ سياست ۾ حصو، ص3-112. (جوالو اڳ آيل آهي).
127. خيرپور جي ميرن جو ادب، ثقافت ۽ سياست ۾ حصو ص4-113. (حوالو اڳ آيل آهي).
128. خيرپور جي ميرن جو ادب، ثقافت ۽ سياست ۾ حصو ص115. (حوالو اڳ آيل آهي).
129. ڪلام نواب ولي محمد خان لغاري، ص76-75، (حوالو اڳ آيل آهي).
130. محمد پنهل ڏهر، ڪرڙي جي جنگ (مقالو)، ص82، ٽماهي مهراڻ 1/1997ع
131. جنت السنڌ، ص2-651، (حوالو اڳ آيل آهي).
132. رياست خيرپور، ص40-39، (حوالو اڳ آيل آهي).
133. خيرپور جي ميرن جو ادب، ثقافت ۽ سياست ۾ حصو، ص86. (حوالو اڳ آيل آهي).
134. اليگزينڊر برنس، سنڌ جو سفر، 1831ع، ص100-51-38، (مختلف صفحا)، ترجمو: عطا محمد ڀنڀرو، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 1998ع.

135. خيرپور جي ميرن جو ادب، ثقافت ۽ سياست ۾ حصو، ص87-86. (حوالو اڳ آيل آهي).
136. ڪرڙي جي جنگ (مقالو)، ص88-89-90، ٽماهي مهراڻ، 1/1997ع.
137. لطف الله بدوي، شاهه شجاع الملڪ (مقالو)، ص100-96، ٽماهي مهراڻ 3/1968ع
138. خيرپور جي ميرن جو ادب، ثقافت ۽ سياست ۾ حصو، ص58. (حوالو اڳ آيل آهي).
139. وليم نيپيئر، سنڌ جي فتح (جلد پهريون) ص62-61، ترجمو: سومار علي سومرو، سنڌي ادبي بورڊ 1993ع
140. خيرپور جي ميرن جو ادب، ثقافت ۽ سياست ۾ حصو، ص90-89. (حوالو اڳ آيل آهي).
141. وليم نيپيئر، سنڌ جي فتح (جلد پهريون) ص88-104، (مختلف صفحا) (حوالو اڳ آيل آهي).
142. خيرپور جي ميرن جو ادب، ثقافت ۽ سياست ۾ حصو، ص92-89. (حوالو اڳ آيل آهي).
143. خيرپور جي ميرن جو ادب، ثقافت ۽ سياست ۾ حصو، ص92 (حوالو اڳ آيل آهي).
144. رياست خيرپور، ص6-5-4-53، ڪئپٽن ايسٽوڪ، نئين مصر جا پراڻا ورق، ص8-277، ترجمو: ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ، سنڌي ادبي بورڊ 1973ع
145. ڊاڪٽر ممتاز پٺو، سنڌ جي سياسي تاريخ، ص46-45، سوجهرو پبليڪيشن، ڪراچي 2003ع.
146. نئين مصر جا پراڻا ورق، ص6-275 (حوالو اڳ آيل آهي).
147. ليفٽيننٽ ڪرنل آئوٽرام، سنڌ جي فتح، ص124، ترجمو: عطا محمد ڀنڀرو، سنڌيڪا اڪيڊمي 2001ع.
148. ليفٽيننٽ ڪرنل آئوٽرام، سنڌ جي فتح، ص135-126، (مختلف صفحا) (حوالو اڳ آيل آهي).
149. خيرپور جي ميرن جو ادب، ثقافت ۽ سياست ۾ حصو، ص97 (حوالو اڳ آيل آهي).
150. خيرپور جي ميرن جو ادب، ثقافت ۽ سياست ۾ حصو، ص98-97 (حوالو اڳ آيل آهي).
151. جنت السنڌ، ص34-731، (حوالو اڳ آيل آهي).
152. قادر بخش نظاماڻي، جنگ مياڻي، ص4-3-42، گلشن پبليڪيشن حيدرآباد 2004ع
153. خيرپور جي ميرن جو ادب، ثقافت ۽ سياست ۾ حصو، ص99 (حوالو اڳ آيل آهي).
154. ليفٽيننٽ ڪرنل آئوٽرام، سنڌ جي فتح، ص308، نئين مصر جا پراڻا ورق، ص9-358
155. وليم نيپيئر، سنڌ جي فتح (ٻاگو ٻيو) ص149 (حوالو اڳ آيل آهي)
156. نئين مصر جا پراڻا ورق، ص374-369، جنت السنڌ ص742-737 (مختلف صفحا)
157. جنت السنڌ، ص5-4-743، (حوالو اڳ آيل آهي).
158. جنت السنڌ، ص6-745، (حوالو اڳ آيل آهي).

## باب ٽيون

# سچل سرمست جي شاعري جو مختصر جائزو

سچل سرمست سنڌي اساسي شاعري جي ٽمورتي شاهه، سچل، سامي مان وچ وارو هڪ اهم رتن آهي. شاهه عبداللطيف جو ڪلام نہ رڳو تصوف جو اجرو مفهوم بيان ڪري ٿو پر ان سان گڏو گڏ ونس اعليٰ انساني قدرن جو بہ بلند پايہ اظهار موجود آهي. شاهه سائين جي ڪلام جي اها پڻ خوبي آهي تہ هو هر موضوع، ڪردار توڙي ان ۾ سمايل خيال کي اثرائتي انداز سان بيان ڪري ٿو. ساڳي وقت سچل سرمست رندي رنگ ۾ سرمست ٿي ڏاڍي بيباڪي سان ”حق موجود سدا موجود“ جو نعرو بلند ڪيو. سچل سرمست جو ڪلام مزاحمت جو درس ڏئي ٿو ۽ هو وڏي واڪي خدا ۽ بندي جي وچ واري فرق جو انڪار ڪندي نظر اچي ٿو. سامي ويدانتي شاعر آهي، هو بہ ڪام، ڪروڌ، اهنڪار، لوڀ ۽ اوديا جي نفي جو پيغام ڏئي ٿو. هن وٽ لطيف ۽ سچل وانگر پاڻ سڃاڻڻ وارو فلسفو بہ موجود آهي.

سچل سرمست ڇئن زبانن، سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ فارسي جو شاعر هو. سنڌس ساري ڪلام تي مستي ڇانيل آهي. هن باب ۾ اسان سنڌس ڇئني زبانن ۾ شعر جو فني ۽ فڪري نقطہ نگاهہ کان مطالعو ڪنداسين.

عام طور سچل سرمست کي هفت زبان شاعر سڏيو ويو آهي. چيو وڃي ٿو تہ سچل سرمست عربي، فارسي، سنڌي، اردو، سرائڪي، هندي ۽ پنجابي ۾ شعر چيو(1). سچل سائين جي متعلق ڪيترن ئي روايتن سان گڏو گڏ هن ڳالهہ تي بہ تحقيق نہ ٿي آهي. ڊاڪٽر عطا محمد حامي پنهنجي مقالي ”ڪجھ غلط روايتون“ ۾ سچل سرمست کي ستن زبانن جي بجاءِ ڇئن ٻولين جو شاعر سڏيندي لکي ٿو :

”......اها ڳالھ غلط آھي تہ سچل سرمست جو ڪلام ڇهن زبانن جي بجاءِ ستن زبانن ۾ آھي. مرزا علي قلي بيگ پهريون بزرگ آھي، جنهن سچل سائين جي سنڌي، سرائڪي ۽ ريختي (اردو ڪلام) تي قلم ڪنيو ان کان بہ وڏي معتقد اديب آغا غلام نبي صوفي سچل سرمست تي هڪ ضخيم ڪتاب لکي بہ اهڙي دعويٰ نہ ڪئي آهي. مرحوم آغا غلام نبي جنهي طرح مجيندو هو تہ سچل سائين جو ڪلام صرف ڇهن زبانن سنڌي، سرائڪي، ريختي (اردو) ۽ فارسي ۾ آهي. هڪ هندستاني فقيرياڻي هاسي عرف نماڻو فقير بہ هڪ تحقيقي ڪتاب لکيو، مگر هن بہ سچل جي هفت زبان هجڻ جي دعويٰ نہ ڪئي آهي. .......سچل سائين جو موجود ٿيل ڪلام بہ نہ تو ٻڌائي تہ ستن زبانن ۾ آهي...... سچل سائين جي ڪلام ۾ ڪٿي هڪ يا بہ لفظ ڪنهن ڏارين زبانن جا آيا آهن تہ ان شعر کي انهي زبان جو شعر نہ تو چئي سگهجي“(2).

هن ئي سلسلي ۾ نامور محقق پير حسام الدين شاھ راشدي، سچل ادبي ڪانفرنس ۾ صدارتي تقرير ڪندي چيو هو:

”هفت زبان ڇا ٿيندو آهي؟ هفت زبان جو مطلب ڇا آهي؟ هفت زبان ڪابہ شي دنيا ۾ نہ ٿيندي آهي،سچل ستن زبانن ۾ چوي يا سترهن زبانن ۾، سچل جو مقام جيڪو آهي، سو سين ڪان بالا آهي. هن جو (Contribution) فقط اهو فڪر، اهو فلسفو آ، اهو پيغام آ، جيڪو هن ڏنو آهي پنهنجي ڪلام ۾. انهي کي ئي اسان کي سوچڻ، پروڙڻ ۽ پرجهڻ کپي“(3).

مرزا علي قلي بيگ، سچل سائين جي ڪلام جي ترتيب ۽ سهيڙ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. هن پنهنجي مرتب ڪيل ”رسالو ميان سچل فقير جو“ ۾ سچل کي سرائڪي سان گڏ پنجابي جو بہ شاعر سڏيو آهي. ڏسجي ٿو تہ ان سلسلي ۾ مرزا علي قلي بيگ کان سهو ٿي آهي، ڇاڪاڻ تہ هو جتي سرائڪي لکي اتي ”يا پنجابي“ جو لفظ ڪم آڻي ٿو، جڏهن تہ سرائڪي ۽ پنجابي بہ علحده علحده زبان آهن، جن کي هڪ زبان نہ ٿو تسليم ڪري سگهجي، برک اسڪالر ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ان سلسلي ۾ لکي ٿو:

”مرزا علي قلي بيگ جنهن 1902ع ۾ سچل سائين جو ڪلام مرتب ڪيو، تنهن پڻ پهريون ڀيرو پنجابي زبان جو نالو ڪنيو، پر هن

پنهنجي اڻ ڄاڻائي سبب ساڳي هڪ ئي زبان کي ”سرائڪي“ يا ”پنجابي“ ڪري لکيو. حقيقت ۾ سچل سائين جنهن ٻولي ۾ شعر چيو آهي سا مجموعي طور ”سرائڪي“ آهي، جيڪا سنڌ توڙي پنجاب ۾ رائج آهي پر اها پنجابي کان الڳ آهي“ (4).

مرزا علي قلي بيگ جي مرتب ڪيل سچل جي ڪلام ۾ موجود سه حرفين جي مٿان پنجابي ته لکيو ويو آهي پر اهي سموريون سه حرفيون سرائڪي زبان ۾ آهن.

سچل سرمست جي سمورن محققن سچل کي ڇهن زبانن يعني سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ فارسي جو شاعر سڏيو آهي. پر ان کان به وڌيڪ سچل جو ڪلام پڻ انهن ئي زبانن ۾ موجود آهي، وڌيڪ ڪنهن زبان ۾ ڪو مڪمل شعر نه مليو آهي، البت سچل سرمست قرآن شريف جو حافظ، حديث ۽ فقه جو عالم هو، هن جي ڪلام ۾ قرآن پاڪ جي آيتن، حديثن، عربي مقولن سان گڏ ٻين ٻولين جا لفظ پڻ ملن ٿا پر ان جي بنياد تي ڪيس انهن ٻولين جو شاعر نه ٿو چئي سگهجي.

سچل سرمست نه رڳو موضوع ۽ فڪر جي اظهار جو شهسوار آهي بلڪ هن شاعري جا ڪيترائي گهاڙيٽا استعمال ڪيا آهن جن ۾ تبديليون پڻ ڪيون اٿس. اسان هت سندس ڪلام جي پرک لاءِ به مکيه عنوان مقرر ڪنداسين (5).

## (الف) سچل سرمست جي شاعري جو فني جائزو:

ڪنهن به شاعر جي اوک ڊوک دوران شاعري جي مروج فن ۽ ان شاعر جي ڪتب آندل شعر جي فن کي سامهون رکيو ويندو ته جهڙي طرح اهو ڄاڻي سگهجي ته پنهنجي دور تي اثر ڇڏيندڙ شاعر وٽ ڪهڙي ريت فني ۽ فڪري نواڻ موجود آهي. اسان هت ڪن عنوانن هيٺ سچل سرمست جي شعر جو فني مطالعو ڪنداسين:

## تعارف:

اسان هت سچل سائين جي چيل ڇهن زبانن سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ فارسي شاعر جو فني نقط نگاهه کان مطالعو ڪنداسين پر ان کان پهرئين انهن ڇهن زبانن جي شعر ۽ ادب جي سنڌ ۾ ابتدا ۽ اوسر ۽ انهن زبانن ۾ سچل سرمست جي چيل شعر جي ڳاڻاٽي کي سامهون رکنداسين.

سنڌي زبان دنيا جي قديم زبانن ۾ شمار ٿئي ٿي، منجهس علم و ادب جا آثار پڻ آڳاٽا آهن. اسان باب ٻئي ۾ ”سچل سرمست جي دور جي علمي ادبي صورتحال“ واري عنوان هيٺ ان بابت گفتگو ڪري آيا آهيون. هت سچل سائين جو سنڌي ۾ چيل ڪلام جو تعارف پيش ڪنداسين.

سچل سرمست جي ڪلام جي ترتيب جي شروعات جيتوڻيڪ سنہ 1883ع ۾ سيد فاضل شاهہ جي مرتب ڪيل "ڪافين جي ڪتاب" سان ٿي، هن ڪتاب ۾ فاضل شاهہ، سچل سائين جون چائيتاليهہ سنڌي، سرائڪي ڪافيون شامل ڪيون. ان کان پوءِ مرزا علي قلي بيگ سنہ 1902ع ۾ "رسالو ميان سچل فقير جو" ٻن حصن ۾ مرتب ڪيو. جيڪو ميشرس هريسنگهہ سنس ڪتب خانہ ڇاپہ خانہ سکر طرفان شايع ٿيو. هن جي پهرئين حصي ۾ ٻارهن سو اوڻانوي (1289) سنڌي، سرائڪي ۽ اردو (ريختہ) ڪافيون آيل آهن. جڏهن تہ ٻئي حصي ۾ سرائڪي سہ حرفيون، ڏوهيڙا، سنڌي بيت ۽ سسئي پنهون بابت جهولڻو شامل آهي. اهڙي ريت سچل سرمست جي ڪلام جي ترتيب ۾ آغا عبدالنبي، هاسي ٻائي، ميان درمحمد، رشيد احمد لاشاري، عثمان علي انصاري، قاضي علي اڪبر درازي، مولانا صادق راڻيپوري، ڪلياڻ آڏواڻي، اسلم رسولپوري، ڊاڪٽر عطا محمد حامي، ڊاڪٽر نواز علي شوق ۽ قاضي علي گوهر درازي اهم ڪردار ادا ڪيو آهي.

سچل سرمست سنڌي زبان ۾ ڪافي، بيت، مرثيو ۽ جهولڻو چيو آهي. جنهن ۾ هن فني تبديليون پڻ ڪيون آهن. اسان اڳتي ان بابت روشني وجهنداسين.

## سرائڪي علم و ادب

سچل سرمست ٻين ٻولين سان گڏوگڏ سرائڪي زبان ۾ بہ گهڻو ڪلام چيو آهي، ڇاڪاڻ تہ ان وقت سنڌ جي ڪجهہ شاعرن سنڌي سان گڏ سرائڪي ۾ پڻ شعر چيو، جن ۾ چڱا قـــادر الڪلام ۽ صوفي شاعر شامل آهن. انهي ڏس ۾ خـــواجہ صاحبڏنو، ميان عبدالحق، روحل فقير، مراد فقير، قادربخش بيدل، محسن بيڪس، خليفو نبي بخش قاسم ۽ حمل فقير جا نالا اهم آهن. سچل سائين جي دور ۾ سنڌ ٽن خود مختياري جي دم ڀريندڙ رياستن ۾ تقسيم ٿيل هئي، انهن ٽنهي رياستن تي هڪ ئي خاندان سان تعلق رکندڙ ٽالپر جدا جدا حڪمران هئا، هنن سمورن جي مادري زبان سرائڪي هئي ۽ ان وقت فارسي سنڌ جي سرڪاري زبان رائج هئي(6). انهي دور ۾ هتان جي ماڻهن جي سياسي حوالي سان وچ ايشيا ڏانهن اچ وڃ بہ پوئين دور جيان جاري رهي. اهڙي طرح سنڌ ۾ سنڌي کان سواءِ ٻيون مختلف ٻوليون خاص طور فارسي، سرائڪي ۽ اردو هتان جا ماڻهو نہ رڳو صحيح نموني سمجهندا ۽ ڳالهائيندا هئا پر انهن ٻولين ۾ هتان جي عالمن ۽ شاعرن پنهنجيون تصنيفون بہ ڇڏيون آهن.

سچل سرمست پنهنجي وقت جو هڪ سڄاڻ ۽ عالم شخص هو، هن پنهنجو

فڪر ۾ين تائين پهچائڻ لاءِ انهن سيني ٻولين جو سهارو ورتو. سچل سائين جو سنڌي کان سواءِ چڱو خاصو ڪلام سرائڪي زبان ۾ پڻ چيل آهي. جنهن مان سنڌس ان زبان تي مڪمل دسترس ڏسجي ٿي. هن جي سرائڪي ڪلام ۾ موضوع سخن، خيال جي ندرت ۽ فلسفہ تصوف جي اپٽار اهڙي تہ ڀرپور، جامع ۽ طاقتور آهي جو اٽڪل پوڻن ٻن سو ورهين کان پوءِ بہ سچل جي سرائڪي ڪلام جي ادبي، فني ۽ فڪري حوالي سان سنڌس اهميت مڃيل آهي.

سرائڪي زبان جو نامور محقق ۽ اديب صديق طاهر سرائڪي زبان ۽ ادب جي حوالي سان سچل سرمست جي سرائڪي ڪلام جي اهميت بابت هن طرح لکي ٿو :

”حضرت سچل سرمست پنهنجي سرائڪي شاعري ۾ فلسفہ تصوف جي مشڪل ترين مسئلن کي عام فهم ۽ آسان سرائڪي زبان ۾ بيان ڪيو آهي. حقيقت ۾ سرائڪي ادب ۾ حضرت سچل سرمست کان پهرين ڪو بہ وڏو صوفي شاعر پيدا نہ ٿيو. هن جي شاعرانہ مصوري يا مصورانہ شاعري هڪ مرڪزي حيثيت رکي ٿي، هن پنهنجي شاعري جي انتهائي وسيع ڪينواس تي انساني جذبن، احساسن ۽ ڪيفيت جون جيڪي شعري تصويرون چٽيون آهن، اهي سرائڪي زبان منفرد ادب جو لازوال سرمايو آهن. ان حوالي سان حضرت سچل سرمست سرائڪي ادب جو عظيم محسن آهي“. (7).

صديق طاهر ان ڏس ۾ وڌيڪ لکي ٿو:

”... سرائڪي شاعري ۾ سچل سرمست جو مقام هڪ چمڪندڙ ستاري جيان آهي، جنهن جي روشني اڍائي سوورهين جو عرصو گذرڻ کان پوءِ بہ دائم ۽ قائم آهي. هن سونهري دور ۾ سچل سرمست جي سرائڪي ڪلام جو پڙاڏو اهڙو تہ گونجيو جو ان دور جو ڪوبہ شاعر ان کان متاثر ٿيڻ کان سواءِ رهي نہ سگهيو. سچل سرمست سرائڪي زبان جي شاعري جي آسمان جو روشن ستارو آهي، جيڪو سرائڪي شاعري جي ميدان سخن جو واحد شهسوار آهي، جنهن هن زبان جي هر صنف کي ڪاميابي سان نڀايو آهي.“(8).

ڊاڪٽر نواز علي شوق ان ڏس ۾ لکي ٿو:

”جهڙي ريت شاهہ عبداللطيف سنڌي شاعري کي عروج تي رسايو،

اهڙي ئي ريت سچل سرمست وري سرائڪي شاعري کي ڪمال تي پهچايو. تہ سچل سرمست وري سرائڪي ڏوهيڙي ۽ ڪافي کي مقبوليت عطا ڪئي. "(9).

سچل سرمست نہ رڳو پنهنجي سنڌي ڪلام جي ذريعي پاڻ کان پوءِ ايندڙ شاعرن تي اثر ڇڏيو آهي پر پنهنجي سرائڪي ڪلام جي ذريعي پڻ ڪيترن شاعرن تي فڪري اثر ڇڏيو آهي. سچل کان متاثر ٿيندڙ اهڙن شاعرن ۾ مراد فقير ڪنڊڙي وارو، نانڪ يوسف، فقير قادربخش بيدل، درياخان ڪنڊڙي وارو، خوش خير محمد هيسباڻي، غلام حيدر شر، محمد فقير ۽ رڪيل شاهہ خاص طور شامل آهن. اهڙي ريت سچل جي سرائڪي ڪلام کان سنڌ کان ٻاهر جا شاعر پڻ متاثر ٿيڻ کان رهي نہ سگهيا آهن. هن سلسلي ۾ خاص طور خواجہ غلام فريد جو نالو محققن بار بار دهرايو آهي. سچل سائين جو ٻين شاعرن تي اثر ڇڏڻ بابت ڊاڪٽر تنوير عباسي لکي ٿو :

"سچل سرمست سرائڪي جي وڏن شاعرن مان آهي، هن جو اثر نہ رڳو سنڌ جي شاعرن تي پيو، پر ملتان ۽ بهاولپور جي سرائڪي شاعرن کي بہ پنهنجي رنگ ۾ رنگي ڇڏيائين. انهن سيني شاعرن مان اهم خواجہ فريد آهي. خواجہ فريد جي شاعري ۾ هنڌين ماڳين سچل سرمست جي شاعري جي ڇاپ لڳل آهي.......ان کان سواءِ سچل سائين جو اثر بلوچستان ۽ پنجاب تائين ڦهلجي ويو، پر اهو اثر مڪان جي حدن کان سواءِ زمان جي حدن کي بہ لتاڙي ويو. ڪيترائي شاعر، جيڪي اڃان زنده آهن يا فوت ٿي ويھ پنجويھ سال ٿيا آهن، اڃان تائين سچل جو اسلوب ۽ ان جا گهاڙيٽا اختيار ڪيو اچن" (10).

سچل سرمست جي سرائڪي ڪلام جا موضوع بہ اهي ساڳيا ڏسجن ٿا، جيڪي هو ٻين ٻولين جي ڪلام ۾ پيش ڪري ٿو. حسن و عشق جون ڳالهيون، هير رانجهي جو تمثيلي بيان، تصوف جي اپٽار ،سندس سرائڪي ڪلام جا خاص موضوع آهن.

سچل شناس ۽ محقق ڊاڪٽر نواز علي شوق، سچل سائين جي سرائڪي ڪلام جي موضوع سخن بابت لکي ٿو :

"......سچل سائين جي سرائڪي شاعري ۾ سنڌي شاعري وانگر حسن ۽ عشق وارن موضوعن کي وڏي اهميت حاصل آهي سندس ڏوهيڙن توڙي ڪافين ۾ جمالياتي شاعري جا جلوا جا بجا نظر ايندا"(11).

ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو ان ڏس ۾ لکي ٿو:

”سچل سرمست پنهنجي سرائڪي ڪلام ۾ بہ مڪمل طور ان فلسفي جـي اپٽار ڪئي آهي. جنهن جي اپٽار سندس سنڌي يا فارسي ڪلام ۾ آهي“(12).

سچل سرمست جي سرائڪي ڪلام جي موضوع بابت پروفيسر آفاق صديقي هن طرح لکي ٿو:

”حضرت سچل سرمست جي ڏوهيڙن ۾ ايثار ۽ قرباني، صبر ۽ قناعت، رضا ۽ راضپي، هڪجهڙائي ۽ ثابت قدمي، حـــق گوئي ۽ بي باڪي، همت ۽ استقلال جهڙن پهـــلوئن جي تبليغ ۽ تلقين جو جـــوهر ظاهر ۽ نمايان نظر اچي ٿو.“(13).

آفاق صديق ان ڏس ۾ وڌيڪ لکي ٿو :

”سچل سرمست هڪ ئي ڳالهہ کي ڪتـي بلڪل عام فهم ۽ سادن لفظن ۾ بيان ڪن ٿا تہ وري ڪتي اها ئي ڳالهہ تمثيل، تشبيهہ ۽ استعـــاري جي ذريعي پيش ڪري ان ۾ وري مقامي، معاشرتي، سماجي ۽ ثقافتي رنگ پري ڇڏي ٿو، جيڪو پڙهڻ ۽ ٻڌڻ واري جي اندر ۾ اهڙي روحاني ڪيفـيت پيدا ڪن ٿا جنهن سان انسان ۾ پاڻ سڃاڻڻ جو شعور پيدا ٿئي ٿو“(14).

سچل سرمست پنهنجي سرائڪي ڪلام ۾ حسن و عشق جون ڳالهيون ڪندي پنهنجي فڪر فلسفہ وحدت الوجود جي اپٽار بہ خوب ڪئي آهي. پاڻ سڃاڻڻ جي تلقين بار بار ڪري ٿو. سچل سائين جي سرائڪي ۾ ڏوهيڙا، ڪافي ۽ سہ حرفي ڇپيل آهي، موضوع وار سرائڪي ڪلام ۾ هيٺيان باب شامل آهن:

1. دعا، نعت ۽ پنهنجي متعلق 2. حسن ۽ عشق 3. هير رانجهو 4. تصوف

## اردو علم و ادب

سچل سرمست پنهنجي مادري زبان سنڌي کان سواءِ سرائڪي، اردو ۽ فارسي ۾ پڻ شعر چيو آهي. هن جو چيل اردو ڪلام قديم اردو ۾ آهي، جيڪا اردو هن وقت ادبي حوالي سان مروج ناهي. سنڌ ۾ اردو شاعري جا اهڃاڻ گهڻي وقت کان ملن ٿا. سچل سائين جي دور تائين سنڌ ۾ ڪيترائي اهڙا شاعر پيدا ٿيا، جن سنڌي ۽ سرائڪي کان سواءِ اردو ۾ پڻ شعر چيو، جن جو جامع ذڪر اسان اڳتي ڪنداسين. پر ان کان پهرئين اردو زبان متعلق محققن جي خيالن کان آگاهہ ٿيندي برصغير ۾ اردو

ادب جي ابتدا بابت مطالعو پڻ ڪنداسين.

## اردو زبان جي ابتدا:

اردو زبان برصغير جي اهم زبانن ۾ شمار ڪئي وڃي ٿي ,ابتدائي دور ۾ اردو کي "هندي" يا "هندوي" به سڏيو ويو. هت انهن نظرين کي پيش ڪجي ٿو.

اردو جي عالم حافظ محمود شيراني پنهنجي هڪ ڪتاب "**پنجاب ميں اردو**" ۾ اردو جو پنجاب ۾ جنم جو نظريو ڏيندي لکي ٿو:

"هي ڳالهه اسان کي ياد رکڻ گهرجي ته امير خسرو دهلي جي زبان کي"دهلوي" لکندو هو. اردو دهلي جي قديم زبان ناهي،بلڪ هو مسلمانن سان گڏ دهلي پهچي ٿي،جيتوڻيڪ مسلمان پنجاب مان هجرت ڪري وڃن ٿا ان لاءِ گمان غالب آهي ته هو پاڻ سان ڪا زبان ضرور گڏ ڪٽي ويا هوندا " (15).

حافظ محمود ان ڏس ۾ وڌيڪ لکي ٿو:

"... غوري حڪومت جي دور ۾ جڏهن گادي جو هنڌ لاهور کان دهلي منتقل ڪيو ويو ته مسلمان فوجين ۽ ٻين ڪاروباري ماڻهن پاڻ سان گڏ اها ٻولي (اردو) دهلي تائين پهچائي" (16).

حافظ صاحب پنجابي ۽ اردو جي لساني حوالي سان لکي ٿو :

"اسان ڏسون ٿا ته قديم اردو تي گهڻو ڪري پنجابي ٻولي جو اثر آهي. مقصد ته اڄ جن ڳالهين جي تشريح اردو زبان نه ٿي ڪري سگهي،اتي پنجابي ٻولي انهن ڳالهين جي آساني سان تشريح ڪري سگهي ٿي" (17).

حافظ محمود شيراني جي انهي راءِ جي پٺڀرائي ۾ سرخوش پنهنجي "تذڪره اعجاز سخن" ۾ ڀرپور بحث ڪيو آهي (18).

سنڌ ۾ اردو جي جنم جو نظريو سيد سليمان ندوي ڏنو(19). سيد صاحب لکي ٿو:

"عربي ۽ فارسي لفظن جو ميل جول هندستان جي جنهن حصي ۾ سڀ کان پهريائين شروع ٿيو اهو سنڌ ئي آهي، جنهن جون حدون ان زماني ۾ ملتان کان بکر ۽ ٺٽي جي ڪناري تائين پکڙيل هيون". (20).

سيد سليمان ندوي ان ڏس ۾ وڌيڪ لکي ٿو:

" مسلمانن جي عربي ۽ فارسي هندستان جي سڀ کان اول جنهن ٻولي سان ميل جول ڪيو اها ٻولي سنڌي ۽ ملتاني هئي ۽ پوءِ پنجابي ۽ دهلوي زبان سان سندس ميلاپ ٿيو. سنڌي سان اردو جي ميل جول جي

شاهدي اچ بہ نمايان آهي، عجب اهو آهي تہ هن جي رسم الخط اچ بہ نج عربي نسخ آهي ۽ عربي جا ڪيترائي نج لفظ عام آهن. مثال طور: "پهاڙ" ڪي جبل "پياز" ڪي بصل چون ٿا" (21).

سنڌ ۾ اردو جي پيدا ٿيڻ واري نظريي ڪي ابتدا ۾ پير حسام الدين راشدي "اردو زبان کا اصلی مولد سندھ" ۾ تسليم ڪيو هو(22). پر سيد حسام الدين شاھ لڳ ڀڳ ٽيهن ورهين کان پوءِ پنهنجي انهي راءِ تان هٿ ڪڻي ويو. هو پنهنجي ڪتاب "امين الملڪ نواب مير محمد معصوم بکري" جي حاشي ۾ سنڌ ۾ اردو جي پيدا ٿيڻ واري پنهنجي خيال تان دستبردار ٿيندي لکي ٿو :

"سنہ1947ع جي ورهاڱــي کان پوءِ ڪوشـــش ڪئي وڃي ٿي تہ اردو جي پيدائش سنڌ ۾ ڏيکاري وڃي تہ جيئن انهي حق تي اردو لاءِ سنڌ اندر جواز پيدا ڪجي. انهي جو دعويدار سڀ کان پهريون مرحوم سيد سليمان ندوي هيو، جنهن اردو جو مولد سنڌ کي مقرر ڪيو. انهي کان پوءِ منهنجو هڪ مضمون ڇپيو، جنهن ۾ مون پڻ انهـــي مفروضي جي تائيد ڪئي. سيد صاحب مرحوم کي سنڌي جا ۽ کي سرائڪي جا ٽڪرا دليل طور ڏنا هئا، جيڪي سنڌ ۽ گجـرات جي تاريخ ۾ آيل هئا. (فيروز شاهي_مراة سڪندري_تاريخ احـمدي) ليڪن مون اڳتي هلي جڏهن وڌيڪ تحقيق ۽ غور ڪيو تہ معلوم ٿيو تہ گجرات وارا فقرا سرائڪي زبان جا آهن ۽ ٽني جو فقرو سنڌي جو هيو جيڪو تاريخ فيروز شاهي ۾ ڪتابت جي خـرابـي سبب پنهنجي اصلي صورت بدلائي چڪو هيو. شاھ عالم گجراتي اصل اُچ جو هيو سندس زبان سرائڪي هئي. ان کان سواءِ سنڌ جي سمن بادشاهن مان بيبي مغلي ۽ بيـبي راڻي سان شادي ٿيل هيس، تنهنڪري سندس گهر ۾ سرائڪي ۽ سنڌي زبان ڳالهائي ويندي هئي. گجرات جي فارسي تاريخ ۾ پڻ بولــي جي اصل صورت کي ادا نہ ڪرڻ سبب اها غلط فهمي پيدا ٿي آهـــي. هن جديد تحقيقي دور ۾ پنهنجي مقصدن کي پوري ڪرڻ لاءِ چند مفروضن کي آڏ بڻائڻ ڪل جهڙي ڳالھ آهي".(23).

سيد سليمان ندوي جي انهي مفروضي کي جميل جالبي پنهنجي ڪتاب "تاريخ ادب اردو" ۾ قبول ڪيو آهي (24).

اردو جي جنم جا هنڌ صوبہ بلوچستان ۽ سرحد بہ ڇيا ويا آهن ڪامل القادري

جي خيـــال موجب اردو جي ابتدائي تشڪيل بلوچستان ۾ ٿي آهي (25). جڏهن ته فارخ بخاري جي خيال موجب اردو جي اصل جنم ڀومي سرحد جو ڪوهستاني علائقو آهي(26).

جميل جالبي ان حوالي سان لکي ٿو:

”اردو، پشتو جي بدن مان جنم ورتو آهي، هندڪو هن جي ابتدائي شڪل آهي. هن جا لوڪ گيت اڄ به قديم اردو جي ياد تازه ڪن ٿا“ (27).

اردو جي پيدا ٿيڻ وارن نظرين ۾ هڪ نظريو اهو به آهي ته اردو جو جنم ڏکڻ هنسدتان جي علائقي دکن ۾ ٿيو. ڊاڪٽر سليم اختر پنهنـــجي ڪتاب ”*اردو کی مختصر ترین تاریخ*“ ۾ دکن ۾ اردو واري راءِ کي قائم ڪنـــدڙ پروفيسر نصر الدين هاشمي جي حوالي سان لکي ٿو :

”ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته700ھ/1300ع ۾ دکن ۾ اردو يا دکني مروج هئي. مقصد ته ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته دکني يـا اردو جـو آغاز شاهجـــهان جـــي دور ۾ نـ ٿيـــو بلڪ ان جي ابتـدا گهڻو اڳ ٿي چڪي هئي “.(28).

## اردو ادب جوآغاز:

هر زبان جي ادبي دور جي ابتدا شعر سان ٿئي ٿي. اردو ادب جي شروعـــات پڻ شعـــر و شـــاعري جـــي ذريعي ٿي. اردو شاعري جو آغاز مسعود سعد سلمان(438ھ/1046ع _ 515ھ/1121ع) کان ڪيو وڃي ٿو(29). هن جي هندي ڪلام سان محقق اردو شعر جو آغاز ڪن ٿا(30).

مسعود سعد سلمان کان پوءِ امير خسرو دهلوي جو نالو وڏي اهميت رکي ٿو. هي سؤ کان وڌيڪ تصنيفن جو مالڪ ۽ فارسي جو وڏو عالم هو. هن به قديم اردو ۾ شعر چيو آهي(31). اهڙي طرح ڪيترين ئي ڳجهارتون، پهاڪا ۽ چوٽيون سندس نالي منسوب آهن. هن جي همعصرن ۾ امير حسن ”حسن“ دهلوي (م:738ھ/1337ع) شامل هـــو (32).

قديـم اردو جي هن ابتدائي شاعرن ۾ شيخ فريدالدين گنج شڪر (569ھ/1173ع_664ھ/1265ع)، شيـــخ بهاؤالدين باجن، قاضـــي محمـــود دريـــائي (874ھ/1469ع_941ھ/1534ع)، ڪبير (م:1518ع) ۽ ٻيا ڪيترائي شامل آهن. هن دور جي شاعرن جو ڪلام فارسي ۽ هندي گاڏڙ آهي، جنهن تي اڳتي هلي اردو شاعري جي عمارت قائم ٿي (33).

قديم دور کان پوءِ اردو شاعري عادل شاهي دور حڪومت (1490ع) ۾ پنهنجي ارتقا جي ان منزل تي پهچي چڪي هئي جو ادبي ۽ تخليقي سطح تي استعمال ٿيڻ شروع ٿي. دڪن جي جوش و جذبي جي ڪري اردو کي واحد قومي ٻولي طور قبول ڪيو ويو هو(34).

گجري شعري روايت جي شاعرن ۾ يوسف عادل شاهي، اسماعيل عادل شاهي ۽ ٻيا شامل آهن. هن خاندان جي فردن نہ رڳو پاڻ شعر و سخن جو شغل اختيار ڪيو پر شاعرن ۽ عالمن جي بہ خوب حوصلہ افزائي ڪئي(35). هن دور ۾ ڪيترن ئي شاعرن علم ادب جون محفلون گرم رکيون، هن دور ۾ مثنوي غزل، قصيدو، مرثيو، هجوگوئي، گيت، دوهو ۽ رزميہ شاعري جو آغاز ٿيو (36).

دڪن جي سلطنت تي فائز قطب شاهي خاندان پڻ رياست اندر علم و ادب جون وڏيون محفلون منعقد ڪيون. نامور شاعرن وجهي ۽ احمد گجراتي هن دور ۾ "يوسف زليخا" ۽ "ليلٰي مجنون" جي داستان تي طويل مثنويون چيون (37). قلي قطب شاهہ اردو جو پهريون صاحب ديوان شاعر هجڻ ڪري وڏي حيثيت رکي ٿو (38). هن سلطنت سان وابستہ ڪيترن ئي شاعرن ۽ عالمن سرڪاري سرپرستي ۾ شعر و شاعري جون محفلون مچايون ۽ تصنيف ۽ تاليف ۾ رڌل رهيا. هتان جي شاعرن پڻ مثنوي، غزل، مرثيو، سلام وغيره خاص طور لکيو (39). هن دور تائين اردو شاعري باقائده هڪ صورت اختيار ڪري ورتي. ليڪن اردو شاعري کي ان قديم دور مان جديد دور ۾ داخل ڪندڙ شاعر ولي دڪني آهي. هن اردو جي دڪني لهجي کي ابتدا ۾ قبول ڪيو پر بعد ۾ ان کي ترڪ ڪري هن پنهنجو ڪلام فارسي روايت مطابق پيش ڪيو (40). ولي جي ڪلام ۾ رواني، بي تڪلفي، سلاست ۽ ترنم آهي. ڪيترن ئي شاعرن ولي جو تتبع بہ ڪيو آهي. هن جي ئي شعر سان اتر هندستان ۾ اردو شاعري جو بنياد مضبوط ٿيو(41).

ولي دڪني اردو شاعري ۾ پنهنجو هڪ الڳ انداز قائم ڪيو. هن جي ڪلام ۾ هڪ خاص قسم جي معنويت ۽ ان جي انداز ۾ عجيب و غريب دلڪشي ڏٺي وڃي ٿي. هن جي شاعري خاص طور غزل پڙهڻ کان پوءِ غم جي ڪيفيت پيدا ٿيڻ جي بجاءِ طبيعت تي شگفتگي طاري ٿي وڃي ٿي(42) . هن جي اختيار ڪيل راهہ تي ڪيترائي شاعر هليا (43).

اردو ۾ شاعري وانگر نثر جي ابتدا بہ گهڻو اڳ ٿي. هن سلسلي ۾ اردو جي محققن ۾ پڻ اختلاف ڏسجي ٿو. ڊاڪٽر سليم اختر ان بحث کي مختصر طور هن ريت پيش ڪري ٿو:

"محققن جو ان ڳالھ تي زبردست اختلاف آهي تہ سڀ کان پھرئين نثري تصنيف ڪنهن جي آهي. محمد حسين آزاد (آب حيات) ۽ ان کان پوءِ ان جي پيروي ۾ محمد يحيٰ تنها (سير المصنفين) ۽ عبد الحي (گل رعنا) فضلي جي اها مجلس يا ڪربل ڪٿا کي اردو جي پھرين نثري تصنيف قرار ڏنو آهي. هن کان پوءِ مولوي عبد الحق ۽ ان جي ساٿين ۾ پروفيسر احسن مارهروي (منشورات)، خواجہ بندھ نواز(وفات 825 ھ) جي "معراج العاشقين" کي پھرئين نثري تاليف ثابت ڪيو. " (44).

ڊاڪٽر سليم اختر وڌيڪ لکي ٿو :

"ڊاڪٽر رفيعہ سلطانہ "اردو جو آغاز و ارتقا" ۾، هڪ نئين نالي جو اضافو ڪندي چئي ٿي تہ رسالہ "جنونيہ" اردو نثر جي قديم ترين تصنيف آهي، ان جي تحرير انداز بيان ۽ مضمون مان پتو پوي ٿو تہ هي ڪتاب ائين صدي هجري جي آخري ڏهاڪي جو آهي، ليڪڪ "جنونيہ" رسالي جي لکجڻ جي تاريخ 795ھ/1392ع ڄاڻائي آهي". (45)

## سنڌ ۾ اردو شعر و سخن جي ابتدا :

سنڌ ۽ هندستان جا لاڳاپا سياسي ۽ تجارتي حوالي سان گھڻا پراڻا آهن. ان ناتي ٻنهي طرفن کان عام ماڻھن سان گڏوگڏ شاعرن، عالمن ۽ اديبن جي اچ وڃ پڻ جاري رهندي آئي. ان ڏس ۾ ڏٺو وڃي تہ شاعر ۽ عالم ٻاهران هجرت ڪري سنڌ ۾ اچي رهيا ۽ ڪيترائي عالم سنڌ مان لڏي برصغير جي مختلف جاين تي وڃي ويٺا. ان ريت عالم ۽ شاعر پاڻ سان ٻنهي طرفن جون ٻوليون گڏ گڏ کڻي هليا. اردو ٻولي جي جنم وارو مسئلو تہ گھڻو طويل آهي، پر هي زبان پوري برصغير ۾ ڦهليل ڏسجي ٿي. هن جو ادب، جهڙي طرح پنجاب ۽ هندستان ۾ اسريو، اهڙي ريت سنڌ ۾ بہ اردو شاعري جا اهڃاڻ ڪافي وقت کان ملن ٿا.

سنڌ ۾ اردو شاعري جي ابتدا محقق عبدالحڪيم "عطا" کان ڪن ٿا(46). هن جي اردو بلڪل ابتدائي نوعيت جي آهي. هن شعر ۾ مناسب لفظن جي پورائي لاءِ فارسي جو سھارو بہ ورتو آهي، ائين بہ "عطا" بنيادي طرح فارسي جو قادر الڪلام شاعر هو. سندس فارسي "ديوان عطا" ۾ ڇهہ اردو غزل بہ شامل آهن. نموني طور "عطا" جي اردو غزل جون ڪجھ سٽون هن ريت آهن:

"عطا" خبطا کہاں خاموش رہتا،
سخن گر از زبان برگوش رہتا۔

بهر دم آدمی بیچاره بی تاب،
بغمہا غوطہ نوشا نوش رہتا۔ (47)

سنڌ ۾ عطا ٿتوي کان سچل سرمست(1152ھ/1739ع _ 1242ھ/1827ع) تائين ڪيترن ئي شاعرن سنڌي ۽ فارسي کان سواءِ اردو ۾ پڻ ڪلام چيو. انهن ۾ ميرحيدرالدين ابوتراب ڪامل، مير محمود صابر، ميرحفيظ الدين عالي، روحل فقير، مراد فقير، شاهو خان فقير، سيد ثابت علي شاهه، مير ضياءُ الدين ضياءِ، محمد عظيم الدين عظيم، ميان محمد سرفراز عباسي، مير علي شير قانع، آخوند قاسم ساوڻي هالائي، فقير غلام علي زنگيجو، دريا خان زنگيجو، مير ڪرم علي خان، مير مراد علي خان، مير غلام علي مائل، مير محمد نصير خان جعفري، مير صوبدار خان جعــفري، نواب ولي محمد خان لغاري، سيد قمبر علي شاهه ياڏائي، نظر علي فقير زنگيجو، نانڪ يوسف، خليفو نبي بخش قاسم، قادر بخش بيدل ۽ ٻيا شامل آهن(48).

سنڌ جا اهي اردو شاعر اردو شاعري جي ٻن مختلف روايتن، هندي ۽ فارسي روايت جا پيروڪار هئا. هنن جو موضوع مذهبي ۽ عاشقاڻو هو. زبان جي حوالي سان ٻه هنن جي ڪلام ۾ ايتري دسترس نه ٿي ڏسجي. تنهن هوندي ٻه هڪ ڌارين زبان ۾ شعر چوڻ ۽ ان جي فن سان نباهه ڪرڻ وارو ڪمال هنن شاعرن جو ضرور آهي.

ڊاڪٽر ميمڻ عبد المجيد سنڌي، سنڌ جي اردو شاعري بابت لکي ٿو:

"سنڌ جي قديم اردو شاعري تي هندي جو اثر نمايان آهي. هندي، سنڌي ۽ سرائڪي جا لفظ ٻه ڪيــترن ئي اردو شاعرن وٽ ملن ٿا ته ڪن شاعرن وٽ سنڌي شاعــري جو رنگ ڪجهه گهٽو ئي ڏسجي ٿو. ڏنو وجــي ته سنڌ جــي اردو شاعري جو پنهنجو هڪ جدا ئي مزاج، لهجو ۽ اسلوب بيــان هو، جنهن ۾ تغزل ٻه موجود آهي ته تصوف جو رنگ ٻه نمــايان آهي". (49).

## سچل سرمست جو اردو ڪلام:

سچل سرمست جون هن وقت تائين پنجاهه کن قديم اردو ۾ چيل غزل نما ڪافيون ملن ٿيون،جيڪي پهريون ڀيرو مرزا علي قلي بيگ،پنهنجي ترتيب ڏنل "رسالو ميان سچل فقير جو" ۾ ان اردو ڪلام ڪي "ريخته" جي عنوان هيٺ ڪافي جي صورت ۾ ڏنو آهي. جيڪي ڪافيون مختلف سرن ۾ ورهايل آهن. ساڳي ريت سچل سائين جي سرائڪي ڪلام جي مجموعي "سچل سرمست جو سرائڪي رسالو"

(مرتب: مولانا صادق راٽيپوري) ۾ سچل سرمست جي ان اردو غزل نما ڪافين کي غزل جي صورت ۾ پيش ڪيوويو آهي.

ڊاڪٽر عطا محمد حامي ان ڏس ۾ پنهنجي هڪ مقالي ”سچي سان گڏ ڪچو ڪلام“ ۾ لکي ٿو:

”سچل سرمست جي شايع ٿيل سرائڪي ڪلام ۾ سچل سائين جي اردو ڪلام واري حصي تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿيندو تہ ڪيئن نہ اردو ۾ چيل ڪافين جي اصلاح ڪري،انهن کي غزليات ۾ شامل ڪيو ويو آهي. حقيقت ۾اهي غزل نہ،پر سچل سائين جون غزل نما ڪافيون آهن، جيڪي موسيقي جي ماترائن تي منظوم ڪيون ويون آهن“ (50).

سچل سرمست جو اردو ڪلام لڳ ڀڳ ٻہ سو سال قديم آهي.ان دور ۾ هندستان اندر اردو شاعري گهڻي ڀاڱي هندي روايت جي بجاءِ فارسي روايت (دکني اردو) جي اثر هيٺ هئي. اردو جي ڪيترن ئي شاعرن ان روايت جو اثر قبول ڪندي شعر و سخن جون محفلون گرم رکيون. اهڙي طرح سنڌ جي اردو شاعري هندي توڙي فارسي روايت جي سايي ۾ وڌي ويجهي. سچل سرمست جو اردو ڪلام فارسي روايت جي اثر هيٺ آهي،جنهن کي دکني اردو بہ چيو ويو آهي.

مرزا علي قلي بيگ سڀ کان اول جڏهن سچل سائين جو ڪلام گڏ ڪيو تہ ان سرمست سائين جي اردو ڪلام کي پنهنجي اصل صورت ۾ قائم رکيو، يعني دکني اردو واري صورتخطي ۾ ئي پيش ڪيو آهي،جڏهن تہ مولانا صادق راٽيپوري جي ترتيب ڏنل سچل جي سرائڪي ڪلام ۾ شامل اردو ڪلام جي اصل صورت تبديل ڪري ان کي دکني اردو جي بجاءِ جديد لکنوي اردو ۾ پيش ڪيو ويو، جيڪا ڳالهہ تعجب خيز آهي. سچل سرمست جو اهو ڪلام جيئن اسان اڳ لکي آيا آهيون تہ لڳ ڀڳ ٻہ سوسال پراڻو آهي تہ ان وقت ۾ هندستان ۾ اردو شاعري جون ٻہ روايتون موجود هيون،هڪ هندي ۽ ٻي فارسي. سچل سرمست جي دور تائين هندي روايت ٻنهي ور ٽٽي چڪو هو ۽ جڏهن تہ فارسي روايت جو عروج ان وقت ۾ ڏسجي ٿو.

سچل سرمست پنهنجو ڪلام دکني اردو ۾ ئي چيو آهي. ان سلسلي ۾ اهو بہ ڏٺو وڃي تہ اسان سائين جنهن دور ۾ اردو شعر چيو،ان وقت يا ان کان پهرئين سنڌ جي سمورن اردو ۾ شعر چوندڙن،شاعرن جو شعر دکني اردو ۾ موجود آهي. ان مان اهو واضح ٿئي ٿو تہ سچل سائين پنهنجي دور جي روايتن جي اثر هيٺ دکني اردو ۾ ئي شعر چيو آهي. البت سچل جي ڪن گهڻگهرن سچل سرمست جي اردو ڪلام ۾ مشڪل لفظن جي جاء تي آسان لفظ استعمال ڪيا آهن.

ڊاڪٽر عطا محمد ”حامي“ سچل سرمست جي اردو ڪلام جي تبديلي بابت لکي ٿو :

”سنڌي ادبي بورڊ طرفان سچل سائين جو سرائڪي ڪلام شايع ڪيو ويو آهي، جنهن جي پڇاڙي ۾ ”اردو ڪلام“ جي عنوان هيٺ، پنجاهه غزل نما ڪافين کي غزل ڏيکاريو ويو آهي. جيڪڏهن معاملو ڪافين کي غزل بڻائڻ تائين محدود هجي ها، تڏهن به وڏي ڳالهه نه هئي، پر هتي ستم بالائي ستم اهو آهي جو سچل سائين جي ڪافين کي ٽوڙي مروڙي، فارسي جي تتبع تي عروض ۾ آڻي، عجيب قسم جي اصلاح به ڪئي وئي آهي. نه فقط ايترو، پر سچل سرمست جي استعمال ڪيل ان وقت جي قديم دکني اردو (ريختي) کي جديد لکنوي اردو جو جامو پهرايو ويو آهي، گويا ناداني واري دوستي ۾ دانائي واري دشمني جو طريقو ورتو ويو آهي. مطلب ته اصليت کي الڳ ڪري، نقليت جو نمونو پيدا ڪيو ويو آهي“. (51).

ڊاڪٽر نواز علي ”شوق“ پنهنجي هڪ تحقيقي مقالي ۾ ان سلسلي ۾ لکي ٿو:

”سچل سرمست جي اردو ڪلام سان زيادتي ٿيل ڏسجي ٿي. درحقيقت سچل سائين جو اردو ڪلام سنڌي، سرائڪي ۽ هندي گاڏڙ آهي. سندس اردو شاعري زبان جي لحاظ سان ولي دکني واري شاعري سان ڪي قدر ملندڙ آهي. سندس اردو ڪلام ۾ ولي جي شاعري وانگر ”سون“، ”سين“ ۽ ”ڪون“ لفظن جو استعمال عام نظر ايندو. ونس جمع جو طريقو به دکني زبان وانگر الف نون جي اضافي وارو آهي. مثال طور :فريادان، بهاران، هزاران، پڪاران، عاشقان وغيره“ (52).

ڊاڪٽر نواز علي ”شوق“ قديم قلمي بياض مان هڪ غزل نما ڪافي جي مولانا صادق راڻيپوري جي مرتب ڪيل سرائڪي ڪلام مان هڪ غزل سان ڀيٽ ڪندي لکي ٿو:

”هن مثال مان واضح ٿئي ٿو ته سچل سائين جي اردو غزل (ڪافي) ۾ ڪيڏي نه ڦير ڦار ڪئي وئي آهي، ان ڦير ڦار سبب سرمست سائين جي اردو ڪلام جي اصل صورت ۽ قدامت کي ڪاپاري ڌڪ لڳو آهي. سچل سائين جي اردو ڪلام جا خاص الفاظ ”ڪون، سون“ وغيره ته مولوي صاحب واري ڪتاب ۾ ڪٿي به نظر نه ايندا. اهڙي ريت سچل

سرمست جي قديم اردو ڪلام کي نئون رنگ روپ ڏنو ويو آهي،
جنهن مان ايئن پانئجي ٿو ته سچل سرمست قديم دور جو نه پر جديد دور
جو اردو شاعر آهي“ (53).

سچل سرمست بنيادي طرح همه اوست ۽ وحدة الوجود جي نظرين، خيالن ۽ فلسفي جو وڏو پرچارڪ آهي. هن پنهنجي سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ فارسي ڪلام ۾ وحدت تان ڪثرت ۽ ڪثرت وحدت ڪل وارو فڪر پيش ڪيو آهي. هن جي نظر ۾ خدا ۽ بندو ڪڏهن به ٻه نه آهن، بلڪ اهي هڪ ئي آهن. ٻنهي جي وچ ۾ ڪا به دوري نه آهي، فرق رڳو اهو آهي ته اڪين مان جڏهن جر ڪجر نڪري ته پوءِ ئي ان مام ڪي پروڙجي ته ”پنهون هيس پاڻ سسئي تان سور ٿئا“ سچل بار بار اهو ئي هڪڙو نڪتو سمجهايو آهي. هو چئي ٿو:

جگت ادھین _ تون تا کاھیکون جانی
جس گھر تیرا بھیر ہوا تھا، جل پل کوئیل ڈھیر،
آپ میں سادھو آپ پچھانوں ہمری ذات ادھین۔

پھر ہمارا حق الحق جس گر نے راہ بتایا،
آپ میں ڈھونڈ تو آپ ہی رہ گئی "سچو" ناء مسکین۔(54)

ڊاڪٽر عطا محمد ”حامي“، سچل سائين جي اردو ڪلام جي موضوع جي حوالي سان لکي ٿو :

”سنڌ جي اردو شاعرن دکن جي شاعرن وانگر اردو زبان کي مذهبي ۽ عاشقانه مضمونن سان سينگاريو آهي،پر ان ۾تصوف جو رنگ ڀرڻ وارو سچل سائين آهي ۽ حق به اهو آهي ته سنڌي ۽ اردو ۾صوفيانه شاعري جي باقائده شروعات به سچل سرمست کان ئي ٿي آهي. ان لحاظ کان کيس انفرادي حيثيت حاصل آهي“ (55).

جميل جالبي سرمست سائين جي موضوع ڪلام ۽ اردو داني بابت هن طرح لکيو آهي:

”سچل سرمست جو ڪلام سادگي، عشق جي جذبيءَ ڪن خاص موضوعن جي اظهار جي ڪري اردو شاعري جي هڪ مخصوص روايت جو حصو آهي. سچل وٽ به اهائي معياري ٻولي استعمال هيٺ آئي آهي،جنهن کي اردو شاعر ولي دکني ”ريختــــه“جي نالي سان هڪ

نئون معيار عطا ڪري نئين زندگي بخشي هئي، جنهن سراج، حاتم، آبرو، مظهر کان ويندي مير، سودا ۽ درد تائين پهچندي بلندين کي ڇهي ورتو. سچل سرمست جي زبان ۽ بيان ان ئي روايت جو حصو آهي"(56).

رشيد احمد لاشاري ان سلسلي ۾ لکي ٿو:

"سچل سرمست جي اردو ڪلام ۾ اخلاق، تصوف، ڪيفياتي قلبي ۽ حسن و عشق جي واردات هر طرح سان موجود آهي ۽ سندن سنڌي،فارسي ۽ سرائڪي ڪلام وانگر اردو ڪلام جو بنياد به عشق حقيقي تي نظر اچي ٿو، تنهن هوندي به جتي عشق مجازي جو بيان ڪن ٿا اتي سندن ڪلام جي معيار ۾ ڪٿي به ڪا ڪوتاهي نظر نٿي اچي". (57).

## فارسي علم و ادب

سچل سرمست جي ڇئن زبانن ۾ چيل ڪلام مان فارسي ڪلام کي وڏي اهميت حاصل آهي. فارسي زبان قديم دور کان ايران ۾ عام واهپي جي ٻولي رهي آهي، جيڪا اتان مختلف ذريعن سان سنڌ پهتي، ڇاڪاڻ ته ايران ۽ سنڌ جا قديم دور کان سياسي، مذهبي، لساني، تجارتي ۽ ثقافتي لاڳاپا رهيا آهن(58). سنڌ ۾ فارسي زبان ڪڏهن کان رائج ٿي ان بابت خاطر خواهه ته ڪجهه نه ٿو چئي سگهجي البته عرب سياح بشاري مقدسي 985ع ۾ سنڌ آيو ۽ ان هتي فارسي زبان ڳالهائيندي ٻڌي(59) اهڙي ريت 8صدي هجري /1400ع تائين ايران جا ڪيترائي خاندان سنڌ لڏي آيا(60) جن جي لساني اثر هيٺ فارسي علم و ادب به پڙهجڻ شروع ٿيو. هن طرح سنڌ ۾ فارسي شاعري جا ابتدائي اهڃاڻ اسان کي تيرهين صدي عيسوي کان ملن ٿا. هن ضمن ۾ محققن علي بن حامد ڪوفي ۽ قلندر لعل شهباز جا نالا ڳڻايا آهن(61). اهڙي طرح سما دور(1520ع -1350ع) ۾ به ڪن شاعرن فارسي ۾ شعر چيو، جن ۾ شيخ حماد جمالي، شيخ عيسيٰ، ڄام نظام الدين عرف ڄام نندو ۽ مخدوم بلال جا فارسي شعر تذڪرن ۾ محفوظ آهن(62). سنڌ ۾ ارغونن جي قبضي کان پهرين فارسي زبان عام ٿي چڪي هئي: پر شاهه بيگ ارغون جي دور (927هه/1520ع) ۾ فارسي زبان جو واهپو عام ڄام ٿيڻ لڳو(63) شاهه بيگ جو پٽ شاهه حسين ارغون پاڻ به فارسي جو شاعر هو ۽ "سپاهي" تخلص ڪندو هو. هن دور ۾ فارسي حڪمرانن جي زبان هجڻ سبب ممتاز بڻجي وئي. جڏهن ته مغل دربار جا ايران دربار سان تعلقات پڻ هئا. جنهن ڪري ايران

جا شاعر ۽ عالم هندستان ايندا رهيا. هن ئي زماني ۾ سنڌ جي تاريخ، سوانح ۽ عشقيه قصن تي گهڻو لکيو ويو (64). هن دور ۾ سنڌ ۾ جڏهن فارسي علم و ادب عام ٿيڻ لڳو تہ ان جا صوفياڻا خيالات اسان جي شاعرن قبول ڪيا. سنڌي شاعريءَ ۾ شاهه ڪريم، مولانا رومر ڪان پهريون پيرو متاثر ٿيو. اهڙي ريت مولانا رومر جو اثر شاهه لطيف تي بہ گهڻي حد تائين ظاهر ٿيو ۽ ائين اسان جو سچل سرمست پڻ عطار ۽ رومي ڪان متاثر ٿيڻ ڪان سواءِ نہ رهي سگهيو.

هن دور ۾ فارسي سرڪاري زبان بڻي(65) تنهن ڪري هن زبان ۾ سنڌ جي ڪيترن عالمن، اديبن ۽ شاعرن پنهنجون يادگار تصنيفون لکي تيار ڪيون، ان ڪان سواءِ هتان جي ڪيترن ئي عالمن ۽ اهل الله قرآن پاڪ جا ترجما، تفسير ۽ ملفوظات ڇڏيون (66).

ڪلهوڙا دور(1700ع_1782ع) ۾ بہ فارسي کي سرڪار جي سرپرستي حاصل رهي ۽ تصنيف و تاليف جو ڪم هن زبان ۾ وڏي حد تائين جاري رهيو. سنڌ جي ڪيترن ئي عالمن، اديبن ۽ شاعرن پنهنجون تصنفيون يادگار ڇڏيون، جن ۾ سنڌ جي فارسي شاعرن جي تذڪرن، تاريخ نويسي، مڪتوبات، لغات، انشاءِ پردازي بابت مواد جمع ڪيو. ڪلهوڙا حڪمرانن مان ميان نورمحمد ۽ ميان سرفراز فارسي جا اعليٰ اديب ۽ شاعر هئا (67) ۽ اهڙي طرح ٽالپر دور حڪومت(1782ع_1843ع) ۾ پڻ فارسي زبان کي مان مرتبي واري ٻولي ليکيو ويندو هو. هن دور جي لا تعداد عالمن، اديبن، مؤرخن ۽ شاعرن فارسي ۾ پنهنجا شعر ۽ تصنيفون قلمند ڪيون. ان ڪان سواءِ ٽالپر هن دور ۾ ايران جي اثر هيٺ پنهنجي رهڻي ڪهڻي، لباس، کائڻ پيئڻ توڙي عمارت سازي ۾ اهو ئي رنگ اختيار ڪيو(68).

سنڌ ۾ فارسي جا آثار گهڻي وقت ڪان رهڻ ڪري ٽالپر دور تائين ان ڳڻين سنڌي عالمن فاضلن ۽ شاعرن پنهنجي لکڻ پڙهڻ ۽ اندر جي اظهار لاءِ فارسي زبان ڪان گهڻي مدد ورتي. سچل سرمست بہ پنهنجي وقت جي ادبي ماحول ڪان متاثر ٿيڻ ڪان رهي نہ سگهيو ۽ هن بہ پنهنجي اظهار جو ذريعو سنڌي، سرائڪي، اردو ڪان سواءِ فارسي کي بہ بڻايو.

## سچل سرمست جون فارسي تصنيفون:

سچل سرمست جي فارسي ڪلام جو تعداد گهڻو آهي جيڪو غزل، مثنوي ۽ قطعہ جي صورت ۾ موجود آهي، جنهن ۾ هن پنهنجو تخلص "آشڪار" ۽ "خدائي" ڪم آندو آهي.

مخدوم امير احمد سچل جي ديوان آشڪار ڪان سواءِ سندس پنجن مثنوين 1.مثنوي رازنامہ 2. مثنوي رهبر نامہ 3. مثنوي گداز نامہ 4. مثنوي تارنامہ 5. مثنوي وصلت نامہ جو ذڪر ڪيو آهي(69). قاضي علي اڪبر درازي ديوان آشڪار ۾ مخدوم امير احمد جي بيان ڪيل پنجن مثنوين ڪان سواءِ ٽن مثنوين 1. وحدت نامو 2. عشق نامو 3. درد نامو جو ذڪرڪيو آهي. ان ڪان سواءِ هن غزل جو هڪ مختصر ديوان "ديوان خدائي" ۽ فارسي ۾ تصوف جي متعلق نثري تصنيف "نڪتہ تصوف"۽ "غزل بحر طويل" جو پڻ ذڪر ڪيو آهي (70). اهڙي ريت سچل سرمست جو "ديوان آشڪار" ڪان سواءِ تصنيفن جو تعداد يارهن ٿيندو.

ڊاڪٽر عطا محمد حامي "ديوان آشڪار" ۽ مخدوم امير احمد جي ذڪر ڪيل پنجن مثنوين ڪان سواءِ چئن وڌيڪ مثنوين 1. ساقي نامو 2.عشق نامو 3. درد نامو 4. وحدت نامو جو ذڪر ڪيو آهي ۽ ان ڪان سواءِ غزل بحر طويل جو بہ حامي صاحب وٽ ذڪر ملي ٿو. مخدوم امير احمد جي بيان ڪيل پنجن مثنوين ڪان سواءِ قاضي علي اڪبر درازي جي بيان ڪيل ٽن وڌيڪ مثنوين ڪان سواءِ ڊاڪٽر عطا محمد حامي، هڪ وڌيڪ مثنوي "ساقي نامو" جو ذڪر ڪيو آهي. جڏهن تہ ڊاڪٽر صاحب "ديوان خدائي" ۽ فارسي تصنيف "نڪتہ تصوف" جون ڪو بہ ذڪر نہ ڪيو آهي(71). البتہ غزل بحر طويل تي "حامي" صاحب سخت تنقيد ڪندي ان کي سچل سرمست جي تصنيف تسليم نہ ٿو ڪري. عطا محمد حامي ان ڏس ۾ لکي ٿو :

> "هي غزل نما قطعہ جي صورت ۾ هڪ طويل نظم آهي، جيڪو سچل سائين ڏانهن منسوب ڪيو ويو آهي. هن ۾ لفظي، معنوي ۽ تاريخي لحاظ کان بيشمار غلطيون آهن. ان ڪان سواءِ سچل سائين جي آفاقي مسلڪ تي پڻ قائم نٿو بيهي. شايد ڪنهن اناڙي ملان هي نظم لکي عارف سچل ڏانهن منسوب ڪيو آهي" (72).

ڊاڪٽر وفا راشدي پنهنجي ڪتاب "مهران نقش" ۾ قاضي علي اڪبر درازي جي بيان ڪيل فهرست کي ئي پيش ڪيو آهي(73). جڏهن تہ رشيد احمد لاشاري پنهنجي ڪتاب "سچل سرمست" ۾ "ديوان آشڪار" ڪان سواءِ عطا محمد حامي جي پيش ڪيل اٺن مثنوين ۽ غزل بحر طويل جو ذڪر ڪيو آهي. پر ان ۾ مثنوي دردنامو جو ذڪر نہ آهي(74). هن صاحب پنهنجي ڪتاب ۾هڪ ٻي هنڌ ديوان آشڪار ڪان سواءِ ڇهين مثنوين، رازنامو، گدازنامو، تارنامو، عشق نامو، رهبر نامو ۽ وصلت نامو سان گڏ مرغ نامو کي بہ سچل جي فارسي تصنيف ڄاڻايو آهي (75). جڏهن تہ

"مرغ نامو" سچل سرمست جي سنڌي تصنيف آهي. "مرغ نامو" جا بيت سچل جي سنڌي ڪلام ۾ موجود آهن(76). اڄ تائين ڪنهن بہ محـــقق "مـــرغ نامو" کي سچل سائين جي فارسي تصنيف نہ لکيو آهي. لاشاري صاحب تہ مرغ نامو فارسي مان يارهن شعر نموني طور پنهنجي ڪتاب ۾ درج پڻ ڪيا آهن(77). جڏهن تہ اهي فارسي شعر وحدت نامو ۾ موجود آهن ان ڪري مرغ نامو کي سچل جي فارسي تصنيف چئي نہ ٿو سگهجي.

سچل سرمست جي فارسي تصنيفن بابت اسان هت محققن جي راءِ پيش ڪئي آهي، ڏسڻ ۾ ايئن ٿو اچي تہ هن ڏس ۾ ساقي نامو، ديوان خدائي، غزل بحر طويل ۽ نڪتہ تصوف اختلافي تصنيفون آهن. غزل بحر طويل بابت حامي صاحب جي ڪيل تنقيد جو ذڪر اسان اڳ ڪري آيا آهيون. عطا محمد "حامي"، سچل سائين جي فارسي مثنوين جو منظوم سنڌي ترجمو ڪيو آهي. سندس نظر سچل سائين جي ڪلام تي گهڻي گهري آهي. اسان هت پڻ حامي صاحب جي ئي پيش ڪيل راءِ کي قبول ڪيون ٿا. جنهن تحت سچل سائين جون تصنيفون ديوان آشڪار سميت ڏهہ ٿينديون. ان ڪان پهرين جو اسان سچل سرمست جي شاعري جو اڀياس ڪريون تہ ان ڪان بهتر ٿيندو تہ سندس فارسي تصنيفن جو مختصر تعارف پيش ڪندا هلون.

### 1. ديوان آشڪار:

سچل سائين جي فارسي غزلن، ننڍين مثنوين ۽ ڪجهہ قطعات جو هي مجموعو پهريون ڀيرو مير علي مراد خان جي ڪوشش سان ٻيو ڀيرو آغا صوفي ۽ ديوان وليداس شڪارپوري جي ڪوشش سان، ٽيون ڀيرو ڪي.ڊي لال جي سيعي سان1957ع ۾ ۽ چوٿون ڀيرو قاضي، علي اڪبر درازي جي اردو ترجمـــي سان محڪمہ اوقاف ڪاتي ٻاران ٻن جلدن (جلد اول1981ع، جلد دوم1982ع) ۾ شايع ٿيو.

هي ڪتاب تصوف جو هڪ املهہ ماڻڪ ۽ بي بها خزانو آهي ۽ سچل سرمست جي بي خودي، ذوق، مستي ۽ بيباڪي جو ترجمان پڻ آهي(78).

### 2. ساقي نامو:

هن ۾ سچل سرمست جا ايڪيهہ قطعا آهن جيڪي بحر رمل جي ٻن وزنن تي چيل آهن. هنن قطعن ۾ ازل جي ساقي کان معرفت جي شراب ۽ حقيقي عشق جي درد حاصل ڪرڻ جي طلب ڪئي ويئي آهي(79).

ساقي نامو جو ســـنڌي منـــظوم ترجمو عطا محمد حامي ڪيو جيڪو ماهوار نئين زندگي مئي1956ع ۾ شايع ٿيو.

## 3. مثنوي راز نامو:

هن مثنوي ۾ بحر رمل مسدس محذوف ۾ چيل 862 شعر درج آهن. هن ۾ ننڍين حڪايتن ۽ تمثيلن جي ذريعي تصوف جي مشهور معروف وحدت الوجود جي مسئلي جي اپٽار سان گڏ خود شناسي جي تعليم ڏني وئي آهي(80).

هي مثنوي قاضي، علي اڪبر درازي جي سنڌي نثري ترجمي سان سال1968ع ۾ سچل سرمست ڪو آپريٽو اڪيڊمي طرفان شايع ٿي ۽ عطا محمد حامي جي منظوم ترجمي سان ماهوار نئين زندگي آڪٽوبر ۽ نومبر1963 ع وارن شمارن ۾ پڻ شايع ٿي.

## 4. مثنوي تارنامو:

هن مثنوي ۾ بحر رمل مسدس محذوف ۾ چيل 146 شعر شامل آهن. هن ۾ تنبوري جي تار جي زباني معرفت جون رمزون بيان ڪندي مختلف تشبيهن جي ذريعي همه اوست جو سبق سمجهايو ويو آهي. مثنوي جي آخر ۾ درازن جي درگاه ۽ فقيري سلسلي ... احوال قلمبند پڻ ڪيو آهي(81).

هي مثنوي عطا محمد حامي جي منظوم سنڌي ترجمي سان ٽماهي مهراڻ 1-2/1957ع ۾ شايع ٿي ۽ قاضي علي اڪبر درازي جي سنڌي نثري ترجمي سان سال1963ع ۾ سچل سرمست ڪوآپريٽو اڪيڊمي پاران شايع ٿي.

## 5. مثنوي گداز نامو :

هن مثنوي ۾ وحدت والوجود جو پرچار ڪندي چيو ويو آهي تہ جڏهن سالڪ پنهنجي جسماني هستي کي فنا ڪندو تڏهن ئي حقيقي بقا ماڻي سگهندو. جڏهن عبد، معبود سان گڏبو تڏهن غير فاني ٿي ويندو ۽ معبود جي هستي وجي بڇندي(82).

هن مثنوي ۾ 224 شعر آندل آهن ۽ رمل مسدس محذوف جي بحر تي چيل آهي. هي مثنوي گدازنامہ پڻ قاضي علي اڪبر درازي جي سنڌي نثري ترجمي سان سال 1962ع ۾ شايع ٿي ۽ عطا محمد حامي پڻ ان جو منظوم ترجمو ڪيو. جيڪو 1963ع ۾ ڪتاب "سچل سونهارو" ۾ شايع ٿيو.

## 6. مثنوي عشق نامو:

هن مثنوي ۾ انسان جي عظمت جو بيان ڪيو ويو آهي. سچل سائين سمجهائي ٿو تہ حق جي ذات انسان ۾ لامڪان جا راز ۽ رمزون رکي عشق جي آگ جلائي ڇڏي آهي، جنهن جي نتيجي ۾ هو لامڪان جو شهباز بڻجي پيو آهي(83). عشق جي

وستار ڪندي عقل ۽ عشق جي بحث ۾ عقل کي عشق جو دربان ثابت ڪيو ويو آهي.

هن مثنوي ۾ 151 شعر شامل آهن جيڪي پڻ بحر رمل مسدس محذوف ۾ چيل آهن. هن مثنوي جو سنڌي نثري ترجمو قاضي علي اڪبر درازي سال1962ع ۾ ڪيو ۽ منظوم سنڌي ترجمو عطا محمد حامي ڪيو. جيڪو ماهوار نئين زندگي ۾ ترتيبوار مارچ1963ع، مئي1963ع ۽ جون1963ع ۾ شايع ٿيو.

## 7. مثنوي دردنامو:

هن مثنوي ۾ سالڪ کي سمجهاڻي ڏني وئي آهي تہ جيڪڏهن هو درد واري بيخودي ۾ رهندو تہ فنا جو ماڳ ماڻي بقا جو حال حاصل ڪندو اهو ئي وحدت جو سچو رستو آهي(84).

هي مثنوي بہ بحر رمل مسدس محذوف ۾ چيل آهي ۽ منجهس ڪل 86 شعر آهن. دردنامو، قاضي علي اڪبر جي سنڌي نثري ترجمي سان سال1963ع ۾ شايع ٿيو. هن جو عطا محمد حامي منظوم سنڌي ترجمو ماهوار نئين زندگي مئي 1963ع ۾ ڇپائي نروار ڪيو.

## 8. مثنوي رهبر نامو:

هن مثنوي ۾ شاعر هڪ سوداگر جي حڪايت پيش ڪري تمثيل ذريعي ٽن قسمن جي ماڻهن جو بيان ڪري ٿو. پهريان عام ماڻهو آهن. جيڪي ڪاڏي پيتي جون شيون خريد ڪندڙ آهن. انهن جي زندگي ورد وظيفي تائين محدود آهي. ٻيا زرين لباس خريد ڪن ٿا. اهي خاص ماڻهو آهن جيڪي ڪشف ڪرامت جي منزل ڪان اڳتي نٿا وڃن. ٽيان وري اهي بادشاهہ آهن جيڪي لعل ۽ گوهرن جا خريدار آهن. اهي سچا عاشق آهن(85).

هي مثنوي بہ بحر رمل مسدس محذوف ۾ ۽ 521 شعرن تي مشتمل آهي. جيڪا قاضي علي اڪبر درازي جي سنڌي نثري ترجمي سان سال1964ع ۾ شايع ٿي ۽ عطا محمد حامي جو ڪيل منظوم سنڌي ترجمو ماهوار نئين زندگي سيپٽيمبر 1965ع ۾ شايع ٿيو.

## 9. مثنوي وصلت نامو:

هن مثنوي ۾ حمد، نعت ۽ منقبت صحابہ ڪرام ڪان پوءِ ڪجهہ بزرگان دين جا واقعا بيان ٿيل آهن. ان ڪان سواءِ حضرت آدم عليہ السلام جي تخليق جو بيان ڪندي ساڳئي وحدت الوجود جي تند تنواري وئي آهي، جيڪا حسين بن منصور حلاج جي شهادت تي ختم ٿئي ٿي(86).

هن مثنوي ۾ 905 شعر آندل آهن، جيڪي بحر رمل مسدس محذوف ۾ چيل آهن. مثنوي وصلت نامو، قاضي علي اڪبر درازي جي اردو نثري ترجمي سان سال 1965ع ۾ شايع ٿي.

### 10. وحدت نامو :

هي 64 بندن تي مشتمل طويل نظم آهي. جنهن جي هر بند ۾ ڇهه هم قافيه مصراعون آهن ۽ هر مصرع جو وزن فعلن فعلن آهي.

وحدت نامي ۾ تصوف جي ان نڪتي جي وضاحت ڪئي وئي آهي ته وحدت ۽ ڪثرت ٻئي هڪ آهن. ڪائنات ۾ جيڪو ڪجهه آهي اهو صفات ۾ نظر اچي ٿو ۽ اهو عين ذات آهي(87). وحدت نامو قاضي علي اڪبر درازي جي اردو نثري ترجمي سان سال1965 ع ۾ شايع ٿيو(88).

## سچل جي ڪلام جا گهاڙيٽا :

سچل سرمست وحدت الوجود جو وڏو مبلغ شاعر آهي. هن پنهنجي پيغام جي اظهار لاءِ مختلف زبانون ۽ شاعريءَ جا جدا جدا هيئتون استعمال ڪيون. اسان هيٺ سچل سرمست جي سمورن زبانن جي شاعريءَ ۾ ملندڙ صنفن جو تعارف پيش ڪنداسين.

### بيت:

سچل سرمست جي سنڌي، سرائڪي ڪلام ۾ گهڻو بيت ملي ٿو. سچل کان پهرئين به هي صنف سنڌي، سرائڪي شاعري ۾ عام مقبول هئي. تاريخ جي ورقن موجب بيت جي شروعات غالباً 2صدي هجري کان ٿي (89). ڳاهن جي صورت ۾ بيتن جا اوائلي اهڃاڻ سومرن جي دور (1050هه-1349ع) کان ملن ٿا. ڳاهن يا ڳيچن جا ٿلهه طور استعمال ٿيل بيت به تڪا آهن. ان سلسلي ۾ باقائده بيت سمن جي دور ۾ مليا آهن(90). اڳاٽن بيت چوندڙ شاعر ۾ شيخ حماد جمالي، احمد ڀٽي، اسحاق آهنگر، قاضي قادن، مخدوم نوحؒ، شاهه عبدالڪريم بلڙي وارو شامل آهن. هنن کان پوءِ بيت جي باضابطه صورت شاهه عنايت رضوي، شاهه لطف الله قادري، ميين عيسيٰ وٽ ملي ٿي. شاهه عبداللطيف ڀٽائي فني ۽ فڪري طور تي بيت کي ڪماليت بخشي. اهڙي ريت سچل سرمست کان پهرئين سنڌس ڏاڏي خواجه صاحبڏني، روحل فقير، تمر فقير، مراد فقير، سيد بقا شاهه لڪياري ۽ ٻيــن اڻ ڳڻين شاعرن جي شاعري ۾ بيت ملي ٿو. انهي طرح سچل سرمست ۽ سنڌس ٻالڪن/طالبن ۽ همعصر شاعرن ۽ ان کان پوءِ جي سمورن شاعرن وٽ بيت عام جام ملي ٿو. سنڌ جي سمورن صوفي شاعرن توڙي سگهڙن پنهنجي اظهار لاءِ شاعري جي هن قالب کي اختيار ڪيو.

بيت بنيادي طور ٻن مصرعن يا ٻن تڪن جو ٿئي ٿو. جنهن جي ٻنهي مصرعن جي پڇاڙي هم قافيا ٿئي ٿي. بيت جي ان بنيادي قالب ۾ رد و بدل به ٿي. هڪ تبديلي سٽن جو واڌارو ۽ ٻي تبديلي سٽن ۾ قافين جي مٽا سٽا سان ٿيندي رهي، جنهن ڪري بيت جون هڪ ڪان وڌيڪ صورتون پيدا ٿيون، جن ۾ دوهو، سورٺو، دوهو سورٺو، سورٺو دوهو جا گهاڙيٽا وجود ۾ آيا. بيت جا هي سمورا نمونا اسان ڪـــي سچل سرمست کان اڳ جي شاعرن وٽ پڻ ملن ٿا. انهي طرح سچل سائين جي ڪلام ۾ پڻ اسان کي بيت جون اهي سموريون صورتون ملن ٿيون.

سچل جي سمورو سنڌي ڪلام لوڪ رومانوي داستانن تي ٻڌل آهي. جنهن ۾ اڪثر بيت ۽ ڪافي جون صنفون آيل آهن. اڪثر بيت ٻن سٽن جا آهن ڪجھ بيت پنجن، ڇهن سٽن يا ان کان وڌيڪ سٽن جا پڻ آهن. بيتن ۾ قافيو پهرئين ۽ آخري مصرع جي اڌ تي ۽ وچ وارين مصرعن جي پڇاڙي ۾ ڪم آندل آهي. معنوي خيال کان سچل بيت ۾ هڪ تسلسل پيدا ڪري نواڻ پيدا ڪئي آهي. هن لوڪ رومانوي داستانن تي تمثيلي بيت چيا آهن ته ان سان گڏ ڪن خاص عنوانن جهڙوڪ: ”روجهن“، ”ڪانگ“، ”پورب“، ”وحدت“ ۽ ”حقيقت“ بابت پڻ بيت چيا آهن. هن کان پهرين ڪنهن به شاعر ڪنهن عنوان هيٺ معنوي تسلسل سان بيت نه چيا آهن. هت اسين انهن بيتن بابت ويچار ونديندا اسين.

## وحدت نامون :

هن عنوان هيٺ طويل بيت چيل آهي، جيڪو 76 مصرعن تي مشتمل آهي ۽ سموريون سٽون پاڻ ۾ هم قافيه آهن، موضوع جي حوالي سان هن بيت ۾ وحدت ۽ ڪثرت، وحدت الوجود ۽ همه اوست جي وضاحت نهايت سهڻي انداز ۾ ملي ٿي. مطلب ته توحيد سان تعلق رکندڙ مڙني ڳالهين جا باريڪ نڪتا سولي نموني سلجهائي پيش ڪيا ويا آهن(91).

هن کان پهرين طويل بيت جي سٽاءُ جهڙي مشابهت رکندڙ ”ڪبت“ يا ”سنڌيون“ جو نمونو موجود هو، پر انهن ۾ شعري خصوصيتون موجود نه آهن. اهي فقط عام ماڻهن کي شرعي مسئلا سمجهائڻ لاءِ خاص لکيون ويون، تنهن ڪري انهن ۾ شعري خاصيتن، نازڪ مزاجي توڙي ٻولي جي حسناڪي طرف ڌيان نه ڏنو ويو؛ پر جڏهن ته سچل سرمست جي وحدت نامي ۾ ٻولي، خيال، توڙي اسلوب ۾ خوبصورتي ۽ رس چس موجود آهي. ان ڪري اسان سچل سرمست جي وحدت نامي کي اڳاٽن ”سنڌين“ کان هر حوالي سان بهتر سمجهون ٿا.

”وحدت نامو“ جون ڪجھ سٽون نموني طور ڏجن ٿيون، جن ۾ حقيقي عشق جي پروانن جي اپٽار ڪيل آهي :

محبت ۾ مخمور ٿيا ڪامل ڪوڏ ڪُسن
ڪُرڪن ڪنجهن ڪينڪي، چڙھ پار وهاڻ ۽ وڃن
رت منجهارُون پانهنجي، وضو وير ڪرن
اي ۽ نماز عشق جي، تهون پوءِ پڙهن
جي محبت وڏا ماهري سي ڪيئن مڙس مُڙن
سوريءَ اتي صابري، ڪيون چيچ چڙهن
تحتون ترِيءَ تي رکيون صادق سر ڏين
ڪن سر صدقي دوست تون، ٻيا ٻھ ڪين پُڇن
نينهن نهوڙيا نڪٽيان، جنهن پر ڪاپڙين

(انصاري، ص54)

## مرغ نامون:

هن ۾ ڪانگ کي مرڪزي ڪردار بڻائي ساڻس قرب ڪچهريون ڪيون ويون آهن. جڏهن دلبر دور هجي ۽ عاشق مجبور هجي ته پوءِ ”ڪانگ“ ئي اهڙي درد جي دوا ڇاتو ويندو هو. عشق ۽ پرينءَ جي پردي داري لاءِ ماٺهن بدران ڪانگ ئي ڪارائتو ۽ مخفي پيامي ٿيندو آهي. هو نه فقط عاشق جا پيغام پرينءَ ڏانهن کڻي ويجي ٿو، بلڪ عجيبن جا احوال به آڻي ڏي ٿو. انهن ڳالهين جي اپٽار ”مرغ نامي“ ۾ موجود آهي.

”مرغ نامو“ مختلف بيتن تي مشتمل آهي، ان سان گڏ ڪافيون به چيون ويون آهن جن ۾ پڻ ساڳيو مفهوم سمايل آهي.

ڪانگ جڏهن قريبن جو پيغام کڻي واپس موٽي ٿو ته ان بابت سچل چئي ٿو :

- پني ۾ پيغام، ڪي لکي مڪا سڄڻين،
  سي نه سمجهن عام، جي آهن منجهه اشارتان.
- ڪي جو لکيائون پني منجهه پريت جو
  اُهو پسي آئون، بيخود ٿيڙس سرتيون (انصاري، ص379)

## روجهن بابت:

روجھ ڳئون جهڙو هڪ جابلو جانور آهي، جيڪا پاڻي جي ڳولا ۾ منڊائتي مينهن جي اوسيئڙي ۾ هوندي آهي. سچل سائين روجھ جي فطرت ظاهر ڪندي پنهنجي اندر جي اُڃ ۽ اوسيئڙي جو ذڪر ڪري ٿو:

آسروند آهين، روجهون راٺيون رڻ ۾،
اُپيون پيون اُپ ڏي، ٿيو وائڙيون واجهائين،
رڙيون ڪيو رڻ ۾، ٿيون بوندون برسائين،
تنهن ڪنڌ ٿيون ڪاهين، جنهن ڪنڌ وسن مينهڙا.

(انصاري، ص428)

روجهه پاڻي جي متلاشي آهي، جنهن لاءِ هو هڪ ڪان ٻئي هنڌ به پهچي ٿي ته زاروزار روئي به ٿي، ته وري گجگوڙ تي نهي هڪ هنڌ گڏ به ٿين ٿيون. روجهه مادي ضرورت پوري ڪري ٿي، پر هنن بيتن ۾ اهو روحاني نقطو سمايل آهي ته طالب به جڻ روجهه آهي، جيڪو مينهن وسڻ يعني مالڪ جي راضي ٿيڻ تائين اجايل آهي، هن ڪي بيقراري آهي، اندر ۾ اوسيئڙو آهي، سڪ آهي ته طالب ۽ مطلوب هڪ ٿين، اهڙو اظهار سچل سرمست هنن بيتن ۾ ڪري ٿو :

رڻ چڙهي روجهان، ويون وري ڪَٽُ ڪري،
سبز سيٽيون آئون ساوڙيون، سيڪا چاڪ چري،
پُري آئيون پيئي تي، پهاڙون پري،
وَين ڏولائي ڏينهڙا، سيڪا پلُ پري،
"سچو" مون نه سري، ريءَ ميلائي سڄڻين.

(انصاري، ص429)

"منداتا مونيا" روجهون چون روئي،
"قسمت قيد الماء" ڪي ڪون جهلي ڪوئي،
"سائين سگهوئي ڪندو وس ولهن تي"

(انصاري، ص431)

## پورب بابت :

"پورب" معنيٰ اوير سنڌ ۾ پورب پاسي (ڀارت ۾ ڪانپور کان بهار تائين) کان هندو فقير ايندا رهيا آهن، جن مان ڪي سنڌ مان ٿي هنگلاج جو تيرٿ پيٽڻ ويندا هئا. شاهه لطيف به انهن هندو فقيرن جو ذڪر ڪيو آهي. سچل سرمست به هندو فقيرن بابت بيت چيا آهن، جن کي "پورب جا بيت" چيو ويو آهي(92).

هنن بيتن ۾ انهن هندو فقيرن جي سفر جو بيان، انهن جا مختلف نالا ۽ انهن جا مرتبا بيان ڪيا ويا آهن، نموني طور "پورب" جا ڪجهه بيت ڏجن ٿا :

- گنگا ڪانءُ گذر، آهه ڪنين ڪاپڙين جو،
  ڪڏهن لوڪ نه لڙيا، سدا تن سفر،
  آهي نام مشر، انهن اڏوتين جو.

- ويا لاهوتي لال، لورا ڪري لوءِ مـــون،
ڳالهه نہ ڳرهڻ جهڙي، مگر منهن مشعـال،
هيَ هيَ ههڙي حال، ساريون سي سڏ مران.
(انصاري، ص341-337)

## وحدت بابت:

هن عنوان هيٺ همہ اوست، وحدت الوجود جي فلسفي جي اپٽار ٿيل آهي ۽ ان کان سواءِ اهو پڻ سمجهايو ويو آهي تہ نبي ڪريم حضرت محمد ﷺ جن جي پيروي کان سواءِ طالب پنهنجي اعليٰ ارفع مقصد نٿو ماڻي سگهي.

"وحدت" مان چوند بيت هت پيش ڪجن ٿا :

- هي نہ واٽ هٺاءِ جي، آهي نڪا تقليد،
تحقيقاً توحيد، آهي راه رسول جي.

- ڄاڻ نہ تفاوت، عبـــد ۽ الله جـــــو،
هو آهي امرت، هي پيي ڏور نہ ان ڪڻن.

(انصاري، ص61-59)

## حقيقت بابت:

هن عنوان هيٺ چيل ڪلام ۾ سالڪ ڪي سلوڪ جي راهہ سمجهائي وئي آهي، تصوف جي منزل "حقيقت" جو حال اوريو آهي تہ سچو سالڪ جنهن کي عشق عليل ڪيو آهي، اهو هن مستي جي درياءُ ۾ ڪڏي ٿو پوي ۽ ڪيتريون ئي سختيون سهي ٿو. اهڙي ئي عاشق کي اڻڄاڻ لوڪ چريو ڪوٺي ٿو، پر اهو چريو ئي منزل مقصود تي پهچي ٿو، حق جي حقيقت کي پسي ٿو. سچل سرمست هنن بيتن ۾ اهڙو اظهار ڪيو آهي:

- "سچو" سارو سچ ٿيو، منجهان ڪثرت ڪُـل،
الف مون آدم ٿيو، ڪري هنگامون هُـــل،
هندو مؤمـن سو ٿيو، پول نہ ٻئي ڪنهن پُل،
"خلق الاشياء فهو عينها" اِهو آڻ عمـــــل،
ٿج گلابي گل، مرمـــار نِئي منصور جـــان.

(انصاري، ص9-8-87)

## مسلسل بيت :

سچل سرمست "هدايت" عنوان هيٺ ڪجهه مسلسل بيت چيا آهن، جن ڪي سٽاءُ جي ترتيب ڪان ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي "مسلسل بيت" ۽ مضمون جي لحاظ ڪان "هدايت" سڏي ٿو(93). ڇاڪاڻ جو هنن بيتن ۾ سالڪ ڪي سلوڪ جي راهه جون هدايتون ڏنيون ويون آهن ۽ اهو پڻ سمجهايو ويو آهي ته جيڪي هن راهه جون حقيقتون نٿا سمجهن اهي سياڻ گهٽو پڇتائيندا ۽ جن هت سڃاتو سي هُت به سَرها ٿيندا. "هدايت" جو نمونو هت پيش ڪجي ٿو :

- رمزان سي هاديءَ جون ميان، جيڪي چيائون مون ڪي سي سلڻ ناهن، هوءِ هوءِ - ڏريون آهن دل تي

1. ڳالهيون ڪري ڳُجهه جون، تا صاحب سمجهائين،
"لاالٰه" ڪون اڳنان تا هادي هلائين،
سمجهڻ "سمع بصر" جو تا فائق فرمائين.

2. هادي حقيقت جي، يار موڻي هيئن چيو،
آقا آهي هيءَ ادا آهي ڪونه پيو،
جي ئي لنگهيا سَبَ ڪون، يار مقصد تن ٿيو،
سائين ساڳيو سو اتو، جو وجودؤن ويو.
(انصاري، ص434)

سنڌي بيت ۾ قافين جي مٺا سنا سان ان جون مختلف صورتون جوڙيون ويون آهن، جن ۾ دوهو، سورٺو، دوهو سورٺو، ۽ سورٺو دوهو شامل آهن. سچل سائين جي ڪلام ۾ اسان ڪي سورٺي دوهي ڪان سواءِ بيت جي اهي جدا جدا قالب ملن ٿا. روجهن وارا بيت، پورب جا بيت، وحدت جا بيت ۽ حقيقت جا بيت اڪثر دوهي ۽ سورٺي جي سٽاءُ ۾ چيل آهن. سمورن رسالن ۾ سچل جا دوها، سورٺا ۽ دوها سورٺا جدا نه لکيا ويا آهن.

## دوهـو:

دوهو هندي شاعري جو هڪ مقبول قسم آهي، جيڪو ٻن سٽن تي مشتمل هوندو آهي ۽ جنهن جي ٻنهي سٽن جي آخر ۾ قافيو اچي ٿو. سنڌي ۾ ڪيترن شاعرن دوها چيا آهن. سچل سرمست به دوهو چيو آهي. دوهو هندي ڇند وديا تي چيا ويندا آهن؛ جنهن موجب هن جون ماترائون تيرهن ۽ يارهن يعني ڪل ائيتاليهه ماترائون ٿين ٿيون. سچل جي دور تائين شاعري لاءِ ڇند جو استعمال عام نه هو. پر سرمست سائين جي دوهن ۾ ڇند جون صورتون ملن ٿيون؛ پر اهي مڪمل نه آهن يعني هيٺ ايندڙ سچل جي دوهن جون ماترائون تيرهن ۽ يارهن ته نه آهن پر ان ۾ هڪ

ٻن ماترائن جي ڪوٽ آهي. پر جيئن تہ سنڌي ڪلاسيڪي شاعري ۾ چند جون هي ابتدائي صورتون آهن، تنهن ڪري اها سچل جي شاعريءَ جي خوبي چئبي جو هن پنهنجي شاعري ۾ چند جو استعمال ڪيو آهي.
"وحدت" مان دوهي جا مثال هيٺ ڏجن ٿا. :

- هي تان مور نہ ويٺو، ڇڙو ويجي ڪاڏي؟
"هوءَ" "هيءَ" هڪ ڪري، مورڪ ڇڏ مـاڏي.

- قدر هدايت جو، آهي ۾ ضلالت،
جي ضلالت نہ هئي، تا ڪا ٿي هدايت.

(انصاري، ص76-62)

## مسلسل دوها:

سچل سائين ان سان گڏ دوهي ۾ هڪ نئون تجربو پڻ ڪيو آهي. هن پهريون ڀيرو "مسلسل دوها" چيا آهن. هر دوهي جو قافيو جدا آهي. پر مضمون ۾ تسلسل آهي. هنن دوهن جي شروعات ۾ هڪ منظوم مصرع آهي. جنهن کي مسلسل دوهن جو عنوان سمجهجي ٿو. ڇاڪاڻ تہ هن مصرع جو قافيہ جي لحاظ کان ٻين دوهن سان ڪو تعلق ناهي پر دوهن جو مضمون هن مصرع ۾ بيان ڪيل آهي.
"مسلسل دوها" جو پهريون ۽ آخري مثال سچل سرمست جي ئي ڪلام ۾ اسان کي ملي ٿو. هنن بيتن کي "مسلسل دوها" جو نالو ان ڪري ڏنو ويو آهي، جو هي بيت "دوهي" جي سٽاءِ ۾ چيل آهي. هن کي ڪافي جو هڪ قسم بہ چئي سگهجي ٿو، ڇاڪاڻ جو ڪافي وانگر هي نظم ڳائي سگهجي ٿو(94). مسلسل دوهي جو نمونو هت ڏجي ٿو :

شي آهيان ڪاڪيون ڪهڙي جا سمجهي نہ ڄاڻان!

1. بـــعضي ڀايـــان پُتلي يا آهيان گڏيءَ ڏور،
يا گوءِ آهيان هٿ يار جي، يا وانگيءَ وانگر زور.

2. يـــا تا محل آهيان، جنهن ۾ شهنشاهہ،
پوليـــون ڪري ڪيتريون، ٿو در نئون داناهہ.

3. ڳالهہ "سچوءَ" تا سمجهي، ڪون هاديءَ اهائي،
تا غير خدا جو ناهيين، آهين صاحب سدائـي.
(انصاري، ص433)

سچل جي سرائڪي ڪلام ۾ پڻ اسان کي اهڙو مثال ملي ٿو. سرائڪي رسالي ۾ ان مثان "پنهنجي متعلق" لکيو ويو آهي. هي ٻن ٻن سٽن جا بند آهن جيڪي دوهي جي فارم ۾ آهن. آخري هڪ بند ٽن ٽن سٽن جو آهي جنهن کي سرائڪي ڏوهيڙو چئي سگهجي ٿو. هنن دوهن جو قافيو جدا جدا آهي پر موضوع جي خيال سان منجهن تسلسل آهي.

ڏاڏا جان محمد حافظ، وچ درازين ديرا،
دست تهين دے اصلون آها، سارا مقصد ميرا.

هادی مهدی مرشد مئڏا، قادريه ھے ڪامل،
عارف عبدالحق بهر دم، نال مريدان شامل.

شاه عبيدالله اساڏا، خواجه پيران پـيران،
آل نبی اولاد علی، ھے حضرت ميران ميران.

ڏاڏا اُس دا غوث الاعظم، مرشد ڪل اولياوان،
قدم مبارڪ هويا تحقق، گردن سڀ سرتاجان.

(راڻيپوري، ص، 320)

## سورٺو :

هن ۾ ٻه مصرعون ٽين ٽيون ۽ هر مصرع جا ٻه فقرا آهن. قافيو ٻنهي مصرعن جي وچ تي اچي ٿو. وزن ساڳيو دوهي وارو اٿس. سچل جي هنن سورٺن ۾ چند جو نمونو موجود آهي. سچل سائين جي سورٺي جا مثال هن ريت آهن :

هڪ سفر ساعت، ٻيو سفر سال جو،
ڦريون تا راحت، پويون تا پوءِ رهيو.

ڄاڻ نہ تفاوت، عبد ۽ الله جو،
هو آهي امرت، هي پيو ڏور نہ ان ڪئن.

(انصاري، ص59)

## دوهو سورٺو :

هن جي پهرئين مصرع دوهي جي آهي ۽ ٻي مصرع سورٺي جيان ٿئي ٿي. يعني قافيو پهرئين مصرع جي پڇاڙ ۽ ٻي مصرع جي اڌ تي اچي ٿو. سچل سائين جي ڪلام ۾ دوهي سورٺي وارو سٽاءُ پڻ ملي ٿو.

وڃي ڪيچ وٽن ۾ ٿئي ڪـــوهيارل قرار،
يا ڪٿي مئيءَ ڪي مار يا پرين ني تون پاڻ سان.

وڃي ڪيچ وٽن ۾ ٿئين سانول سُک،
هيءَ ڏکوئي ڏک وجهي گوندر ۾ وئين.
(انصاري، ص5-174)

سنڌي ڪلاسيڪل شاعرن بيت جي گهاڙيٽن ڏانهن ته توجهه ڏنو آهي پر ڇند ڏانهن پورو ڌيان نه ڏنو اٿن. ڇاڪاڻ ته ڏسجي ٿو ته هنن جي آڏو شاعري فن جي پورائي نه هئي بلڪ هو اعليٰ ۽ هميشه زنده رهندڙ شعر وانگر هنن جي سامهون شاعري خيال جو خوبصورت اظهار هو. تنهن ڪري شعر جو وزن ڪڏهن به هنن لاءِ ايترو خاص نه رهيو، جيترو خيال جو اظهار اهميت رکندڙ هو ۽ اسان ڏسون ٿا ته اڄ به سوين سال گذري وڃڻ باوجود اهي سٽون پنهنجي نازک خيالي، خوبصورتي ۽ احساسن جي حسنائيت سبب زنده آهن.

## ڏوهيڙا:

ڏوهيڙوسرائڪي شاعري ۾ ڇيو ويندو آهي. فني سٽاءُ جي لحاظ کان ڏوهيڙو اهڙي بيت کي چئجي ٿو، جنهن جي هر سٽ جي آخر ۾ قافيو اچي. دوهي جي به هر مصرع جي آخر ۾ قافيو ايندو آهي. لفظ "ڏوهيڙو" ۾ "ٻنو دوهو" جو مفهوم سمايل آهي جيئن ته سرائڪي بيت ٻن دوهن تي مشتمل ٿئي ٿو. انهي ڪري سرائڪي ۾ انهي کي "ڏوهيڙا" سڏيو ويو آهي(95).

سچل سرمست پنهنجي سرائڪي ڪلام ۾ ڏوهيڙا، ڪافي ۽ سه حرفي چئي آهي. عام طور تي ڏوهيڙو چئن سٽن يا ٽن سٽن جو ٿئي ٿو. سچل سرمست سرائڪي ۾ ڏوهيڙو ٽن، چئن، پنجن ۽ ڇهن مصرعن جو به ڇيو آهي. هت سندس هڪ ٽن ۽ هڪ ڇهن مصرعن وارو ڏوهيڙو نموني طور پيش ڪجي ٿو.

دلبر زلفان زو رسيه کون وه ڇڙکا ڇڙيندين،
عاشق اٿ ڦســاون آپي، زره ڪوئي نه مڙيندين،
جنهن دا لکيا جيوين، آها "سچل" تيوين لڙيندين.

ڪيئي وچ وظائف ره گئـــي، ڪيئي وچ نفلاتـــي،
ڪتي وچ زهد عبادت، ڪتي ٿيئي دعواتـي،
ڪتي خوش ٿيوين وچ گوشي، ڪتي وچ رجعاتي،
ڪتي خوش مسيتيسين ڪتي وچ ڪراماتـــي،
ڪتي ڪشف قبور دي وچ خوش، ڪتي وچ درجـاتي،
"سچــل" لکان وچون ڪردار ڪوئي، عشق والي اثباتي.

(راٽيپوري ص21-220)

سچل سرمست جي سنڌي ڪلام ۾ پڻ اهڙي قسم جا بيت ملن ٿا. جن کي ڏوهيڙو چئي سگهجي ٿو. سچل کان پهرئين عثمـــــان احساني ۽ ميين شاهه لطف الله قادري جا اهڙي سٽاءُ وارا سنڌي بيت ملن ٿا جن جي سمورن مصرعن جي پڇاڙ ۾ قافيو آندو ويو آهي.

هت سرمست سائين جو هڪ سنڌي ڏوهيڙو نموني طور پيش ڪجي ٿو .

ٽوڙ رواج ۽ رسمون ساريون، مرد ٿين مردانو،
پاڻ بيگانو مول نہ ڄاڻين، آهين يار يگانـــــو،
”و نفخت فيہ من روحي“ بلڪل ڇڏ بهانـــــو،
وهم ”سچل“ ڪڍ پانهپ وارو، شملو ٻڌ شهانو.
(قاضي، ص286)

## جهولڻو:

هن انوکي صنف کي سنڌي ۾ سچل سرمست متعارف ڪرايو آهي. هن کان اڳ سنڌي ۾ ٻئي ڪنهن بہ شاعر جهولڻي تي طبع آزمائي نہ ڪئي آهي. سچل جي زماني ۾ عروضي شاعري عام ٿيڻ لڳي هئي ۽ شاعرن نظمن جي مختلف قسمن جهڙوڪ: مخمس، مسدس، مخنس ۽ مثمن وغيره تي طبع آزمائي ڪئي. مگـــــر سچل سرمست عروضي شاعريءَ بدران ان جي زمين ۾ سنڌي شاعري ڪئي ۽ جهولڻي جهڙي منفرد صنف کي جنم ڏنو.

جهولڻو ڏکڻ ايشيا جي ”تامل“ زبان جي شاعري جي صنف آهي. تامل زبان ۾ هن کي ”اوشل“ چيو ويجي ٿو، جنهن جي معنيٰ آهي ”جهولڻو“. دراصل هن صنف جو تعلق تامل ٻولي واري علائقي جي رهڻي ڪهڻي سان آهي. اتي سيني ذاتين ۾ رواج آهي تہ شادي رات جي بدران ڏينهن ۾ ٿيندي آهي. انهي موقعي تي هڪ پينگهو تيار ڪيو ويندو آهي جنهن ۾ گهوٽ ۽ ڪنوار لڏندا آهن. ان موقعي تي جيڪي گيت ڳايا ويندا آهن، انهن کي ”اوشل“ چيو ويندو آهي. دڪن جي شاعرن انهي رسم مطابق پنهنجي اردو ۾ اهڙي قسم جا گيت لکڻ شروع ڪيا، جنهن کي هنن پنهنجي ٻولي جي لحاظ کان ”جهولڻو“ چيو(96). اهڙي ريت جهولڻو دکن کان ڦرندو سنڌ ۾ پهتو ۽ سچل سرمست سڀ کان پهرين ”جهولڻو“ چيو ۽ ان کان پوءِ هن ئي دور ۾ روحل فقير پنهنجي هندي ڪلام ۾ جهولڻو تي پڻ طبع آزمائي ڪئي آهي.

سچل سرمست ۽ روحل فقير جي ”جهولڻي“ بابت ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي لکي ٿو:

”.......فني سٽاءُ جي لحاظ کان روحل فقير جي هندي جهولڻي ۽ سچل سرمست جي جهولڻي ۾ فرق آهي. روحل فقير جي هندي جهولڻي ۾ اڪثر چار سٽون ٽين ٽيون ۽ هر سٽ جو وزن عام بيت جي وزن کان وڏو ۽ اينگهه وارو ٿئي ٿو. سچل سرمست جي جهولڻي جو هر بند گهٽ ڪري اٺن سٽن جو ٿئي ٿو ۽ نائين سٽ وراڻي جي اچي ٿي“(97).

جهولڻو موضوعاتي طور شادي جي موقعي تي خوشي جو اظهار ٿئي ٿو. پر سچل سائين پنهنجي جهولڻي ۾ سسئي جا ورلاپ آندا. سٽاءُ جي خيال کان هي ڪافيءَ جي ويجهو محسوس ٿئي ٿو. هن جي پنجاهه بندن مان اڪثر بند اٺن سٽن جا ته ڪجهه ستن سٽن جا ۽ هڪ هڪ بند نون ۽ ڏهن سٽن جو آهي. هر بند جو قافيو جدا آهي. هر بند کان پوءِ وراڻي اچي ٿي جيڪي سموريون پاڻ ۾ هم قافيا آهن.

جهولڻي جو نمونو هت پيش ڪجي ٿو :

سر ٽيون سڀ ٽيس صلاحـــــي،
هو تا راهه وئي پيا راهـــــي،
چو ٿئين ڪڏ تنين جي ڪاهـــي؟
ڏونگر ڪيم ڏسائج، ڏاهـــــي!
حَبَ ۾ ڪونه ڪنڌئي همراهـــي،
تڏهن چپ ڪرڻ تو چاهـــــي،
پر هو اهڙو امر الاهـــــي،
پيا سڀ ويهه تون وهم وســاري.



آيـــل آڻ ملهـــــي جا آهـي،
سا ڪيئن سگ سڄڻ سان ساهي،
پيو تا ناهه ته هرگز ناهـــــي،
ڏاڍن ساڻ شريڪت ناهـــــي،
جا پئي سڀ لاڳاپا لاهـــــي،
چپر چوهه اڳيانئس چا هـــــي،
ڪيچن ڪڏ اها مر ڪاهـــــي،
ڪٺندي گام ته پڇندي ڪاهـــــي،
محض انهي ڪي مير نه مـــــاري. (انصاري، ص52)

## گھڙولي

سچل جي ڪلام ۾ گھڙولي جھڙي هڪ منفرد صنف ملي ٿي. هن تي مضمون جي خيال کان "گھڙولي" نالو رکيو ويو. سٽاءَ جي لحاظ سان هي گھڙولي ننڍين ننڍين بند تي مشتمل آهي، هر بند ۾ ٽي سٽون ۽ هڪ وراڻي "مين تہ گھڙولي پرندي هان" آهي. بند جون پھريون ٻہ سٽون هم قافيہ ۽ سمورن بندن جي ٽي سٽ پاڻ ۾ هم قافيہ آهن. جڏهن تہ هر بند جي پھرين ٻن سٽن جو قافيو جدا جدا آهي.

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، گھڙولي جي مضمون بابت لکي ٿو:

"هن دور ۾ عورت جي زباني محبوب جي خدمت جو جذبو ظاهر ڪيل هوندو آهي ۽ آزي ۽ نيازي ڏيکاريل هوندي آهي. هن صنف ۾ خدمت جي اظهار لاءِ وراڻي ۾ "گھڙولي پرڻ" جو لفظ ضرور ايندا آهن. انهي ڪري هن صنف تي گھڙولي نالو پيو". (98)

سچل سرمست کان پھرئين گھڙولي جو مثال نہ ٿو ملي. هن سلسلي ۾ پھريون تجربو سرمست سائين ڪيو آهي. نموني طور گھڙولي جا چند بند ڏنا وڃن ٿا(99).

پير پيرا سائين حضرت ميران، نام ڳڏي جنهن دي ٽٽن زنجيران
ڪامل مرشد ڪرندا هان، مئن تان گھڙولي پرندي هان

نوح نبي دي ٻيڙي آئي، جنهن وچ حضرت محبوب الاهي
صدق ٻيڙي تي چڙهندي ها، مئن تان گھڙولي پرندي هان

حسن حسين علي دا ڄايا، بار امت دا سر تي چايا
ٻانهي شاهہ حيدر دي هان، مئن تان گھڙولي پرندي هان
سچل سارا نور الاهي، حضرت پير دي هي همراهي
هر دم رب رب ڪرندي هان، مئن تان گھڙولي پرندي هان

## مرثيو:

مرثيو عربي شاعري جي صنف آهي، جنهن ۾ مري وڃڻ واري تي ڏک جو اظهار ڪيو وڃي ٿو. عرب ۾ جاهليت واري دور ۾ مرثيو وڏو عروج حاصل ڪري چڪو هو. ان دور ۾ حضرت محمدﷺ جن جي ڏاڏي عبدالمطلب ۽ ٻين ڪيترن شاعرن مرثيا چيا (100). اهڙي ريت هي فن عرب ۾ ڪمال حاصل ڪري ايران پهتو. ايران جو بادشاهہ شاهہ طهماسپ صفوي شاعرن کان فرمائش تي مرثيا لکرائيندو هو. جنهن کان پوءِ هي فن برصغير ۾ پهتو. سنڌي، اردو، ملتاني ۽ ٻين زبانن ۾ مرثيا

چيا ويا (101). سنڌي ۾ مرثيو ابتدائي صورت ۾ بيتن جي صورت ۾ چيو ويو احسان فقير لانگاھ ۽ شاھ عبداللطيف ڀٽائي جي سر ڪيڏاري جا بيت ان جا ابتدائي اهڃاڻ آهن.

مرثيو شاعري جي ڪا صنف نہ آهي بلڪ هي موضوع آهي جنهن ۾ مري وڃڻ واري جون خوبيون بيان ڪري روئو ويندو آهي، پر هن وقت عام اصطلاح ۾ مرثيو ان نظم کي چئجي ٿو. جنهن ۾ ڪربلا جو دلسوز واقعو بيان ڪيو وڃي. سنڌي ۾ بيتن جي صورت ۾ هي واقعو تہ مليو آهي پر باقائده مرثيو شروعات ۾ سچل سرمست چيو، جنهن کان پوءِ سيد ثابت علي شاھ هن فن کي عروج تي پهچايو.

سچل سرمست جا اسان کي ٻہ مرثيا ملن ٿا جيڪي ڪنهن بہ ڇاپي رسالي ۾ موجود ناهن. البت اهي تاجر هريسنگهہ ڪتب سکر واري طرفان 1900ع ۾ ڇپيل "بياض سنڌي مرثيا" ۾ شايع ٿيل آهن. جن ۾ هڪ مرثيو 104 بندن تي مشتمل آهي. سچل جي مرثيي متعلق محمد علي حداد "خيرپور رياست جي شاعرن جي مرثيا گوئي" ۾ لکي ٿو:

"ٻهرئين مرثيہ نگار هجڻ باوجود سچل سرمست جا مرثيا گوناگون خوبين سان ٽمٽار آهن سلاست ۽ محاورات جي ميلاپ سان مزيع ٿيل رنگين بياني سان گڏوگڏ سندس مرثيا جذبات نگاري ۽ واقع نگاري سان بہ سهڻي نموني سينگاريل آهن" (102)

سچل سائين جي مرثئي جا ڪجھ بند نموني طور پيش ڪجن ٿا(103):

ٿيا شروع نوبت نغارا، موت جو مارو وڄن،
دف، دهل ڏو ڏو ڏمان ڪنڪ چاڙهيا ڪافرن،
فوج فوجان فاسقن جون چوڏس چوڌاري چڙهن،
هيئن اچي جبريلؑ چيو ڪر جنگ جاري يا حسين.

تير ۽ تيغون ڪتيون جنگ جي جيءَ جان ۾،
ٻرڇيون نيزا نرالا سي هڻن سلطان ۾،
بحر رت جا پلئجي پيا هيا، انهيءَ ايوان ۾،
هاء هئي هئي ٿي اتي قيامت قراري يا حسين.
ڳالھ اڳيان آھ ڳوري واقعو آهي وڏو،
سو چوڻ واجب نہ آھ تو ٿئي جيئڙو جڏو،
ڪافرن هٽ پنهنجي ڪيو ڏوند دنيا جو هڏو،
پاڻ ڏي پرور اوهان کي ڪوٽ ڪاري يا حسين.

## سہ حرفي / ٽيهہ اکري

سہ حرفي ان نظم کي چئجي ٿو جنهن جي هر مصرع يا بند ترتيب وار الف-ب جي اکرن سان شروع ٿئي. ان ڪري هن کي سہ حرفي يا ٽيهہ اکري بہ چيو ويو آهي.

سہ حرفي / ٽيهہ اکري جي سنڌي ۾ شروعات ڪلهوڙا دور کان يا ٿورو اڳ ڏسجي ٿي، ڇــاڪاڻ تہ شاهہ لطيف جي ڪن آڳاٽن قلمي نسخن ۾ ٽيهہ اکريون شامل آهن جيڪي شاهہ لطيف جون تہ نہ آهن پر گمان غالب آهي تہ هي نظم ان دور ۾ لکجي رهيو هو. اسان کي ان دور جي هڪ ٻئي شاعر ۽ شاهہ لطيف جي وڏي معاصر ميين عيسيٰ جي مڪمل ٽيهہ اکري ملي ٿي. سچل سرمست جي سامهون پاڻ کان اڳ جون ٽيهہ اکريون/ سہ حرفيون موجود هيون. سرائڪي ۾ بہ سہ حرفيون چيون ويون آهن.

فني سٽاءُ کان هي نظم عربي جي اٺاويهہ اکرن ا، ب، ت، ث، ج، ح، خ، د، ذ، ر، ز، س، ش، ص، ض، ط، ظ، ع، غ، ف، ق، ڪ، ل، م، ن، و، ه، ي بعد ۾ ان ۾ ”ء“ ۽ ”لا“ جو اضافو ڪري ٽيهہ اکر(104) مقرر ڪيا ويا جن تي ٽيهہ اکري چئي وئي. هن جي ڪا هڪڙي سٽاء مقرر ٿيل نہ ٿي ڏسجي ڪن سہ حرفين ۾ مسدس، مخمس تہ ڪن ۾ بيت جو فارم ڪم آندل آهي. اکرن جي تعداد جي حوالي سان ڪي سہ حرفيون پوريون ٽيهن بندن تي مشتمل آهن تہ ڪي گهٽ اکرن تي ڇيل آهن پر انهن کي بہ سہ حرفي/ٽيهہ اکري چيو وڃي ٿو.

سچل سرمست جي ڪلام ۾ ملندڙ صنفن ۾ سرائڪي ۾ سہ حرفيون ۽ سنڌي ۾ بہ ٽيهہ اکريون مليون آهن. سنڌي وارين ٽيهہ اکرين متعلق ڪجهہ شڪ شبها پڻ موجود آهن ان ڏس ۾ ڊاڪٽر نواز علي شوق لکي ٿو:

> ”هيمــراج ۽ در محمد واري سچــل سرمست جي رسالي ۾ جيڪي بہ سنڌي زبان ۾ ڇيل سہ حرفيون درج آهن، تن لاء يقين سان چئي نہ ٿو سگهجي تہ اهي سچل سرمست جون ڇيل آهن، هڪ تہ انهن ۾ سچــل سائين جو تخلص موجود ناهي ٻيو تہ ٻولي ۽ فني سٽاءُ موجب اهي سچل جون معلوم نہ ٿيسون ٿين “ (105)

ان شڪ جي باوجود ڪن سچل شناسن سامهون سچل جون سنڌي ۾ سہ حرفيون ڇيل سمجهيون وڃن ٿيون.

سچل سرمست پنهنجي بيت ۽ ڪافي جي گهاڙيٽن ۾ وڏي ردوبدل آڻي ان کي وسيع ڪيو. اهڙي ريت هن سہ حرفي/ٽيهہ اکري جي مروج گهاڙيٽن ۾ اضافا ڪري نيون صورتون پيدا ڪيون. هن جي سہ حرفين ۾ مثلث، مسدس، مخمس، مربع ۽ هڪ سٽ وارو فارم ملي ٿو. هت سرمست سائين جي سہ حرفين جو مختصر مطالعو ڪنداسين.

سچل سائين جي سي حرفين ۾ ائين ته ڪيترائي گهاڙيٽا ملن ٿا. سندس ٽيهن بندن واريون سه حرفيون "احد احمد دي وچ نهين تفاوت ڪوئي" ۽ "اندر ٻاهر تون هين وسندا والي..."، اٺاويهه بندن واري "آءُ ميڏي دل چاهء نيتئي، جي جاءِ نهين هاء هاء ميان" واريون سي حرفيون مثلث جي فارم ۾ آهن: هنن ۾ ڪٿي ڪٿي قافيي کان پوءِ رديف به آيل آهي. هـــر بـــــند جون ٽنئي پاڻ ۾ هم قافيه آهن ۽ هر بند جا قافيا ۽ رديف جدا جدا آهن. "اندر ٻاهر تون هين...." سي حرفي جو آخري ڇهن بند هم قافيه سٽن جو بند آهي. جنهن کي مسدس جي صورت چئي سگهجي ٿو. اهڙي ريت "اهوحال ڏيکين في الحال....." سي حرفي جو پهريون بند پنجن سٽن يعني مخمس ۽ آخري بند مسدس جڏهن باقي وچ وارا بند مثلث جي سٽاءُ ۾ چيل آهن.

سچل سائين جي سي حرفين ۾ مثلث، مخمس، مسدس کان سواءِ هي سه حرفيون "آب اواگهه ڪون واءُ لڳي انهين واءُ....." ۽ "آڳ لڳي عشق والي......." اٺاويهه اکرين تي مشتمل آهن. هن جو هر بند ٻن سٽن جو آهي جڻ دوهي جو فارم استعمال ڪيو ويو آهي. هر بند جا پنهنجا قافيا ۽ رديف آهن.

"الف – اصل درياء عشق دي........" هن سه حرفي جو سٽاءُ بنهه منفرد آهي. هن جي هر چئن سٽن جي بند جي هر مصرع الف-ب جي هڪ حرف سان شروع ٿئي ٿي. هر بند جون ٽي سٽون پاڻ ۾ هم قافيا آهن جڏهن ته چوٿين سٽ انهن سان هم قافيا به ناهي ۽ ٻين سٽن جي لحاظ کان ننڍي به آهي جڻ اها وراڻي هجي. سٽاءُ جي حوالي کان هي سه حرفي چوٽئي ڪافي جي پيران محسوس ٿئي ٿي.

سرمست سائين سه حرفي ۾ اجان به وڌيڪ تجربا ڪيا آهن ڏهن اکرن واري هڪ مختصر سي حرفي "الف-اصل تان ب-ت...." سٽاءُ کان انوکو انداز رکي ٿي. هن ۾ هر حرف سان هڪ مصرع آندل آهي. سموري سه حرفي ۾ الف-ب جا ٻاويهه اکر آندل آهن. جڏهن ته پهرئين مصرع کان سواءِ باقي نو (9) مصرعون حرف سان شروع نه ٿيون ٿين. سموري سه حرفي بيت جي صورت ۾ آهي".

سچل جي سه حرفين ۾ هڪ ٻيو به مثال اهڙو ملي ٿو جنهن ۾ حرف "ڪ" سان شروع ٿيندڙ بند هن طرح آهي.

"ڪــــ گوش نه ڏيون ڪم دنيا دين ..............."

هي به سچل جو فني تبديلين جو هڪ منفرد مثال ڏسجي ٿو.

سرمست سائين جتي سٽاءُ ۾ وسعت آندي آهي اتي قافين ۾ به نواڻ پيدا ڪئي آهي. هن جتي سه حرفي جي هر بند ۾ جدا جدا قافيو استعمال ڪيو آهي اتي سندس مربع جي فارم ۾ چيل هي سه حرفي "آءُ اڪڙين سيي سهٽيان......" جي "ط"، "ع"

۽ "ق" وارن بندن ۾ رديف کان پهريان قافيي ۾ مونث ۽ مذڪر ۾ /ڙ/تصغير جو استعمال بہ ڪيو آهي. اهڙا ٻيا بہ مثال سچل جي سہ حرفين ۾ ملن ٿا. اهڙي ريت "ف" واري بند ۾ رديف سان گڏ آوازي ٻٽو قافيو "هوءِ هوءِ"، "روءِ روءِ"، "ڏوءِ ڏوءِ"، "نوع نوع" بہ استعمال ڪيو آهي جيڪو سچل جي فني خصوصيت چئبي. ساڳي ريت مربع جي سٽاءُ ۾ سندس بہ سہ حرفيون ملن ٿيون.

(1) آگ لڳي عشق والي............... (2) الله ڪارڻ سڻ يار سهڻا..........

هن جي "ث" وارو بند مخمس جي سٽاءُ ۾ آهي، جيڪي ٻٽيهہ بندن تي مشتمل آهن. سنڌي ۾ سچل سائين جون بہ ٽيهہ اڪريون ملن ٿيون.

(1) "الف-آءُ جاني ڪر احساني......... " ٽيهن بندن تي مڪمل ٽيهہ اڪري آهي. هن جو هر بند بہ سٽو ۽ قافيي ۽ ڏگهي رديف وارو آهي.

آءُ جاني ڪر احساني محب مهرباني، گهوريان مڏيون مال، ساجن لهہ سنڀال،

ڪر ٻلائي ٻال جانب جيئڻ شال، تنهنجي ناهہ مجال ورنهہ ڏي وصال، ساجن لهہ سنڀال.

(2) الف- آءُ پيارا جانب جيءُ جيارا............ ٻن سٽن وارن اوڻٽيهن بندن تي مشتمل هي انوکي انداز واري ٽيهہ اڪري آهي. هن جي شروعاتي چوڏهن بندن جا پنهنجا قافيا ۽ رديف آهن، جڏهن تہ رديف "ض" کان قافيو ۽ رديف تبديل ٿي وڃي ٿو، جيڪي وري پاڻ ۾ هم قافيہ ۽ رديف آهن. هن ٽيهہ اڪري ۾ اندروني قافيي ۽ تجنيس حرفي جو خوب استعمال آهي.

## ڪافي

"ڪافي" سنڌي توڙي سرائڪي شاعري جي مقبول صنف آهي. جيڪا ڳائڻ سان تعلق رکي ٿي. عالمن جي خيال موجب هي هڪ راڳ جو نالو آهي جيڪو امير خسرو ايجاد ڪيو. سيد منظور نقوي ان سلسلي ۾ لکي ٿو:

"امير خسرو "هربيا ميل" ٺاٺ مان هڪ سمپورڻ راڳ ڪڍيو، جنهن جو نالو رکيائين "ڪافي". ڪافي هن ڪري سڏيائين جو هــن ۾ سڀ سر سڌا سنوان ٿي لڳا.سندس آروهي ۽ امروهي ۾ ست ئي سر اچي وڃن ٿا" (106).

اميرخسرو جي اردو شاعري جي گهاڙيٽن تي گفتگو ڪندي مخدوم طالب المولىٰ سنڌي ڪافي جي گهاڙيٽن ڪي ان جي ويجهو سمجهي ٿو(107) ساڳي وقت مولانا غلام محمد گرامي ڪافي جي متعلق مختلف راءِ ڪي رد ڪندي ان خيال جو آهي تہ "ڪافــي" هڪ ٺاٺ مان ورتل راڳ آهي جيڪو امير خسرو جي ايجاد آهي

(108). ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو پنهنجي اردو ڪتاب "ڪافيان" ۾ ڪافي ۽ موسقي جي حوالي سان گفتگو ڪئي آهي. هن جي راءِ آهي تہ "ڪافي هڪ ناٽ آهي ۽ هڪ راڳ بہ آهي"(109).

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پنهنجي ڪتاب "سنڌي موسيقي جي تاريخ" ۾ ڪافي جو موسيقي واري فطري لاڳاپي تي ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ کان پوءِ ان خيال تي بيٺل آهي تہ امير خسرو ڪافي جو مؤجود ناهي البت هن جي دور ۾ ڪافي جي ڳائڻ جو رواج رائج ٿي چڪو هو. چاڪاڻ تہ ملتان جي غوث بهاؤالدين زڪريا جي سماع جي محفلن ۾ سنڌ جي ذاڪرن "ڪافي راڳ" ڳايو. اهڙي طرح غوث بهاؤ الدين زڪريا جي همعصر شيخ فريد مسعود شڪر گنج جي سماع جي محفلن ۾ پڻ سنڌي ذاڪرن "ڪافي راڳ" ڳايو هوندو (هنن ٻني درويشن جا سنڌ ۾ مريد وڏي تعداد ۾ هئا) امير خسرو جي "ڪافي راڳ" سان دلچسپي جا پختا اهڃاڻ ملن ٿا ۽ هندي موسيقي جي روايت ۾ جو سلسلو بہ وڌ ۾ وڌ امير خسرو تائين پهچي ٿو(110).

سنڌي ڪافي ڳائڻ جا ٻيا بہ آڳاٽا حوالا ملن ٿا. "برهانپور ڪي سندهي اولياء" جي صاحب جي لکت موجب سنڌ جي پاٽ شهر مان هجرت ڪري برهانپور پهتل سنڌي بزرگ شيخ لاڏجيو (1007ھ/1598ع م) سنڌي موسيقي تي ڪمال مهارت رکندڙ هو ۽ هو خاص طرح سنڌ جي مقبول راڳ "ڪافي" ڏاڍي سوز مان ڳائيندڙ هو(111). اهڙي ريت "تاريخ معصومي" جي مصنف مير محمد معصوم بکري جي ياءُ مير محمد فاضل بکري متعلق "ذخيرة الخواتين" جو صاحب لکي ٿو تہ : "مير فاضل سنڌي ٻولي جي شعر "ڪافي" نهايت ئي سهڻو چوندو هو ۽ ان ۾ ڪيس مقبوليت حاصل هئي" (112) آئين اڪبر مان پڻ معلوم ٿئي ٿو تہ "ڪافي" سنڌ جو مقبول راڳ هو(113).

ڪافي جي هن مختصر تاريخ مان ايترو پڪ سان چئي سگهجي ٿو تہ "ڪافي" سنڌ جي قديم راڳ يا آڳاٽي صنف آهي. جيڪا گهڻي حد تائين مقبول رهي ۽ اڄ تائين ان جا آثار موجود آهن. هن وقت اصطلاحن "ڪافي" شعر جي هڪ نموني ڪي سڏيو وڃي ٿو. لفظ ڪافي متعلق مخدوم طالب المولىٰ جو خيال آهي تہ هي لفظ ڪافي نہ بلڪ "قافي" آهي. پاڻ ان حوالي سان لکن ٿا:

"هي لفظ "قافيہ" آهي، جنهن مان "قافي" لفظ بمعنىٰ "الڪلام المقفىٰ" آهي يعني قافيي سان ٺاهيل ڪلام، بيت، شعر وغيره" (114)

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بہ اهڙا خيال ظاهر ڪندي لکي ٿو:

"قافي ۽ ڪلام" جو اصطلاح جيڪو اڄ تائين هلندو اچي ٿو، سو عربي شاعريءَ جي "قافيہ وڪلمة" جو عڪس آهي. اصطلاحي طور عربي شاعري ۾ "قافيہ" توڙي "ڪلمة" جي معنيٰ ساڳي آهي، يعني تہ ڪوبہ منظوم ڪلام، شعر يا قصيدو. سنڌي شاعرن جڏهن عربي شاعري سان گڏوگڏ سنڌي ۾ نظم چيا تہ انهن ڪي پڻ "قافيہ" ۽ ڪلام سڏيائون. جڏهن اهي سنڌي "قافيہ" ۽ "ڪلام" نظم ڳائجڻ لڳا تہ انهن جي ڳائڻ جي طرز ڪي پڻ "قافيہ ۽ ڪلام" يا وقت گذرڻ سان "ڪافي ۽ ڪلام" جي آسان اچار سان سڏيو ويو". (115)

لفظ "ڪافي"، "قافيہ" يا "قافي"جي موجوده صورت آهي. هيئت جي خيال کان تہ هر پابند شعر ۾ قافيو موجود رهي ٿو پر هن صنف جو وجود ۾ اچڻ راڳ سان لاڳاپيل آهي. تنهن ڪري عالمن جي اها راءِ وزندار آهي. ڪافي اصل "قافي" آهي. پر موجوده وقت ۾ ان لفظ جي لکت "ڪافي" عام آهي.

سچل سرمست پنهنجي وقت جو باشعور ۽ سڄاڻ شاعر هو. هن پنهنجي ڪلام ۾ ٻين صنفن سان گڏوگڏ عام ۽ مقبول صنف "ڪافي" سنڌي توڙي سرائڪي ۾ گهڻي حد تائين چئي بہ آهي.

اسان کي باقائده لکت ۾ وائي شاهہ عنايت رضوي جي ملي ٿي، جنهن کان پوءِ ان جي پٽ شاهہ شريف ۽ ان جي پٽ بلال شاهہ جي وائي ملي ٿي. وائي کي شعري توڙي فني خوبصورتي شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ڏني. اهڙي ريت ڪافي جي باقائده صورت سچل سائين جي سامهون سندس ڏاڏي خواجہ صاحبڏني جي موجود هئي. هن صاحب جي ملندڙ ڪافين ۾ "يڪي ۽ ٻيٽي" جو نمونو موجود آهي. اهڙي طرح روحل فقير جون ڪافيون پڻ سچل سائين جي سامهون هيون تہ ساڳي وقت سندس درسي استاد حافظ عبدالله قريشي ۽ دوست عبدالله ڪاتيار ۽ همعصر سيد راشد روضي ڌڻي پڻ ڪافي چئي رهيا هئا. پر صحيح معني ۾ ڪافي کي فني ۽ فڪري ٿهلاءَ ڏئي بلندين تائين سرمست سائين پهچايو. هن جي ڪافي ۾ وحدةالوجود جا سمورا مضمون آندل آهن تہ ٻي طرف گهاڙيٽن ۾ وڏي وسعت پيدا ڪئي اٿس.

ڪافي هيئت جي اعتبار کان يڪي، ڊيڍي، ٻيٽي، ٽيٽي ۽ چئوٽــي ٿئي ٿي. سچل سائين ڪافي جي انهن سمورن نمونن کي پنهنجي اظهار جو ذريعو بڻائيندي ٿلهہ توڙي بند جي قافين جي مٽا سٽا سان ان ۾ تبديليون پيدا ڪري ڪافي جا ڪيترائي انوکا دلڪش گهاڙيٽا جوڙيا. جيڪي ڪانئس پوءِ روايت جو حصو بڻيا.

اسان سچل سائين جي ڪافي جي گهاڙيٽن جو تعارف سندس شعري مثالن سان پيش ڪنداسين:

## ڪافي يڪي:

هن قسم جي ڪافي ۾ ٿلهه توڙي بند هڪ سٽ جا ٿين ٿا. سچل سائين قافين جي مٽ سٽ سان يڪي ڪافي ۾ لڳ ڀڳ ويهه قسم جوڙيا آهن.

1. هن قسم جي ڪافين ۾ ٿلهه توڙي مصرع جا ٻه پد آهن. قافيو پدن جي آخر ۾ اچي ٿو:

ٿلهه: حيلا ڪيم هزارين، مان نڪن مون وٽ رات،
1. ڪره قطاري هليـــــا، بـــودا پلاٽي پريات.
2. آءُ ستي هو هليا، توڏن جي ڪيـــــون تات.

(انصاري، ص160)

2. هن قسم جي ڪافي جو ٿلهه ڏيڍ سٽو آهي ۽ بند هڪ سٽو ۽ ٻن پدن جو ٿئي ٿو. ٿل جي وراڻي ۽ بند جو ٻيو پد پاڻ ۾ قافيه ٿين ٿا.

ٿلهه: ديس اســـــان جـــڙي آيـــو، ٻڙيون ٻاروچو
مولا سو آڻ ملايو.
اچڻ ٻاروچي جي ڪل نہ ان ڪي، تيلهان ٿيون ورهہ وسايو

(انصاري، ص192)

3. هن جو ٿلهه ڏيڍ سٽو ۽ بند هڪ سٽو آهي. ٿلهه جو پهريون ۽ ٻيو پد ۽ مصرع جو ٻيو پد پاڻ ۾ هم قافيہ آهن.

ٿلهه: آ ڪانگا ڪا ڪر، ڙي، مون سان هر هر پيو ڪر، ڙي
مٺي ڳالهہ پرين جي.
ڏاهـــا ڏنـــوءِ ڪـــي وچي، اهي پرين ڪهڙي پر، ڙي.

(انصاري، ص213)

4. هن قسم جي ڪافين جو ٿلهه بہ ڏيڍ سٽو ۽ بند هڪ سٽو آهي. ٿلهه جي پهرئين پد ۽ مصرع جي ٻئي پد ۾ قافيو آيل آهي.

ٿلهه: آءُ تہ ڏيهاڙيون زارو زار، ساريو روئان ٿي هـــت ڳالهڙيون
گهٽيون گهٽيون
1. ڪڏهـــن هئـــڙو سپريــــن، يا جيـــــاٽي سان پيار

(انصاري، ص330)

5. هنن ڪافين جو ٿلهه ۽ بند هڪ مصرع جو آهي. ٿلهه ۽ مصرع جا ٻه پد آهن. سمورا بند پاڻ ۾ هم قافيا آهن، جڏهن ته ٿلهه جو قافيه جي لحاظ کان ان سان ڪو تعلق ناهي البت خيال جي حوالي سان ٿلهه ۽ بند ۾ تعلق موجود آهي.

ٿلهه: جو تو ڳولين يار، سو تان تـــو ۾ آهي
1. ڏونگر ڪيڏا ڏورئين، چؤ تـــون ڪني لاءِ؟
2. هيڏي هوڏي نه وڃين، پاڻ ئي ۾ منهن پاءِ
(انصاري، ص105)

6. هنن ڪافين جي ٿلهه جا ٻه پد ٿين ٿا ۽ بند ٻه ٻن پدن جو ٿئي ٿو قافيو ٿلهه جي پهرئين پد ۽ بند جي ٻي پد ۾ اچي ٿو. هن قسم جون ڪافيون سچل جي ڪلام ۾ گهٽيون ملن ٿيون.

ٿلهه: ڳوٺ ساري جون ڳليون ڳليون، وو، نت ڏسڻ مون کي آئيون
1. رت روئڻ ڪون اهي اکڙيون، ڪين سي جهلجن جهليـــون جهليون
2. ڪيچئڙن جون وري قطارون، هيڏي ٻڌيونسين هلـــيـــون هليون
(انصاري، ص118)

7. هي نموني جي ڪافين ۾ ٿل ٻن پدن جو ته ضرور آهي پر ٿلهه جو ٻيو پد فقط پراءُ آهي. بند ٻن ٽڪن وارو هڪ سٽو آهي بند جو ٻيو پد ٿلهه جي پهرئين پد سان هم قافيه آهي.

ٿلهه: ڪنهن کي حال چوان هي، اديون ڙي، واويلا وو!
1. ڏيـــرن ڏئـــــي ڇڏيــــا، موئي سور نوان هي
2. مهڻـــا محبوبـــــــــن جا، ڏنا پاڻ اوهان هي.
(انصاري، ص149)

8. هي نمونو پڻ اڳئين نموني سان هڪ جهڙائي رکي ٿو يعني هن جو ٿلهه ڏيڍ سٽو آهي. شروعاتي ٻئي پد فقط پراءُ آهن. جڏهن ته ٿلهه جي وراڻي ۾ قافيو آندل آهي. جيڪو هڪ سٽي بند جي ٻي پد سان هم قافيه آهي.

ٿلهه: يار ساٿيوڙي ميان، يار پانڌيوڙي ميان، پلوڙي ميـــان،
دوستن جي ڪل مون کي ڪا ڏيجو!
1. هـــي نمـــاڻي در وڪاڻـــــي، نال نبـــاهي نيجو
2. ڪيـــم وســـاريو، مئي نه ماريو، چوري تا نه ڇڏيجو
(انصاري، ص498)

سچل جي ڪلام ۾ هڪ اهڙي بئي به ڪافي ملي ٿي. جنهن جي ٿلهه ۾ پهرئين پد ڪان پوءِ هڪ اکر پراءِ طور آندل آهي. هن ڪافي جي ٿلهه جو پهريون پد ۽ بند جو پويون پد هم قافيه آهن.

ٿلهه: رهجـــي اچـــــي منهنجـي يار، تو سان!

1. آئون چا چاڻا عشق منجهـــارؤن، برهي والڙا بار

2. طرف بئي ڪنهين خيال نہ پانيان، آهي سدائين يار

(انصاري، ص367)

9. هن جو ٿلهه به ڏيڍ سٽو آهي ۽ بند هڪ سٽو. ٿلهه جو پهريون پد ۾ بند جي پوين پد سان هم قافيه آهي جڏهن تہ وراٽي ۾ فقط ٻہ لفظ آندل آهن جيڪي پاڻ ۾ هم قافيه آهن.

ٿلهه: پڇو ڪين پرن، ميان، حال منهنجـــي جون خبران
ساٿيوڙي، پانڌيوڙي

1. آهي ٻاجهه ٻروچ ڪي، متـــــــــي معذورن ميان،

2. ساهه سڪي ٿو جن لئہ، سي مون ڪي ســـــارن ميان

(انصاري، ص155)

10. هن جو ٿلهه ڏيڍو آهي ۽ بند هڪ سٽو آهي. ٿلهه جو پهريون پد، وراٽي ۽ بند جو پويون پد پاڻ ۾ هم قافيه آهن.

ٿلهه: سرتيون ڏين صلاحـان، چت تـــون چـــرخي لائين
آءُ ڪتيان ڪي ڪانگ اڏايـــان

1. راتيون ڏينهان روئان انهـــــن لڳ، پرين جي ٽيمر پراهان

2. دل جمعيت تڏهن ڪي ٿيندي، جڏهن ايندا ڪي هوت اڳاهان

(انصاري، ص480)

11. هنن ڪافين ۾ ٿلهه ۽ بند هڪ مصرع ۽ ٻن پدن جا ٿين ٿا. ٿلهه جو پهريون ۽ ٻيو ۽ مصرع جو ٻيو پد پاڻ ۾ هم قافيه آهن.

ٿلهه: احـــــوال عشق لائي، سر سره بلائي

1. سسي شيخ عطار جي، تو چوٽئين چلائي

2. ڏٺو تماشو تيغ جو، ڪُوپـن ڪنڌ ڪپائي

(انصاري، ص74)

12. هن قسم جي ڪافين جو ٿلهه ٻن سٽن ۽ بند هڪ سٽ جو ٿئي ٿو. ٿلهه جي ٻئي، چوٿين ۽ بند جي ٻي پد ۾ قافيو آيل آهي.

ٿلهه: نانءُ اهو ئي، اهو ئي نانون وارو، صورت مورت سائي وو
اســـم خاني وچون اسماء اهو ڏس هـادي ءَ جو جاني وو

1. آهه تعجب اهـــو جو، ڪـــر لوڪان ذاتي لڪائـــي وو
2. گاهي طاعت گاهـــي عبادت، سجدو سهو سهائـــي وو

(انصاري، ص65)

13. هن جو ٿلهه ٻه ٻن مصرعن جو ۽ بند هڪ مصرع جو آهي. ٿلهه جو پهريون پد ۽ مصرع جو ٻيو پد پاڻ ۾ هم قافيا آهن.

ٿلهه: مون ڪي نال نئين، ني، اهو ڪيچيڙن جو قافلو، ميان!
اڳڻ شال اچـــي ني، اهو سپرينءَ جو ساٿڙو، ميان

1. پنّي هوت پنهونءَ جـــي، ميان، هلڻ سان هنئين، نـــي
2. پچاٽان پريـــــن جي، ميان، جند ڪيئن جئين، ني

(انصاري، ص146)

14. هن ڪافين جو ٿلهه ٻن مصرعن ۽ بند هڪ مصرع جو ٿئي ٿو. ٿلهه جو ٽيو ۽ مصرع جو آخري پد هم قافيه آهي.

ٿلهه: جنهن جي آهيان عشق اونداهي، تنهن ٻاروچي ڪي ٻاجهه پوي!
آءُ حال چونديس روئي، تنهن ڪوهيارل ڪي ڪهل پـــوي.

1. سا نـــ ڇڏيجو ڇپريـــن، جـــا لعلن تـــو سان لـوئي
2. پريان سنـــدي پار ڏنهن، قاصد اچـــي ڪـوئـــي

(انصاري، ص158)

15. هن جو ٿلهه ٽه سٽو ۽ بند هڪ سٽو ٿئي ٿو. ٿلهه جو پهريون ۽ ٻيو پد پاڻ ۾ هم قافيا آهن جڏهن ته ٿل جو آخري ۽ بند جو پويون پد پاڻ ۾ هم قافيه آهن.

ٿلهه: يار پانڌي، ڙي ميان
مير ساٿي، ڙي ميان
ڪيچـــڙا، ٻيلـــــڙا، ڪڏهن اسان وٽ ايندا

1. هوندا اسان وٽ يار هميشه، ڪي ڏک ڏيئي پوءِ ويندا
2. اهـــو اتـــم آســـرو، ڇوري تا نه ڇڏيندا

(انصاري، ص375)

16. هن نموني جي ڪافي جو ٿلهه ڏيڍو آهي. جنهن جا ٻه پد آهن ۽ وراڻي ٻه سان اٿس. بند هڪ سٽو ۽ ٻن پدن جو آهي. ٿلهه توڙي بند جو ٻيو پد پاڻ ۾ هم قافيا آهن.

ٿلهه: ساري راج تيـــــڏي دي، گولڙي گولڙي هوسان
شـــالا اسان ڏهين مهر پوويئي

1. ايڏي اوڏي مول نہ ويسان، يار سهڻا، تيڏي جهولڙي جهولڙي هوسان
2. سر پيراندي لڳــڙي هان مين، انگ تيڏي دي چولڙي چولڙي هوسان

(راٽيپوري، ص46)

17. هنن ڪافين جو ٿلهه ٻن مصرعن ۽ چئن تڪن وارو آهي ۽ بند هڪ مصرع ۽ ٻن پد جو ٺهيل آهي. ٿلهه جو پهريون پد، چوٿين پد طور ۽ ٻيو پد ٽئين پد طور آندو ويو آهي. ان ڪري ٿلهه جو ٻيو، ٽيو ۽ بند جو ٻيو تڪ پاڻ ۾ هم قافيا آهي.

ٿلهه: ماريا هي تين غمزي وچـــــون، دل هو رهي ديوان هي!
دل هو رهي ديـــــوان هي، ماريا هي تين غمزي وچون

1. وچ هجر دي مردي هان مين، رسدا هين تون، ارمان هي!
مجـــــــرم هي جو اس راز دا، اس سر ڏتا ميدان هي.

(راٽيپوري، ص60)

18. هن قسم جي ڪافين جو ٿلهه توڙي بند ٻن ٻن تڪن ۽ هڪ مصرع جو آهي. ٿلهه توڙي بند جو پهريون ۽ ٻيو پد پاڻ ۾ هم قافيا آهن.

ٿلهه: سانون عشق لڳا، هوئي حيراني... صد بار ڪران جند قرباني

1. مين جاتا عشق تہ آساني، پڇے هـــو رهي مين مستاني
2. ڪوئي مرد هو وے مرداني، ڏيوے محبت وچ سر مهماني

(راٽيپوري، ص366)

## ڪافي ڏيڍي:

ڏيڍي ڪافي جو بند ڏيڍ سٽو هوندو آهي. اڪثر ٿلهه بہ ڏيڍو ٺئي ٿو. قافين جي رد و بدل سان هن ۾ مختلف قسم پيدا ڪري سگهجن ٿا. سچل سرمست پاڻ کان اڳ چيل ڪافي جي گهاڙيٽن ۾ وسعت بہ آندي تہ ان کي نواڻ پڻ ڏني. سچل وٽ ڏيڍي ڪافي جي هيئت جا ڪيترائي نمونا موجود آهن. هت اهڙن نمونن جو ذڪر ڪجي ٿو.

1. هن قسم جي ڪافي جو ٿل ٻن پدن ۽ هڪ مصرع جو ٺئي ٿو جڏهن تہ بند ڏيڍو ٺئي

ٿو. ٿلهه جي ٻي پد ۽ بند جي وراڻي ۾ قافيو آندل آهي.

ٿلهه: آءُ ته "مان" "تون" وڃي يار، ٻــي ڳالهه ڪر مَ ڪائي
ڳجهي ڳالهه هــاديءَ واري دل تي دائم
فراموش ٿي ٻي ورونهن وائي.

(انصاري، ص102)

2. هن نمونې وارين ڪافين جو ٿلهه هڪ مصرع ۽ بند ڏيڍ سٽ جو ٿئي ٿو. ٿلهه ۽ بند جا ٻه پد ٿين ٿا. بند جي وراڻي الڳ آهي. ٿلهه جو پهريون پد ۽ بند جو پويون پد پاڻ ۾ هم قافيا ٿين ٿا جڏهن ته ٿلهه جو پويون پد ۽ بند جي وراڻي پاڻ ۾ هم قافيه ٿين ٿيون.

ٿلهه: ويـــڙا جـــــــي وڻڪار، اجا وري ايندا سين
ڪي ڏينهن پهچڻ ڪيچ ۾، قصد ڪندا ڪوهيار
اسين ڪاڏي نه ويندا سين

(انصاري، ص120)

3. هنن ڪافين جو ٿلهه ٻن پدن وارو ٿئي ٿو جڏهن ته بند ڏيڍ سٽو ٿئي ٿو. ٿلهه جي پهريئون، ٻيو ۽ بند جو ٻيو پد ۽ وراڻي پاڻ ۾ هم قافيه آهي.

ٿلهه: يار توسان منهنجي زاري، آهي سو لک واري ميان
ونـــدر جي وڻن ۾، واجهه وجهي ويچاري
سا تـــان محبت ماري
(انصاري، ص122)

4. هنن ڪافين جو به ٿلهه ٻن پدن وارو ۽ بند ڏيڍ سٽو ٿئي ٿو. بند جا به ٻه پد ٿين ٿا. وراڻي الڳ ٿئي ٿي. بند جي وراڻي ٿلهه جي ٻي پد سان هم قافيه آهي ۽ هر بند جو پهريون ۽ ٻيو پد پاڻ ۾ هم قافيا آهن. جن جو نه ٺئي بند جي قافيي سان ڪو تعلق آهي ۽ نه ئي ٿلهه ۽ وراڻي جي قافيي سان ڪو واسطو.

ٿلهه: لڳـــي دل جــــو دارون، ناهه ڪـو ڏولڻ پيارا!
1. عشق جون واٽان، ٻرن لاٽان، تنهن مون نکرن درد جون چاٽان،
پــوءِ ٿيون پون هي پچارا.
(انصاري، ص227)

5. هنن ڪافين جو ٿلهه بہ ٻن ٽڪ ۽ هڪ سٽ وارو ٿئي ٿو ۽ بند ڏيڍو. جنهن جي مصرع ٻن ٽڪن واري ۽ وراڻي جدا ٿئي ٿي. بند جي وراڻي ٿلهه جي پهرئين پد سان هم قافيا آهي.

ٿلهه: منهنجــــو نينهن وڏايو ناز، نيڻن نيڻن جي ميان!

1. تيغان آهن يا تہ ستمر جون، تنهنجون اکيون ڪجليون ڪاريون،

الا سائيـــن يـــا تہ بحري باز.

(انصاري، ص455)

6. هن نموني جي ڪافين جا ٿلهه هڪ مصرع ۽ بہ پد وارو آهي. جڏهن تہ بند ڏيڍ سٽ جو ٿئي ٿو. بند جي مصرع جا بہ پد آهن ۽ وراڻي الڳ ٿئي ٿي. هر بند جو پويون ٽڪ پاڻ ۾ هم قافيہ آهن جڏهن تہ ٿلهه جو ٻيو پد بند جي مصرع جي وراڻي طور آندل آهي.

ٿلهه: مون وٽ يار پيارا، آءُ تون پـاڻ سُجاڻي

1. حال مڙيوئي معلوم توکي، دنيا سان ڪوڙ ڪهاڻي

آءُ تـــون پاڻ سجاڻـي.

(انصاري، 385)

7. هنن ڪافين جو ٿلهه هڪ مصرع جو ٿئي ٿو جنهن جا بہ پد آهن ۽ بند ڏيڍ سٽو ٿئي ٿو. هن جي مصرع بہ ٻن ٽڪ واري هوندي آهي ۽ وراڻي علحده آهي. ٿلهه جو پهريون پد ۽ بند جي مصرع جو پويون پد پاڻ ۾ هم قافيا آهن، جڏهن تہ ٿلهه جو پويون پد بند جي وراڻي طور آندل آهي.

ٿلهه: منهنجو ناهه ڪوئي اختيار، هي يار وي

1. مون تا سِر تي چائيو، باري بره جو بار،

هي يار وي.

(انصاري، ص456)

8. هن نموني جي ڪافين جو ٿلهه هڪ مصرع ۽ ٻن پد وارو آهي ۽ بند ڏيڍ سٽ جو ٿئي ٿو. بند جي مصرع بہ ٻن ٽڪ واري هوندي آهي ۽ وراڻي علحده اٿس. ٿلهه ۽ بند جو پويون پد پاڻ ۾ هم قافيا آهي جڏهن تہ سمورن بندن جون وراڻيون پاڻ ۾ هم قافيا آهن.

تلھ: آءُ ٻاروچل ٻيلي، مونجھ تنھنجي آھيان ماري،

1. نـــاھ اجـــب رســــڻ توئي کي، تون گرو آءُ چيلي، سگ نہ ٿي کو ساھيان.

2. عشق اوھان جي کون ھوت ٻاروچا، ڪيئن ٿرن ھي ٿيلھي نہ تہ چپــــر اڳيون ڇاھيار.

(انصاري، ص454)

9. سچل سائين جي ھن قسم جي ڪافين جا ٿلھ بہ ٽڪ ۽ ھڪ مصرع وارا آھن. بند ڏيڍ سٽا آھن. جنھن جي مصرع جا ٻہ پد ۽ وراڻي جدا آھي. ٿلھ جو پھريون، ٻيو ۽ بند جو پوريون پد ۽ وراڻي پاڻ ھم قافيہ آھي. وراڻي ھر بند ۾ ساڳي اچي ٿي. ھن قسم جي فقط ھڪ ڪافي رسالي ۾ ملي ٿي.

ٿلھ: حُج ڦٽي ڪيم ھاڻي، ماريس تنھنجي ماڻـــي،
اللہ جاڻـــي.

1. ڏوڙا طالع ٽين "سچوءَ" جا، اللہ جي توکي آڻي،
اللہ جاڻـــي.

(انصاري، ص448)

ان ساڳي گھاڙيٽي ۾ ھڪ ٻي ڪافي بہ رسالي ۾ موجود آھي پر وراڻي ٿلھ ۽ بند سان ھم قافيا ناھي.

ٿلھ: حال اچي ڏس ھاڻي، وھي ٿو پنبٽيـــئون پاڻي،
پـــاڻ جـــاڻين.

1. سيني اندر يار "سچوءَ" جي، سڪ سنڌ ساماڻي،
پـــاڻ جـــاڻين.

(انصاري، ص448)

10. ھن ڪافي جو گھاڙيٽو اڳين ڪافي جھڙو آھي فرق فقط ايترو آھي جو ھن جو ٿلھ جي پوئين پد ۾ قافيو آندل آھي.

ٿلھ: تنھنجي محبت موھيو موھيو، رمزن ريھيو ريھيو ھي تا ساھ
آڻئي اللہ.

1. طـرف تنھنجـــي راتـــو ڏينھـــــان، چت ھٽيرو چاھ،
آڻئي اللہ.

(انصاري، ص491)

11. سچل سائين جي ڏيڊي ڪافي ۾ هڪ اهڙو گهاڙيٽو به موجود آهي جنهن جو بند ته ٻن تڪ ۽ وراڻي ڏيڍ سٽو آهي؛ پر ان جو ٿلهه ٻن سٽن ۽ چئن پد جو آهي. ٿلهه جو ٻيو، چوٿون پد ۽ وراڻي پاڻ ۾ هم قافيه آهن. جن سمورن کان پوءِ رديف به آيل آهي ڪافي جو هي گهاڙيٽو غزل جي بلڪل ويجهو محسوس ٿئي ٿو.

ٿلهه: آهي انهن آڪيـــن ڪي، خاصو خمار تنهنجو!
ويئـــو وٺي آهيان هت، ڪامل قرار تنهنجو!

1. هن ڪي اوهان جي ٻاجهون، آهي نه ماڙ ڪائي،
هي تان غـــريب آهي اميدوار تنهنجو.

(انصاري، ص383)

12. هن نموني جي ڪافين جو ٿلهه ٻن پد ۽ هڪ مصرع جو ٿئي ٿو ۽ بند ڏيڍ سٽو آهي. بند جا ٻه پد آهن ۽ وراڻي ساڻ اٿس. ٿلهه جو پهريون پد ۽ وراڻي پاڻ ۾ هم قافيه آهن جڏهن ته جدا جدا هر بند جو پهريون ۽ ٻيو تڪ هم قافيا آهن.

ٿلهه: سانـــون لـے چـــــل نال، وو ميان .... جيئڙا نهين رهندا
مين تا تيـڏي ميان اصلون آهي، تون تا صاحب ميان مين سپاهي
آءُ هادي مڙ پال

(راٽيپوري، ص201)

13. هنن ڪافين جو فني سٽاءُ به اڳين ڪافين جهڙو آهي صرف پهرئين پد ۾ ٻڻ قافيو آيل آهي.

ٿلهه: اي يارو ميڏا ڪوئي اختيار نهين... آکٽا اهو عشق دا اسرار نهين
دردِ اهين دي وو يار قيمت نهين، اهو جيهـا وو مرتبا عظيمت نهين
عشق دا سودا شهر بازار نهين

(راٽيپوري، ص229)

14. هن نموني جي ڪافين جو گهاڙيٽو اڳين ڪافين جهڙو آهي پر هن ۾ سچل سائين هڪ تبديلي آندي آهي سا اها ته ٿلهه ڏيڍو ڪيو اٿس پر ٿلهه جي وراڻي مصرع کان پوءِ نه بلڪ پهريائين آندي اٿس. هنن قسم جون ڪجهه ڪافيون رسالي ۾ موجود آهن.

ٿلهه: ريجهـــ رهيـــن، سهٽـــا ريجهه رهين،
اسان اينوين ڪرون، جيوين تـــون ريجهه رهين.
پسمي لاڪمي تيسون پايوتي، ڦيريان ڏي ڪر ڦڙون لاهوتـــي
اهين ڳالهين رنگ رهين

(راٽيپوري، ص265)

15. هن قسم جي ڪافين جو ٿلهه هڪ مصرع ۽ ٻن ٽڪن جو ۽ بند ڏيڍو ٿئي ٿو. بند جي مصرع بنا پد جي آهي ۽ وراڻي ساڻ اٿس. ٿلهه جو پهريون پد ۽ بند پاڻ ۾ هم قافيا آهن. جڏهن تہ ٿلهہ ۽ بند جو ٻيو پد پاڻ ۾ هم قافيا آهن:

ٿلهہ: سانون اداسي ڪيتوئي يار........

يـــار ڪيتوئي سانـــون اداسي

تيڏي سانون دلبر ڪيتـــا، برهہ صفا ــے ماسي

ٿيــوين نہ تــــــون ڏار

(راٺيپوري، ص7-36)

## ڪافي ٻيٽي:

ٻيٽي ڪافي جو بند بہ ستو ٿيندو ۽ ٿـــلهہ هڪ ستـــو تہ ڪڏهن ٻن ستن جو ٿئي ٿو. سچل سائين ٻيٽي ڪافي بہ چئي آهي. ان ۾ مختلف قسم بہ جوڙيا اٿس.

1. هن قسم جي ڪافين جي هڪ سٽ ۽ بہ پد ٽين ٽا ۽ بند ٻن سٽن ۽ چئن پد جو آهي. ٿلهہ جو پهريون پد ۽ بند جو ٻيو ۽ چوٿون پد پاڻ ۾ هم قافيہ آهن.

ٿلهہ: شال اوڏانهون ايندا، وٺي خاصيون خبران خبران

مون هن نماڻي کي اجـــــا دلاسا ڏينــدا،

پرين پاٺهين پاڻ سان هي گولـــــــي گڏيندا.

(انصاري، ص130)

2. هي نمونو بہ اڳين ڪافين جهڙو آهي هن ۾ فرق فقط ايترو آهي تہ هن جو قافيو ٿلهہ جي پوئين پد ۾ آيل آهي.

ٿلهہ: پنهنجي ذات لڪائي، ڪيئين ٻي ذات سڏايان

ظاهـــــر ڪريان ذات کي، تاهي بت پڇايان

منصوري جي موج ۾ ٿو انا الحـــــق الايـــان

(انصاري، ص69)

3. هن قسم جي ڪافين جو ٿلهہ هڪ سٽ ۽ بہ ٽڪ وارو آهي ۽ بند ٻن مصرعن ۽ چئن پد جو ٿئي ٿو. هن جي ٿلهہ جو ٻيو ۽ بند جو پويون پد پاڻ ۾ هم قافيا آهي.

ٿلهہ: عاشق مرندا ڪينڪي، رهندا ڪين مڪان ۾

ديواني درياءَ جو، پيتئون پيالو پُر ڪـــري

اجر منجهہ امر ٿيا، اهي گڏيا ڪين جهـان ۾

(انصاري، ص94)

4. هن نموني جي ڪافي ۾ اڳين ڪافي جي ڀيٽ ۾ ايترو فرق آهي جو هن جي ٿلهه ۾ قافيو پهرئين پد ۾ اچي ٿو يعني ٿلهه جو پهريون پد ۽ بند جو چوٿون پد پاڻ ۾ هم قافيا آهن.

ٿلهه: هوندي سڀ پرسائن ساڻ، جيڏيون، هي پورهيو بندي وچي ڪيچ ڪندي
ڪالهه ڪـــلاهـــوٽـــي سپـــــرين، اجا مـــون وٽ مهمان
لڳـــــي ڪافـــــن ڪيچ جـــــي پرزا ڪنديس پـــاڻ
(انصاري، 127)

5. هن قسم جي ڪافين جو ٿلهه هڪ سٽ ۽ ٻه تڪ وارو ٿئي ٿو جڏهن ته بند ٻن سٽن ۽ چئن تڪ وارو آهي. ٿلهه جو پهريون ۽ بند جو ٽيو ۽ چوٿون پد پاڻ ۾ هم قافيا آهن جڏهن ته بند جو پهريون ۽ ٻيو پد پاڻ ۾ هم قافيا آهن ۽ هر بند جو قافيو جدا آهي.

ٿلهه: وهيان وســـاريان ڪيئن، جيڏيون جي لنءُ لائي ويا،
گهوري ڇڏيم هي گهر جايون، بره ٻهيران پنڻ لايون،
پير نه پوءِ ورايان، وري سنـــياريـــان ڪئيـــن؟
(انصاري، ص445)

6. هن نموني جي ڪافي اڳين ڪافين جهڙي آهي فرق فقط ايترو ته هن جي ٿلهه جي پهرئين پد ۾ پڻ قافيو آندل آهي.

ٿلهه: دم دم جا ديدار، وو، اپـــنـــر اسان جي نار تي،
ٻگا ڏاند ٻڌائون ٻيئي، تن جي ڳالهه ڪريان آءٌ ڪيهي،
وهـــن ڏارو ڏار، ڳـــاڏيءَ جـــي ڳنڪار تي.
(انصاري، ص505)

7. هنن ڪافين جو ٿلهه ڏيڍو ۽ بند ٻن سٽن جو ٿئي ٿو. ٿلهه جا ٻه پد آهن ۽ وراڻي ساڻ اتس ۽ بند جا چار پد آهن. ٿلهه جي ٻيو، وراڻي ۽ بند جو ٻيو ۽ چوٿون پد پاڻ ۾ هم قافيا آهن.

ٿلهه: وري آءٌ وطن، منهنجا ساريون نيڻ سـڪن
موٽ سلامت سپرين.

اڪـڙيون اوهيرا ڪري، واٽ ڏسيو وڃهلن،
پريـن پرديسين لاءِ، جهوري نيڻ جهڄـن.
(انصاري، ص279)

8. هنن جو بہ ٽلهہ ڏيڍو ۽ بند ٻن مصرعن جو آهي. ٽلهہ جا ٻہ پد ۽ وراڻي گڏ اٽس ۽ بند جا چار پد آهن. ٽلهہ جو پهريون، ٻيو ۽ وراڻي ۽ بند جو پويون پد پاڻ ۾ هم قافيہ آهي. هر بند جا قافيا جدا آهن.

ٽلهہ: جيءَ آئين پلي آئين تون، ڪنهن منزل مون پهچائين تون،
تـــو مونـي سر وڍائين تون!

سرمد کي ڏيئي لت کهايئي، سوري تي منصوري چڙهايئي،
شيخ عطار جو سر وڍايئي، هاڻي هيڏي پنڌ پچائين تـــــون.
(انصاري، ص441)

9. هن نموني جي ڪافين جو ٽلهہ توڙي بند ٻن ٻن سٽن جو ۽ چئن چئن پد جو آهي. قافيو ٽلهہ جي ٻئي، چوٿين ۽ بند جي ٻئي ۽ چوٿين پد ۾ آيل آهي. هن ڪافي جي هيئت هوبهو غزل جهڙي آهي. هن ڪافي ۾ ٻنا قافيا آندل آهن.

ٽلهہ: تنهنجو درد اصل ڪـؤن، اختيار ڪيوسين مـيان
تنهنجي سخنن سچن اتي، اعتبار ڪيوسين ميان
ڪي ٽا پچن پرين ڪـي، ڪرسيءَ يا عرش اتـــي
تنهنجن اکن منجهان سهٽـا، اسرار ڏٺوسين ميان
(انصاري، ص91)

10. هنن ڪافين جو ٽلهہ توڙي بند ٻن سٽن ۽ چئن پد وارو ٿئي ٿو. ٽلهہ جو ٻيو، چوٿون ۽ بند جو پويون پد پاڻ ۾ هم قافيا آهن.

ٽلهہ: پرديسي گڏيا، دوست لٿو هجر هلاڪي
آيا اڱڻ منهنجي، جن ڪيو هڪ فراقي

جن ڪاڻ سڪيس سال، ويٺي واٽڙين تي
مون ساڻ اچي پاڻ، ٿيـــــا محب ملاقي
(انصاري، ص399)

11. هن قسم جي ڪافين جو ٽلهہ توڙي بند ٻن سٽن ۽ چئن چئن پدن وارو ٿئي ٿو. ٽلهہ جو ۽ بند جو چوٿون پد پاڻ ۾ هم قافيا آهي. بند جو پهريون، ٻيو ۽ ٽيو پد پاڻ ۾ هم قافيا آهن. هر بند جو قافيو جدا جدا آهي.

تلهه: ساتي ڙي ديس دلبـر جا، سگهو وڃ پار پرين جي،
خبر ڪا خير جي آڻين، اهي خوش خاص سو مظهر.

پانڌي پيغام هي ني تون، سنياري دوست ڪي ڏي تـــون،
ڳالهيون ڪر ياد پي ڪي تون، آهينمر تون دل گهريو دلبر.
(انصاري، ص438)

12. هنن ڪافين جو ٿلهه توڙي بند ٻن مصرعن ۽ چئن تڪ وارو آهي. ٿلهه جي پهرئين مصرع جو پيو، ٽيو پد ٻئي مصرع جي پهرئين پد طور ۽ ٿلهه جو پهريون پد ٻئي مصرع جي پهرئين پد طور آندو ويو آهي. بند جو چوٿون پد، ٿلهه جي ٻئي ۽ ٽئين پد سان هم قافيا آهي.

ٿلهه: خوني ميڏے گلے دا، تيڏيان اکين دا خنجر،
تيڏيان اکين دا خنجر، خوني ميڏے گلے دا.

تڪ نيڻ ڪيبران نُون مارن مُسافران نـــون،
ڦٽيا تين عاشقان نون، دمر دمر اي دوست دلبر.
(راڻيپوري، ص43)

13. هن نموني وارين ڪافين جو ٿلهه توڙي بند چئن چئن تڪن ۽ ٻن مصرعن وارو آهي. ٿلهه جو پيو، چوٿون ۽ بند جو چوٿون پد پاڻ ۾ هم قافيا آهن. جڏهن تہ بند جو پهريون، پيو ۽ ٽيو تڪ پاڻ ۾ هم قافيا آهن. هر بند جا قافيا جدا جدا آهن.

ٿلهه: يارو، اهين يار دي ٻاجهون، جدا جالڻ مينون مشڪل،
بيرا گڻ مين ڦران ايون، جيوين باغان بنـــــان بلبل.

جـــــدائي وچ ڪيها جيوڻ، فراقي يار لئي ٽيوڻ،
زهر ديان سرڪيان پيـــوڻ، هو وڻ، محبوب دا مائل.
(راڻيپوري، ص341)

14. هنن ڪافين جو ٿلهه هڪ مصرع ۽ ٻہ پد وارو آهي جڏهن تہ بند ٻن مصرعن ۽ چئن چئن پد جو ٿئي ٿو. ٿلهه جو پهريون، پيو ۽ بند جو پويون تڪ هم قافيا آهي ۽ بند جو پهريون، پيو ۽ ٽيو تڪ هم قافيا آهن. هر بند جو قافيو جدا جدا آهي.

ٽلهه: اسان تي هادي والڙا حال، وے ميان.... ٻئي ڪوڙے چاٽين قال وے،
منطق علم دي ڪوڙ ڪهاڻي، ناوچ ڪنز قدوري چاٽين،
ڪافيہ نے اعتبار نہ آٽيسن، اے سڀ تال پخال وے.
(راٽيپوري، ص232)

15. هنن ڪافين جو گهاڙيٽو بہ اڳين ڪافين جهڙو آهي، فرق فقط ايترو آهي تہ هن جي ٽلهہ جو پهريون ۽ بند جو ٽيون تڪ پاڻ ۾ هم قافيا آهن جڏهن تہ بند جو ٻيو ۽ ٽيو پد جدا جدا پاڻ ۾ هم قافيا ٿين ٿا.

ٽلهه: عاشق شهادت ڪر قبول، رک فنا دا خيال يي
"ان في قتلي" اشارا، سن سخن اے تون سچارا،
اينوين آکيان رب رسول... جسم مے جنجال يي.
(راٽيپوري، ص239)

16. هنن ڪافين جو ٽلهه ڏيڍو ٿئي ٿو. جنهن جا ٻہ پد آهن ۽ وراڻي ساڻ اٿس. بند ٻن مصرعن جو آهي. ٽلهه جو پهريون، ٻيو ۽ وراڻي ۽ بند جو چوٿون پد پاڻ ۾ هم قافيا آهن جڏهن تہ هر بند جو جدا جدا پهريون، ٻيو ۽ ٽيو تڪ پاڻ ۾ هم قافيا ٿئي ٿو.

ٽلهه: ڪيڏون وے عشق تون آندا هيئين، هڻ اڪ ڪسے ول جاندا هيئين
ڪيهيان رمزان غمزان لاندا هيئين.

موسيٰ تي وت ڪيتوئي ڪشالے، آپ ڪون آپي ڏتوئي ڏڪالے،
عيسيٰ تي وت دم دے نالے، مويان نون ڦير جواندا هيئين.
(راٽيپوري، ص417)

17. هن نموني جي ڪافين جو گهاڙيٽو پڻ اڳين ڪافين جهڙو آهي صرف فرق اهو آهي تہ هن جي ٽلهه جي پهرئين پد ۾ قافيو آندل ناهي.

ٽلهه: سڄڻ سنسار ۾ هويا، نهين ڪوئي دل اولسي دلبر
اکيان کول ويکين يڪ نظر
ڪنهارن ڪيتوئي ملان قاضي، ڪنهان سولي اوپر بازع
ڪنهان دي دل اٿان راضي، ڪنهان گهڙي هڪ هويا وي گذر
(راٽيپوري، ص244)

18. هن قسم جي ڪافين جو نمونو بہ اڳين ڪافين جهڙو آهي، صرف ايترو فرق اٿس جو هن جو ٽلهه هڪ سٽ ۽ ٻن پد جو آهي ۽ ٽلهه جي پوين تڪ ۾ قافيو آندل اٿس.

تلھ: الحق الحـق ھو الحق ھو، مالک الملک بي گمان ھوا
ھــڻ ظاھر کيسا يار ھوا، اس دم دم وچ ديدار ھوا،
اينوين ايسائي اسرار ھوا، اينوين سري سر انسان ھوا.

(راٽيپوري، ص279)

سچل سرمست پنھنجي ڪافين ۾ ڪافي جي مروج يڪي، ڏيڍي، ٻيٽي، ٽيٽي ۽ چئوٽي گھاڙيٽن ۾ قافين جي منا سنا سان ان ۾ وسعت پيدا ڪئي تہ ان سان گڏو گڏ ھن سٽن جي تعداد ۾ پڻ وڏائي ٻيٽي ڪافي ۾ نيو تجربو ڪيو آھي. ھت اھڙين ڪافين جو تعارف پيش ڪجي ٿو جن ۾ ٻيٽي ڪافي ۾ اڌ سٽ جو اضافو ڪيو ويو آھي. اھڙين ڪافين جا ٽي نمونا سرمست سائين جي سرائڪي ڪلام ۾ ملن ٿا.

1. ھن قسم جي ڪافين جو تلھ ڏيڍ سٽو آھي تلھ جو ھڪ پد ٽئي ۽ وراٽي ساڻ اٽس. بند ٻن مصرعن جو ۽ وراٽي ساڻ اٽس. بند جي ھر مصرع ھڪ پد جي ٽئي تي. تلھ توڙي بند جي وراٽي پاڻ ۾ ھم قافيا ٽئي تي. ھر بند جي مصرع جو پد پاڻ ۾ ھم قافيہ آھي. ھر بند جا قافيا جدا جدا آھن.

تلھ: ندي دي ڪناري ڪڙا وي رانجھو
چـــل ويڪو ڪــريدا زاري
پيچ پــيچ آيـــا ســـــو راج سيالين دا
ونجھلي وچيندا، سو وت ڀھون ڀھون روندا
آب اکين ڪنون جاري.
(راٽيپوري، ص156)

2. ھن نموني جي ڪافين جو تلھ ٻن پد ۽ ھڪ مصرع جو ٽئي تو. بند ٻن مصرعن ۽ چئن پد جو ٽئي تو ۽ وراٽي بہ آندي وئي آھي. تلھ قافيي ڪان آجو آھي ۽ بند جو ٻيو ۽ چوٿون پد پاڻ ۾ ھم قافيہ آھي. ھر بند جو قافيو جدا آھي جڏھن تہ سمورن بندن جون وراٽيون پاڻ ۾ ھم قافيا آھن.

تلھ: جادو لايا، جادو لايا... بيبا، انھان رنگ پريان
عشق ماري عاشقان نون، اشڪـــــار ھوءِ ھوءِ
درد ڏاڍي آو ونوتا، روز شب تـــــار، روءِ روءِ
بيبـــــــا يار دل دا ڏاڍا.
شمع حسن تي عشاق جيوين، مر سڙن پروانڙي،

راتيا ڏينهڙا ڪڙ رهيئي معشوقان در ديوانــڙي،
بيبا موت پاس ڪڙوتـــــا.
(راٺيپوري، ص175)

3. هن نموني جيّ ڪافين جو ٿلهه توڙي بند ادائي سٽن جو آهي. ٿلهه ۽ بند جي پهرين مصرع بعد هڪ پد جي اڌ مصرع آندي وئي آهي، جنهن ڪان پوءِ وري هڪ مصرع آندي وئي آهي. پهرين ۽ ٽئين مصرع جا ٻه ٻه پد آهن ڪل پنج پد آندا ويا آهن. ٿلهه توڙي بند جو پهريون، ٻيو ۽ ٽيو تڪ پاڻ ۾ هم قافيا ۽ چوٿون ۽ پنجون تڪ پاڻ ۾ هم قافيا آهن. ٿلهه توڙي هر بند جو پهرين، ٻئين ۽ ٽين پد جا قافيا جدا جدا آهن جڏهن ته ٿلهه ۽ سمورن بندن جو چوٿون ۽ پنجون بند هم قافيا آهي.

ٿلهه: اس بازي وچ سر بازي هــي، سر ڏيوڻ سرفـــــرازي هي
اهو عشق عرض نيازي هي
وت شاهي عشق لڳاوڻ ڪيا!وت تيڪون آپ ڇپاوڻ ڪيا!

آپ ڪنون گذرتون ڪردا نهين، اور سولي اوپر چڙهدا نهين
مـرڻ ڪنون اڳ مردا نهين
وت عاشق نام سڏاوڻ ڪيا، وت اناالحق الاوڻ ڪيا!
(راٺيپوري، ص449)

## ڪافي ٽيٽي

ٽيٽي ڪافي جو بند ٽن سٽن جو ٽيندو آهي ۽ ٿلهه هڪ ســـٽ جـــو ٿئي ٿو. سچل سائين جي رسالي ۾ ٽيٽي ڪافي ٻه ملي ٿي. جنهن ۾ پڻ ڪيترائي نمونا آهن.

1. هن ڪافي جو ٿلهه هڪ سٽ جو ۽ ٻن پد وارو ٿئي ٿو. بند ٽن مصرعن جو ٿئي ٿو ۽ هر مصرع جا ٻه پد ٽين ٽا. ٿلهه جو پهريون پد ۽ بند جي ٽئين مصرع جو پويون پد پاڻ ۾ هم قافيه آهن. جنهن جو ٻي بند جي قافيي سان تعلق ناهي.

ٿلهه: تو ڪي جانـــــي نه جڳائي تو، رسڻ نماڻن سان
جيهي تيهـــي تهانجـــي، آءُ اصل ڪون آهيان
اوهــــــان جي تا اڇڻ جو، اَسَرو هڏ نه لاهيان
سر تي ســـوز فراق جا، هي مينهڙا وسائي تو

پــري كــر نہ پــاڻ كئــون، ڏي دلبر دلاسو
توريءَ سهجي كونہ كو، مون كي پرين پيو پاسو
جيهو تيهو اصل كئون، هيءَ سنــدو سڏائي تو
(قاضي، ص120)

2. هن قسم جي كافي جو گهاڙيٽو بہ اڳين كافي جهڙو آهي فرق فقط ايترو آهي تہ قافيو ٿلهہ جي پوئين پد ۾ اچي ٿو.

ٿلهہ: اهي ٻڙيون ٻاروچا، اڄ اڱڻ منهنجي ايندا
هيءَ شريعت كا كندي، اڙي سرتيون سائين ساڻ
نــاهيان ثانياڻي تن جي، جان پُرجهي ڏنم پاڻ
ٻانهي كري پنهنجي، اهي صاحب سڏيندا
(قاضي، ص103)

3. هن نموني جي كافي جو گهاڙيٽو هوبهو اڳين كافي جهڙو آهي هن ۾ فرق ايترو آهي تہ ٿلهہ جي ٻنهي پد ۾ قافيو آندل آهي.

ٿلهہ: اهي كاكيون كوهيارا، اڄ اڱڻ منهنجي آيا
پيهــي پــاٺهي آئيـــا، جن ڏور ٿي ڏسايو
هٿڙن جنين هنيڙو، اديـــون مون ٿي كسايو
جن جي كارڻ جيڏيون، مون ٿي پانڌي پچايا
(انصاري، ص157)

4. هن قسم جي كافين جو ٿلهہ هك سٽ ۽ ٻن ٽك جو ۽ بند ٽن مصرعن ۽ ڇهن پدن جو آهي. ٿلهہ جو پهريون ۽ بند جو پنجون پد پاڻ ۾ هم قافيا آهن. جڏهن تہ هر بند جو جدا جدا ٻيو ۽ چوٿون پد پاڻ ۾ هم قافيا تين ٽا ۽ بند جو ڇهون پد هر بند جي ڇهين پد طور ساڳيو آندو ويو آهي.

ٿلهہ: الله تـــون آڻ ملائين، اُهين پرديسي تُون
طرف معشوقان دي عرض عريضے، لك لك كيئي متوسے
كونہ لكيو نے، جـــواب تنهين دا، هنجهوان هار پوتوسے
آڻ ملائين رب سائين...... اهين پرديسي نـــون!
(راٽيپوري، ص190)

5. هن نمونن جي كافين جا ٿلهہ بہ ٽك ۽ هك مصرع جو ٿئي ٿو ۽ بند ٽن سٽن ۽ ڇهن

تک جو ٽئي ٽو. ٽلھ جو پويون پد ۽ بند جو ٻيو، چوٿون ۽ ڇهون تک پاڻ ھم قافيا آھن (7).

ٽلھ: ڪيون "ناھين" ڪُون مريندئين؟ وت "آھين" دي نال آڙيندئين
"آھين"، "ناھين" دي وت سھڻا، ڏونھين ڪم ڏسيندئين
ڪم ڪريندئين اپڻا آپي، ول ڏيکڻ نال ھسيندئين
ايڏي اوڏي عشق دي ڪيتي، مھڻي ورھ وسيندئين
(راٽيپوري، ص250)

6. ھنن ڪافين جو ٽلھ ٻن مصرعن جو ۽ بند ٽن مصرعن جو ٽئي ٽو. ٽلھ توڙي بند جي مصرع ھڪ پد جي آھي. ٽلھ جون ٻئي سٽون پاڻ ۾ ھم قافيہ آھن ۽ بند جي ھر مصرع ۾ قافيو آندل آھي. ھر بند پاڻ ۾ ھم قافيا آھي.

ٽلھ: آ ميان رانجھان سائين ساڏڙي نيڙي
ڪيتوئي بيراڳي سانون، اوس ويڙھي

شوق تساڏي سائين شور مچايا
سوز فراق وچ دن مين گنوايا
لوڪ ساري دا مھڻا سرتي مين چايا
(راٽيپوري، ص146)

4. ھن قسم جي ڪافين جو ٽلھ ٻن مصرعن ۽ چئن تڪن وارو آھي. بند ٽن سٽن ۽ ڇھن پد جو آھي. ٽلھ جو ٻيو، چوٿون ۽ بند جو ڇھون پد پاڻ ۾ ھم قافيا آھن. ھر بند جو جدا جدا ٻيو ۽ چوٿون تک پاڻ ھم قافيا آھن.

ٽلھ: بغير عشق دي ڏوجھا ڪوئي ڪمال نھين
نھين جو عشق، تہ اي دوست تيڏا حال نھين

سجڻ دي در تي شب و روز دونھان پا رھندي
نہ ايڏي اوڏي تيون عشق ايڪ جا رھندي
انھان دي عشق دا تيڪون، ڪوئي خيال نھين
(راٽيپوري، ص74)

## ڪافي چئوٽي:

هن قسم جي ڪافي جي ٿلهه ۽ بند جي مصرع ۾ چار پد ٿين ٿا. سچل سائين جي ڪلام ۾ چئن تڪن واري هڪڙي ڪافي ملي ٿي. جنهن کي رسالي ۾ ڏيڍي ڪري ڇاپيو ويو آهي. هن ڪافي جي ٿلهه توڙي بند هڪ هڪ مصرع جو آهي. جنهن جا چار پد آهن. ٿلهه جا پهريون، ٻيو ۽ ٽيون پد پاڻ ۾ هم قافيا آهن. هر بند جو جدا جدا پهريون، ٻيو ۽ ٽيون پد هم قافيه آهن. ٿلهه ۽ سمورن بند جو چوٿون پد پاڻ ۾ هم قافيه آهن.

ٿلهه: تنهنجي حسن ماريا، سوري سي سنياريا، انهين ڳالهين ڳاريا، هزارين هزار
اهـــي يـــار آيـــا، نيزن جي نوايا، نيئي سر سلايـــا، تنين تو آهـــار
جنهين موج آئي، تنهين سڌ سيائي، ڪيهي ڳالهه ڪائي، لنگهيا شهســوار
(قاضي، ص122)

## ڪافي پنجوٽي:

سچل سائين جي سرائڪي ڪلام ۾ پنجن سٽن جي ٻه هڪ ڪافي ملي ٿي جنهن کي ڪافي پنجوٽي چئي سگهجي ٿو. هن جو ٿلهه ٻن پد ۽ هڪ مصرع جو آهي. جڏهن ته بند ۾ پنج مصرعون ۽ وراڻي پڻ آندل آهي. هر مصرع ٻه تڪ جي آهي. ٿلهه جو پهريون، ٻيو ۽ بند جو پويون پد پاڻ ۾ هم قافيا آهن جڏهن ته ٿلهه جو پويون پد بند جي وراڻي طور آندل آهي. بند جو ٻيو، چوٿون، ڇهون ۽ اٺون پد پاڻ ۾ هم قافيا آهن. هن ڪافي جو هڪ بند ستن سٽن جو ۽ هڪ چئن سٽن جو آهي. جنهن جا قافيا پڻ ٻين بندن جهڙا آهن.

ٿلهه: بـــات بـــرهه دي ايهـــي ـــ ايهـــي عجب جيهـــي،
مل معشوقان مصلحت ڪيتـــي ”عاشق قتل ڪريسـون“
”قتل ڪنون جو پڇي تنهن ڪون، شهر ڍنڍوري ڏيسـون“
”ڪنون ڍنڍوري پڇي تنهن ڪون، سولي سر چڙهيسـون“
”سولي ڪنون جو پڇي تنهن ڪون، لهرين وچ لڙهيسون“
”لهـــر ڪنـــون جو ٻاهر آيا، رمز اهين دي ريهي......“
ايهـــي عجب جيهـــي!
(راٽيپوري، ص68)

سچل سرمست جي ڪافين ۾ نه رڳو گهاڙيٽن جا ڪيترائي نمونا موجود آهن پر

ان سان گڏ هن جي ڪافين ۾ ٻٽا ۽ اندروني قافيا پڻ ملن ٿا ۽ ان کان سواءِ سنڌي زبان جي اترادي محاوري جو بہ ڪٿي ڪٿي استعمال ڪيو اٿس، جيڪو سندس ڪافي کي خوبصورت بڻائي ٿو.

سچل سرمست جتي بيت ۾ ڇند آندو آهي تہ اتي سندس ڪافيءَ ۾ عروض جا نمونا پڻ ملن ٿا. سچل جي دور ۾ عروضي شاعري عام ٿيڻ لڳي هئي. پر هن باقائده عروضي شاعري اختيار نہ ڪئي، بلڪ ڪلاسيڪي شاعري جي صنفن جهڙوڪ: بيت ۽ ڪافيءَ ۾ ڇند ۽ عروض جا تجربا ڪيا اٿس.

ڪافيءَ جي صنف نج سنڌي ڪلاسيڪل صنف آهي جيڪا موسيقيت سان گهڻو تعلق رکي ٿي. سچل ان ۾ گهاڙيٽن جا ڪيترائي نوان نمونا ايجاد ڪيا تہ اتي عروض جو بہ استعمال ڪيائين. سندس هي يڪي ڪافي "عاشق ڏسڻ ۾ آيو، محبوب گل سناسي" وزن، مفعول فاعلاتن مفعول فاعلاتن (بحر مفارع) تي پوري اچي ٿي. اهڙي طرح هڪ ٻي ڪافي "آءُ ادا سالڪ،صحيح ڪر تون طلسمات کي"، وزن: فاعلاتن فاعلاتن فاعلاتن فاعلن، تي چيل آهي. انهيءَ طرح "اتي پيو وڃي خيال منهنجو جتي دم قدم جي جاءِ نہ آهي" وزن: فاعلاتن، فاعلاتن فاعلن تي پوري اچي ٿي.

سچل سرمست نہ رڳو ڪافيءَ جي گهاڙيٽن ۾ وسعت آندي پر ان ۾ عروض جا تجربا بہ ڪيا تہ ان سان گڏوگڏ هن ڪافيءَ جي قافين ۾ پڻ تجربا ڪيا آهن. هن ڪن ڪافين ۾ ٻٽا قافيا استعمال ڪيا آهن تہ ڪن ۾ اندروني قافين جو بہ استعمال ڪيو آهي. جن ڪافين ۾ ٻٽو قافيو آيل آهي تنهن ۾ لئہ ۽ ردم پڻ موجود آهي.

## جهولڻو ڪافي

سچل سرمست جي سنڌي ڪلام ۾ "مومل راڻو" ۽ "جوڳ" بابت چيل جهولڻا ملن ٿا، جن کي ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي "جهولڻو ڪافي" جو نالو ڏئي ٿو. پاڻ ان متعلق لکي ٿو :

> "سٽاءُ جي لحاظ کان انهن جو جهولڻي سان ڪجهہ تعلق آهي. انهن ڪافين جو هر بند ٻن يا ٽن سٽن جو ٿئي ٿو، جن جو قافيہ جي لحاظ کان نہ ٽل سان تعلق ٿئي ٿو ۽ نہ ئي ٻين بندن سان، جيئن تہ انهن بندن جو وزن اينگهہ وارو ۽ لچڪدار آهي ۽ انهن جي اڳيان ٽل بہ موجود آهي، تنهن ڪري اهي ڪافي وانگر ڳائي سگهجن ٿيون. انهي ڪري اهڙين شين کي 'جهولڻو ڪافي' جو نالو ڏئي سگهجي ٿو" (A-115).

سچل سرمست جهولڻي ڪافي جي سٽاءُ ۾ ٻه قافيي جي مٽ سٽ ڪئي آهي. جنهن سبب سندس رسالي ۾ اسان کي پنجن مختلف قسمن جون جهولڻو ڪافيون ملن ٿيون جن جو تعارف هيٺ پيش ڪجي ٿو.

1. هنن قسمن جي جهولڻو ڪافي جو ٿلهه ٻه تڪ ۽ هڪ مصرع وارو آهي. بند چئن پد ۽ ٻن مصرعن جو ٺهي ٿو. جنهن جا پد پاڻ ۾ هم قافيا ۽ هر بند جو قافيو جدا جدا آهي. ٿلهه ۾ قافيو آندل ناهي.

ٿلهه: تـو ڪئين اُهي وسري ويا، جن تي ڪارون تو سان ڪيا؟
پـــــــانڌي پرين جي پار ڏنهن، آندي خبر اها يار ڏنهن،
آيو اصل اســــــرار ڏنهن، دوستن سندي دربار ڏنهـــن.
(انصاري، ص368)

2. هن ڪافي جو نمونو به هوبهو اڳين ڪافي جهڙو آهي فقط ٿلهه ڏيڍو اٿس.

ٿلهه: ساٿي ساري سنيها، چئج پنهونءَ کي
بيـــراڳي آهييان، وو
حال ڏسيو ٿو جو وچين، سارو عرض ڪرين، وو
دلاسو ڪو دوست ڏنهن، وٺي جلد ورين، وو
(قاضي، ص119)

3. هن جي ڏيڍي ٿلهه جي وراٽي پهرئين بند سان هم قافيا آهي.

ٿلهه: مون کي ميڙين الله، سگهـو آٽي الله
وو مـــــيان پاروچا!
انهن ڪارڻ ڪاڪيون، وجهان وچاٽـا
سانول پنهنجو سرتيون، سَوَ ۾ سچاٽا
(انصاري، ص167)

4. اڳين گهاڙيٽن جهڙي هن جهولڻي ڪافي جو بند ٽن مصرعن ۽ ڇهن تڪ وارو آهي. ٿلهه جو قافيي سان ڪو تعلق ناهي.

ٿلهه: اهي ڪاڪيون ڪوهيارا، اڄ اڱڻ منهنجي آيا
پيهـــي پـــــاٽهي آئيا، جن ڏور تي ڏسايو
هٿون، جنين هينڙو، اديون مون تي ڪســـايو
جن جي ڪارڻ جيڏيون، مون تي پانڌي پچايو
(انصاري، 157)

5. هن ڪافي جو ٿلهه توڙي بند ٽن ٽن مصرعن ۾ ڇهن ڇهن پد وارو آهي. ٿلهه توڙي بند جا قافيا جدا جدا آهن.

ٿلهه:
يار مسافـــر هو ڳيا، مين ڪينون آکان ڪوڪ، وي
خبــر اسانون کهين ناڪيتي، ســاري ڏٺا لــوڪ، وي
عالم ليکي ديس ڇوڙيوني، ڳئي وساوڻ جهـوڪ، وي

1. آپي وچ آرام پئـي، سانون لايوئي فلڪ فراقي
راتيان ڏينهان هي اساڏي، اکڙيان ڪون اشتياق
مين نماڻي دي ســر دا سهرا، لوڪا ليکي چاڪ
(راڻيپوري، ص92)

## ريخته :

ريخته بنيادي طرح شاعري جي ڪا صنف ناهي البت هي موضوع آهي جنهن ۾ عورت جي زباني زالاڻ خيال بيان ڪيا وڃن ٿا. هن قسم جي نظم جي شروعات لکنؤَ سان واسطو رکندڙ هاشمي، خاڪي، اشرف، رحيم ۽ ڪن ٻين شاعرن ڪئي (116). جنهن ۾ فحش نگاري جو مضمون ڪن شاعرن ڍڪيل ته ڪن کلم کلا واري انداز ۾ آندو(117).

سچل سرمست پنهنجي اردو ڪلام ۾ ساڳيو وحدت الوجود وارو موضوع بيان ڪيو آهي. هن جي اردو ڪلام کي مرزا علي قلي بيگ "ريخته" جو نالو ڏنو، جاڪاڻ جو سچل هن ۾ عورت جي زباني ڳالهائي ٿو. پر ڏٺو وڃي ته سموري سنڌي ڪلاسيڪي شاعري ۾ عورت جي ئي زباني ڳالهايو ويو آهي. سنڌءَ جي خيال ڪان سرمست سائين جي "ريخته" ڪافي ۽ غزل جي وچهو آهي. ڪن ۾ غزل جيان بند به آهن ته ڪن بندن جي شروعات ۾ ڪافي جيان ٿل به آيل آهي. ٿل واري "ريخته" جي هر بند هم قافيا ۽ هر بند جا قافيا جدا جدا آهن. هت ريخته جو اهڙو نمونو پيش ڪجي ٿو. مرزا علي قلي بيگ ريخته تي سُر به لڳايا آهن.

بهتر هي ايسي زندگي، بن عاشق هي شرمندگي

برها ظاهر بدنام هي، باطن مين کلي ڪام هي،
نا صبر نا آرام هي، وه واه اس ماتـــام هوا.

باري بره ڪا بار هي، سر عاشقان سينگار هي،
سچو کي سر خمار هي، يهي عشق اسرار هي.
(علي قلي، ص206)

## غزل:

غزل جي تاريخ تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ غزل عرب ۾ شاعري جي مقبول صنف قصيدي جي حصي تشبيب مان نڪتو آهي. تشبيب ۾ ممدوح جي ثنا ڪئي ويجي ٿي. قصيدو جڏهن عرب کان ايران پهتو تہ ايران وارن تشبيب ۾ ردوبدل ڪري غزل جهڙي صنف کي لکڻ شروع ڪيو (118).

موضوعاتي طور غزل ۾ محبوب سان محبت ڀريون ڳالهيون ڪيون وينديون آهن. پر هن وقت تائين غزل جي مسلسل سفر ۽ هر علائقي جو جدا جدا اثر قبولڻ جي ڪري ان ۾ موضوعاتي حوالي سان وڏي وسعت اچي چڪي آهي. سٽاءُ جي لحاظ کان غزل ۾ ٻن ٻن سٽن جا بند ٿين ٿا. پهرئين بند جون ٻئي سٽون ۽ ٻين بند جون پويون سٽون پاڻ ۾ هم قافيا هونديون آهن (119) رديف بہ اڪثر ڀڄاري ۾ استعمال ڪيو ويندو آهي. هن جي پهرئين بند کي مطلع چئبو آهي. ڪٿي ڪٿي وچ واري بند جون ٻئي سٽون مطلع سان هم قافيا هونديون آهن تہ ان کي حسن مطلع يا زيب مطلع يا مطلع ثاني سڏيو ويجي ٿو. اهڙي ريت جيڪڏهن ڪنهن ٻئي شاعر جي ڪا شعري سٽ اڳيان رکي غزل چئجي ۽ ان ۾ اها سٽ بہ آڻجي تہ ان سٽ کي "مصرع طرح" ۽ اهڙي طرح غزل کي "طرحي غزل" چئبو آهي. غزل جي آخري بند کي مقطع سڏيو ويو آهي جنهن ۾ شاعر پنهنجو تخلص استعمال ڪندو آهي(120).

سنڌي ۾ فارسي غزل گوئي جا اهڃاڻ اسان کي تيرهن صدي عيسوي کان ملن ٿا. سچل سرمست فارسي ۾ بہ غزل چيا آهن، جن ۾ وحدت الوجود جو خيال آندو اٿس، جيڪو ٻين زبانن جي شعر ۾ بيان ڪيو آهي. هن جي غزل ۾ اسان کي ڪٿي اندروني قافيو پڻ ملي ٿو.

از جان وجودم نه نصران يهودم،
نه ازبـــت پرستم ندانم چه هستم.

نه دانه شمارم نه خانه خمارم،
نه زنار بستم ندانه چه هستم.
(درازي، ج2، ص27)

پنجن بندن جي هڪ غزل جي ٻن بندن ۾ رديف تہ آندو اٿس پر پهرين ٽن بندن جيان "آيم"، "حيرانم"، "جفتم"، قافيو شامل ناهي. هت ان غزل جا مطلع ۽ مقطع ڏجن ٿا جنهن جي مطلع ۾ قافيو موجود آهي ۽ مقطع ۾ قافيو آندل ناهي.

ندانم از کجا آيم، ندانم تـــا کجا رفتم،
کـــه در شب و روز حيرانم، ندانم تا کجا رفتم.

کجا شد آشکارا تو بدل باشد نگارا تو،
شنواى دلفگارا تو ندانم تا کجا رفتم.
(درازي، ج2، ص17)

ديوان آشڪار ۾ هڪ غزل اهڙو به ملي ٿو جنهن جي مطلع جي ٻنهي مصرعن ۾ هڪڙو ئي قافيو آندو ويو آهي.

من آن نيم کـــه نجو انيم علـــم مسئله کنم
کتاب نحو و صرف را ورق ورق کنم

غلام طالـــب عاشق محمد عربي ام،
مريد حيدر حب از حسين واز حسنم.
(درازي، ج2، ص21)

## مثنوي :

مثنوي بنيادي طرح ايران ۾ رائج ٿي ۽ فارسي ۾ گهڻي مقبول صنف رهي. شاهنامہ، سڪندرنامہ، حمله حيدري، يوسف زليخان، شيرين خسرو، هفت پيڪر، هشت بهشت، بهشتي زيور، بوستان، مثنوي معنوي ايران جون مشهور فارسي مثنويون آهن. جن ۾ تصوف، اخلاق، تعليم، قصا، حڪايتون ۽ تاريخ جهڙا مضمون آندل آهن (121). مثنوي فارسي کان سواءِ سنڌي ۽ اردو ۾ به پڻ لکيون ويون آهن.

مثنوي لفظ مثنيٰ سان تعلق رکي ٿو. جنهن جي معنيٰ آهي ٻٽو. شاعري ۾ مثنوي اهڙي شعر جي نموني کي سڏيو ويو آهي. جنهن جي هر بند جو ٻئي مصرعون هم قافيہ هجن ۽ هر بند جو قافيو جدا هجي پر پورو نظم هڪ ئي بحر ۾ هجي. عروضي شعر غزل يا نظم جيان مثنوي رديف ۽ قافيہ ۾ قيد ناهي. بلڪ هر بند جو علحده قافيو هجڻ سبب هي صنف بندن جي قيد کان پڻ آجي آهي.

عروض جي خيال کان مثنوي لاءِ ست بحر مقرر ٿيل آهن، جن کان سواءِ ڪنهن ٻئي بحر ۾ مثنوي چوڻ عيب سمجهيو ويندو آهي (122)

سچل سرمست فارسي ۾ مثنويون چيون آهن جن ۾ هن تصوف جا مضمون آندا آهن. سندس مثنوين هڪ ئي بحر رمل مسدس محذوف (فاعلاتن فاعلاتن فاعلاتن) تي چيل آهن. نموني طور مثنوي جا ڪجهه بند پيش ڪجن ٿا.

داستانی دیگـــر بشنو ز من — از شنیدن محو گرد و جان و تن
یـــار گویـــد باز گو از مثنوی — چنـــد ابیـــات ز سِرِ معنوی
خـــود اشـــارت می کُند را بـــگو — بس ز گفتن سِرِ او کاهل مُشو
مانی گـــویم گویا او بود
مانی جـــویم جویا او بود

(مثنوي تار نامہ، ص4)

## قطعات:

سچل سائين فارسي تصنيف ساقي نامہ ۾ ايڪيهہ قطعا ڏنل آهن. جيڪي سٽاءَ جي لحاظ کان رباعي جهڙا آهن يعني ان جي پهرئين، ٻئي ۽ چوٿين سٽ پاڻ ۾ هم قافيہ آهن، جڏهن تہ اهي قطعا عروض موجب رباعي جي مقرر ٿيل بحر تي چيل ناهن. البت هنن مان پهريان ٻارنهن قطعا بحر رمل جي وزن فاعلاتن مفاعلن فعلن تي ۽ پويان نو بحر خفيف مسدس مخبون محذوف جي وزن فاعلاتن مفاعلن فعلن تي چيل آهن.

بحر رمل ۾ چيل قطعو

ساقيـا وہ مرا پياله شراب
تاشود محو زاد گناهه و ثواب
کن مرا مست درجهان همچو
دل گداز و هميشه چشم پر آب

(درازي، ج2، ص184)

## فرد:

فرد شعر جو اهو نمونو آهي جيڪو ٻن سٽن جو هڪ اڪيلو بند هجي. هن جي ٻنهي سٽن جو وزن ساڳيو هوندو آهي پر قافيو نہ هوندو آهي. علم عروض جي ڪن ڄاڻن جي سامهون فرد جي ٻنهي سٽن جو هم قافيہ هجڻ ڪو عيب ناهي پر ڊاڪٽر ابراهيم خليل ان ڳالهہ کي رد ڪري ٿو (123).

سچل سرمست جي فارسي ڪلام ۾ فرد ملن ٿا جنهن جون ٻئي سٽون پـــاڻ ۾ هم قافيہ بہ آهن تہ منجهس رديف بہ آندل آهي. ائين لڳي ٿو ڄڻ هي بند سچل جي فارسي غزل جا مطلع آهن يا ڪن مثنوين جا بند.

سچل سائين جي فارسي فرد نموني طور پيش ڪجن ٿا.

- آشکار خدا هست اگـر ديده کشائي
  از پرده من و مائي بيرون تو اگر آئي

- عجب آيد مرا هردم نگارا
  نوئي در دل نباشي آشڪارا
  (درازي، ج2، ص1-190)

## سچل جون فني خوبيون:

سچل سرمست جي ڪلام ۾ ڪيتريون ئي فني ۽ ادبي خصوصيتون موجود آهن. هن جو ڪلام فن جو خزانو آهي، منجهس خيالن جي رنگن جو جهان ايترو ته نفاست، سونهن ۽ نازڪ خيالي مان جڙيل آهي جو ان جي سحر مان پنهنجو پاڻ آجو ڪرائي نه ٿو سگهجي. سچل اهو باڪمال شاعر آهي، جنهن ڏاڍي سونهن، سوڀيا، حسنائيت سان شاعري جو اهڙو ڪاڪ محل جوڙيو آهي جنهن ۾ شاعري جي فن ۽ فڪر جون سموريون رنگينيون موجود آهن.

شاعري جي نڪسات ان جي ڪن فني ۽ فڪري لوازمات مان ان وقت جڙندي ۽ جرڪندي آهي جڏهن شاعر پنهنجي وجدان سان ان ۾ اهڙا رنگ ڀريندو آهي. جيڪي رنگ ڪائنات ۽ انساني حيات سان سڌو يا اڻ سڌو تعلق رکندا آهن ۽ شاعري آرٽ جي ڪلا آهي جيڪا ٻئي ڪي تيزي سان متاثر ڪري ٿي. شاعري ۽ موسيقي هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهن. لفظ پنهنجي اندر ۾ جهان رکي ٿو ۽ شاعر لفظن جي انهن جهانن جو ساڪي آهي. شاعر جي، جا ست الهام/ وجدان جي صورت ۾ ظاهر ٿئي ٿي اها حيات ماڻي ٿي ۽ انهن زنده رهندڙ سٽن/شعرن ۾ فڪر ڪان سواءِ ڪي فني خوبيون/خصوصيتون موجود پڻ رهن ٿيون.

سچل سرمست جتي پنهنجي ڪلام ۾ فني تجربا ڪيا آهن (جن بابت اسان اڳ لکي آيا آهيون) ته اتي سندس شعر ۾ ٻولي، اسلوب، فصاحت، بلاغت، رواني، سلاست، جدت ۽ بلند خيالي جا پڻ ڪيترائي رنگ روپ موجود آهن.

درازي درويش تصوف جو اهم منفرد شاعر آهي، جنهن پنهنجي شاعري ۾ بيباڪي وارو نرالو انداز اختيار ڪيو، هن ڪان ٻهرئين سنڌي شاعري جو مزاج مائيٽو ۽ ڳنڀير هو پر سرمست سائين پنهنجي ڪلام ۾ همه اوست جا موضوع، مسئلا ۽ مضمون تفصيل سان آندا آهن، تنهن ڪري هو اهي معاملا بيان ڪندي هو خود به وجد ۾ اچي بيباڪي ٿي وڃي ٿو، ان صورت ۾ سندس شعر جو اسلوب بيان پڻ متجي وڃي ٿو. بيخودي جي حالت ۾ چئي ٿو:

هيو ڪو ڄاڻڻ محض گناهه، هر ڪنهن صورت آپ الله
ڪتــــي گــــدا گــــدائي والا، ڪتي شهنشاهه
صورت منجهه "سچوءَ" جي ٻولي، پاڻ ئي بيپــرواهه
(انصاري، ص63)

سچل جي ئي انداز بيان ۾ ايتري خود اعتمادي ۽ بيباڪي آهي، هن جي پنهنجي مادري زبان سنڌي تي مڪمل گرفت ڏسجي ٿي. سر سارنگ ۾ مينهن جي منظر ڪشي ڪندي هن جيڪي بيت چيا آهن انهن مان سچل جي پنهنجي زبان تي عبور ڏسي سگهجي ٿو. ٻولي جي خوبصورتي جو هڪ مثال پيش ڪجي ٿو:

اڄ پڻ پــورب پار ڏي، ڪڪر ڪڪوريا،
سارنگ سر سرائتـــا، ساجهري سوريا،
سر منڊل ۽ سارنگيون، چنگ چڱا چوريا،
اپ اتـي اوريا، طبل تـــارون تيج سان.
(انصاري، ص349)

اهڙي طرح سچل جو ڪلام فصيح به آهي ته بليغ به آهي. منجهس اهي خوبيون سهٽائپ پيدا ڪن ٿيون. سندس هي بيت فصاحت جو سهڻو نمونو آهي:

وســـي پيــــو وڏ ڦڙو، پنيون پٽ پريون،
پٽـــاريـــــون پٽن تان، وٽاڻين وريـــون،
ڪيرن جون ڪريون، ڇاڏئين ڏنئون ڇاهه مـــان.
(انصاري، ص349)

بلاغت جا ڪيترائي مثال سرمست سائين جي ڪلام ۾ سيبتي طريقي سان موجود آهن.

هـڪ جُوءِ ٻي جوءِ، ڇڏن ڪين جوان،
اهي پيي انسان، جي ننگن تي نثار ٿيا.
(انصاري، ص323)

آيـــــو رات رقم، مون ڏي محبوبن جو،
ته دوستي وارو دم، ڪڏهن تون نه وسارئين.
(انصاري، ص394)

شعر جي هڪ خوبي سلاست ۽ رواني به آهي. اسان اڳ ئي لکي آيا آهيون ته سچل سرمست جي ڪلام ۾ ردم، لئي، ترنم ۽ موسقيت موجود آهي. شعر جي

رواني ان جي ميناج پيدا ڪندڙ آوازن سبب ممڪن ٿئي ٿي. شاعر جو جيترو پنهنجي زبان تي عبور هوندو ته سندس شعر ۾ لفظن جو اٽڪاءُ پيدا نه ٿيندو بلڪ شعر ۾ رواني پيدا ٿيندي. سچل سائين جي هڪ غزل نما ڪافي جو مثال پيش ڪجي ٿو. جنهن ۾ رواني ۽ سلاست ٻئي گڏ آهن.

آهي انهن اکين ڪي، خاصو خمار تنهنجو،
وينــو وٺي آهيان هٿ، ڪامل قرار تنهنجو.
هن ڪي اوهان جي ٻاجهون آهي نه ماڙڪائي،
هـــي تـــا غريب آهي، اميدوار تنهنجو.

(انصاري، ص383)

لفظن جي تڪن جي مناسبت سان پڻ سٽن ۾ سلاست، رواني ۽ ردم پيدا ٿئي ٿو، سرمست سائين چئي ٿو.

صورت سڀ سلطان، پاڻ ڏسڻ آيو پنهنجو تماشو،
ڪا ٿئين حنبل، شافعي، ڪاٿئين مالڪ، نعمان،
ڪـــاٿئين پٽي پوٿيون، ڪاٿئين پڙهي قرآن،
ڪـــاٿئين اناالحق چوي، ڪاٿئين ڦيرائي فرمان،
ڪـــــاٿئين طفوليت ۾، ڪاٿئين پير جوان،
ڪـــــاٿئين مير وزير ٿيو، ڪاٿئين ٿيو دربان،
ڪـــــاٿئين احمد بلاميمي، ڪاٿئين هَنومان،
"سچـــــو" پيو صبر ۾، هوءِ حيرت ۾ حيران.

(انصاري، ص81)

ڪنهن بہ شاعر جي زنده رهڻ جو هڪ اهم ڪارڻ هن جو شاعري ڏانهن رويو هوندو آهي يعني هو پنهنجي شعر ۾ ڪيتري حد تائين مروج ريتن رسمن واقعن يا سياسي، مذهبي ۽ معاشي حالتن سان ٽڪراءُ ڪائي ٿو، شعر احساسن جو اظهار آهي، ان لاءِ لازم آهي تہ شاعر پنهنجي دور جو باشعـــور ۽ سجاڳ ذهـــن هجي، سچل سرمست جي شاعري ۾ اسان کي ترقي پسند ڌارا جا چٽا عڪس نظر اچن ٿا. هن جي دور جون بگڙجندڙ ۽ بدلجندڙ حالتون هن جي سامهون هيون، جن کان هو چڱي ريت باخبر هو، تنهن ڪري هن جي شاعري ۾ بغاوت ۽ تبديلي جا عنصر شامل آهن. هن چاتو پئي تہ هو جيڪو ڪجهہ ڏسي رهيو آهي اهو ظاهر ڪرڻ يا عوام کي ٻڌائڻ / سمجهائڻ ضروري آهي.

ماٺ ڪيان تہ مشرڪ ٿيان، ڪچان تہ ڪافر
انهي وائي ور، ڪو سمجهي "سچيڏنو" چوي
(انصاري، ص100)

هن جي نظر ۾ هڪ نئون جهان هو - اهڙو جهان جيڪو انسان دوستي جي بنياد تي قائم ٿيل هجي. هو پنهنجي دور جي مذهبي مت ڀيد کان بيزار هڪ اهڙو شخص هو جنهن جو ذهن پاڻ کان پوءِ ايندڙ سماج لاءِ سوچي رهيو هو، ان لاءِ هن وٽ انسانيت جي راڄ قائم ٿيڻ جو هڪ سپنو هو. هن پنهنجي شاعري ۾ اهڙي اعليٰ خيال پيش ڪيا آهن.

منزل طرف اڳتي قدم وڌائڻ لاءِ هو بغاوت جي ڳالهہ ڪري ٿو جيڪا ڳالهہ ڪرڻ هن جي دور ۾ نہ رڳو هڪ انوکو قدم هو پر سنڌي ڪلاسيڪل شاعري ۾ اهو ذڪر نواڻ/جدت جو اهڃاڻ پڻ آهي.

ٽوڙ رواج ۽ رسمون ســاريون، مرد ٿئين مردانو،
پــاڻ بيگانــو مول نہ ڄاڻين، آهين يار يگانو،
"ونفخت فيه من روحي" بلڪل چئہ بهانــــو،
وهم سچل ڪڍ پانهپ وارو، شمـلــو ٻڌ شهانو.
(قاضي، ص286)

هن جي نظر ۾ انسان جو رتبو/مرتبو اعليٰ آهي جيڪا ڳالهہ هو بار بار چئي ٿو:

اول پيري پيچ، بند خيالات جو

سچل جا هي لفظ ڪنهن وڏي انقلاب، بغاوت يا تبديلي جو سبب بڻجي سگهن ٿا، اها هن جي خيالن جي ندرت آهي يا هن جي شاعرائي جدت جا اهڃاڻ، جن مان انسان جي آزادي جا خيالات اپرن ٿا. سچل جي دور جو ماڻهو اجاين ريتن، رسمن، عقيدن، مذهبن، فرقن ۽ وهمن ۾ اهڙو تہ جڪڙيل هو، جو سچل چاهيو ٿي تہ هو هن جي ذهني غلامي مان نجات حاصل ڪري. هن جي نظر ۾ انسان جو رتبو اعليٰ آهي هو ذهني يا جسماني طور تي خدا کان سواءِ ڪنهن ٻئي جو تابع رهيو تہ هو پنهنجا اعليٰ اوصاف سڃاڻي نہ سگهندو، هن ڪي خدا جي طرفان عطا ٿيل صلاحيتون، لياقتون ۽ ذهانتون هن جي ڪم اچي نہ سگهنديون ۽ پوءِ هو خدا طرفان انسان ڪي مليل مرتبي کي ڪيئن ماڻي سگهندو، جيڪو هن جو پيدائشي حق پڻ آهي. سچل چئي ٿو:

ٻانهون ٻانءُ نہ پاڻ ڪي، تون هين مالڪ ملڪ جو
(انصاري،ص82)

۽ وري ڪٿي بيباڪي مان ائين به چئي ٿو ته:

سچ ٿا مرد چون، ڪنهن کي وٺي نه وٺي

## سچل جون ادبي خوبيون

### وراڻ جو استعمال :

بيتن جي مضمون ۾ سهڻائپ، رنگيني، تسلسل ۽ هم آهنگي پيدا ڪرڻ لاءِ ان جي سلسلي يا ڪنڊي ۾ "وراڻ" استعمال ڪيو ويندو آهي . سچل سائين ڪان اڳ اسان کي شاهه ڪريم بلڙي واري جي بيتن ۾ وراڻ جو قسم ملي ٿو. پر مڪمل سهڻي نموني سان شاهه لطف الله قادري پنهنجي سنڌي بيت ۾ آندو آهي جنهن کان پوءِ ڪيترن ئي شاعرن پنهنجن بيتن ۾ وراڻ جو استعمال ڪيو آهي. سچل جي ڪلام ۾ اسان کي وراڻ جا ڪئي نمونا ملن ٿا .جن مان هت ڪجهه مثال ڏجن ٿا.

وراڻ جو پهريون نمونو اهو آهي ته لاڳيتا ڪجهه بيت ساڳين لفظن يا فقرن سان شروع ٿيندا آهن سچل سائين جي رڳو سر سسئي ۾ "قاف ڪشالا ڪيترا:....." فقري سان شروع ٿيندڙ ڪيترائي بيت ملن ٿا. اهڙي ريت "ويم نڪري قافلو...." "ڪيچؤن آيو قافلو..." جي فقري سان پڻ بيت ملن ٿا. مثال طور ڪجهه بيت هيٺ ڏجن ٿا.

ڪيچؤن آيو قافلو، رات موچاريءَ روءِ،
مڙيوئي خوشبوءِ، ٿيو سارو شهر ڀنڀورجو.

ڪيچؤن آيو قافلو، مون ڪر پڇيائون،
ڪرم ڪيائون، هن مون نماڻيءَ تي.
ڪيچؤن آيو قافلو، خوب ٿيس خوشحال،
چڱو ٿيڙم حال، پسڻ ساڻ پرينءَ جي.
(انصاري، ص152)

وراڻ جو ٻيو نمونو آهي، جنهن ۾ هڪ بيت جو پويون اڌ، ايندڙ بيت جو پهريون اڌ ٿي ويندو آهي. سرمست سائين وٽ به وراڻ جو اهو نمونو ملي ٿو. مثال طور ڪجهه شعر ڏجن ٿا :

پورب سندي پار جا، ڪڪر ڪارونيار،
وِڄن ۽ وَڄڻ سان، چڙهن ٿا چوڌار،
اُيي ڪي آبيندي، لڏئون سنڌڙي سار،
ساوا ٿيا سنگهار، موليٰ سندي مهر سان.

مولىٰ سندي مهر سان، ساوا ٿيا سنگهار،
ڏلهـــــي چڏيو ڏُٽ سان، ڏوٿين ڏيار،
تـــــرايون تجل جون، ٿيون تارون تار،
سو راهين سنوار، صاحب سٺاٽي ڪئي.
(انصاري، ص347)

وراڻ جو ٻيو نمونو اهو آهي، جنهن ۾ بيتن جي پوين سٽن جا آخري اڌ هڪ جهڙا آهن. سچل جي رسالي ۾ پڻ اسان کي وراڻ جو هي نمونو به ملي ٿو. هت نموني خاطر ڪجهه اهڙا بيت پيش ڪجن ٿا.

روئڻ ڪان نہ رهن، آيل اهي اڪيـــــون،
سڀ ڪنهن ويل وهن، اٿن اثر اوهين جا.

لحظو نہ لاهين، بار مَتَن بَرسات جا،
اکين ڪي آهين، اثر اوهين جـــــا.
(انصاري، ص100)

## قافيہ جون خوبيون :

سچل سرمست وٽ قافيي جي حوالي سان بيتن ۾ نواڻ ۽ سهڻائپ نظر اچي ٿي.هن پنهنجي سنڌي بيتن ۾ قافيي جي تصغيري صورت استعمال ڪرڻ سان منجهن خوبصورتي ۽ ميناج پيدا ڪيو آهي. مثال طور :

هت ڏسان ڏوٿيڙن جيون، ويٺي واٽڙيون،
هت پون پهنوارن تي، منيون ماٽڙيون،
يـــاد اتي جيون مون پيون، چوهون چاٽڙيون،
توڙي چار ڪنڌان لوئي جيون، هت ڦاڪين ڦاٽڙيون،
مان پيي وڃان اوڏهين، جتي ڪنوٽيون ڪاٽڙيون،
مون ڪي لوهن لاٽڙيون، تن لالن سنديون سومرا.
(قاضي، ص357)

سچل سائين قافيي ۾ تصغيريت آڻي منجهس موسيقيت پيري ڇڏي آهي. هن قسم جا مثال اسان کي سنڌي شاعري ۾ پهريائين نہ ٿا ملن، ان سان گڏوگڏ سچل

سائين قافيي ۾ جمع لاءِ اترادي محاوري موجب واحد جي صيغي لاء "آن" ملائي پيش ڪيو آهي. سچل جي ڪلام ۾ اهڙا ڪيترائي مثال موجود آهن جيڪو جهولڻي جهڙي انوکي صنف جي هڪ بند ۾ به اهڙو قافيو آندو آهي.

هئي هئي ماري عشق اميران
وٺي ورهه وڪيل وزيران
توڙؤن هيئن لکيون تقديران
پانهن هٿ ٿيون تقصيران
ڏاڍيون عشق سنديون تڙ پيڙان
پٺيءَ منهنجي برهه بهيران
هلن هت نکي تدبيران
مونسان سندين سوز سفيران
ورتئي ورهه کنهين وٽجاري
(قاضي، ص323)

سچل جي ڪلام ۾ اسان کي آوازي ہٽي قافيي جو به مثال ملي ٿو:

ف: فوج چڙهي حسن واليان دي، چُل چُل پئي هوءِ هوءِ ولـــي،
ڏيکڻ نال رانجهو ووني مست رهيا، پانهان پڌ ڪڙا روءِ روءِ ولـــي،
مک نال گوڙهيان دي وو ڪڙ ڪڙي هي هاءِ رهيـــا ڏوءِ ڏوءِ ولـــي،
"سچو" جوش گهٽي وچ جان تنهن دي، نوين نوين آ ڪان نوع نوع ولـي.
(راٹيپوري، ص130)

شڪارپوري محاوري موجب عام گفتگو ۾ جملي جي پڇاڙي ۾ "ني" جو استعمال به ڪيو ويندو آهي. سچل سائين ان لفظ کي رديف طور پنهنجي سہ حرفي ۾ آندو آهي.

ڪل سياليان صورت واليان، رل مل ندي اتي اونديان ني؛
ساوي سوهي ڪپڙي ڪرن اُتون، بازي برهه دي آڻ بٹا ونديان ني؛
اکين لاڏ پريان مغرور قرن، ويکڻ نال "سچو"چوٹک لا ونديان ني؛
"سچو" سبز تلي وو ٹالهيان دي، چناهه دي وو ڪنارڙي ڳاونديان ني.
(راٹيپوري، ص131)

## پهاڪن/ چوڻين جو استعمال :

سچل سرمست جي ڪلام ۾ اسان کي اهڙيون ڪوڙ سٽون ملن ٿيون، جيڪي عام طور پهاڪن / چوڻين طور استعمال هيٺ آنديون وڃن ٿيون يا آٿي سگهجن ٿيون. پهاڪو، لوڪ ادب جي هڪ مقبول صنف آهي. ڳالهه کي اثرائتو بنائڻ لاءِ پهاڪن / چوڻين جو استعمال ڪيو ويندو آهي. ڇاڪاڻ جو منجهس دانائي جا نڪتا سمايل هوندا آهن. عام طور پهاڪو/ چوڻي ان جملي کي چئي سگهجي ٿو، جيڪو دانائي ۽ حڪمت سا پرپور سوچيل، سمجهيل ادا ڪيل هجي، جنهن ۾ ڪنهن وڏي ڳالهه ڏانهن اشارو يا نصيحت سمايل هجي.

ڊاڪٽر مُرليڌر پهاڪي بابت لکي ٿو :

"پهاڪو لفظ جي اکري معنيٰ آهي، اهو نڪتو يا گفتو جنهن ۾ ڪو اونهو خيال يا ويچار سمايل آهي .عام ماڻهن جي روزاني جيوت ۾ اهو گفتو صلاح يا هدايت طور ڪتب آڻجي ٿو، جنهن مان هين ڪي اڪثر صحيح وات تي هلڻ لاءِ اشارو ملي ٿو" (124).

سنڌي اساسي شاعري ۾ بہ پهاڪي جو استعمال اسان کي ملي ٿو.. خاص طور شاهه عبد اللطيف ڀٽائي، سچل سرمست ۽ حمل فقير جي ڪلام جي اهڙين منفرد سٽن کي عوام پنهنجي استعمال هيٺ آندو آهي. سچل سرمست جي ڪلام ۾ موجوده پهاڪن واريون سٽون بہ سچل جي بنيادي فڪر همہ اوست ۽ وحدة الوجود جي اثر هيٺ آهن. سرمست چوي ٿو:

"سچل" ڪج صبر، متي خيال ڪڙورهين،
ڪينو ۽ ڪبر پري ڪر پاڻ ڪئون.
(قاضي،، ص310)

جڏهن وڏي جهد ڪان پوءِ سڄڻ کي حاصل ڪجي ۽ من ۾ خوشي پرجي وڃي تہ پوءِ چئبو آهي.

اهو بر پي بازر آءِ، جتي ديرو دوست جو
(قاضي، ص88)

محبت جي باه جڏهن من اندر کي جلائي ٿي تہ عقل عشق آڏو مات ڪائي وڃي ٿو تہ پوءِ ڪڏهن سسئي عشق جي ڪري ڏونگر ڏوري ٿي تہ ڪڏهن سهڻي اڏ رات جو درياءَ اُڪري ٿي. مطلب تہ انساني عقل محبت آڏو پنهنجا سپ دليل هارائي ويهي ٿو ۽ پوءِ ايئن چئجي ٿو:

علم عقل ويو اڏري عين عشق جي آئي
(انصاري، ص162)

ڏونگر سي ڏوريندين، محبت جن کي من ۾
(انصاري، ص131)

تڪليف برداشت ڪرڻ، صبر ڪان ڪم وٺڻ، مڙس تي مهلون نيائڻ مرد جو ئي شان آهي ۽ جيڪو ايئن نٿو ڪري ان کي تنبيھ طور چيو ويندو آهي.

دانهون ڪري درد مؤن برھ نہ ڪر بدنام
(انصاري، ص165)

جـوئن کي جواب مرد نہ ڏين مينڌار
(انصاري، ص323)

انسان جي تقدير ۽ تدبير مالڪ مهربان جي ئي وس ۾ آهي جو جنهنکي چاهي تنهنکي نوازي. دنيا جي تاريخ ۾ اهڙا ڪيترائي مثال موجود آهن تہ جيڪي ڪک جهڙي حيثيت بہ نہ رکندڙ هئا پر جڏهن انهن تي ڪريم ڪارساز ڪرم ڪيو تہ اهي ڪروڙن جا مالڪ بڻجي ويا تہ جڏهن انسان جي اهڙي ڪيفيت ۽ حيثيت نروار ٿئي تي تہ پوءِ ان کي چئجي ٿو.

هئي مهاٽي ماٽس، پر هن سان ڪرم ڪريم ڪيو
(انصاري، ص224)

سچل سائين جي ڪلام ۾ بيون بہ اهڙيون ڪوڙ سٽون آهن، جيڪي پهاڪي/ چوٽي طور استعمال ڪيون وڃن ٿيون يا ڪري سگهجن. هت اهڙيون چوندب سٽون ڏجن ٿيون.

- دم غنيمت جا هت آهن، ڏينهن دنيا ۾ چار . (انصاري، ص83)
- فراقاءُ فرق، شال نہ پوي جيڏيون (انصاري، ص77)
- فنا ڪؤن اڳي بقاء نہ ٿيندين، جيئن پارو ۽ پاٽي (انصاري، ص90)
- ماٽ ڪريان تان مشرڪ ٿيان ڪچان تہ ڪافر (انصاري، ص100)
- دوست دلاسو ڏجي، ڏاها ڏکوين (قاضي، ص159)
- تون ڪيئن وسارين تن کي، جي تو گهٽو پچن (انصاري، ص171)
- ڪاريون ٿيون ڪڏن، سمي جي سهاڳ تي (انصاري، ص219)

- ڪر اها ڪائي، جو ڪارڻ لهي ڪاڪ توڻ (انصاري، ص275)
- لڪن منجهه ليي ڪا سورائتي سار سان (انصاري، ص353)
- آءُ ڪتيان ڪي ڪانگ اڏايان (انصاري، ص412)

## سنگيت ودیا سان ڳانڍاپو:

سنگيت هڪ اهڙي ڪلا آهي، جيڪا انسان جي من جي تارن کي ڇيڙي ڪيس مست بڻائي ڇڏي ٿي. سنگيت جي ماهرن جو چوڻ آهي تہ فطرت ۾ موسيقي موجود آهي. آبشارن جي رواني ۾، هوائن جي لڳڻ ۾، ندين ۾ ۽ پکين مان مور جو ٺهوڪو کرج ۾ آهي، جنهن کي ”سا“ تا چون. پپيهو رکب ۾ ڪهان ڪندو آهي، ٻڪري گندار ۾ بيڪيندي آهي، قاز مدم ۾ ٻوليندو آهي ۽ ڪوئل جي ڪوڪ پنجم ۾ آهي (125). مطلب تہ ڪائنات جي هر شيءِ ۾ موسيقي موجود آهي، جيڪا انسان کي پسند بہ آهي. شريعت ۾ سنگيت جائز ناهي، پر صوفي سرود ۽ سماع کي جائز سمجهن ٿا، ان ڪري صوفين وٽ سماع عام آهي، تہ ڪن درويشن، فقيرن، ڪبير، تلسي، سورداس، ميران، نانڪ، تڪارام، بلهي شاهه ۽ سچل مستي جي ڪيفيت ۾ ڳائي پنهنجي رانجهي کي ريجهايو آهي(126).

انگريز ليکڪ ڪارلائيل چواٽي تہ ”جيڪڏهن اوهان جو نظم، ڳائڻ جي لائق نہ آهي تہ ان کي شعر هرگز نہ ٿو چئي سگهجي ۽ ان جو لکڻ ئي فضول آهي“(127). مطلب تہ شعر ۽ راڳ جو پاڻ ۾ خاصو ڳانڍاپو آهي، دنيا جي عظيم شاعرن وانگر سنڌ جي اساسي شاعرن جو بہ ڪلام مٿين ڪسوٽي تي پرکيل ۽ ميجيل آهي.اهڙي ريت سچل سرمست جي ڪلام جو بہ موسيقي سان گهڻو سبنڌ قائم آهي سچل سائين جي موسيقي سان لاڳاپي متعلق گوردڻ پارتي لکي ٿو :

> ”جڏهن ســــــارنگي طبلي تي هٿ لڳندو هو، تڏهن بيخود ٿي ويندو هو ۽ مٽي جا وار ڪڙا ٿي بيهندا هيس ۽ اکين مان پاڻي جاري هوندو هيس. شعر بہ اهڙي مستي ۽ وجداني ڪيفيت ۾ چوندو هو، جيڪي منشي ۽ فقير لکندا هئا“ (128).

پروفيسر لال سنگهہ اجواڻي ان متعلق لکي ٿو :

> ”سچل سرمست جي وڏي خصوصيت هي آهي تہ هن جهڙو ڳائيندڙ ڪوي سنڌ اڃان پيدا نہ ڪيو آهي. سچل جون ڪافيون گيت ڪاويہ (Lyrical Poetry)جي انهيءَ اتاهين آسمان تي پهتل آهن، جتي ڪنهن بہ رواجي سنڌي ڪويءَ کي پير پائڻ جي مجال نہ آهي“ (129)

سچل سرمست جو ڪلام ڪافي، غزل، بيت / ڏوهيڙي، جهولڻـــــي،

گهڙولي، سه حرفي(ٽيهه اکري) ۽ مرثئي جي صورت ۾ ملي ٿو. ڪافي سنڌي ۽ سرائڪي جي هڪ سدا ملوڪ صنف آهي. ڪافي صوفين جي ايجاد آهي، جيڪا هر راڳ ۽ هر رنگ ۾ ڳائي ويندي آهي(130). سچل جون ڪافيون سنڌس فقيرن مختلف راڳ/ راڳڻين ۾ ڳايون آهن. سچل پنهنجي ڪافين ۾ ڏوهيڙن ۾ ڪمال جي موسيقيت ڀري آهي. رواني بيخودي، ترنم ۽ ردم هن جي ڪلام جي سونهن آهي. خاص طور سرمست سائين ڪافين ۾ ٻٽا قافيا استعمال ڪري ان ۾ ردم، لئي ۽ جاذبيت پيدا ڪئي آهي. هڪ هنڌ چئي ٿو:

گهوري گهوري گهوري وو ميان
جنـد سڄڻ تـوتـان گهوري!

راتو ڏينهان وو آهي اوهان جي سائين جهوري جهوري
ڳچي وڌيو عجب جيهي، سهڻـــــــا، ڏوري ڏوري،
تند نہ ڇاڻان، وو، ڪنهن هيءُ سهڻا، چـــوري چوري،
”سچو“ لايو سچ منجهاروُن، لالن، لـــــــوري لوري.
(انصاري، ص201)

سنڌس ڪافين ۾ بيتن ۾ اهڙا ٻيا ڪيترائي مثال موجود آهن. اهڙي طرح قافين ۾ سري جي محاوري موجب آن جو صيغو ڳنڍڻ توڙي تصغيريت جي استعمال سان پڻ شعر ۾ موسيقي پيدا ٿئي ٿي.

لڳـــيءُ دل جـــو دارون، ناهه ڪو ڍولڻ پيارا
عشق جون واٽان، پرن لاٽان، تنهن مؤن نڪرن درد جون ڇـــاٽان،
پوءِ ٽيون پون هي پچارا.
عاشق تا ڪن درد جون دانهان، عشق منجهارؤن اهي آهان
(انصاري، ص227)

هت ڏسان ڏوٽيڙن جون، ويني وانڙيون،
هت پون پنوهارن تي، منيون مانڙيون،
ياد اتي جون مون پيون، چوهـون چانڙيون،
توڙي چار ڪندان لوئي جون، هت ڦاڪين ڦانڙيون،
تان ٻيي وچان اوڏاهين، جتي ڪنوٽيون ڪانڙيون،
مون ڪي لوهن لاتڙيون، تن لالن سنڌيون سمـــورا.
(انصاري، ص312)

سچل سائين جون ڪافيون جدا جدا راڳ/ راڳڻين جي قالب ۾ آندل آهن. اسان هت ان ڪري سندس ڪلام جي هڪ مختصر فهرست سرن سميت ڏيون ٿا تہ جيئن سندس ڪلام جي موسيقي سان لاڳاپي ڪي سمجهي سگهجي.

## ڪلام جو نمونو

سر آسا : 1. پاڻ تہ آهيان پاڪ، پر ڪي ڏينهن هت گذاريان ٿو (قاضي، ص-129)
2. جنهن دل تي آهي جوش، سا دل سورن سان سنري (قاضي، ص-138)
3. جي مون پڇو ڙي جيڏيون، آهي بره بيقراري (قاضي، ص-142)

سر گجري :1. جهڙو هي عجائب آءِ، ناهہ عجيب ڪو بيو اهڙو (قاضي، ص-139)
2. اتي ڪفر نہ اسلام، آهي سيني ڪي سلام (قاضي، ص-87)
3. پُل وڃي تو پل وڃي تو، لوڪ ساروئي پُل وڃي (قاضي،ص-112)

سر بلاولي: 1. ڏسو عشق جو انصاف، سيئي مذهب ڪيائين معاف (قاضي، ص-160)
2. چشمن يار جي مون تي، چئو جا چوٽ چڪائي (قاضي، ص-149)
3. ديس اسانجڙي آيو، پڙيون پارچو موليٰ سو آڻ ملايو (قاضي، ص-158)

(راڳ بلاولي وارا ڪلام سورٺ، ڪنيات، ڀيروي، پيلو، پهاڙي، سارنگ، پوربي، ڪسوري، جوڳ، ڪلياڻ، آسا، جهنگلو، ڌناسري ۽ برده سرن ۾ بہ ڳايا ويندا آهن)

سر ڀيروي: 1. ڪو ڪيئن چوي، ڪو ڪيئن چوي، آءُ جوئي آهيان سوئي آهيان (قاضي، ص-206)
2. سچ ٿا مرد چون، ڪنهن ڪي وٺي نہ وٺي ! (قاضي، ص-174)

سر ڌنا سري: اهو اٿم ارمان ڇا منجهان هت ڇا تي آيس ! (قاضي، ص-85)

سر توڙي: ڪاڪيون !مون ڏي ڪالهہ، دلبر لکيا دلاسا ! (قاضي، ص-198)

سر جهنگلو: جي هئين عاشق تہ برسر مينهن محبت جو وساءِ! (قاضي، ص-143)

سارنگ: پانڌي منهنجي يار کي ساري چئج سلام ! (قاضي، ص128)

برو: اصل اسانجڙو آهي، ننگ ٻاروچل توتي ! (قاضي، ص75)

ڪسوري: عاشق مرندا ڪينڪي، رهندا ڪين مڪان ۾! (قاضي، ص192)

پهاڙي : جيُ نچ آيا پلي ڪري آيا، ساتي سڄڻ جي ڏيهہ ڏانهن! (قاضي، ص141)

جوڳ : 1. پاڙيچُون ني پرين جو، مون ڪي پُورُ اچ ني پيو (قاضي، ص136)
2. جو جوڳي زلفن وارو سو سامي مون تاڪين سڃاتو (قاضي، ص144)

پوربي: ڪهڙي ڳالهيئون يار، ووءِ ووءِ ڪيئي بيراڳي اسان ڪي (قاضي، ص-205)

ڪوهياري: مون ۾ عيب اپار، سڄڻ تنهنجي ٻانهڙي آهيان! (انصاري، ص-188)

ڪلياڻ: محبوب ڳولي ڏس من ۾، من ۾ تون ڏس دل ۾ تون (قاضي، ص-225)

كنيات: صورت سپ سلطان، پاڻ ڏس آيو پنهنجو تماشو! (انصاري، ص-60)
احوال عشق لائي "سر سره" بلائي (قاضي، ص93)
كونسيہ: ڇو ڪرين ٿو ارمان، جيڪي آهين سوئي ٿيندين! (انصاري، ص-77)
مالكوس: هن غريب جو حال، توكي معلوم آهي ! (قاضي، ص-257)
كافي(سنڌي تلنگ) :ملان مارمَ مون سڄڻ ڏسان ڪين سبق پڙهان (قاضي، ص-266)

مرزا علي قلي بيگ هن فهرست ۾ سر مارئي، سر سسئي ۽ سر مومل بہ ڏنا آهن، جن جو سنگيت سان ڪوبہ واسطو ناهي، پر انهن داستانن جا ڪلام مختلف راڳن ۾ ڳايا ويندا آهن.

گورڌن ڀارتي سچل سرمست جي موسيقي جي حوالي سان لکي ٿو :

"سچل سرمست موسيقي جو ماهر هو، راڳ سندس رڳ رڳ ۾ سمايل هو. سندس ڪافين جي بناوٽ، بندن، قافين ۽ راڳن جي مد نظر گهٽن ئي روپن ۾ ظاهر ٿي آهي، سندس شخصيت خواه ڪلام سراسر سنگيتميہ آهن" (131)

## سچل جي ڪلام ۾ صنعتن جو استعمال

شاعري لفظن، خيالن، جذبن ۽ احساسن جو وسيع جهان آهي جنهن ۾ ڪيترائي نرالا ۽ انوکا انداز مختلف رنگ روپ ۾ ظاهر ٿين ٿا. شاعري جي انهن علحده صورتن ۾ خوبصورتي، سونهن، دلڪشي، رنگيني، لفظن جي مختلف انداز ۾ ترتيب سان ممڪن ٿئي ٿي. جنهن کي اسان صنعت جو نالو ڏيون ٿا. ٻولي جي "ويا ڪرڻ" موجب عبارت يا لفظن جي معنيٰ کي فصيح ۽ بليغ ڪرڻ لاءِ کي صفتون مقرر ڪيل آهن. جن کي صنعت سڏيو وڃي ٿو. سچل سرمست جي ڪلام ۾ جتي ڪيتريون نيون ايجادون ۽ فڪري اڏام ۽ اسلوب بيان جون رنگينون موجود آهن اتي هن جي ڪلام ۾ اسان کي ڪيترين ئي صنعتن جو استعمال پڻ ملي ٿو. اسان هت مختصر طور سچل جي ڪلام ۾ صنعتن جو تعارف پيش ڪنداسين.

### صنعت تلميح:

هن صنعت ۾ ڪنهن واقعي، قصي يا اصطلاح ڏانهن اشارو ڪيو ويندو آهي(132). سچل جي ڪلام ۾ هن صنعت جو استعمال ملي ٿو.

چــــڏي ملڪيت مال، رانجهو رڻ چڙهي هليو،
قسمت ڪيس ڪنگال، نہ تہ حاڪم هو هزار جو.

ڪي جو لکيائون، پني منجھ پريت جو،
اهي پسي آئون، بيخود ٿيڙس سرتيون.
(انصاري، ص379-353)

## صنعت تجنيس حرفي

عربي زبان جي لفظ تجنيس جي معنيٰ آهي هڪ جهڙو هجڻ ۽ حرف جي معنيٰ آهي اکر. يعني هڪ جهڙا اکر. شاعري جي اصطلاح موجب تجنيس حرفي جو مطلب آهي شعر جي ڪنهن هڪ مصرع ۾ ساڳي يا هڪ جهڙي اکر سان شروع ٿيندڙ ڪيترائي لفظ اچن(133). سچل جي ڪلام ۾ تجنيس جا ڪيترائي مثال موجود آهن. خاص طور پورب جي بيتن ۾ ته هن صنعت جا خوبصورت مثال موجود آهن:

جوڳي جالون جال، پر لاهوتـــــي لنگهي ويا،
هل هلي ويڙا حال ۾، هي قـــــابو متي قال،
هَي هَي منهنجي حال، جو حال نه پيو هٿ مون.

جوڳين آهه نه جنگ، هن سلوڪـي سڀ سان،
جيجان هن جهان ۾، هـــــن طريلا تنگ،
ڪنهن جي رتا رنگ، ماٽڪ منهن مشعـــلا.
(انصاري، ص9-338)

## صنعت مبالغو:

هن ۾ شاعر ڪنهن جي تعريف يا ذڪر ڪندي تمام گهڻو مبالغو ڪري. جڏهن اهو حد کان وڌيڪ يا ناممڪن يا عقل ۽ عادت جي برخلاف هجي، تڏهن انهن کي ”غلو“چوندا آهن(134)

درازي درويش پنهنجي رومانوي شاعري ۾ پنهنجي مجازي محبوب جي ساراهه ۾ ڪٿي مبالغي کان ڪم به ورتو آهي.

ڪجا ڪج محراب، منهن تي محبوبن جي،
ڏنگا ونگا واه واه مصحف جا اعـــــراب،
سڻـــــون سيپارن جون، پڙهن ٿيون ثواب،
برهه سنـــــدا باب، سچل سڀ ختم ڪيا.
(قاضي، ص290)

### صنعت ترصيح:

ترصيح جي لغوي معنيٰ آهي جواهر جڙڻ. علم بيان موجب اها عبارت يا شعر جن ۾ ڪي لفظ خانن وانگي آٿجن جي تڪن ۾ موافق هجن (135). سرمست جي ڪلام مان هن صنعت جو مثال پيش ڪجي ٿو:

تاب ڪنون بي تاب، ميان، مين تاب ڪنون بي تاب
نا مين گويا نا مين جـــويا، نا مين سوال جواب،
نا مين خاڪي نا مين بـــــادي، نا مين آگ نہ آب،
نـــــا مين جني نا مين انسي، نـــا مائي نا باب،
نا مين سنـــــي نا مين شيعـــا، نا مين ڏوهہ ثواب،
نا مين شرعي، نامي ورعـــي، نا مين رنگ رباب،
نا مين ملا نا مين قاضي، نا مـــــين شور شراب،
ذات ”سچل“ دي ڪيهي پڇدئين، نالـــــي تا ناياب
(راٺيپوري، ص227)

### صنعت اشتقاق:

هن ڪي ”اقتصاب“ بہ چيو ويندو آهي. هن ۾ اهڙا لفظ ڪم ايندا آهن جي هڪڙي اصل مان متشق هوندا آهن (136). مثال:

- ڪاتي ري ڪُهي ڇڏيو راٺا تنهنجي رنج،
  سڪـــون ۽ سهنج، سوڍا ساڻ ڪٽين وئين.

- راٺا رسڻ تانهنجي، ڪوڪان، هت ڪـــارون
  رنگا رنگي رس، قـــزح ڪدي نيـــل تي
  (انصاري، ص52-7-326)

### تشبيهہ نگاري:

شعر جي خوبصورتي ۽ سهڻائي لاءِ تشبيهہ نگاري جو استعمال اهميت رکي ٿو، جنهن ڪي شاعراڻي خوبي يا ادبي ڪاريگري سڏي سگهجي ٿو. تشبيهہ جي وصف جامع سنڌي لغت ۾ هن طرح آيل آهي.

”تشبيهہ، ج :تشبيهون ع :شبنہ پيٽ ڪرڻ (علم بديع ۽ معاني جو لفظ، ڪنهن شيءَ جي ٻي شيءَ سان ڀيٽ، مشابهت، مناسبت، هڪجهڙائي، برابري“ (137)

تشبيهہ متعلق "The American Heritage Dictionary of the English Language" ۾ اچي ٿو:

"Smile, noun, a figure of speech in which two essential unlike things are corporated in a phrase introduced by "like" or "as" as in "so are you to my thoughts as food of life" (138)

(تشبيهہ ڳالهائڻ جي اها علامت آهي جنهن ۾ "جهڙو" يا "جيئن" لفظن جو استعمال ڪري جملي ۾ اهڙين ٻن شين جي هڪجهڙائي بيان ڪجي ٿي، جن ۾ بظاهر ڪا بہ مماثلت نہ هجي، جيئن "منهنجي سوچن لاءِ تون ايئن آهين، جيئن زنده رهڻ لاءِ کاڌو)".

تشبيهہ نگاري جو استعمال تخليق ڪار جي نازڪ خيالي جو بہ احساس ڏياري ٿي، سچل سائين سجڻ جي مک تي پگهر جي ڦڙن لاءِ ڪيڏي نہ خوبصورت تشبيهہ بيان ڪري ٿو :

قطر آب عرق، سونهن سجڻ منهن تي،
جــرڪــن جهلڪن ايئن جيئن پين ماڪ مرڪ،
داڻــــا ڪـــن درڪ، دل ۾ درديلـــن جي.
(قاضي، ص292)

سانوڻ رت ۾ جڏهن ڪارا ڪارونيار پرجيو اچي وسن تہ هر طرف هر پاسي ساوڪ ئي ساوڪ اپريو اچي، فطرت جو هر منظر اکين کان وڌيڪ حسين و جميل پسجڻ لڳندو آهي، چڻ هر سُوءِ ميگهہ ملهاري ٿيو وڃي .سچل سانوڻ جي مينهن کي نينهن سان تشبيهہ ڏئي نازڪ خيالي جو اظهار ڪيو آهي.

نازڪ سندو نينهن، آهي ايئن جيڏيون،
پنهنجي رائي ريج ڪري، جيئن سانوڻ مينهن،
راز رکي ٿو ريهن، مـــــن ۾ محبوبي جو.
(انصاري، ص348)

سر سارنگ ۾ تشبيهہ جو هڪ ٻيو بہ سهڻو مثال موجود آهي:

مون ۾ آهين تون، تو ۾ آهيان مان،
بجلي بادل سان، آهي جيئن سپرم.
(انصاري، ص347)

## استعارو

استعارو علم بيان جو هڪ اهم قسم آهي، بيهڪ جي حوالي سان تشبيهه ۽ استعاري ۾ گهڻ فرق آهي، جڏهن ته موضوعي خيال کان استعارو تشبيهه کان وڌيڪ سگهارو پانئجي ٿو. نثر خاص طور شاعري ۾ تشبيهه نگاري ۽ استعاري جو استعمال، ان ۾ رس چس، رنگيني ۽ سهڻائي پيري چڏي ٿو :

استعاري متعلق جامع سنڌي لغات ۾ لکيل آهي :

”استعارو :ج، استعارا (ع_استعاره- ...ارا وٺڻ)اها تشبيهه جنهن ۾ شبيهه جو حـــروف (جهڙو، جيـــــان، وانگر) ڪم نه آڻجي. مثال طـــور: هو شينهن آهـي (اهو شينهن جهڙو بهادر آهي)“ (139).

سنڌي انسائيڪلوپيڊيا ۾ استعاري جي وصف هن ريت ڏني وئي آهي :

”استعارو علم بيان جو هڪ اصطلاح، جنهن جي معنيٰ آهي، حقيقي ۽ مجازي معنيٰ وچ ۾ تشبيهه وارو تعلق قائم رکڻ. اصل اهو عربـــي ٻولي جو لفظ ”استعاره“ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي ”اڌارو وٺڻ“. ٻين لفظن ۾ حقيقي معنيٰ جو لباس اڌارو وٺي، مجازي معنيٰ کي پهرائڻ ”جيئن ڳل“ لفظ چئي، ڪنهن جي خوبصورت شڪل کي بيان ڪـــرڻ ”نرگس“ چئـــي ڪنهن جي اکين جي سهڻائپ کي ظاهر ڪرڻ وغيره. تشبـــيـــهه ۽ استعاري ۾ اهو فرق هـــوندو آهي ته تشبيهه ۾ ڀيٽ ڪرڻ جو لفظ ڪتـــب آندل هوندو آهي، پر استعاري ۾ ڀيٽ ڪرڻ وارو لفظ نه، بلڪ ان مقصـــد لاءِ ڪو مناسب لفظ اڌارو وٺي ڪتب آڻبو آهي“ (140)

سچل سائين وٽ پنهنجي فڪري حوالي سان استعاري جو عجيب استعمال آهي جنهن مان مستي ۽ سرشاري جهلڪندي نظر اچي ٿي. هو چئي ٿو :

پيهي پروڙيم، تان پنهـون پاڻ ئي آهيان،
پاڻ ئي منجهان پاڻ کي، هي پڙلاءِ پيوم،
صحيح ڪن ڪيوم، ته غيـر گمان اٿي ويا.

(انصاري، ص164)

وري هڪ ٻئي هنڌ پنهنجي انڪساري هن استعاري ۾ بيان ڪري ٿو:

تون سمـو سائين، آءُ ميئي مهاٽي آهيان،
مون لڄ رهائين، جو پلئه لڱس تـانهنجي.



تون تماچي چام، آءُ ميئي مهاڻي آهيان،

***

آ ميئي مهاڻي تون سمو ساري سر جو.

(انصاري، ص262-253)

سچل خود کي ڪجھ نٿو سمجھي، پر هو پاڻ کي پنهون ئي سمجھي ٿو. يعني هو خدا ۽ بندي جي وچ واري فرق کي قبولڻ لاءِ تيار ناهي اهڙي اظهار لاءِ هو ڏاڍو بي باڪ آهي. چئي ٿو:

آءُ پـــنهون پـــــاڻ آهيان،

ڪاڪيون مُنجان قاصد ڪاڏي!

(قاضي، ص83)

وري اڳتي چئي ٿو:

نوري ناري ناهيان، آهيـــان ربّ جبار.

(قاضي، ص78)

## صنعت سياقة الاعداد

جڏهن ڪي عدد ترتيبوار يا بي ترتيب ڪم آڻجن يا ڪي صنعتون يا ڳالهيون شمار ڪرڻ ۾ اچن (141)

- سي ڪنهن ويڙهي تون وسين، ڪوڙ آهي پيو تو ري
- هڪ ست پڙهيائين، تنهن بي واچڻ نہ ٿئي
- هڪ وسڻ، پيو وڃڻ، ٽيون لهي پيو سيءُ

(انصاري، 351-383-73)

## صنعت ذوقافيتن

اهڙو شعر جنهن ۾ ٻہ قافيا آندان وڃن (142)

سچل سرمست پنهنجن ڪافين ۾ اندروني ۽ ٻتا قافيا استعمال ڪري منجهن موسيقيت پيدا ڪئي آهي.

ٹلھ: متيان خوشيان، جو پانڌي آيا، هي اساڏي گھتيان سي گھتيان

گھن کي نياپي دلاسي ڏيوي، ساڏي طرف دي نال پنيان سي چنيان

مين اياٹي نينھن ڪيا جاتان، ڳوڙھي عشق دي ڳالھين لٹيان سي ٽٹيان

جھنگ سيال وچ "سچو"، ساري وي، ويڪو اساڏڙي جال ... سٽيان سي ڦٹيان

(راٹيپوري، ص156)

### صنعت ڪنايه:

لغوي معنيٰ موجب ڪنايه چئبو آهي رمز، اشاري يا ڳجهي ڳالھ ڪي. اصطلاح موجب اهو شعر جنهن ۾ اشارتاً ڪجھ بيان ڪيو ويو هجي (143) يعني اهو شعر جنهن ۾ شاعر ڪا ڳالھ يا ڪو واقعو سڌو سنئون بيان ڪرڻ بجاءِ اڻ سڌي طرح اشاراً ۾ اهڙي انداز ۽ رنگ سان بيان ڪري جو پڙهندڙ ان قصي بابت سوچي. سرمست سائين جو سر مالڪونس سمورو اشارن ۽ ڪناين ۾ چيل آهي:

پڙهنــدي پرزو ئي، واچيندڙ وهلور ويو،
لڳين لـــــــرزو ئي، اچي پيس اوچتو.

***

لڪو ۾ لامين، ٿو لاڪيٽو لاتيون ڪري،
ٿهڪندو ٿامين، ڏئـــي سنيهو سڄڻان.

***

ماريون مام منجهي ڪي، ٿو نڙيو ناريءَ تي چوي،
سڄـــڻ ڏانهن سنجهـــــي، ڏاهو ڏڪجي آيــو.

(انصاري، 11-410-378)

### صنعت مڪرر:

جڏهن ساڳيو لفظ ٻه يا وڌيڪ پيرا وري وري اچي (144)

سچل سرمست جي هن سرائڪي ڪافي ۾ صنعت مڪرر سان گڏ صنعت ذوقافتين پڻ موجود آهي.

ٿلھ: هــوش ڪنون بيهوش ........... مين بيهوش
ڪــڏان زاهد ڪڏان عــابد، ڪڏان نوشا نوش
ڪــڏان دلبر دور گهتيندا، ڪــڏان گوشا گوش
ڪــڏان جاءِ ڪنارے ڏيندا، ڪڏان پوشا پوش
ڪڏان موج وهيندے مــاني، ڪڏان جوشا جوش
ڪــڏان سچل جاءِ نہ لهندا، ڪڏان دوشا دوش

(راٽيپوري، ص226)

### صنعت تعجب:

اهو شعر، جنهن ۾ شاعر ڪا عجب جهڙي ڳالھ ڪري يا پنهنجو عجب ظاهر ڪري (145)

- اسين آهيون ڇا اسين آهيون، پيلي نہ ٿا ڇاڻون ڇا اسين آهيون
ذري باران برساتيون لايون، ذري ڀرن ٿيون وڏيون باهيـــــون
ذري ڇئون ٿا آهيون اسين ٿي، ذري ڇئون ٿا اصل ناهـــــيون.

- آهيان آهيان تہ پي ڇئو ناهيان، ناهيان ڪين آهيان آءُ
آهيان ناهيان جي خبر نہ پوندي، مونڀي ڇوان ٿا ڇاهيان
(قاضي، ص9-74)

## صنعت مجاز مرسل:

مجاز جي لفظي معنيٰ آهي حقيقت جي برعڪس ۽ مرسل جي معنيٰ ٿيندي موڪليل. علم بيان جي اصطلاح موجب مجاز مرسل جي مطلب آهي. حقيقت جي ابتڙ هلڻ يا نئون رستو اختيار ڪرڻ(146) مقصد تہ شعر ۾ ڪم آندل ڪنهن لفظ جي اصل معنيٰ کي ڇڏي ڪا نئين معنيٰ ڪڍبي آهي.

سرمست جي ڪلام مان مثال پيش ڪجي ٿو:

عالم کي آگاهہ، سارنگ ڪندو آئيو

(انصاري، ص349)

مطلب تہ سارنگ يا ڪڪر/جهڙو عالم کي ڄاڻ ڪئين ڏيندو؟ پر هتي سچل سائين جو مقصد اهو آهي تہ جڏهن ڪارا ڪڪر پرجي وسڻ جا ويس ڪن ٿا تہ هو گجگوڙ ڪن ٿا. هر طرف مينهن پوڻ جو هڪ قدرتي ماحول پيدا ٿي وڃي ٿو. جنهن مان خبر پوي ٿي تہ برسات وسڻ واري آهي.

اڄ پڻ پورب پار ڏي ڪڪر ڪڪـــوريا
سارنگ سُرَ سُرائتا، ساجهري ســــــوريا
سر منڊل ۽ سارنگيون، چنگ چڱا چوريا
اپ اتـــــي اوريا، طبل تارون تيج سان
(انصاري، ص349)

سچل سائين هن بيت ۾ برسات جو جيڪو نقشو چٽيو آهي، ان جي ظاهري لفظي معنيٰ موجب ڪڪر ڪيئن ڪڪوريا، ڪڪوريل تہ خماريل هوندا آهن جن کي شراب جو نشو هجي ۽ سارنگ ڪيئن سر سوريا، سر تہ راڳي/ڳويو ئي آلاپيندو آهي تہ وري منڊل ۽ سارنگيون تہ راڳ جا اوزار آهن جن مان ماهر راڳي/فنڪار ساز، لئہ ۽ ترنم پيدا ڪندا آهن، پر هي سمورو نقشو سچل جو مجازي آهي. ڪڪر پرجي ڪارا ٿي بي خودي مان وسڻ جو سانباهو پيو ڪري، ائين جيئن خماريل اڻ ڄاڻ ٻڌجي

پنهنجي خواهش جي تڪميل چاهيندو آهي ۽ اهڙي طرح ڪکرن جا ڪڙڪاٽ شاعر لاءِ ڪنهن راڳي جي ساز، آواز جهڙا آهن. هن جي سوچ موجب ڪکر جا ڪڙڪاٽ مٿي آسمان تي راڳي جي سرمنڊل، سارنگين ۽ طبلن جي حرڪت جهڙي آهي.

## صنعت تضمن

هن جي لغوي معنيٰ آهي قبول ڪرڻ، اصطلاح ۾ ڪنهن شاعر جي پوري شعر يا مصرع ڪي يا مصرع جي ٽڪري ڪي پنهنجي ڪلام ۾ ٻڌڻ ڪي تضمن چئبو آهي. (147)

سچل سرمست جي ڪلام مان اسان ڪي حسين بن منصور حلاج ۽ سلطان باهو جي تضمن واريون سٽون ملن ٿيون:

حسين بن منصور حلاج: فانا الحق و الحق للحق حق

(حيات و ڪلام حسين بن منصور حلاج، ص338)

سچل: الحق الحق هو الحق هُو، مالڪ الملڪ بي گمان هُو

(راٽيپوري، ص299)

سلطان باهو: ايمان سلامت هر ڪوئي منگي، عشق سلامت ڪوئي هو
منگين ايمان، شرماؤن عشقون، دل نون غيرت هوئي هو

(ابيات سلطان باهو، ص53)

سچل: ايمان سلامت هر ڪو منگدا، اسان عشق سلامت منگي
منگن ايمان شرماؤن، عشقون دل حيرت وچ منگي

## صنعت سوال جواب:

مصرع يا بيت يا پوري شعر ۾ سوال ۽ ان جو جواب ڏنو ويو هجي (148) سچل سائين جي جهولڻي ۾ ان صنعت جو واهپو عام موجود آهي. جهولڻي جا ڪيترائي بند سسئي ۽ سندس سکين جا سوال جواب آهن. مثال طور:

سسئي جون سرتيون چون ٿيون:

سرتيون سڀ ٿيس صلاحـــي،
هو تان راهه وئي پيا راهـــي،
چو ٿينءِ ڪڍ تنين جي ڪاهـي،
ڏونگر ڪيم ڏسائج ڏاهـــي،
حب ۾ ڪونه ڪنڌئي همراهـي،
تڏهن چپ ڪرڻ تـــو چاهي،
پر هو اهـــــڙو امر الاهي،
پيا سڀ ويهه تون وهم وساري.

سسئي جواب طور چئي ٿي:

چي ڙي مون سان مور مَ ٿيو مصلحاتي،
ثابت سک رهي ڪا ساتي،
هاريون هي جا آهي حياتي،
تن کي روح رسان ٿي راتي،
پائيندس جهرتتي جهنگ جهاتي،
ڇا جي ڇجي پوي مون چاتي،
ڪنديس ووڙ سندين ويلاتي،
ايندس ساڻ وني تڙ ياتي،
ڏسنديئون هوت مڙئي هڪواري.

(انصاري، ص236)

سچل جي هڪ سرائڪي شعر ۾ هي صنعت سهڻي نموني سان سمايل آهي:

هڪ ڏينهن ميڪون مرشد آکيا تہ "مي پيالا پيوين،"
آکيم: "اينوين، سائين اينوين"
آکيس: "آپ سڃاڻن ہاجهون، همدم مول نہ ٿيوين"
آکيم: "اينوين، سائين اينوين"
"اپڻي ذات لڪا ات بيٺين، تيڏا مطلب ٿيسي ڪيوين؟"
آکيم: "اينوين، سائين اينوين"
"مو توا قبل ان تموتوا، مئي پڇائون جيوين!"
آکيم: "اينوين، سائين اينوين"
آکيس: "ماريا حلاج نعارا، سچل تون بي مارين تيوين"،
آکيم: "اينوين، سائين اينوين" (راٺيپوري، ص210)

## فڪري بنياد

تصوف مذهب جي اندروني فلسفي جو نالو آهي جنهن ۾ روح جي پاڪائيءَ جي تعليم ۽ تربيت ڏني وڃي ٿي. سمورن صوفي شاعرن، شاعريءَ کان تبليغ وارو ڪم ورتو آهي. درازي درويش پڻ پنهنجي ڪلام ذريعي تصوف جي تشريح ڪئي آهي. هن وٽ اهو فڪر پنهنجي متقدمين جي ذريعي پهتل ڏسجي ٿو، ڇاڪاڻ تہ هو پنهنجي وقت جو باشعور سڄاڳ شاعر هو. هن پاڻ کان اڳ جي اهم صوفي شاعرن حسين بن منصور حلاج، خواجہ فريد الدين عطار، مولانا جلال الدين رومي، احمد جام زنده پيل ۽ سنڌي سرائڪي ۽ هندي شاعر: شاهہ عبد اللطيف ڀٽائي، سلطان باهو

۽ يڳت ڪبير کي وڏي غور سان پڙهيو آهي تنهن ڪري اسان کي سندس ڪلام جي مطالعي دوران انهن شاعرن جي تعليمات جو اثر نظر اچي ٿو. پر تنهن جي باوجود سندس ڪلام ۾ نواڻ موجود آهي. جنهن سبب سچل سائين جو ڪلام تصوف جي تشريح جو هڪ اهم باب آهي. سرمست سائين جي شاعريءَ جا فڪري بنياد ڪجھ هن طرح ظاهر ٿين ٿا:

1. اسلام 2. متقدمين 3. مشرقي فلسفو 4. سنڌي فلسفو

اسان هيٺ ترتيبوار سچل سائين جي شاعريءَ تي انهن اثر جو مطالعو ڪنداسين.

## اسلام:

اسلام سچل سائين جي شاعري جو هڪ وڏو اهم ۽ بنيادي فڪري ماخذ آهي. هن جي سموري ڪلام ۾ فقط اسلام جي بنيادي تعليم ئي نظر اچي ٿي. اسلام اسان تائين نبي آخر زمان حضرت محمد ﷺ جن جي ذريعي پهتو ۽ قرآن شريف اهو مڪمل ضابط حيات جي صورت ۾ الله تبارڪ و تعاليٰ جي قائدن، قانون جو الهامي ڪتاب ٿي نازل ٿيو جنهن ۾ ئي دين محمدي سمايل آهي. سچل سائين پاڻ قرآن شريف جو حافظ هو، هن اسلامي تعليم، قرآن پاڪ، حديث، تفسير ۽ علومن جو خوب مطالعو /ادراڪ ڪيو. هن جي ڪلام ۾ ڪانئس اڳ جي ٻين صوفي شاعرن جيان اسلام جي وستار خوب ڪيل آهي. سرمست سائين جو تصوف پڻ اسلام جي بنيادي ماخذن مان ئي ڦٽي نڪتو آهي. هن جي ڪلام ۾ توحيد ۽ عقيدت محبوب خدا جو اظهار ٿيل آهي تہ ان سان گڏوگڏ قرآن شريف جون آيتون ۽ حديث مبارڪ پڻ پنهنجي شعر ۾ نقل ڪيو اٿس.

ديوان آشڪار ۾ خدا جي وحدانيت جو بيان خوب ڪيو اٿس. هڪ هنڌ چئي ٿو تہ خدا هر هنڌ حاضر ۽ ناظر آهي.

قرآن شريف ۾ پڻ اچي ٿو:

"مشرق توڙي مغرب يعني ساري دنيا الله جي ئي آهي. پوءِ ڪاڏي بہ منهن ڦيرايو تہ اوڏانهن الله تعاليٰ (حاضر ناظر) آهي. بيشڪ الله تعاليٰ هر هنڌ آهي ۽ سڀ ڪجھ ڄاڻيندڙ آهي" *(سورة البقر، آيت نمبر 115)*

ديوان آشڪار ۾ چئي ٿو:

اي دل يقين بدانـــــي حاضر خدا است ناظر،
آيت نحن بخـــواني حاضر خدا است ناظر
واحـــــد احد بخواني قادر صمد بداني،
او هست لا مکانـــي حاضر خدا اســت ناظر

(درازي، ج1، ص142)

( اي دل يقين رک تہ خدا حاضر ناظر آهي نحن اقرب (۽ اسين ڏانهس (سندس) ساھ جي رڳ کان بہ وڌيڪ ويجها آهيون) واري آيت کي غور سان پڙھ خدا حاضر ۽ ناظر آهي. هو واحد ۽ احد آهي، هو قادر ۽ صمد آهي ان لاءِ کوبہ مقام مقرر نہ کر هو لامحدود آهي، خدا حاضر ۽ ناظر آهي)

توحيد واري ان بيان ۾ هو چئي ٿو. رسول جي راھ ئي توحيد جي واٽ آهي.

هيءَ نہ واٽ هٺـاءِ جي، آهي نکا تقليد،
تحقيقا توحيد، آهي راھ رســـول جي.
(انصاري، ص59)

سچل جو سنيهو حق ۽ سچ جو سنيهو آهي جيکو بلاشبہ اسلام جي وحدانيت جي فلسفي جي تشريح آهي. قرآن شريف ۾ هڪ جاءِ تي اچي ٿو:

"۽ بيشڪ ماڻهوءَ کي پيدا ڪيوسون ۽ سندس نفس ڪيس جيڪو وسوسو وجهندو آهي سو ڄاڻندا آهيون ۽ اسين ڏانهس (سندس) ساھ جي رڳ کان وڌيڪ ويجها آهيون" *(سورة "ق" ،آيت 16)*

قرآن شريف جي هن آيت سڳوري جو آخري حصو "۽ اسين ڏانهس (سندس) ساھ جي رڳ کان بہ ويجها آهيون" خاص طور صوفي بزرگن پنهنجي ڪلام ۾ آندو آهي. هو هن معنيٰ جي روشني ۾ پاڻ ۾ حق جي حقيقت ڳولين ٿا. هنن چواڻي تہ مالڪ حق تعاليٰ اسان جي اندر ئي سمايل آهي تہ پوءِ ان کي ٻئي هنڌ ڪٿي ڳولجي. سچل سائين پڻ اهو فلسفو پيش ڪري ٿو. هن جابجاءِ اها آيت پنهنجي شعر ۾ آندي آهي. وحدت جي بيان ۾ هڪ هنڌ ان آيت جا بہ لفظ آڻي ان جي پوري مفهوم ڏانهن اشارو ڪندي ان ڪافي جي پهرئين سٽ ۾ قرآن شريـــف جا هي لفظ بہ ڪوٽ ڪيا اٿس: "وهو معکم" (۽ هو توهان سان گڏ آهي) ان ٻنهي آيـــت سڳورين جي مفهوم کي سچل سائين ڪجھ هن طرح پيش ڪيو آهي:

"وهُوَ معکم" چيو وصالون، وري سو وره وسايو،
"ونحن اقرب" پاڻ اتيوئي، موني تا بره بچايـــو،
"اسين توسان، تون اسان سان" پاڻ پرين فرمايــو.
(انصاري، ص65)

جڏهن حق تعاليٰ اسان کي اسان جي ساھ جي رڳ کان وڌيڪ ويجهو آهي ۽ هو اسان سان گڏ آهي تہ انسان ۾ موجود اعليٰ صفتون پڻ ان جو مظهر آهن. قرآن شريف

۾ روحن جي حقيقت بابت فرمايو ويو آهي "وَنَفَختَ فيهِ مَن رُوحي" (ڦوڪيو مان روح پنهنجي کي، ان ۾) سرمست سائين ان الهي فرمان جي روشني ۾ بزرگن جو هڪ قول "خَلَقَ الاَشَياءَ وَهُوَ عَينها" (پيدا ڪيائين شين کي، پوءِ اهي ان جو عين آهي) پڻ ان ساڳي ڪافي ۾ نقل ڪيو آهي.

"وَنَفَختُ فيهِ مِن رُوحي" آهي، سهي ڪر ساهه،
"خَلَقَ الاَشَياءَ وَهُوَ عَينهـــــا" اهو قول گواهه.

(انصاري، ص63)

حديث مبارڪ آهي "خَلَقَ الانسانَ عَلي صورته" (خدا تعاليٰ خلقيو آهي انسان کي، ان جي صورت تي) درازي درويش ان حديث کي تصوف جي انسان دوستي ۽ مذهبي رواداري واري تناظر ۾ ڪجهه هن طرح پيش ڪري ٿو:

رام رحيم هڪو هڪ سمجهين، موج محبت ماڻين،
ڪافر مومن گبر نصارو، غير گمان نہ آڻيـــــــن،
"خلق الانسان عليٰ صورته" چول اهو ئي ڄاڻيـــــن.

(قاضي،ص285)

تصوف جي پيروڪارن ان قول تي بہ خاصو توجهه ڏنو آهي تہ "مَن عَرَفَ نَفَسَه فَقد عَرفَ رَبه" (جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو، تنهن پنهنجي رب کي سڃاتو) عام صوفيانہ ڪرام ان فلسفي کي عام ڪيو آهي تہ انسان خدا جي عين آهي. مقصد تہ منجهس اهي خدائي صفات موجود آهن جن کي سمجهڻ ضروري آهي خدا تعاليٰ جو اهو فرمان "وَفِي اَنفُسِكُم اَفَلاَ تُبصِرُون" (توهان جي وجود ۾ ئي ڪيتريون نشانيون آهن، پوءِ توهان ڏسو نہ ٿا؟) هنن جي سامهون آهي. اهي نشانيون ٻن قسمن جون آهن هڪ انسان جي حقيقت ان جي پيدائش کان ويندي جوان ٿيڻ ۽ موت تائين ان جي جسماني بناوٽ ۾ ٿيندڙ ردوبدل ۽ انساني جسم جو نظام ۽ ٻيون نشانيون ان جي مذهبي/روحاني ۽ فڪري تناظر ۾ موجود آهي. اها انساني سمجهه ۽ شعور آهي جنهن جي معرفت ڪائنات جي سموري مخلوق ۾ انسان کي اشرف بڻايو ويو. انسان ۾ سوچ ۽ سمجهه جي اها سگهه ۽ طاقت موجود آهي جنهن سان هو انساني حقيقت توڙي ڪائناتي نظام کي سمجهي سگهي ٿو پر اهو بہ هڪ مقرر ٿيل حد تائين. سمورا انسان ان آخري مقرر حد تائين پڻ نہ ٿا پهچي سگهن.

سچل سائين پڻ انسان جي ان اوصافن تي غور ويچار ڪيو آهي. انساني سمجهه جا درجا آهن. مذهب جو اندروني فلسفو انسان جي روح سان تعلق رکي ٿو. صوفياءِ

ڪرام مذهب جي ان پهلو تي گهڻو زور ڏنو آهي هنن جي چوڻي تہ روح ئي اصل حقيقت آهي، جسم مٽي آهي جنهن جي اصليت ان ڪان وڌيڪ ڪجھ بہ نہ آهي تہ اهو روح جو لباس آهي ۽ روح خدا جو حڪم آهي روح بابت قرآن شريف ۾ فرمايو ويو آهي.

"روح منهنجي پروردگار جي حڪم سان آهي"
*(سورة بني اسرائيل آيت-85)*

ان ڪري روح ڪي ئي بقا حاصل آهي. صوفياءَ ڪرام اهوئي فلسفو بيان ڪيو آهي. سچل سائين ان سموري فلسفي ڪي بيان ڪندي چئي رهيو آهي تہ حق جي حقيقت پنهنجي اندر ۾ ڳول:

هيڏي هوڏي نہ نهار، تنهنجي ويڙهي سو تہ يار وسي ٿو!
"وفـــــي انفسكم افلا تُبصرون" ويجهو ڪيم وسار.

(انصاري، ص67)

قرآن شريف الله تعاليٰ جو آخري الهامي ڪتاب آهي جنهن ۾ انسان جي حيات، موت ۽ حيات جي متعلق سمورا معاملا، قائدا، قانون سمايل آهن. قــــرآن شريف ۾ قرآن پاڪ بابت خود الله تبارڪ و تعاليٰ فرمايو آهي.

"هي انهيءَ ڪتاب (قرآن مجيد) جون آيتون آهن جو دانائي عقل ۽ حڪمت سان پريون پيون آهي" *(سورة لقمٰن آيت: 2)*

بلاشڪ تہ قرآن شريف هڪ مڪمل ضابطہ حيات آهي جنهن ۾ عقل و حڪمت ۽ دانائي ۽ سوچ جو لامحدود جهان آهي جيڪو هر حوالي سان انسان جي چڱائي، ڀلائي، بهتري جي ڳالهہ ڪري ٿو. سچل سائين قرآن پاڪ جي اهميت، افاديت ۽ ان جي حڪمت و دانائي ڏانهن رجوع ڪرڻ جو درس ڏئي ٿو. پنهنجي مثنوي وصلت نامہ ۾ چئي ٿو:

از سو دردی نگهن کن ایــن کتاب،
تاکه سر خیرد زپیش صد حجاب،
از سر دردی نگهه کن ای پسر،
تـا شو از سر معنیٰ باخبر.

(قرآن پاڪ کي در اخلاص سان پڙھ تہ تنهنجا سوين حجاب ڪڇي ويندا. اي پٽ. تون پانڌيئڙو ٿي دل جي درد جو ۽ قرآن پاڪ دل جي درد سان پڙهندو رھ تہ تون روحانيت جا اصل راز سمجهين سگهين)

اها تسليم شده حقيقت آهي ته هن ڪل ڪائنات جو خالق فقط هڪ خدا آهي، جيڪو هن ڪائنات ۽ ان ۾ موجود هر هڪ شيءِ ۽ ساهه واري تي قدرت رکي ٿو. انسان ان ئي ڪريم ڪارساز جي اشرف مخلوق آهي ۽ ان ڪان ئي پنهنجا عيبن ڀريا ننگ ڍڪڻ جي دعا سچل سائين جي هنن لفظن ۾ گهري ٿو:

چولٹا، تيوين جيوين دا، نماٹي ننگڙا
ميلي هان يا مندي هان، بيشڪ تيڏي بندي هان،
ڍڪين ميڏا ڍولٹا، ميڏے عيب نه ڦولٹا!
پئي هان تيڏے پنارے، لڳي هان تيڏے لارے،
تيڏي ذات ستاري، ڏوهه نه ميڏے ڳولٹا!
(راٹيپوري، ص3)

ڪائنات جي خالق جي فرمان موجب حضرت محمد ﷺ آخري نبي زمان ۽ خدا جو محبوب آهي. حضور ﷺ جن جي صفت ۽ ساراهه ڪان سواءِ من مان ڀيائي جي ڪٽ لاهي نٿي سگهجي. سمورن صوفي شاعرن حضور اڪرم ﷺ جن جي ساراهه ۽ صفت ۾ گهڻو ڪجهه چيو آهي. سچل سرمست پڻ حضرت محمد ﷺ جن جي ثنا بيان ڪندي ساڻن پنهنجي عقيدت ۽ محبت جو اظهار هن طرح ڪري ٿو:

ڪل نبيان دا سرتاج محمد، "بحر عرف" امواج محمد۔
"قاب قوسين او ادنيٰ" شرف شب معراج محمد۔
امت تيري ڪيون غم ڪاوے، جين دي تيڪون لاج محمد۔
"سچل" ڪون غم ڪوئي ناهين، ڪيتا لا يحتاج محمد۔

شمع شباهت رخ دي ڏٺم، شور گهتيندي شبي،
نا مخلوق سڏ يجے اُس نون، رنگ سمورا ربي،
رومي، نا ايراني چالے، رکدا عزم مے عربي،
"سچل" دا وچ ڏونهان جهانان، مشڪل حل مربي.
(راٹيپوري، ص4)

سچل سرمست جي فڪر جو سر چشمو بنيادي طور اسلام آهي هن ان فلسفي جي تشريح ۾ پنهنجو سمورو ڪلام چيو، جنهن ۾ هن تصوف جي ڳوڙهي مفهوم کي ڏاڍي بيباڪ انداز ۾ بيان ڪيو اٿس. هن جي ڪلام ۾ جابجا قرآن شريف جون آيتون حديثون ۽ عربي مقولا آندل آهن. جن مان ڪي ٿورا مثال هت پيش ڪيا ويا آهن.

## متقدمين

سچل سائين پنهنجي وقت جو باشعور عالم شخص هو. هن پاڻ کان اڳ جي اهم صوفي شاعرن کي غور و فڪر سان پڙهيو ۽ انهن جي فڪر کي ڪنهن حد تائين قبول پڻ ڪيو. اهڙي ريت هن پاڻ کي پاڻ کان اڳ جڙيل تصوف جي فڪري ڌارا ۾ ڳنڍي ڇڏيو.

سچل سرمست جي ڪلام ۾ حسين بن منصور حلاج (149) جي تعليم ۽ نظريات جو ذڪر هر جاءِ تي نظر ايندو، ايئن ڪٿي چئجي ته سچل جو سمورو ڪلام منصوري نـــــعري "انـــــا الحق" جي ئي سمجهاڻي آهي. هن پنهنجي فارسي ديوان، "ديوان آشڪار" ۾ پڻ سندس نالو احترام سان پيش ڪيو آهي. سائڻ پنهنجي عقيدت جو اظهار ڪندي ديوان آشڪار ۾ چئي ٿو:

در دو جهان کن نظر باشد هستی ما،
در دل و جان حلاج الفت مستی ما.
(درازي، ج1، ص13)

(ٻنهي جهانن تي نظر وجهي ڏس صرف اسان جو ئي وجود تو کي نظر ايندو منصور جي دل ۽ روح ۾ اسان جي ئي عشق ۽ محبت جي مستي نظر ايندي)

سچل کي اها مستي منصوري نعري ئي عطا ڪئي آهي، هو پاڻ ئي وري ديوان آشڪار ۾ چئي ٿو :

آشکار از خود برفته نعرہ انا الحق زدہ،
علم منصوری بر آورد درین ایوان ما.
(درازي، ج1، ص37)

(آشڪار بي خود ٿي انا الحق جو نعرو هنيو ۽ منصوري علم مون کي ڇڪي انهي مقام تي آندو آهي).

- مستي مون منصور جو ٿئين جو جماعتي
- مهند منصوريءَ جي تون منجهه معرڪي مردان ٿئين نعرو اناالحق جو هڻي، ٿي مرد سر ميدان ٿئين.

(انصاري، ص98-84)

حسين بن منصور حلاج مسلم دنيا جو هڪ حق گو صوفي آهي. هن پنهنجي فلسفي ۾ خدا ۽ بندي جي باهمي تعلق تي روشني وجهندي خدا ۽ بندي کي ٻه نه بلڪ

هڪ هجڻ جي ڳالهه ڪئي آهي. هن انهي مستي ۾ اناالحق، والحق، للحق حق (مان حق آهيان، حق، حق سان گڏ آهي) جو گفتو ادا ڪيو ۽ ڦاهي تي چاڙهيو ويو. منصور حق جي حقيقت ڪي دريافت ڪندڙ عارف ڪامل هو. هن پنهنجي تعليمات ۾ وڏي واڪي ان ڳالهه تي زور ڏنو آهي ته "منهنجي اکين ۽ دل دماغ تان پردا هٽي ويا آهن تنهنڪري مان "ان" ۾ مدغم ٿي چڪو آهيان، ان ڪري مان: مان نه رهيو آهيان بلڪل "مان" "هُو" بڻجي چڪو آهيان". منصور پنهنجي هڪ عربي شعر ۾ چئي ٿو(150).

جبلت روحك فى روحى كما
تجبل المعنبر بالمسك الفتق

(تنهنجو نور (نورالٰهي) منهجي روح سان ان طرح ملي ويو آهي جيئن عنبر مشڪ سان ملندو آهي)

اهل تصوف منصور جي رتبي کي ته تسليم ڪيو آهي پر سندن اهو پڻ خيال آهي ته سندس (منصور) بي خودي مان چيل اهي گفتا حق تعاليٰ جو اهو راز آهي جيڪو مٿس عيان ٿيو ۽ هن اهو عام ڪيو. حضرت داتا گنج بخش هجويري پنهنجي ڪتاب "ڪشف المحجوب" ۾ لکيو آهي ته "حضرت شبلي فرمايو آهي ته "انا والحلاج شيءِ واحد فخلصني جنوي و اهلكه عقله" (مان ۽ حلاج ساڳي ڳالهه آهيون. منهنجي چريائي مون کي بچائي ورتو ۽ هن جي عقل ڪيس هلاڪ ڪيو) (151).

سچل سائين پڻ اهڙي قسم جا خيال "ديوان آشڪار" ۾ پيش ڪيا آهن:

برلب آشكار مهرزن زين گفتگوخاموش كن،
آواز منصورى فگن زاهد چه داند حال مــا.

(درازي، ج1، ص43)

(اي آشڪار! پنهنجي چپن تي خاموشي جي مهر هڻي ڇڏ ۽ اهڙيون ڳالهيون نه ڪر ۽ منصوري جي دعويٰ ڪرڻ ڇڏي ڏي يعني (منصور وانگر) نعرو بلند نه ڪر. زاهد اسان جو حال ڇا ڄاڻي)

وري ٻي هنڌ چئي ٿو:

نعره اناالحق زده منصور اندر بى خودى
رتبه عاشق بود بردار ديگر هيچ نيست

(درازي، ج1، ص61)

(منصور بيخودي مان اناالحق جو نعرو هنيو، عاشق جو رتبو ته ڦاهي ته چڙهڻ آهي، ٻيو ڪجهه به نه آهي)

- مار نغارا اناالحق دا سولي سر چڙهيجي (راٽيپوري، ص 224)

سچل سائين تنهن جي هوندي به جيترو ذڪر پنهنجي سموري شاعري ۾ حسين بن منصور جو ڪيو آهي اوترو ذڪر ڪانئس اڳ ڪنهن به شاعر نه ڪيو آهي تنهنڪري سچل جي سنڌ ۾ سڃاڻپ منصور ثاني طور پڻ آهي. سرمست جي سموري فڪر تي منصوري رنگ غالب آهي. هو فنا جي مقام تي منصور جو ذڪر ڪندي چئي ٿو.

من شده او شد درين شکي نبا شد زاهدا،
کون منصوري بکوبم اندرين هردو سرا.

(درازي، ج1، ص54)

(اي زاهد! ان ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته ”آئون“ ۽ ”هو“ هڪ ٿي ويا آهيون.
آئون ٻنهي جهانن ۾ منصوري نغارو وڄايان ٿو پيو).

سچل سائين پنهنجي فارسي ڪلام ۾ ڏاڍو بيباڪ آهي. هو هتي به ”من خدايم - من خدا“ جي دعويٰ ڪري ٿو. صوفي جي اها فنا کان پوءِ بقا واري منزل آهي. جتي هن کي پاڻ ۾ ”حق“ جو جلوو نظر اچي ٿو. اهو مقام ڏاڍو مٿانهون آهي. منصور جي اها ئي تعليم آهي. سچل ديوان آشڪار ۾ چئي ٿو :

هر کجايم، جا بجايم، من خدايم، من خدا،
تاچه شد پوشيده امراز درد اين خاکي قبا.

(درازي، ج1، ص54)

(مان هر هنڌ حاضر ناظر آهيان، مان خدا آهيان، مان خدا آهيان، ڇا ٿيو جو مان درد ڪان هي خاڪي جامو پايو ويٺو آهيان)

وري هڪ ٻي جاءِ تي ديوان آشڪار ۾ فرمائي ٿو:

ما کفر نميگويم اين سخن همه راست ست،
آنکس که بود کافر زين معني شد منکر.

(درازي، ج1، ص135)

(آئون ڪفر نٿو چوان، هي ڳالهه بلڪل سچ آهي جيڪو انهي ڳالهه کان انڪار ڪندو ته انهي معنيٰ ۾ اهو ڪافر آهي)

سچل چئي ٿو ته ذات حق مختلف روپن ۾ پنهنجو اظهار ڪيو آهي. اهو ئي خود منصور جي واتان ”انا الحق“ جو نعرو بلند ڪرائي ٿو ته وري منصور کي پاڻ ئي سولي تي چاڙهي ٿو. ديوان آشڪار ۾ چئي ٿو:

او ست نهـــان و عيان من نيـــم و من نيم،
خود كنـــد و خود بيان من نيم و من نيـــم.

نعـــــره انا الحق زند خود را خود بشكند،
تهمتـــــي براو نهد مـــــن نيم و من نيم.
(درازي، ج1، ص206)

(اهو ئي ظاهر ۽ باطن ۾ آهي، مان نہ آهيان، مان نہ آهيان ڪري ٻہ پاڻ ٿو تہ چئي ٻہ پاڻ ٿو مان نہ آهيان، مان نہ آهيان.)
انا الحق جو نعرو پاڻ ئي هڻي ٿو ۽ پاڻ ڪي پاڻ ئي ٽوڙي ٿو. پر الزام (منصور) ڪي ڏي ٿو. آئون نہ آهيان، آئون نہ آهيان).

سچل سائين ان خيال ڪي سنڌي ٽوڙي سرائڪي ۾ هن طرح آندو آهي.

- چئو ميان عشقا ڪيئن، تون سوين سيل بنائين ٿو،
  يا تون آهين ذات ديـــوانو، جو ڪيڏا ناهہ ناهين ٿو.
  ڪا تئين ڏيئـــي شرعي فتويٰ، ڪا تئين منصور مارائين ٿو
  ڪا تئين مفتي تون "خدائي" ڪا تئين "اناالحق" فرمائين ٿو

(انصاري، ص86)

- اوئي اندر اوئي ٻاهر، اوئي اهو موبمو
- هر ڪنهن جا ۽ ظهورا تنهن دا، هر ڪنهن ڪُوچي سوبسو
  آپ پهريندا لکين لباسان، هر ڪنهن خاني خوبخـــــــو

(راٽيپوري، ص267)
حسين بن منصور حلاج پنهنجي عربي شعر ۾ اها ئي ڳالهہ ڪئي آهي(152).

و اى الارض تخلو منك حتى،
تعالوا يطلبونك فـــى السماء.

(ڪائنات ۾ ڪهڙو اهڙو ذرو آهي جتي حق تعاليٰ موجود نہ هجي، ليڪن افسوس تہ اهو آهي جو ماڻهو الله عزوجل ڪي آسمانن جي بلندين تي ڳولين ٿا)

سچل سائين ان ئي خيال ڪي ڪجهہ هن طرح سسئي جي بيان ۾ آندو آهي:

پيهي پروڙيم، تان پنهون پاڻ ئي آهيان،
پاڻ ئي منجهان پاڻ ڪي هي پڙلاءِ پيوم،
صحيح ڪن ڪيوم تہ غير گمان اتي ويا

(انصاري،ص 164)

سچل سرمست پنهنجي فڪر تي حسين بن منصور جي نظريات ۽ تعليمات جو تمام گهڻو اثر قبوليو آهي. بار بار هو منصور جو ذڪر ڪري ٿو. جڻ منصور سندس فڪري رهنما/اڳواڻ جي حيثيت رکي ٿو. منصور جي نعري "اناالحق" جي جيتري تشريح سرمست سائين ڪئي اوترو اثر اسان کي سنڌ جي ڪنهن ٻئي شاعر تي نظر نه ٿو اچي.

سچل سرمست جن فارسي صوفي شاعرن کان متاثر ٿيو يا انهن کي خوب پڙهيو. انهن ۾ شيخ فريدالدين عطار(153) اهڙو شاعر آهي جنهن جي عرفان کان اسان جو هي شاعر سچل سائين سنئون سڌو متاثر ٿيو آهي. هو پنهنجي فارسي ڪلام ۾ جا بجا خواجه عطار جو ذڪر ڪري ٿو. ايتري قدر جو عطار جا خيال، ان جا رديف ۽ وزن پڻ سچل ساڳيائي استعمال ڪيا آهن. ان کان سواءِ پاڻ عطار جي ڪتابن جا نالا حوالي طور پڻ آڻي ٿو.

بین کوچه و بازار نشاپـــور پراز درد،
مشهور همانجا شد عطـــــار بود مرد.

در منطق در وصلت او کرده بیـانی،
عشاق همان ست رخش روی شده زرد.

(درازي، ج1، ص89 )

(ڏسو نيشاپور جون گهٽيون ۽ بازار، درد سان پُريل آهن. مشهور آهي ته اتي هڪ عطار نالي سان مرد ٿي گذريو آهي، جنهن پنهنجي ڪتاب "منطق الطير" ۽ "وصلت نامه" ۾ بيان ڪيو آهي ته "عاشق اهو ئي آهي جنهن جي چهري جو رنگ زرد هجي").

سچل سائين خواجه عطار جي ٻن اهم ڪتابن "منطق الطير" ۽ "وصلت نامه" جي اهميت کي مڃيندي چئي ٿو ته وحدانيت جي راهه تي هلندي مون اهي ڪتاب پڙهيا آهن:

راز "وصلتنامه" خوانده رمز "منطق الطیر" را،
هـم چنین فرموده است آن خـــواجه عطار ما.

(دراوي، ج1، ص12)

(مون "وصلتنامه" جو راز به پڙهيو ۽ "منطق الطير" جا اسرار به سمجهيا، اسان جي خواجه شيخ فريد الدين عطار جو اهو ئي چوڻ آهي)

اهڙي طرح سچل پنهنجي ديوان ۾ ڪن هنڌن تي عطار جي ڪلام مان ڪي سٽون يا ڪي لفظ حوالي طور ڏنا آهن. مثال طور اڳ بيان ڪيل شعر جي آخري مصرع "عشاق همان ست رخش روي شده زرد" عطار جي ئي آهي (154)

سچل سرمست جي فارسي شاعري تي عطار جو اثر آهي ۽ سنڌي شاعري ۾ خواجه عطار جي ڪلام مان ڪيترائي نڪتا پنهنجي شاعري ۾ ظاهر ڪيا آهن. سچل فڪري ۽ معنوي خيال ڪان عطار جو پوءِلڳ آهي. سنڌي شاعري ۾ جيترو خاص ذڪر سچل سائين، خواجه فريدالدين عطار جو ڪيو آهي. اهڙو ذڪر ڪنهن شاعر نه ڪيو آهي، انهي ڪري سچل ڪي سنڌ جو عطار پڻ چيو ويو. ٻنهي شاعرن وٽ حسن و عشق، طلب، وحدت، ڪثرت، حيرت، معرفت، فنا، بقا جون ڪيتريون ئي ڳالهيون هڪجهڙيون آهن.

خواجه عطار پنهنجي مشهور مثنوي "منطق الطير" ۾ پکين جي تمثيل ۾ سالڪ لاءِ ست واديون منزلون طلب، عشق، معرفت، استعنا، توحيد، حيرت ۽ فنا بيان ڪيون آهن. ستن وادين ڪي بيان ڪرڻ جو مقصد اهو ئي آهي ته سالڪ ڪي سلوڪ جي راهه تي انهن ستن وادين مان گذري پار پوڻو پوندو. ان ڪان پوءِ ئي سالڪ پاڻ ڪي حق جو جلوو سمجهي ٿو. ڇاڪاڻ ته صوفين جي تعليم مطابق وحدت مان ڪثرت ۽ ڪثرتم ئي وحدت ڪل آهي. انسان ئي الله تعاليٰ جو عين آهي. اهو ئي آدم جو پوش پائي پاڻ ڪي سڃاڻڻ آيو آهي. عطار چئي ٿو:

اندرون و برون، نشيب و فراز، از پس و پيش و از يمين و يسار،
شاهد "لا اله الا هو" پيش تو پرده گيرد رخسار،
کاروان نفخت من روحی، بسر ای تو برکشايد بار،
اين تماشان چونگری گبی، ليس فی الدار غيره ديار. (155)

(اندر ۽ ٻاهر، هيٺ ۽ مٿي، اڳيان ۽ پويان کٻي ۽ ساڄي، اها ئي شاهدي آهي ته ڪو به معبود سواءِ ذات باري تعاليٰ جي نه آهي. پر تنهنجي اڳيان جسماني پردو آهي، (ان ڪري نٿو ڏسين) مون ان ۾ پنهنجو روح ڦوڪيو. جو همر سفر سرود ۽ نغمون توکي مٿي ڪٽي وڃي ٿو ۽ توتي نوازش ڪري ٿو. جڏهن اهو تماشو ڏسين ته پوءِ چوڻو پوندو ته :ٻنهي جهانن ۾ ذات باري تعاليٰ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه آهي).

سچل سائين وري پنهنجي ديوان آشڪار ۾ ڪجهه اهڙو ئي اظهار ڪندي عطار جي اهميت تسليم ڪري ٿو. هو چئي ٿو :

کل شيءِ هو الله اســـت مشـــهور،
او بهر جائي کـــرده است ظـــهور.

ديـــده را بـــاز کن ڪ تابـيـنـي،
ناظـــر او شـــده است او منظـــور.

گـــر تو واقـــف نہ ازين اســرار،
تـــا بـــرو سوي شهر نيشاپـــور.

(درازي، ج1، ص145)

(کل شيءِ هو الله(هر شيءِ الله آهي) اهو مشهور آهي، هن هر جاء تي پنهنجو اظهار ڪيو آهي. اکيون کول تہ جيئن ڏسي سگهين، ڏسندڙ بہ اهو ئي آهي تہ مقبول بہ اهو ئي آهي. جيڪڏهن تون انهي راز کان واقف نہ آهين تہ توکي نيشاپور وڃڻ گهرجي جتي شيخ عطار رهي ٿو.)

سلوڪ جي راهہ جي راهي کي پنهنجي اندر جي ورق کي ڊوئي صاف ڪرڻ کان پوءِ منزل حاصل ٿيڻي آهي. هڪ ئي وقت تي بندي جي دل ۾ ذاتِ واحد رهندي يا خودي ۽ وڏائي. پاڻ مان "مان" وارو فرق مٽائڻ ئي سالڪ جو اصل جهاد آهي ۽ جنهن دل ۾ "مان" جو تصور موجود نہ هجي تہ اتي "حـــق" ئـــي وســـي ٿو. خواجہ عطار چوي ٿو (156):

چون يکی باشـد همی نبـــود دوئی!
هم منی برخيزد و اينجا هـــم توئی!

(جڏهن تہ "ذات" يا "حق" صرف واحد آهي ۽ دوئي يعني ٻيائي نہ آهي، تہ پوءِ "مان" ۽ "تون" نڪري وڃن ٿا).

سچل سرمست پڻ انهي "مان" ۽ "تون" کان پنهنجو پاند آجو ڪرائڻ جي تلقين ڪري ٿو، ڇاڪاڻ تہ هن جي نظر ۾ انسان جي اها وڏائي هن جي بنيادي دشمن آهي. جيڪا هن کي حق تعالىٰ کان پري ڪري ڇڏي ٿي. مثنوي رهبر نامہ ۾ سرمست اهڙو اظهار ڪري ٿو(157):

ای پسر بگذر ز تو از دوئی، خود را بشنـاس که او خود توئی،
هر دو نمانند، بماند يکی، در رهٔ توحـيد نياری شکی،
کس بدوئی هست بد ميرود، او بميان شك و شبه ميرود.

(اي پٽ! تون دوئي کان ٻاهر نڪر، پاڻ کي سڃاڻ ته اهو تون پاڻ آهين. دوئي يا ٻه نه رهندا، رڳو هڪ رهندو، توحيد جي راهه ۾ شڪ نه آڻ. جيڪو به دوئي ۾ مبتلا رهي ٿو، سو برباد ٿئي ٿو. اهو شڪ ۽ شبه جو شڪار ٿي وڃي ٿو ۽ حقيقت کان بي خبر رهي ٿو.)

جڏهن دوئي اندر مان ٻاهر نڪري وڃي ٿي ته پوءِ سالڪ حقيقت ڏانهن درست نظر ۾ سفر شروع ڪري ٿو ۽ ان سفر ۾ پوءِ ڪيترين ئي حقيقتون ظاهر ٿين ٿيون جن کي پسڻ يا سمجهڻ دوران هو حيرت جي وادي ۾ داخل ٿي وڃي ٿو ۽ ان حالت ۾ هوُ پنهنجي هجڻ ۽ ڪڏهن نه هجڻ جي ڳالهه ڪري ٿو.

عطار "حيرت" واري وادي جي باب ۾ چئي ٿو(158)

گويدا ملا ندانـــم چيزمن،
اين ندانم هم ندانم نيز من.

(آئون ڪا به ڳالهه نٿو ڄاڻان، هي نٿو ڄاڻان، هيءُ مان ڇڻ نٿو ڄاڻان)

سچل سرمست ان حيرت جي مقام بنسبت چئي ٿو:

اسين آهيون، ڇا اسين آهيـون، پيلي نٿا ڄاڻون، ڇا اسين آهـيـــون

پاڻ سڃاڻڻ جو فڪر سمورن صوفي شاعرن وٽ آهي. منصور، شمس تبريز، حڪيم سنائي، رومي، جامي، بسطامي، ڪبير، عطار، باهو، احمد جام، بلي شاهه، لطيف، سچل ۽ سامي وٽ اهو شعور موجود آهي ۽ هو بار بار انهي ڳالهه کي سمجهائين ٿا ته حق تعاليٰ ڪنهن ٻئي هنڌ نه آهي پر توهان جي اندر ۾ وسي ٿو فقط ان کي پنهنجي اندر ۾ ڳولڻ جي ضرورت آهي. پاڻ سڃاڻڻ کان پوءِ سالڪ تي جڏهن اهو راز عيان ٿئي ٿو ته هو پاڻ ئي پنهون آهي ۽ هر هنڌ اهوئي آهي. هر شيءِ ۾ ان جو مظهر موجود آهي. شيخ عطار به اها ئي ڳالهه سمجهائيندي چئي ٿو :

چشـــم بکشـــا، ڪہ جلـــوه دلدار،
متجـــليـــست از در و ديــوار،
نحـــن اقـــرب اليہ آمـده اســت،
دور افتـــاده اي تو از پنـــدار. (159)

(پنهنجيون اکيون کول ۽ ڏس ته محبوب جو جلوو، در و ديوار تي روشن آهي. "هو شہ رڳ کان به ويجهو آهي" تون انديشي ۽ گمان جي ڪري هرويرو پري بيٺو آهين.)

خواجه عطار وڌيڪ چئي ٿو :

گر طلسم نفس بکشائی ز معنی بر خوری،
و آن کس برخورد ازین معنی که بی خواب و خورست.(160)

(جيڪڏهن تون نفس جي (جسماني) طلسم کي ٽوڙيندي ته حقيقت ۽ حق کان آگاهه ٿيندين، انهي حقيقت تائين اهو پهتو، جيڪو ننڊ ۽ کاڌي کان پري رهيو).

سچل سرمست پنهنجي "ديوان آشڪار" ۾ پڻ پاڻ سڃاڻڻ جي تلقين ڪندي چئي ٿو ته سالڪ تڏهن معراج حاصل ڪندو جڏهن سندس اندر ۾ موجود حق ۽ پنهنجي وچ واري پردي کي هٽائيندو. هو چئي ٿو :

خويش را بشناس در گل گوهرست،
ماه پنهان کی شـود ريـزغـلاف.
(درازي، ج 1 ص164 )

(پنهنجو پاڻ کي سڃاڻ، تنهنجي مٽي(جسماني صورت) ۾ سچو موتي (ذات اقدس) سمايل آهي. آخر چنڊ ڪيستائين ڪڪرن جي پردي ۾ لڪل رهندو؟)

سچل سائين سنڌي، سرائڪي شاعري ۾ پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ جي ڳالهه ڪئي آهي، سنڌيءَ ۾ سالڪ کي ڏاڍي خوداعتمادي مان چئي ٿو:

- جي تو ڄاتو "پاڻ"، ته آئون ٻيو ڪو آهيان،
  ڪندءِ غرق گمان ڳهلا انهـــي ڳالهه ۾.
- ٻانهون ٻانءِ مَ پاڻ توهين مالڪ ملڪ جو! (انصاري، ص82-60)

عطار فنا جي مقام لاءِ چئي ٿو:

هر که اورفت از ميان اينك فنا،
چون فنا گشت از فنا اينك بقا. (161)

(جنهن پاڻ ٻلايو سو ڄڻ ... جي مقام يا وادي ۾ پهتو ۽ جڏهن فنا هن کي هٽڻ جي منزل تي رسايو ڄڻ بقا ماڻيائين)

سچل ان فنا جي مقام لاءِ چئي ٿو :

ســــــالڪ راه سڃاڻــي، پاڻ نظر ۾ آئين،
فنا ڪؤن اڳي بقا نه ٿيندين، جيئن پارو ۽ پاڻي.
(انصاري، ص90)

سچل سرمست، خواجه عطار جو وڏو عقيدت مند آهي ۽ ڪانئس ايترو ته متاثر ٿيو آهي جو هر هر سندس ذڪر ڪري ٿو. ڏٺو وڃي ته سچل سائين جو روحاني مرشد بيشڪ خواجه عبدالحق آهي پر هو خواجه عطار کي پنهنجي فڪري ۽ معنوي لحاظ کان مرشد سمجهي ٿو. سچـــــل سرمست توڙي جو ظاهري ديني تعليم حافظ عبد الله قريشي وٽ مڪمل ڪئي پر عطار کان به هن روحاني تعليم ۽ تربيت حاصل ڪرڻ ۾ وسان نه گهٽايو آهي. بلاشبہ خواجه فريدالدين عطار فارسي صوفياڻي شاعري جو هڪ اهڙو معتبر نالو آهي. جنهن جي تعليم، فڪر ۽ خيال پاڻ کان پوءِ ايندڙ ڪيترن معروف ترين صوفي بزرگن ۽ شاعرن مولانا رومي، مولانا جامي، شيخ محمود شبستري، بابا ڪمال خجندي، نعمت ولي اللهؒ، سلمان سائوجي، خواجه ابوالخوارزمي، ڪاتبي نيشاپوري، ڪمال الدين حسين خوارزمي ۽ ٻين ڪيترن کي متاثر ڪيو آهي.اهي سمورا بزرگ ساڻس مختلف جاين تي عقيدت جو به اظهار ڪندا رهيا آهن.

سچل سرمست جي نه صرف عطار سان عقيدت ۽ عرفاني يڪسانيت رهي آهي پر هو عارف جلال الدين رومي ؒ، مولانا عبد الرحمٰن جامي جو به پيروي ڪندڙ آهي ۽ ان جي تصديق سندس پير طريقت حضرت عبد الحق کان هن تائين پهتي آهي، جيئن ديوان آشڪار ۾ فرمائي ٿو:

اى دلا خوشبو زشه عطار در جـــانم رسيد،
آن زبان يكبــارگى از كفر و دين ما را كشيد.

شهر نيشاپـــور پر در دست گر پرسى زمـــــان،
از در و ديـــــوار آيــــد نعره هل من مزيد.

چه جـــلال الدين چه جامى غاشيه بـــردار او،
اين چنـــين تعريف ما از پير عبدالحق شنيد.

(درازي، ج1، ص90)

(اي دل !منهنجي روح تائين حضرت عطار جي خوشبوءِ پهچي وئي ۽ ان وقت هڪدم مون کي ڪفر ۽ دين کان آزاد ۽ بي نياز ڪري ڇڏيو. جيڪڏهن مون کان نيشاپور شهر لاءِ پڇين ٿو ته نيشاپور جو شهر (عشق و عرفان جي) درد سان پرپور آهي ۽ ان جي هر هڪ در ديوار مان "هل من مزيد" (درد و عشق جي مسلسل طلب ۽ جستجو) جو آواز پيو اچي.

مولانا جلال الدين رومي هجي يا مولانا عبد الرحمان جامي هجي، اهي سندس چاهيندڙ ۽ پيروي ڪندڙ آهن. اها تعريف اسان پنهنجي پير طريقت حضرت عبد الحق کان ٻڌي آهي.)

سچل سرمست فڪري حوالي سان شيخ عطار کان گهڻو متاثر آهي. سچل سائين جي بي باڪي عطار جي ئي ڪري ڏسجي ٿي. ڊي، ڪي منشاراماڻي ان ڏس ۾ لکي ٿو:

”شيخ فريدالدين عطار لاءِ مولانا رومي کي بي حد درجي جو احترام هو، جيئن ته هن جي لفظن ۾ ”عطار روح بود و سنائي دو چشم او(عطار روح هو ۽ سنائي هن جون ٻه اکيون“ (162) عطار جي غزلن ۾ جيڪو طوفان آهي، جيڪو روحاني جوش آهي ۽ جا مستي آهي سا ڪنهن حد تائين سچل جي ڪلام ۾ پڻ موجود آهي. عطار جي غزلن وارو سوز سچل جي ڪافين ۾ پڻ ملندو. وحدت الوجود جي نظريي جي پرچار جا عطار ۾ آهي، سا سچل جي شعر ۾ به آهي. سچل جي ڪلام ۾ آڳ آهي، شعلو آهي ۽ هڪ طرح جي سرمستي لاابالي پڻ آهي. سچ چئجي ته سچل جي مستي ۽ بي باڪي جو سرچشمو عطار ئي آهي“(163)

سچل سرمست تي منصور ۽ عطار کان پوءِ مولانا روم جو به گهڻو اثر نظر اچي ٿو. مولانا روم ڪــي سچل، شمس تبريز تي مخاطب ٿيو آهي، ڇاڪاڻ ته ان وقت ۾ ”ديوان شمس تبريز“ کي حضرت شمس تبريز جي تصنيف سمجهيو ويندو هو، پر هاڻ جديد تحقيق سان اهو ثابت ٿي چڪو آهي ته ”ديوان شمس تبريز“ مولانا جلال الدين رومي جي تصنيف آهي. مولانا رومي، شمس تبريز جو پوءِلڳ هو ۽ هن ئي پنهنجا خيال پنهنجي مرشد حضرت شمس تبريز جي نالي سان ظاهر ڪيا آهن(164). اهوئي سبب آهي جو سچل پنهنجي ڪلام ۾ شمس تبريز جو ته ذڪر ڪري ٿو پر مولانا رومي ڏانهن ڪو اشارو به نه ٿو ڪري. طالب کي جڏهن ڪجهه حاصل ٿئي ٿو يا جڏهن حاصل ٿيڻ وارو هوندو آهي ته هو مستي ۾ سرشار ٿي بيخود ٿي وڃي ته پوءِ ڪڏهن ”عطار نبود آنکه خدا بود خدا بود“ (هو عطار نه هو پر خود خدا هو) ته ڪڏهن بابا بلهي شاهه جيان ”نچ ڪے يار مناوڻ دے“ واري وائي واتان ورائي ٿو. اها ڪيف و مستي جي عجب منزل آهي، جنهن تي عاشــق پنهنــجو سر ڏيڻ لاءِ تيار آهي. مولانا رومي ”ديوان شمس تبريز“ ۾ ان مستي کي هن طرح بيان ڪري ٿو(165).

مايه فلك بوده ايم يار ملــك بوده ايم،
خودز فلك برتريم وز ملك افزون تريم
(اسان جو مقام فلڪ هو ۽ جتي فرشتا ساٿي هئا خود فلڪ کان بہ مٿي آهيون ۽ فرشتن کان وڌيڪ آهيون)

سچل وٽ بہ اها ئي مستي ۽ بي باڪي آهي. هو چئي ٿو:
ڪڏهن عيسىٰ ڪڏهن موسىٰ، فرعون ٿي حڪـــــم هلايم ٿي،
ڪڏهن اياز ڪڏهن هئس محمود ڪڏهن نوڪر نـــانءُ ڌاريم ٿي،
ڪڏهن رام سيتا ڪڏهن لڇمڻ، ڪڏهن ڌهيــــــسر بنايم ٿي،
ڪڏهن نانءُ "سچو" ٿي هت آيس، ڪڏهن روح تا راڳ رسايم ٿي.
(قاضي، ص200)

عشق جي مستي طالب لاءِ بيقراري جي ڪيفيت پيدا ڪري ٿي ڇڏي ۽ پوءِ هو پنهنجي پاڻ کان بي خبر ٿيو پوي. هن کي خبر ناهي تہ هو ڪٿي آهي، يا ڪو وجود بہ رکي ٿو. مولانا رومي "ديوان شمس تبريز" ۾ چئي ٿو :

نه از خاكم نه از آگم نه از بـــادم نه از آتش،
نه از عرشم نه از فرشم نه از كونم نه از كانم.



مكانم لا مكان باشد نشانم بى نشان باشد،
نه تن باشد نه جان باشد كه مـن جان جاناتم.
(آءُ تہ مٽي مان ۽ نہ وري پاڻي مان يا هوا يا باهہ جي پيدائش آهيان، نہ عرش جو نہ فرش جو، نہ ڪو وجود اٿم نہ ڪا هستي)
(منهنجو مڪان لا مڪان آهي، منهنجو نشان بي نشان آهي، نہ ڪو جسم آهي ۽ نہ وري جان، ڇو تہ آئون تہ جانان جي بہ جان آهيان).

سچل سرمست پهنجي انهي ڪيفيت کي وري هن طرح بيان ڪري ٿو :

- ڪو ڪيئن چوي، ڪو ڪيئن چوي، آءٌ جوئي آهيان، سوئي آهيان،
-
- ڪو رنگ ڪو ئي بي رنگ چوي، ڪو مستو مست ملنگ چوي،
ڪو ننگي ڪو بي ننگ چوي، آءُ جوئي آهيان سو ئي آهيـــان.
(قاضي، ص206)

سچل پنهنجي هڪ ڪافي ۾ حضرت زڪريا، حضرت يوسف، منصور، سرمد، عطار، شمس، بلهي شاهه، آڪيداس، بلاول ۽ ڪن ٻين صوفين سالڪن جو ذڪر ڪيو آهي. هت اسين سرمست سائين جي اها ڪافي ڏيون ٿا، جنهن مان سچل جي انهن سان عقيدت جو اظهار بہ ٿئي ٿو تہ ساڳي طرح منصور، عطار، رومي (شمس) ۽ سچل جي فڪر جي اپنائپ پڻ ٿئي ٿي.

جـــيءُ آئين پلي آئين تون،
ڪنهن منزل مون پهچائين تون،
ٿو موني سر وڃائين تون.

سرمد کي ڏيئي لَتَ کهائيي، سوري تـــي منصور چڙهايئي،
شيخ عطار جو سر وڃائي، هاڻي هيـــڏي پنڌ پڃائين تون.

زڪريا ساڻ ڪرت چيرايئي، يوسف کي منجهہ کوه وجهايئي،
شمس مُلن جي هٿئون مارايئي، عاشق ٿو آزمائين تون.

جٽيو ڪفر ضغان وجهايئي، بلـــهي شاهہ کي ذبـح ڪرايئي،
جعفـر کي درياءِ ٻوڙايئي، تن کي پار لنگهائين تون.

گهاٽـــي ۾ بلاول پيڙايئي، عنايت کي مـيدان مارايئي،
ڪرمـــل کي هن حڪم هلايئي، قيروءَ ڪنـــڌ ڪپائين تون.

قاســـم درن ساڻ سنايئي، موسيٰ کي بي سهاڳ وڻايئـــي،
اڪيـــداس تعزير ڏوايئي، سو اڄ ساڳيو آهين تـــون.

"سچـــــل" سندءِ پنڌ پڃائي، گهوريو پنهنجو سر گهمائـــي،
نيهن واري ڳالهہ ڳالهائي، عاشـــــق ٿي فرمائين تون.

(قاضي، ص141)

احمد جام ژنده پيل (166) صوفي مسلڪ جو حق گو شاعر هو. سندس ڪلام ۾ جا بجا وحدانيت جو فلسفو بيان ٿيل آهي. سچل سائين، احمد جام سان وڏي عقيدت رکندو هو. جنهن جو اظهار هو ديوان آشڪار ۾ ڪري ٿو :

نعمت الله جام احمد جام ما ست،
درميان سوز و گداز آرام ما ست.

من شدم عاشــق بنام آشفتگان،
رہ رفيق خواجه احمد جام ماست.
(درازي، ج1، ص67)

(حضرت احمد جام، الله تعاليٰ جي نعمتن سان لبريز جام آهي ۽ سوز و گداز جي هن عالم ۾ منهنجو دوست ۽ همراهه آهي.
آئون تہ عاشقن جي نالي تي بہ عاشق آهيان ۽ ان معاملي ۾ منهنجو دوست ۽ همسفر خواجہ احمد جام آهي).

احمد جام ژنده پيل ۽ سچل سرمست جي ڪلام ۾ ڪافي هڪجهڙايون پڻ نظر اچن ٿيون. ســـچل سائين بار بار يار کي پاڻ ۾ ڳولڻ جي ڳالهه ڪري ٿو احمد جام ژنده پيل چئي ٿو تہ يار جو جلوو هر وجود ۾ شامل آهي ۽ ان ڪري ئي مون کي هر مظهر ۾ اهو ئي نظر اچي ٿو. هو چئي ٿو :

اى ذات لطيف وجود كامل،
ذات تو بهر وجود شامل.

موجود بهـــر وجود اوشد،
با جمله صفـــات او مكمل.

والله كه اوســت در دو عالم،
ان حضرت بـــى نياز غافل. (167)

(هو! باريڪ بين ذات جنهن جو وجود مڪمل آهي، تُنهنجي هستي هر وجود ۾ شامل آهي، ان جو وجود هر وجود ۾ شامل آهي، اها ذات پنهنجن سمورن صفتن سان مڪمل آهي. ان جو (خدا جو) قسم هو ٻنهي جهانن ۾ آهي ۽ بي نياز ۽ بي پرواهه آهي.

سچل سرمست بہ اهڙي ئي ڳالهه ڪندي چئي ٿو:
من بجز يار بهر ســو نه دگرمى بينم،
چه بــبـازار چه هر كوچه شهرمى بينم.

چه طيور و چه وحوش و چه جن و ديو ولی،

همه اسرار الهی به بشر می بينم.

(درازي، ج2، ص40)

(هر گهڻي ۽ شهر ۾ (آئون) ڪنهن ٻئي کي نٿو ڏسان. پکي هجي يا جن يا ديو هجي پر آئون سمورا اسرار الاهي انسان ۾ ڏسان ٿو).

صوفين جي خيال موجب وحدت مان ڪثرت ۽ ڪثرت ۾ ئي وحدت آهي. انهي ڪري ئي هو ڪثرت ۾ به وحدت جو جلوو پسن ٿا. حضرت احمد جام به اهڙي ڳالهه ڪئي آهي. هو چئي ٿو(168)

يك جرعه و صد هزار ساغر يك قطره و صد هزار كوثر،

يك معنی و بی شمار صورت يك معدن و صد هزار گوهر،

در كثرت ماست وحدت او خورشيد يكی هزار اختر.

(جيئن هڪ ڦڙو ۽ هڪ لک سمنڊ، هڪ قطرو ۽ هڪ لک دريا، هڪ معنيٰ ۽ بيشمار صورتون، هڪ خزانو ۽ هڪ لک موتي. اسان جي ڪثرت ۾ ان جي وحدت آهي، جيئن هڪ سج ۽ هڪ هزار ستارا)(169)

اندرين كثرت همه وحدت نگر،

تاشود آسان بتو هر مشكلات.

(هن سموري ڪثرت ۾ ان (الله تعاليٰ) جي وحدت کي ڳول ته جيئن تنهنجي لاءِ هر مشڪل آسان ٿي وڃي).

سچل چئي ٿو(170)

وحدت كثرتيكی مد انند سرداران عشق،

قائم اندر وحدت است سيا اندر كثرت اند. (170)

(اهل عشق ئي وحدت ۽ ڪثرت کي هڪ سمجهن ٿا، (اهي) وحدت ۾ موجود آهن ۽ ڪثرت ۾ گهمندا رهن ٿا).

## مشرقي فلسفو

سچل سرمست تي ايراني صوفي شاعرن جي اثر کان پوءِ هندي ويدانتي شاعر ڀڳت ڪبير جو به اثر آهي. سچل هڪ وڏو عالم شخص هو. جنهن کي نه رڳو تصوف جي گهري ڄاڻ هئي، پر هو ويدانت جي وائي جي به خبر رکندڙ هو. انهي ڏس ۾ آغا غلام نبي صوفي لکي ٿو :

”سچ پچ جيڪڏهن سچل جو ٻج اسلام جي گلشن جي سرزمين مان آيل هو ته ان نشو نما هند جي گلزار ۾ پاتي هئي...... هندي رهبرن جي راحت جا هن جي روح کي رسي آهي، ان جي نشاندهي ٻه سندس قرب پريو ڪلام قدم قدم تي ڏئي رهيو آهي“ (171)

ڪبير ويدانتي شاعر آهي. تصوف توڙي ويدانت ”پاڻ سڃاڻڻ“ جي پرچار ڪري ٿو. فنا کان پوءِ بقا آهي. ان منزل تي رسڻ ڏاڍو اوکو آهي. پر طالب مطلوب جي عشق ۾ سسئي وانگر ڏونگر ڏورڻ ۽ سهڻي جيان دلي تي درياءُ پار ڪرڻ واري تڪليف ده سفر کان وَنءُ نتا وڃن ۽ جڏهن طالب مطلوب سان ملي هڪ ٿئي ٿو ته طالب کي هر جاءِ هر پاسي فقط مطلق (حق) ئي نظر اچي ٿو.

ڪبير چئي ٿو(172)

همري رام رحيم ڪريما ڪيسو الله رام ست سوئي،
بسمل ميت پيمبر ايڪي اور نه دوجا ڪوئي،
ڪهي ڪبير اداس فقير اپني راه چل پائي،
هندو ترڪ ڪا ڪرتا ايڪي تامتي لکي نه جائي.

سچل سرمست وري ان ساڳي خيال کي هن طرح بيان ڪري ٿو:

رام رحيم هيڪڙو، ته رواڻ ۾ وري ڪير،
ڪرشن ٿي، چو ڪنس کان وٺين وينو وير،
پائي پريم پر هلاد سان، تون هر ناڪش کي هير،
سچل ويراوير، پنهنجو اٿي پاڻ ۾.
(قاضي، ص377)

سچل وٽ عشق مستي ۽ بي باڪي آهي ته ڪبير وٽ ٻه اها ئي وائي آ. انهي مستي ۾ ڪبير چئي ٿو :

ڪاهي ڪو پرمت باﻧﻮري اوه تو تيري پاس هي،
وه ويا پڪ تيري مانهن، ڦولون ۾ جئسي باس هي،
باهر ڪو دوڙي هات نه آوي مرگه ترشنا ڪيل،
الک امورت، امر ابناسي تو مانهين پر ڪاش هي. (173)

سچل وٽ اهڙا خيال عام جام ملن ٿا:

جي تو ڄاتو پاڻ، ته آءُ ٻيو ڪو آهيان،
ڪندُءِ غرق گمان، ڳهلا انهي ڳالهه ۾.

(انصاري، ص60)

پاڻ کي يار نہ ڄاتوم، پينر پُلي آهيان،
ڀڏيس ڀيائي ۾، جو پاڻ نہ سڃاتوم.
(قاضي، ص130-129)

هڪ ٻئي هنڌ ڪبير وري اهڙو ئي خيال پيش ڪري ٿو:
جئون تلون ۾ تيل هئہ، جئون چڪمڪ ۾ آگ،
تيرا سائين تجھ ۾ بسي، جاگ سکين تو جاگ.

جئنون نينن ۾ پوتري، يون خالق گهٽ مانهن،
مورک لوگ نہ جانئي، ٻاهر ڍونڍڻ جـــانهن.(174)
سچل سائين انهي خيال کي هن طرح بيان ڪري ٿو:
هيڏي هوڏي نہ نهار، تنهنجي ويڙهي سو تہ يار وسي ٿو،
ســـاڻ ســـدا آهي تا تنهنجي، پرين نہ آهي ڀي پار،
(انصاري، ص67)

عشق جي راھ تي هلندي معرفت جي منزل تي پهچڻ بعد طالب کي سُڌ ناهي رهندي تہ هو ڪٿي آهي، نہ هو ڪعبو نہ هو مسجد ۽ نہ ئي ڪنهن ديول ۾ هو پاڻ کي پائيندو آهي. هو تہ يار کي پنهنجي اندر ۾ پسندو آ، اهڙو ئي اظهار ڪبير ڪجھ هن ريت ڪري ٿو(175)

نامين ديول ۾، ناهين مسجد نا ڪعبي ڪيلاش ۾،
ناتو ڪوئي ڪريا ڪرم ۾، نهين جوڳ بيراڳ ۾،
ڪو جي هو وي تو ملهون پل پرڪي تلاش ۾،
مين تو رهون شهر کي باهر ميري پوري مواس ۾،
ڪهي ڪبير سنو ڀائي ساڌو سب سانسون کي سانس ۾.
سچل سرمست وري هن ريت چئي ٿو:
نـــڪا مسجـــد تڪيو، نڪو ٺڪاڻو،
تاتي ٿين ٿاڻو، جتي "مون تون" ناھ ڪا.
(قاضي، ص335)

سچل سرمست جي فڪر تي ٻاهرين صوفين شاعرن ۽ سنتن جا متي ڪجھ مثال ڏنا ويا آهن، جنهن مان اسان کي پتو پوي ٿو تہ سچل تصوف جي اونهن اسرارن کان واقف هو، پر انهي راز کي پروڙڻ خاطر هن منصور، عطار، رومي ۽ ڪبير کي بہ پڙهيو آهي.

## سنڌي فلسفو:

اسان اڳ لکي آيا آهيون ته سچل نه رڳو ايراني صوفي شاعرن، هندي شاعرن ۽ پاڻ کان اڳ جي سنڌي سرائڪي شاعرن جو به چڱو خاصو مطالعو ڪيو هو. پر ان کان سواءِ سرائڪي شاعر سلطان باهو ۽ سنڌي شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو به اثر ڏسجي ٿو. هت سلطان باهو ۽ شاهه عبداللطيف جو سچل تي پيل اثر جو مختصر مطالعو ڪجي ٿو.

سلطان باهو(176) عارف ڪامل صوفي بزرگ هو. هن وٽ به پاڻ سڃاڻڻ وارو فلسفوموجود آهي، هي به عشق جي مستي ۾ سرشار آهي. باهو جو خيال آهي ته مرشد بنا عشق جو سفر ڪري ڪجهه حاصل ڪرڻ بيڪار آهي، يعني مادي توڙي روحاني طور استاد ۽ مرشد ڪان سواءِ ڪنهن اعليٰ ارفع منزل تي پهچي نٿو سگهجي. هو چئي ٿو :

اللہ چنبي دي بُوٹي ميري من وچ مرشد لاءِ هُو،
نفي اثبات دا پاڻي مليــس هــر رڳي هر جائي هُو،
اندر بوٹي مشڪ مچايـــا جان ڦلان تي آئي هُو،
جيوِي مرشد ڪامل باهو، جنهن اي بوٹي لاءِي هُو. (177)

سچل وري چوي ٿو ته ”مرشد سائين“ ئي اسان کي اهڙي منزل تي پهچائي ڇڏيو آهي جو اسان پنهنجو حال عام سان ڪري نٿا سگهون. سچل پنهنجي هڪ ڪافي ۾ چئي ٿو :

- هــڪ ڏهاڙي پير مغان، مون کي ڳالهه ڳجهي فرمائي.
سلـــڻ جهـــــــڙي ناهي سا، جا پاڻ پرين پرجهائي،
عام نه مڃن ان ڪــــــــــي، جا صاحبن سمجهائي،
مٽ منجهارئون مَي جي، تنــهن ساقيءَ سرڪ چڪائي،
پيالي مئون پرواز ٿيو، واءِ وئـــــــــــي بي وائي،
عبد ڇاتو تي وو جنين، تن بازي هِت هارائـــــــــي،
”حق“ ڪئون ”حق“نصيب ٿيو، ٿي مدعا ”سچو“ سيائي.

(قاضي، ص255)

سلطان باهو وٽ به عشق سڀ ڪجهه آهي. هو چئي ٿو ته عشق ئي اسان کي مالڪ حقيقي تائين پهچائڻ جو سبب آهي. اهو ئي عشق آهي جنهن جي تپش ڏينهن رات وڌندي وڃي ٿي ۽ اهوئي عشق آهي جيڪو روزبروز نئين منزل کان واقف ڪري ٿو، باهو چئي ٿو(178)

الله صحـــــــي كيتو سي جدان چمكيا عشق اڳوهان هو،
راتين ڏينهان ڏيوي تاءُ تكيري نت كري اڳو هان سوُ هان هوُ،
اندر باهـــين اندر ٻالڻ اندر دي وچ دونهــــــــان هوُ،
باهو شوه تدان لڌيو سي جدان عشق كيتو سي سُو هـــان هوُ.

سچل بہ عشق ۾ مست آهي، هن وٽ مستي ۽ پاڻ سڃاڻڻ عشق جي ئي طفيل آهي. سلطان باهو وانگر سچل چئي ٿو :

نہ مان كيڙو كڙكو تسبيــح، نہ كيڙم زهد عبادت،
نكي مسجد مندر ويڙس، نہ كيڙم تقويٰ طاعت،
سچل جو ٿيو بخت سوايو، جو كيڙئي عشـق عنايت.

(قاضي، ص 288)

سلطان باهو وٽ عشق جو وڏو درجو آهي، ڇاكاڻ تہ عشق جي منزل اعليٰ آهي، عاشق مالك حقيقي لاءِ فنا ٿيڻ گهري ٿو ۽ هن كي خبر آهي تہ فنا كان پوءِ ئي بقا جي منزل آهي، تڏهن ئي سلطان باهو چئي ٿو(179)

ايمان سلامت هر كوئي منگي، عشق سلامت كوئي هو،
منگين ايمان، شرماؤن عـشقون، دل نون غيرت هوئي هو،
جس منزل نون عشق پچاوي، ايمان نون خبر نہ كوئي هو،
ميرا عشق سلامت ركـين باهوُ، ايمان نون ديان ڌروئي هو.

سچل سائين بہ باهو وانگر عشق جي سلامتي گهري ٿو، هو پنهنجي هك سرائكي ڏوهيڙي ۾ چئي ٿو

ايمان سلامـــت هر كو منگدا، اسان عشق سلامت منگي،
منگن ايمان شرماون، عشقون دل حيرت وچ منگي،
سچل عشق واليان دا نوكر، هو وي شرابي بهنگي.

سچو طالب فقط حق كي پسڻ گهري ٿو، پر اهو حق آهي كٿي، باهو چئي ٿو تہ لك هزار كتاب پڙهڻ سان هو توكي نٿو ملي سگهي. عشق ئي توكي ان منزل تي پهچائيندو جتي توكي هر هنڌ، هر جاءِ فقط حقيقي مالك ئي نظر ايندو. تنهنجي اندر توڙي ٻاهر، هر شيءِ ۾ هن جو جلوو آهي، پر اهو تڏهن پسي سگهجي ٿو جڏهن تنهنجي اكين مان جر كجر نكري وڃي. باهو چوي ٿو(180)

انـــدر يي هُـــو، ٻاهر يي هُو، ٻاهو ڪتان لِيي وے هُو،
سي رياضتان ڪر ڪراهان، توڙي خون جگر دا پيوے هُو،
لک هزار ڪتـــابان پڙهه ڪي، دانشمند سڏي وے هُو،
نام فقير تهينـــــــــدا ٻاهوُ، قبر جنهان دي جيوے هو. (180)

سچل سائين وري انهي خيال کي هن طرح بيان ڪري ٿو:

هيڏي هوڏي نہ نهار، تنهنجي ويڙهي سو تہ يار وسي ٿو.
ســـاڻ سدا آهـــي تان تنهنجي پرين نہ آهي ٻي پار،
قــولـهي لهج، پاڻ مـون، ڇـو ٿو وڃين وٽـڪــار،

(انصاري، ص67)

سچل سرمست ۽ سلطان ٻاهو جون ٻيون بہ ڪيتريون فڪري هڪجهڙايون اسان کي هنن ٻنهي شاعرن جي ڪلام ۾ ملن ٿيون. هت اسان فقط سچل سرمست ۽ سلطان ٻاهو جي هڪجهڙائي يا فڪري اثر جي مختصر جهلڪ پيش ڪئي آهي نہ تہ ان ڏس ۾ تفصيلي مطالعي جي گنجائش موجود آهي.

سچل سرمست ٻين سيني شاعرن کان سواءِ پنهنجي دور جي انتهائي اهم شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي کان بہ فڪري طرح متاثر آهي، تنهن ڪري اسان کي سچل سائين جي ڪلام ۾ شاهه صاحب سان هڪ جهڙائي رکندڙ ڪيترائي خيال ملن ٿا (181).

چيئنمل پرسرام گلراجاڻي پنهنجي ڪتاب سچل سرمست ۾ ان حوالي سان لکي ٿو:

”جيـڪڏهن شاهه عبد اللطيف اونهو آهي تہ سچــل اوچو آهي، جي شاهه ٽوٻي وانگر اندر جي مهراڻ ۾ ٽٻيون هڻي موتي ٿو آڻي تہ هي سچل عرش مٿي آڪـاس ۾ سج ۽ تارن جي روشني جا چمڪاٽ ٿو ڏئي، بلڪ ڪرن جي پار بہ روشني ٿو ڏسي“ (182)

شاهه لطيف وٽ سچل سرمست جي ”حق موجود“ واري وائي ”پنهون هيس پاڻ“ موجود آهي. شاهه صاحب وٽ بہ اڳين صوفين وارا خيال آهن. هو چئي ٿو تہ محبوب انسان جي اندر ۾ آهي رڳو غور ويچار جي ضرورت آهي. پاڻ سڃاڻڻ وارو شعور جڏهن انسان ۾ پيدا ٿئي ٿو تہ پوءِ ئي هو ”حق“ کي پنهنجي اندر ۾ پسندو. شاهه صاحب چوي ٿو:

پيهـــــــــي جان پاڻ ۾، ڪيم روح رهاڻ،
تہ نڪو ڏونگر ڏيهه ۾، نڪا ڪيچئين ڪـاڻ،
پنهون ٿيس پاڻ، سسئي تان سور هئا.

(گربخشاڻي، ص292)

سچل سائين بہ انهي خيال کي هن طرح بيان ڪري ٿو:

پيهي پروڙيم، تان پنهون پاڻ ئي آهيان،
پاڻ ئي منجهان پاڻ کي، هي پڙلاءُ پيوم،
صحيح ڪن ڪيوم، تہ غير گمان اٿي ويا.

(انصاري، ص164)

جڏهن اها پڪ ٿي وڃي ٿي تہ پرين اندر ۾ آهي ۽ "آئون پاڻ ئي پنهون آهيان" تہ پوءِ هر طرف هن کي پنهون جو عڪس نظر اچي ٿو، پوءِ هو ڪهڙي طرف بہ وڃي راڻي سواءِ بيو ڪجهہ بہ نہ آهي. شاهہ لطيف "سر مومل راڻو" ۾ چئي ٿو:

ڪيڏانهن ڪاهيان ڪـــــرهو، چڱاڻو چوڌار،
منجهين ڪاڪ ڪکوري، منجهين باغ بهار،
ڪانهـــــــي بي تنوار، ٿيو مڙوئي مينڌرو.

(گربخشاڻي، ص549)

سچل سرمست بہ اها ئي وائي ورائي ٿو :

لنگهيا لڏاڻو، ڪاڪ چڏيائـــون پوئتي،
رسيا انهي جاءِ، جتي مومـــــل نہ راڻو،
نہ ڪا مسجد تڪيو، نـــــــڪو تڪاڻو،
تاتي ٿين تاڻو، جتي "مون" "تون" ناهہ ڪا.

(قاضي، ص335)

شاهہ عبداللطيف جي سسئي مسلسل جدوجهد ۽ پتوڙ جي علامت آهي. شاهہ سسئي جي تمثيل ۾ جاکوڙ، همت، عزم ۽ حوصلي جو درس ڏنو آهي. شاهہ لطيف وٽ رڳو تصوف جو اونهو مفهوم ناهي، بلڪ هن وٽ وطن دوستي، انسانيت، مارو ئڙن لاءِ سڪ، اڪير، جدوجهد جو بہ ذڪر آهي. ڪنهن اعليٰ مقصد کي تڏهن ئي حاصل ڪري سگهجي ٿو، جڏهن ان مقصد لاءِ مسلسل جاکوڙ جاري رکجي. سسئي پنهون ڪارڻ رڻ پٽ جون سختيون، اذيتون ۽ جهڪن جهولن کي برداشت ڪندي بہ پنهنجي ارادي ۾ ثابت قدم رهي، توڙي جو وڃي زمين دوز ٿي پر اٽل ارادي تان هڪ لمحي لاءِ بہ نہ هٽي. شاهہ لطيف فرمائي ٿو :

جان جان هئي جئري، ورچي نہ وينـــي،
وڃي پونءِ پيئي، سڪندي کي سڄڻين.

(گربخشاڻي، ص281)

سرمست سائين بہ اهڙي خيال جو اظهار هن طرح ڪري ٿو :

جان مون ملان هوت، تيسين تائين نہ مران،
مـــادر تــــــائين موت، اهو اٿم آسرو.

(انصاري، ص174)

شاه عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست جي ٻالڪپڻ واري زماني ۾ وفات ڪئي، سچل سائين، شاه صاحب کان بہ فڪري اثر ورتو آهي، جنهن جا مٿي ڪجھ مثال پيش ڪيا ويا آهن.

سچل سرمست تي ٻاهرين توڙي اندريان فڪري اثر هجڻ باوجود ونس پنهنجو هڪ منفرد انداز ۽ مقام آهي، ونس پنهنجي ئي انفراديت ۽ نجي اظهار جي سگھہ موجود آهي، هو ڪنهن جي ڏسيل واٽ تي بلڪل نہ هليو آهي. سچل مستي ۾ انتهائي بي باڪ آهي. پاڻ پنهنجي بي باڪي جي ڪري ئي سمورن سنڌي اساسي شاعرن ۾ هڪ الڳ جاءِ جوڙيو ويٺو آهي.

ڊي-ڪي منشاراماڻي انهي ڏس ۾ لکي ٿو :

"سچل سرمست سنڌ جو عظيم شاعـــر ۽ مفڪــر آهي، جن تي ٻاهريـان اثر پيا ضرور آهن، پر هن انهن کي پنهنــجي ئي نمــوني پيش ڪيو آهي. جيڪڏهن سندس ويچار ڌارا تصوف جي رنگ سان رڱيل آهـن تہ اهـــو ڪو ٻاهر جو قلم لڳايل تصوف ناهي پر اهو نج سنڌي تصوف آهي يعنـــي جـنهن ۾ عالم دوستي جي اپٽار آهي. محبت ۽ اتـــفاق جو سبق آهي، جو مذهب ۽ تقـــليد کان مٿانهون آهي" (183).

## (ب)سچل سرمست جي شاعريءَ جو فڪري جائزو

سچل سرمست سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ فارسي جو هڪ منفرد انداز رکندڙ صوفي شاعر هو. هن جي ڪلام ۾ تصوف کان ويندي حسن و عشق ۽ وقت جي حالتن جو پڻ خوب ادراڪ ٿيل آهي. اسان هت سچل سائين جي شاعريءَ ۾ سمايل ڪن مکيہ مضمونن جي اپٽار ڪنداسين.

### تصوف:

انسان خدا جي خلقيل اعليٰ اوصاف واري مخلوق آهي جنهن کي شعور جهڙي اهم ذميواري ڏئي دنيا ۾ موڪليو. شعور / سمجھ/ ساڃاه/ عقل/ دانائي/ حڪمت انسان کي عطا تہ ڪئي وئي پر ان سان گڏوگڏ روح ۽ مادو بہ الڳ الڳ شيون تخليق

ڪري ۾ پنهي جو پاڻ ۾ باهمي ربط جوڙيو ويو. انسان کي شعور/سمجهه/سوچ ته ڏني وئي پر ٻئي طرف شيطان کي آخري ڏينهن تائين زنده رکي آزاد ڪيو ويو. ان حالت ۾ انسان لاء الهامي قاعدن ۽ قانونن جو هجڻ به لازم ٿي ويو. اهڙي طرح انسان جي حالت کي ضابطي ۽ ترتيب ۾ رکڻ لاء مذهب تخليق ڪيا ويا. اسلام الله تعاليٰ جو موڪليل آخري دين ۽ حضرت محمد ﷺ جن آخري پيغمبر آهن. اسلام هڪ اهڙو دين آهي جيڪو هر حوالي سان هڪ مڪمل دين آهي. جنهن ڪري اسلام جي هر پهلوءَ جون ڪيتريون ئي معناعون حاصل ٿين ٿيون. تصوف بنيادي طور تي اسلام جو اهو فلسفو آهي جيڪو انسان ۽ خدا جي وچ واري فرق کي ختم ڪرڻ جو ڏس ڏئي ٿو. انسان بنيادي طرح نيڪي ۽ بدي جي وچ ۾ زندگي گذاري ٿو. نفساني خواهش، لالچ، مايا جي موهه، ٻيائي انسان جا بنيادي ويري آهن.جيڪي هن کي سندس ئي اندر ۾ موجود ”حق“ سان گڏجڻ نٿا ڏين. تصوف جو فلسفو اهو پيغام ڏئي ٿو ته تزڪيہ نفس سان ئي پنهنجي خدا کي ويجهو ٿي سگهجي ٿو. ان لاءِ صوفي سدائين خدا جي ديدار جي سڌ ڪري ٿو.

تصوف جي سمجهاڻي اجان به آسان طرح صوفين جي وضاحتن مان سمجهي سگهجي ٿي. حسين بن منصور حلاج جو چوڻ آهي ته ”صوفي جي ذات يڪتا هوندي آهي. نه هن کي ڪير قبول ڪندو آهي ۽ نه هو الله ڪان سواءِ ٻئي کي قبول ڪندو آهي“. حضرت جنيد بغدادي جو قول آهي: ”تصوف اهو آهي ته الله تعاليٰ توکي تنهنجي ذات مان فنا ڪري ڇڏي ۽ پنهنجي ذات سان گڏ زنده رکي“، حضرت ڪتاني جو قول آهي ته ”تصوف اخلاق حسنه جو مجموعو آهي جنهن جا اخلاق توڪان بهتر هوندا، اهو صوفي هجڻ ۾ توڪان بهتر هوندو“ (184) مطلب ته تصوف الله سان عشق، ان سان رابطو، دنيا ڪان بي نيازي ۽ فرد سان فرد جو حسنه اخلاق جو مجموعو آهي. هي ٽئي شيون انسان کي درست معنيٰ ۾ انسان بڻائين ٿيون.

پروفيسر يوسف سليم چشتي پنهنجي ڪتاب ”تصوف جي تاريخ“ ۾ صوفي متعلق لکي ٿو:

> ”تصوف جو اصل (بنياد) بلڪ خلاصو لقاء رب (الله جو ديدار) جي آرزوآهي. سالڪ اهو سمورا مجاهدا، رياضتون مراقبا، ان ڪري برداشت ڪري ٿو ته هو پنهنجي محبوب جو ديدار ڪري سگهي. ان جو سبب اهوآهي ته هو، اهو يقين رکي ٿو ته حياتي جو مقصد ”يار جو ديدارآهي“ هي بنياد هن آيت مان ورتل آهي.”فمن کان يرجۃ لقاء

ربه فليعمل عملا صالحا ولا يشرك بعبادة ربه احدا" (18-110)

ترجمو: پوءِ جيڪو شخص پنهنجي رب سان ملاقات جو خواهشمند هجي ان تي لازم آهي تہ صالح عمل ڪري ۽ پنهنجي رب جي اطاعت ۾ ڪنهن کي شريڪ نہ ڪري" (185).

تصوف جي ان بنيادي ايڪي ۽ صوفي جي ڪردار بابت ٻلديو مٽلاڻي پنهنجي ڪتاب "شاهہ ۽ سچل جو تقابلي اڀياس" ۾ لکي ٿو:

"صوفي پنهنجي زندگي ۾ نيڪ اعمال ان لاءِ نہ ڪندا رهيا تہ ڪين مرڻ کان پوءِ بدلي ۾ ٻئي جهان ۾ عيش آرام نصيب ٿيندو، پر ان لاءِ تہ هنن روحاني طور پنهنجي وجود مٽائي جزي کي ڪل ۾ يعني پاڻ کي رب پاڪ جي هستي ۾ هڪ ڪرڻ ٿئي چاهيو. هنن جي اندر ۾ روحانيت ۽ رهيسواد "همہ اوست" جا جذبا جاڳندا رهيا. ٻين مذهبن جي رهيسواد وانگر صوفين جو مقصد بہ، حق سان هڪ ٿي هميشہ هميشہ لاءِ وصال ماڻڻ هيو. صوفي مت ۾ پهريون فرض هيو، تہ پاڻ کي بنا ڪنهن غرض ۽ اڇا جي بغير ڪنهن ڦل گهرڻ جي رب جي راهہ ۾ آتم سمرپڻ ڪيو وڃي. هنن لاءِ رب پاڪ جو پيار ئي سڀ ڪجهہ هيو. هنن ان سان وصال ماڻڻ لاءِ محبت کي ئي صحيح وسيلو ٿي سمجهيو. اهي رب پاڪ کي محبوب جو نالو ڏيندي مخاطب ٿين ٿا" (186).

سچل سرمست تصوف جي فلسفي جو وڏو شارح آهي، هن مختلف ٻولين ۾ چيل پنهنجي سموري ڪلام ۾ اهڙيون ڳالهيون ڪيون آهن، هو بار بار "واحد تان ڪثرت ۽ ڪثرت وحد تڪل" جي وائي ورائي ٿو، در حقيقت سچل جي ڪلام جو بنياد ئي تصوف آهي. جنهن کي هو کولي بيان ڪري ٿو:

"تسان" ، "مين" تيجهي "نهين" دي ٻوليءَ ساري، سمجھ نہ چاٽان،
ڪيا هوسين، وت ڪيا ٿيسين، وت ڪٿ ويسين نہ سڃاٽان،
"نهين آهين" ڪون سهي نہ ڪرين تون "سچل" يار نماٽا.

(راٽيپوري، ص، 209)

حق باري تعالىٰ جي ذات واحد آهي، عشق جي پٽي تي فقط "الف" ئي لکيل هوندو آهي، جيڪو سالڪ کي پڙهڻو آهي. "الف" جي انهي نقطي ۾ صوفي لاءِ سارو خزانو لکيل آهي "ب" پڙهڻ سان هن کي ڪجهہ بہ حاصل ٿيڻو ناهي "الف" جو اهو نقطو نيارو آهي.

پنجاب جو شاعر بابا بلها شاهہ چئي ٿو (187):

الف
اللہ دل رتا ميرا،
مينون ب دي خبر نہ کائي،
ب پڙهيان کجهہ سمجهہ نہ آوے،
الف دي لذت آئي
ع تي غ دا فرق نہ جانان،
ايهہ گل الف سجهائي
بلهيا قول الف دے پورے
جهڙے دل دي کرن صفائي.

شاهہ لطيف بہ "الف" جي اهميت کان چڱي طرح باخبر آهي، هو چئي ٿو:

سا سٽ سارياٿون، الف جنهن جي اڳ ۾،
"لا مقصود في الدارين" ان پر اتائون،
سگهر سوئائون ٿيا رسيلا رحمان سين.
(ڪلياڻ آڏواڻي _ يمن ڪلياڻ 5-16)

سچل سرمست پڻ اهڙي وائي هن ريت ورائي ٿو:

"الف" باب مطالعہ ڪيجے، "بے، تے، ثے" نہ سڻيجے،
آوڻ "اللہ" جاوڻ هُو، اهو دائم دم ڏريجے،
نال يقين تصور دے وچ، سبق سنيال پڙهيجے،
ڏوجهي باب حرف "بے" دے "سچل" ڪنهن دي ڪاڻ ڳڻيجي.
(راڻيپوري ص، 221)

"الف" جو نقطو سڄاڻڻ لاءِ عشق جي باهہ جو انسان جي اندر ۾ دکيل هجڻ بہ تمام ضروري آهي، جنهن ۾ سالڪ جون سموريون نفساني خواهشون سڙي ختم ٿي وڃن تہ جيئن هن جي اندر مان "مان" وارو فرق مٽجي وڃي ۽ پوءِ ئي اهو سچو عاشق بڻجي پوندو. اها عشق جي باهہ جي تپش آهي جو صوفي دنيا جا سمورا لڱ لاڳاپا لاهي هڪ "خدا" جي فڪر ۾ مستغرق ٿي وڃي ٿو. سچل سرمست چئي ٿو:

عشق محبت باجهون جاڻين، بي سڀ راهہ خلاقي،
بزرگي ڪاڻ دنيا دے ڪردے، سڀ دے نال تلافي،
"سچل" اهي ڪڏان نہ ٿيسين، هرگز صوفي صافي.
(راڻيپوري ص، 218)

سچل سرمست وجود فلسفي جو اهم شاعر آهي سندس سموري ڪلام ۾ ان فلسفي جا ڪيترائي مضمون بيان ڪيل آهن جن ۾ ڇڻ سالڪ جي حق تائين پهچڻ تائين جي مڪمل ڪهاڻي پيش ڪيل آهي. اسان هت جدا جدا عنوانن هيٺ سچل جي ڪلام ۾ فلسفہ وحدت الوجود جو مطالعو ڪنداسين.

1. طلب:

صوفي جي پهرين منزل طلب آهي. انهي ڪان هو پنهنجو سفر شروع ڪري ٿو . عاشق جي اندر ۾ جيڪڏهن محبوب جي سڪ، تات، طلب ۽ تانگهہ نہ هوندي تہ هو وصال ماڻي نہ سگهندو. سچي طلب ئي سالڪ کي عشق جي ڏکي وات تي هلائي ٿي ۽ هو پنهنجو پاڻ مٽائڻ جو جذبو رکي ٿو. سچل ديوان آشڪار ۾ چئي ٿو :

صد هزاران طالبان باشند من يك نيستم،
هست در کوی تو کردن جان قربــانی مرا.

(درازي، ج1، ص22)

(هتي تہ هزارين طالب اچي گڏ ٿيا آهن، رڳو آئون هتي اڪيلو تہ نہ آهيان. اسين سڀ تنهنجي در تي پنهنجي جان جي قرباني پيش ڪرڻ لاءِ حاضر ٿيا آهيون)

صوفي طالب آهي "حق" جو، هو "حق" کي حاصل ڪرڻ لاءِ وڏا وڏا جهد ڪري ٿو. ڪڏهن سهڻي بڻجي پوي ٿو تہ ڪڏهن راءِ ڏياچ بڻجي سر ڏئي ڇڏي ٿو، تہ ڪڏهن سسئي بڻجي پنهون ڪاڻ ڏونگرن جا ڪشالا ڪڍي ٿو ۽ ڏاڍي انڪساري ۽ عاجزي سان پنهنجي پنهل کي التجا بہ ڪري ٿو:

آري اچين شال، نماڻيءَ جــــــي نجهري،
هي مون ڏسي حال، ڪرين غور غريب جو.

ٻڌي ٻاروچا ورين، هن عاجز جون آهون،
درد پري دانهون، ڪري ٿي ڪافن ۾.

(انصاري، ص161)

عشق جي وات ڏاڍي اوکي آهي. طالب جو مطلوب بنا هڪ هڪ لمحو اذيت ناڪ آهي. هر پل چاهي ٿو تہ مطلوب ساڻ هجي، پر جي ايئن ناهي تہ اڪٽيون بہ پرجيو وڃن تہ ڪڏهن وري طالب مطلوب کي سارينديئي پوئين پساهن تائين پهچيو وڃي ۽ موت جي آغوش تائين هو محبوب لاءِ واٽون نهاريندو رهي ٿو.

سچل، طالب جي اهڙين ڪيفيتن کي هن طرح بيان ڪري ٿو :

چشمن جي چمڪار، ساه منهنجو سو گهو ڪيو،
ويهـــي واڻـــڙين تي، رئـــان زاروزار،
هوت اچج هيـــــڪار، اگـڻ آسروند جي.

روئڻ ڪان نـ رهن، آيل اهي اکيون،
سڀ ڪنهن ويل وهن، اٽن اٿر اوهيرن جا.
(انصاري، ص100)

طالب جي جستجو وارو سفر ڪٺن آهي. درد رنج الم هن کي ملڻ بہ لازم آهي، پر سچو سالڪ ان درد کي سيني راحتن کان وڌيڪ اتم ۽ اعليٰ پائنئين ٿو. سچل پنهنجي مثنوي دردنامہ ۾ چئي ٿو :

جزدرد دگر رهی نباشد۔شاه است دگر شهی نباشد (188)
(درد ڪان سواءِ ٻيو ڪو رستو ئي ڪونهي . درد شاهه آهي ٻيو ڪو شاهه ڪونهي)

سالڪ جي سچي طلب ان کي انهي مقام تي پهچائي ٿي جو سچل چواڻي تہ ڳوليندڙ پاڻ ڳولي ٿو. مان ان کي نٿو ڳوليان. مثنوي تارنامہ ۾ سچل چئي ٿو(189):

مانی گویم گویا اوبود۔مانی جویم جویا اوبود.
(آئون نٿو چوان پر هو چوندڙ پاڻ چوي. مان نٿو ڳوليان هو ڳولهيندڙ پاڻ ٿو ڳولي).

سچل جي شاعريءَ ۾ سسئي، سهڻي، مومل، سورٺ، مارئي، طالب جي علامت آهن، جن هر لمحي پنهنجي سڄڻ کي گهريو آهي. حقيقي طالب هميشہ حق کي گهري ٿو. هن جي طلب آهي تہ هو ڪُل ۾ ملي هڪ ٿي وڃي. هن جي اها طلب هن کي ڏاڍو بيقرار ڪري ڇڏي ٿي. چئي ٿو:

ڪيم مهينا لاءِ، آءُ پـلا پُلي آهيان،
اچي اکڙيون ڪٽي "سچوءَ" کي سرچـاءِ،
جانـــي جـــوڙيم جاءِ، تو لڳ اکڙين ۾.
(انصاري، ص100)

سچل کي يار لاءِ ايتري تہ طلب آهي جو جڏهن هن کي پرک ٿي تہ سڄڻ هن سان گڏ آهي تہ پوءِ ان کي جلد کان جلد حاصل ڪرڻ جي طلب شدت اختيار ڪري ٿي وڃي ۽ هو ان حالت ۾ اشڪبار ٿئي ٿو. ديوان آشڪار ۾ سچل چئي ٿو :

دمبدم موجود باشد آنکه در هــر کاروبار،
ليک ديدارش نه بينم اشکبار مهای ها.
(درازي، ج1، ص16 )

(هو هر وقت هر جاء تي موجود آهي پر آئون هن کي ڏسي نٿو سگهان انهي ڪري ڳوڙها ڳاڙيان ٿو هاء هاء.)

هڪ ٻئي هنڌ چئي ٿو:

تون آءُ اسان وٽ يار، تنهنجي ڪاڻ جيئڙو جُکي ٿو،
تنهنجي اچڻ ڪاڻ، ساهڙو سکي ٿو.
(قاضي، 116)

## 2. عشق

سالڪ جي ٻئي منزل عشق آهي. هي واٽ ڏاڍي ڏکي آهي. هن منزل تي سالڪ جي پنهنجي مقصد سان وابستگي عيان ٿئي ٿي. سچو سالڪ ان راهه جي سمورن خوف خطرن کان بي نياز ٿي محبوب کي حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙي ٿو. هي اها ئي منزل آهي جتي سچي عاشق جي خبر پوي ٿي ۽ عاشق به سمجهي ٿو ته عشق کان سواءِ ڪوبه مقصد حاصل ڪري نٿو سگهجي ۽ انهي واٽ تي هلندي عاشق کي جيڪو رنج و الم ملي ٿو. اهو عاشق لاءِ ڪنهن نعمت کان گهٽ نه آهي. سچل سائين پنهنجي فارسي ڪلام ۾ عشق جي خوب وستار ڪئي آهي. هو چئي ٿو :

جزمحبت راه ديگر نيســت نيست،
گرچه شاهي تاج افسر نيست نيست.

درد و محنت عشق دان اولي ترست،
يادکاؤس و ســکندر نيست نيست.
(درازي، ج 1، ص64)

(محبت کان سواءِ ڪابه راهه، راهه نه آهي ۽ محبت نه ڪرڻ واري انسان جو مثال اهڙو آهي. جيئن ڪو بادشاهه هجي پر ان جي مٿي تي تاج نه هجي. عشق ۾ جيڪو ڏک ۽ رنج برداشت ڪرڻو پوي ٿو اهو گهڻو بهتر آهي ۽ اهڙي لذت ڪيڪائوس ۽ سڪندر جي ذڪر ۾ به نه آهي).

سچل جي حسن ۽ عشق جو تصور صرف حقيقي آهي. حسن مان مراد آهي حسن حقيقي، جنهن کي فنا نه آهي ۽ نه زوال. نور جي تاثير جو ٻيو نالو آهي عشق.

هو حسن و عشق جو اظهار انهي لاءِ ڪري ٿو تہ جيئن انسان دنيوي فڪر کان آزاد ٿي حق ۽ سچ جو مطيع ٿئي. منجهس اخلاص ۽ محبت پيدا ٿئي(190). عشق جي باھ ۾ طالب جون سڀ نفساني خواهشون سڙي ختم ٿي وڃن ٿيون ۽ روح رچي ريٽو ٿي حقيقي محبوب سان هڪ ٿي وڃي ٿو. سرمست سائين چئي ٿو:

عشق محبت پاجهون چاڻين، ٻي سڀ راه خلافي،
بزرگ ڪاڻ دنيا جي ڪن ٿا، طلسم سڀ تلافي،
"سچا" هر گز سي نہ ٿيندا، سچا صوفي صافي.
(قاضي، ص288)

عشق جي باھ ۾ جڏهن روح ريٽو ٿي حقيقي مالڪ سان هڪ ٿي وڃي ٿو تہ پوءِ عاشق لاءِ ظاهري عبادت ڪابہ معنيٰ نٿي رکي، بلڪ هو تہ ايئن ٿو سمجهي تہ ڪعبت الله ۾ طواف جي بدران پنهنجي اندر ۾ طواف ڪر، ڇو تہ عشق عاشق لاءِ سڀ مذهبي پابنديون ختم ڪري ڇڏيون آهن.

سچل سائين چئي ٿو :

ڪيڙو مست پرين جي، ڪٿي ناز مونکي
وسريو روزو، نہ آهي ياد نماز مونکي
(قاضي، ص160-207)

عشق جي راھ ۾ عاشق کي ملندڙ ڏک ۽ تڪليفون سچل جي نظر ۾ عاشق لاءِ اڻکٽ خزانو آهي. هو ساڳئي غزل ۾ چئي ٿو:

درد در دل هرکه باشد مرد اوست،
حرف بيدردان موثر نيست نيست.

در عشاق رنجها صد گنجها ست،
شوکت شاهي برابر نيست نيست.
(درازي، ج1، ص64)

(جنهن دل ۾ درد آهي اهو ئي مرد آهي بي دردن جي ڳالھ ڪا بہ اهميت نٿي رکي. عاشقي ۾ جيڪو ڏک ۽ غم آهي انهن منجهان هر هڪ هيرن ۽ جواهرن جو اَملھ خزانو آهي.)

بادشاهي شان و شوڪت هنن جي سامهون ڪو بہ قدر ۽ قيمت نٿي رکي). عشق جو رتبو اعليٰ آهي انهي ڪري عاشق جو وڏو درجو آهي. سچل صوفين جي سردار

حسين بن منصور حلاج کي عاشقن جو بادشاھ ڪوٺيندي چوي ٿو. اھو ئي عاشق ھو جنھن عشق ۾ پاڻ کي سوليءَ تي بہ چاڙھي ڇڏيو. مثنوي گداز نامہ ۾ چئي ٿو(191)

خواجه منصور شاه عاشقان - قدر او دانند جمله عارفان،
خويش را در عاشق بردار آوريد - از جماعت عاشقان او سر کشيد،
در طريقِ عاشقي او داد سر، کرد آن عاشق ز جسده جان گذر.

(منصور عاشقن جو بادشاھ آھي، سيني عارفن کي ھن جو قدر آھي. عشق ۾ ھن پاڻ کي سوليءَ تي چاڙھيو، عاشقن جي ٽولي پنھنجو سر بلند ڪيو. عشق جي طريقي ۾ ھن سر ڏنو، ھن عاشق پنھنجي جان ۽ جسم کي فنا ڪيو.)

منصور واري مستي سچل وٽ بہ آھي پر ھن چواڻي تہ اھا مستي ڪيس عشق جي ڪري نصيب ٿي آھي. ديوان آشڪار ۾ چئي ٿو :

ز مستي عاشقان در رقص آيند،
زنند اين نعره اناالحق الا.
(درازي، ج1، ص20)

(عاشق جذھن جذب ۽ سرمستي جي عالم ۾ وجد ڪن ٿا تہ انا الحق جو نعرو ھڻن ٿا).

سچل جتي عشق جي مستي واري ڪيفيت ۾ اناالحق جو نعرو ھڻي ٿو، اتي ھن مجازي حسن جو بہ خوب ادراڪ ڪيو آھي. سھڻ جي ڪارن زلفن سچل کي پنھنجي قابو ۾ آڻي ڇڏيو آھي ۽ ھو پوءِ يار جي لاءِ بيقرار آھي. سھڻي جي مک تي لٽڪيل ڪارين ڇڳن ڪيترن ئي عاشقن کي قتل ڪيو آھي. ديوان آشڪار ۾ سرمست سائين مجازي حسن جي وستار ڪندي چئي ٿو :

يار را ديدم دلم از دست رفت،
زلف پيچا پيچ، همچون مارها.

آن سيه موئ مثال اژدها ست،
درد مندان را آزار ها.
(درازي، ج1، ص-23)

(مون يار کي ڏٺو تہ منھنجي دل منھنجي ھٿن مان نڪري يار جي زلفن ۾ اٽڪي پئي جيڪي نانگ وانگر وٽيل سٽيل ھئا.

منهنجي يار جا ڪارا وار ازدها (بلا) جيان آهن ۽ عاشقن کي وڏي تڪليف ڏين ٿا.)

سچل وٽ حسن، عشق جي مستي پيدا ڪري ٿو ۽ هو انهي مستي جي جلوي ۾ اصلي جمال جو ڏيک پسي ٿو، هن وٽ حسن ۽ عشق ٻئي حقيقي مالڪ لاءِ آهن. هو انهي مستي ۾ سرشار آهي ۽ انهي جذب و مستي جي ڪيفيت ۾ چئي ٿو:

مصحف پاڪ چوان منهنڙو محبوبن جو،
آيتـــون منجهه عشق جون مطالع ڪيان،
قـــاري اچي ڪو پڙهي هجي هيءَ روان،
حرف سڀ سنوان، ڏنگو ڏسان ڪو نه ڪو.

(قاضي، ص293)

سچل سائين کي مجازي محبوب جو حسن حقيقت ڏانهن ڇڪي وڃي ٿو. جتي سرمست سائين جي دل يار جي زلفن ۾ قابو آهي ته اتي هو اهو به چئي ٿو ته يار جي راهه ۾ پاڻ کي مٽائڻ کان سواءِ ٻيو ڪو به رستو نه آهي ۽ جڏهن عشق جو خمار هوندو ته پوءِ ئي هر جانب يار جو جلوو نظر ايندو. ان ڪري سچل کي محبوب جي ديدار ۾ گهڻائي اسرار نظر اچن ٿا. هن وٽ ته اها محفل به بيڪار آهي جنهن ۾ يار جي حسن جو ذڪر نٿو ٿئي. ديوان آشڪار ۾ سچل چئي ٿو:

کی کنـــم توبه ز دیدار بتان،
چونکه می بینم وران اسرار ها.

جان خود ایثار کردن در رهش،
جزفنافی الله نه بینم چارهـــا.

(درازي، ج1، ص-25-24)

(آئون محبوب جي ديدار کان ڪيئن توبهه ڪيان مون کي ان ۾ ڪيترائي اسرار نظر اچن ٿا.

محبـــوب جي راهه ۾ پنهنـــجي جان جي قربـــاني ڏيڻي پوي ٿي. ڇاڪاڻ ته فنا في الله کان سواءِ مون کي ٻيو ڪو رستو نظر نٿو اچي).

حق جي طالب تي عشق ئي عنايت ڪري ٿو، جو هو تسبيح جي ڪسبي ٿيڻ کان سواءِ سندس بخت سوايو ٿيو وڃي اها مهر عشق جي ئي آهي پر عشق تڏهن ئي پنهنجي عنايت ڪري ٿو جڏهن عاشق عشق جو اهو انوکو هنر سکي وٺي ٿو. سچل

چواڻي تہ شيخ مشائخ، قاضي ملا ٽيڻ کان گھڻو بهتر آهي تہ عشق جو هنر سکجي، سرمست فرمائي ٿو :

نا وت شيخ مشائخ يارو، نا مخدوم ٿيو سے،
نا قاضي نا معلم ملا نا وت پير بٹيو سے،
بازي جوڙ نہ عالم کيتي، رنگ رسا رکيو سے،
"سچل" عشق الله دے باجهون، بيا کوئي نہ هنر سکيو سے.
(راٹيپوري ص، 220)

سچل سائين جي سالڪ جي الٰهي عشق، جي وستار ڪندي اها پڻ تلقين ڪري ٿو تہ حق سان ملڻ هڪ ٽيڻ لاءِ علم جي نہ پر بلڪ عمل جي ضرورت آهي. سالڪ جون رياضتون ئي ان کي ان اعليٰ مقام تي پهچائي سگهن ٿيون. جتي ٻہ جو فرق مٽجي وڃي ٿو. سچل ملان ۽ قاضي کي اهڙي ڳالهہ سمجهائيندي کيس عشق جي شراب جي هڪ وٽي پيئڻ سان مست الست ٿي وڃڻ جي تلقين ڪري ٿو. چئي ٿو :

ملا، چوڙ کتابان پيوين، مے دي هک پيالي،
پاک تهين وچ، قاضي، ٿيوين، مستان مست موالي،
"سچل" سبق وسار کراهڻ هووين محبت والي.
(راٹيپوري ص، 214)

حق جي حقيقت تائين پهچڻ لاء سچل جنهن عمل جي واٽ ڏسي ٿو اها عشق جي مئہ سان طئہ ڪري سگهجي ٿي. عقل دليل گهري ٿو ۽ واٽ منجهائي ٿو، عشق فنا گهري ٿو ۽ ماڳ تي پهچائي ٿو. سچل جي مرشد کيس اها ئي عشق جي واٽ ڏسي آهي جنهن جو هو ذڪر ڪندي چئي ٿو:

قاضي ساڑ کتابان کون هُڻ، مرشد اينوين فرمايا،
آپ سڃاڻ تہ تون کيا هيئين، عرف نفسہ پرجهايا،
"سچل" راه کفر دا سانون، مرشد آپ بتايا.
(راٹيپوري ص، 214)

عشق فنا في الله جي درجي تائين پهچائي ٿو. خود نمائي، عاجزي، انکساري پاڻ مٽائڻ جو جذبو عشق جي ئي طفيل نصيب ٿئي ٿو. سچل يار کي پائڻ لاءِ ان کي راضي ڪرڻ لاءِ خود کي نوائي ٿو تہ عشق سرهو ٿئي ٿو ۽ کيس آفرين عطا ڪري ٿو. هو چئي ٿو:

جسم و جان بگداخته سر داده اندر پیش کش،
آفرین فرمود جانان در فشانی کرده است.
(درازي، ج1، ص75)
(منهنجو جسم ۽ جان فنا ٿي ويا ۽ مون پنهنجو پاڻ حاضر ڪري ڇڏيو.
سلطان عشق خوش ٿي تحسين و آفرين عطا ڪئي.)

## 3. معرفت:

سالڪ جي راهه جو هڪ اهم مقام معرفت آهي. هن جاءِ تي سالڪ پنهجي عقل ۽ سوچ سان پنهنجي لاءِ رستو چونڊي ٿو، ڪو بتخاني ۾ پاڻ کي وڃائي ٿو ته ڪو محراب کي پنهنجي دل جو محور بنائي ٿو. ڪو وري سسئي وانگر رڻ پٽ جهاڳي ٿو. اهڙي طرح اسرار الاهي جو مشاهدو هر ڪو پنهنجي ذاتي عرفان مطابق حاصل ڪري ٿو. مطلب ته تصوف جي ڄاڻ معرفت وسيلي ئي پوي ٿي ۽ سالڪ ان ئي جاءِ تي پاڻ سڃاڻي ٿو ته هن جي اندر ۾ ڪيڏو وڏو راز پوشيده آهي. سالڪ رڳو ان راز کي پروڙي وٺي ته هو ڇا آهي ته هن کي هر هنڌ جانب جو جلوو ئي نظر اچي ٿو. سچل معرفت جي انهي منزل جو بار بار ذڪر ڪيو آهي. سچل سرمست هڪ حق گو ۽ رندي رمزن وارو شاعر آهي. هن جي ڪلام ۾ پاڻ سڃاڻڻ وارو مضمون گهڻو بيان ٿيل آهي. سچل سائين جي نظر ۾ هر جاءِ جانب جو جلوو آهي. هن سموري ڪائنات ۾ فقط ”حق“ آهي ۽ ٻي هر شيءَ ان جو مظهر آهي. ان صورت ۾ انسان کي پاڻ سڃاڻڻ گهرجي ته خدا ۽ بندي جي وچ ۾ ڪو فرق نه آهي، پاڻ سڃاڻڻ وري اها منزل ڪهڙي طرح حاصل ڪري سگهجي ٿي، ان لاءِ سالڪ کي وڏو جهد ڪرڻو پوي ٿو. انسان کي پنهنجي اندر جي اوديا کي مارڻو پوندو. صوفي لاءِ اهو سخت محنت طلب عمل آهي، پر جنهن اندر ۾ عشق جي دونهي دکيل هجي ته اهو من نفس کي مارڻ وارين سمورين مرحلن مان با آساني گذري اچي ”حق“ کي گڏجي ٿو ۽ پوءِ هن کي هرصورت ۾ خدا جو جلوو نظر اچي ٿو. سچل سرمست پڻ الله جي ذات کي ذات ۽ صفات جي بناءِ تي تصور ڪري ٿو. انسان جو پهريون فرض آهي پاڻ سڃاڻ ”جنهن پنهنجو پاڻ سڃاتو تنهن بيشڪ پنهنجي ربّ کي سڃاتو“. سرمست سائين مثنوي گدازنامه ۾ چوي ٿو: (192)

خود شناس و خود شناس و خود شناس،
دور کن از خویشتن این عبدی لباس.

مرغ هستی کـــن یقین بیضه  ئـی،
خویش را  بشنـــاس هم تاتو کئـی.
(پاڻ کي سڃاڻ، پاڻ کي سڃاڻ، پاڻ کي سڃاڻ، هي ٻانهپ وارو پوش پاڻ تان لاهي ڇڏ.)
(تون پکي آهين يقين ڪر ته تون بيدو نه آهين، تون پاڻ کي سڃاڻ ته تون ڪير آهين).

”حق“ انسان جي اندر موجود آهي پر ان کي پروڙڻ جي ضرورت آهي ته هو ڇا آهي. پاڻ تان اٽڪاڻائي ۽ غفلت جي چادر لاهي ڦٽي ڪري، پنهنجي اندر مان خودي جا بت ڪيرائي پڇي پور پور ڪر ته پاڻ ۾ لڪيل راز کي پرکي سگهين.

سچل پنهنجي مثنوي گداز نامه ۾ چئي ٿو(193)

این حجاب گل بکش بینی خدا ۔ آن خدا پنهـــان شده اندر ردا،
این ردا را پاره کن پشوئی حجاب۔ چونکه انــــدر ابر باشد آفتاب،
بگذار از خود تا خدا حاصل شود۔ رفت که از خود بحق واصل شود.
(اهو مٽي جو پردو لاه ته خدا ڏسين اهو خدا بيشڪ اندر لڪل آهي.اها چادر ڦاڙ ۽ حجاب جو پردو ڦٽو ڪر ڇاڪاڻ ته ڪڪر جي اندر سج لڪل آهي.انهي خودي کي ڇڏ ته خدا تئين جنهن پاڻ وساريو سو واصل با الله ٿيو.)

حق کي پسڻ لاءِ سالڪ جي نظر ۾ ظاهري عبادت ڪجهه به ناهي، پر هو ڪنهن ٻئي فهم جا متلاشي آهن، جيڪو ڪين اوچتو ئي اوچتو وجداني ڪيفيت ۾ مبتلا ڪري ڇڏي ۽ پوءِ سالڪ جي اکين جي آڏو پرين جو پاڇو رهي ٿو .سچل چئي ٿو :

ايئن لکيو مون، ايئن لکيو مون، پنهنجو پاڻ کي ايئن لکيو مون،
پڙهيم نمازان رکيم روزا، ذرو به حاصل ڪو نه ٿيو مون،
سوين ڪلام جاري مون پڙهيا، اثر ڪلامن ڪو نه ڪيو مون،
اول ڄاتم پوءِ سڃاتم، آهي تو ريءَ ڪونه ٻيو مون،
”سچل“ سارو سر حقاني، ڪيئن چوان آهي ڪير ٿيو مون.
(قاضي، ص87)

معرفت ۽ وديا جي رستي ۾ دين ۽ ڌرم جو پردو آڏ ٿي رڪاوٽ وجهيو ڇڏي. مذهب جو ظاهري پهلو انسان لاءِ ائين آهي جيئن اٽ کي نڪ ۾ ناڪيلي. اسلام ۾ ڪفر جو لفظ انهي واٽ ويندڙن جي راهه ۾ سنگين ديوار آهي، پر تصوف اهڙي ڪفر جي ڪلمي کي حق ۽ سچ ڪري ڪوٺيو آهي .ڇاڪاڻ ته ڪائنات جي ذري ذري ۾ خدا

جو جلوو موجود آهي ۽ خدا انسان کي رڳن کان وڌيڪ ويجهو آهي. عشق جي اهڙي واٽ تي مذهب جي ڪائي حيثيت باقي نه ٿي رهي. سچل سائين پنهنجي مشاهدي جي روشني ۾ ٻڌائي ٿو ته ذات حقيقي جو جلوو انسان جي اندر ۾ ئي جاري ۽ ساري آهي، رڳو ان هيڪڙائي جي حقيقت کي سڃاڻڻو آهي. سچل سرمست چوي ٿو:

پـــاڻ پنهـــون آءُ آهيـــان، اڙي پيئــــر پُلي ناهيان،
ڪيچ پنيور پي وسنئن اسان جي، ڪهڙي طرف آءُ ڪاهيان،
هِت هُت آهي صورت منهنجي، ناهه نه ڪو بيـــو ناهيان،
پنهنجو پاڻ ئي سان يار "سچو" وي، نينهن اهو ئـــي لايان.

(قاضي، ص129)

انسان جي اندر خدا خود پوشيده آهي، سالڪ کي اهو ئي پرکڻو آهي. اها پرک پروڙ هڪ ڪٺن عمل آهي. هو هڪدم اهو راز ڳولي نٿو سگهي. ان کي جاچڻ لاءِ هو مسلسل رياضت ڪري ٿو. پنهنجي پاڻ سان هن کي جهاد ڪرڻو پوي ٿو. ان کان پوءِ ئي هو ان منزل تي پهچي ٿو. جتي هن کي سڌ پوي ٿي. هن جي ئـــي انــــدر ۾ "حق تعالىٰ" موجود آهي. سچل به مثنوي گداز نامہ ۾ اها ئي ڳالهه ڪري ٿو ته (194)

او توئی اندر میان دیگری ـ بالیقین دان خویش خود نگبری.
(اهو اندر تون پاڻ آهين بيو ڪونهي انهي تي يقين رک ته تون پاڻ کي ڏسندي)

ساڳي ڳالهه سچل جي ريخته ۾ پڻ آيل آهي. چئي ٿو:

تو اپنا قدر جانو سپہ سالار تم هـــــو گا،
اوئي اندر اوئي باهر هم اظهار تم هو گا.

(علي قلي، ص302 ج 1)

پاڻ سڃاڻڻ جي ڳالهه سرمست سائين بار بار ڪئي آهي هن جڏهن پاڻ تي غور ويچار ڪيو ته هن کي پنهنجي ذات اندر ڪجھ نظر آيو، اهو ڇا آهي؟ اِهي، اُهي صفات آهن جن کي سمجهڻ/ماڻڻ سان انسان پنهنجو رتبو / مان / مرتبو حاصل ڪري ٿو جيڪو ڪيس الله جي طرفان عطا ٿيل آهي ۽ اهو مرتبو پنهنجي وجود جي نفي سان ئي ماڻي سگهجي ٿو. سچل چئي ٿو:

پيهي پـــروڙيم، تان پنهـــون پاڻ ئي آهيان،
پاڻ ئي منجهان پاڻ ڪـــي، هي پڙلاءُ پيوم،
صحيح ڪـــن ڪيوم، ته غير گمان اٿي ويو.

(انصاري، ص164)

سالڪ مسلسل جهد ڪان پوءِ پنهنجي وجود جو ورق ڌوئي صاف ڪن ٿا ته هر جاءِ هر رنگ هر منظر ۾ حق ڪي پسن ٿا. صوفي جي اها ئي منزل آهي، هو چاهي ٿو پنهنجو پاڻ سڃاڻي ۽ پنهنجي ربّ کي ڄاڻي ڇاڪاڻ ته سڀ ڪنهن صورت ۾ خدا موجود آهي. سچل چئي ٿو :

ٻيو ڪو ڄاڻڻ محض گناهه، هر ڪنهن صورت آپ اللهَ،
ڪٿي گدا گدائي والا، ڪٿي شهنشاهه،
دونهان ڏيک متان ڪو ڀولي، اولي آبر ماهه،
"و نفخت فيہ من روحي" آهي، سهي ڪر ساهه،
"خلق الاشياءِ وهو عينها" اهو قول گواهه،
صورت منجهه "سچوءَ" جي، ڀولي پاڻ ئي بيپرواهه.

(انصاري، ص63)

سالڪ مسلسل جهد ڪان پوءِ اهو ڄاڻي وڃي ٿو ته "خدا تعاليٰ" هن ڪان پري نه آهي بلڪ هن جي گهٽو ويجهو آهي. سچل چئي ٿو:

بدانستيم ماکان يار دو رست،
ولی نزديك تر همسايه ما.

(درازي، ج1، ص27)

(مون سمجهيو ته منهنجو يار مون کان پري آهي. پر هو ته مون کي تمام ويجهو آهي).

پاڻ سڃاڻڻ ته درحقيقت خدا کي حاصل ڪرڻ آهي. جيڪو سالڪ جو اصل مقصد آهي. صوفي جي نظر ۾ روح کي انساني جسم جو لبادو ئي ان لاءِ عطا ٿيو ته هو ان ڳجهه کي ڄاڻي، جيڪو آدم جي تخليق کان اڳ ۾ پوشيده هو ۽ اهو راز آهي "الله تعاليٰ" خود ! جيڪو هر شيءِ، هر صورت، هر نظاري ۽ هر مظهر ۾ عيان آهي. سچل سائين به اهائي ڳالهه ڪري ٿو. هو ديوان آشڪار ۾ چئي ٿو:

ظاهر آمد بکسوت آدم،
هست يکتا ظهوره اش هرجا.

(درازي، ج1، ص32)

(بظاهر ته هو آدم جي لباس ۾ ظاهر ٿيو آهي پر حقيقت ۾ هو بينظير ۽ بي عديل ۽ هر هنڌ هن جو مظهر آهي).

هر هنڌ ۽ هر صورت ۾ "حق تعاليٰ" جو ئي جلوو موجود آهي. هوئي اول،

هوئي آخر آهي. هو ئي ظاهر، هوئي باطن آهي. هو اکين کي ويجهو بہ آهي تہ اکين کان پري بہ آهي. فقط هن کي سمجهڻ وارو شعور موجود هجي، هن کي ڏسڻ واري اک جڏهن سالڪ جي اندر ۾ کلي ٿي تہ هن کي هر هنڌ فقط "حق" ئي نظر اچي ٿو.

سچل سائين چواٿي:

هو الاول هو الآخر هو الظاهر هو الباطن،
نه مخفی آشکاران ازین حیرت که هیهات ست.
(درازي، ج1، ص60)

(هو ئي اول هوئي آخر، اهوئي ظاهر ۽ اهو ئي باطن آهي. اي آشڪار !
هن جي پوشيدگي ۽ دوري ڪا تعجب خيز ۽ حيرت انگيز ڳالهہ نہ آهي.)

سالڪ جو خيال آهي تہ انسان جي اندر ٻاهر اهوئي هڪ خدا موجود آهي، جنهن جو پرتو انسان خود آهي، اهو ئي حق جدا جدا صورت ۾ ظاهر ٿئي ٿو، اهوئي منصور آهي، اهوئي منصور کي سزا ڏيڻ وارو آهي، اهو ئي عاشق آهي، اهوئي معشوق آهي. مقصد تہ هر صورت، هر مظهر ۾ فقط ئي فقط ذات واحد موجود آهي. سچل چئي ٿو:

خود هي اهو ئي خود هي، نهين اور ڪوئي ليندا،
طرحون طرح تماشا اپٽا جو آپ ڪريندا،
منصور هو ڪي ويکو سولي اپُر چڙهيندا،
"سچو" تون ڪٹ نهين، هي اندر ٻاهر اهوئي،
بد نيڪ اوئي ڪريندا، تون آپ ڪيون ڳٹيندا.
(راٽيپوري، ص، 90-289)

انهي راز ۾ رمز جو اظهار ڪندي سچل سائين وري هڪ ٻئي هنڌ هن ريت چئي ٿو:

خويشتن را محو کن ظاهر بباطن آن خدا،
در عيان و در نهاست تو کجائي تو کجا.
(درازي، ج1، ص52)

(تون پنهنجي پاڻ کي مٽائي ڇڏ. ظاهر ۽ باطن ۾ خدا ئي خدا آهي. ظاهر ۽ باطن ۾ تون اهو ئي آهين تون ڪٿي آهين).

## 4. استعنا يا لا تعلقي

هن مقام تي صوفي کي پنهنجيون سموريون دنياوي ضرورتون ترڪ ڪرڻيون

پون ٿيون، ڇاڪاڻ تہ نفس جي قيد مان پاڻ کي ڇڏائڻ کان پوءِ ئي سالڪ رچي ريٽو ٿئي ٿو. پنهنجي نفس سان جهاد وارو اهو عمل سالڪ لاءِ انتهائي ڪٺن آهي. سچل صوفي کي دنيا سان وڙهڻ جي بدران پنهنجي نفس سان وڙهڻ جو درس ڏي ٿو. هو چئي ٿو :

جنگ با مردم چه داری جنگ کن با نفس خویش،
نفس را بشناس پس در رحمـــت رحمان در آ.

از جماعت جان فــشانان سر مکش ای آشـــکار،
گر فشانی جان خــودرا در مــکان عرفـــان در آ.

(درازي، ج1، ص51)

(ماڻهن سان ڇو ٿو وڙهين پنهنجي نفس سان وڙهہ .پوءِيون پنهنجي پاڻ کي سڃاڻ پوءِ الله جي رحمت جي ڇانوَ جي هيٺ اچي وڃ.
اي آشڪار! جان قربان ڪرڻ وارن جي جماعت کان منهن نہ ڦير. جيڪڏهن پنهنجي جان قربان ڪندين تہ معرفت جي مقام تائين پهچي ويندين.)

سچل سرمست چئي ٿو تہ هي دنيا ڏوڪو آهي هتي ڪجهہ بہ باقي ناهي. ڪنهن بہ شيءِ کي بقا ناهي سواءِ انساني روح کان، پوءِ هن ناپائيدار دنيا جي خفن ۾ ڦاسڻ مان ڪهڙو فائدو. دنيا ترڪ ڪر، پنهنجيون سمورين نفساني خواهشون پنهنجي ضابطي هيٺ آڻ. پنهنجي اندر مان وهم ۽ شڪ، لالچ ۽ لوڀ، حرص ۽ هوس، ٺڳي ۽ بيائي ٽڙي ٻاهر ڪڍ. پنهنجو من شيشي جيان صاف ڪر تہ ان ۾ محبوب جو عڪس پسندين، ڇاڪاڻ تہ اهو محبوب تنهنجي اندر ۾ ويٺل آهي. ان کي تڏهن ئي من جي آرسي ۾ ڏسي سگهندين جڏهن انهي اندر جي آرسي تان ڪٽ لاهيندين. ديوان آشڪار ۾ ڪجهہ هن ريت آهي :

هم دنیا نمودار ی ســـت صـــد موج،
سُراب ست و سراب ست و سُـــــراب ست.

همه عالم کو چــون بــالائی دریا،
حباب ست وحباب ست وحباب ست.

(درازي، ج1، ص70)

(هي دنيا جيڪا موج مستي ۾ نظر اچي ٿي. هي ڌوڪو آهي ۽ ڌوڪو آهي ۽ ڌوڪو آهي.
هي دنيا اهڙي آهي جيئن درياهہ جي سطح تي ڦوٽو آهي ۽ ڦوٽو آهي ۽ ڦوٽو آهي).

اهڙي تند تنوارينديءَ سچل سرمست مثنوي گداز نامہ ۾ وري هن ريت چئي ٿو(195)

رفتن آنجا جسم را بگذا ختن۔ در گدازی سر جانان یافتن،
ترک کن این جسم در راه خدا۔ تا شوی در هر دو عالم بادشاه.

(جسم کي ڳاري اتي وڃڻو آهي. جيڪڏهن جسم کي ڳارينديں تہ جانب جو راز توکي هٿ ايندو.)
(هن جسم کي الله جي راه ۾ قتو ڪر تہ پوءِ تون ٻنهي جهانن جو بادشاهہ ٿين.)

استعنا جي مقام تي سچل سرمست سالڪ کي صلاح ٿو ڏي تہ جيڪڏهن تون حقيقي منزل ماڻڻ چاهين ٿو تہ پوءِ دنيا جون راحتون، لالچ ۽ لوڀ توڙي حرص ۽ هوس کي ڇڏڻو پوندو ۽ محبوب جي وادي ۾ داخل ٿي پنهنجي وجود جي ورق کي ڌوئي صاف ۽ شفاف بڻائي ڇڏ. هي دنيا تہ ڌوڪو آهي هي تہ پاڻي جي ڦوڦينڊي مثل آهي جنهن کي گهڙي پل بہ بقا نہ آهي. جانب جي جلوي کي پسڻ لاءِ اڳتي وڌ ۽ پنهنجي پاڻ کي فنا ڪري بقا حاصل ڪر.

### 5. توحيد / وحدانيت:

سچل سرمست جي شاعري جو هڪ مکيہ نقطو وحدانيت آهي، جنهن کي سمجهائڻ لاءِ هن جي شاعري جو گهڻو حصو وحدانيت جي چوڌاري ڦري ٿو. سنڌي اساسي شاعرن ايئن بہ وحدانيت/ پاڻ سڃاڻڻ واري فلسفي جي گهڻي اپٽار ڪئي، پر سچل سرمست انهن سمورن ۾ ٻين کان ڪجهہ وڌيڪ اڳتي آهي. هو حق جو سچو عاشق آهي، ان ڪري هو ڪٿي بہ ”پاڻ کي“ ڪجهہ بہ نہ ٿو سمجهي. بلڪ هن جي نظر ۾ اهو شرڪ آهي تہ ”هن کي“ ۽ ”پاڻ کي“ جدا جدا سمجهي. سچل جي نظر ۾ ”خدا“ ۽ ”بندو“ هڪ آهن. هو ڪڏهن بہ ٻہ نہ هئا، بلڪ سدا کان هڪ آهن. سمنڊ جون لهرون ۽ موجون ڇا سمنڊ کان جدا آهن؟ انهن لهرن جو پنهنجو ڪو بہ حقيقي وجود ناهي، بلڪ اهي تہ سمنڊ جو حصو آهن. اهڙي طرح پاڻي جو ڦڙو درياءَ ۾ ڪري درياءَ ٿي ويندو، هن کان الڳ نہ ٿيندو. اهڙي طرح سچل چوائي هر صورت ۾ سپرين جو جلوو آهي. هر جاءِ هر هنڌ ”هو“ موجود آهي. مطلب تہ خدا هر صفت ۾ موجو آهي. اهڙي طرح وحدت ۾ ڪثرت ۽ ڪثرت ۾ وحدت پاتي وڃي ٿي. سچل سرمست بہ ”وحدت الوجود“ جو علمبردار آهي، هر جاءِ تي ”حق“ جو جلوو پسي ٿو. هن کي الله کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نظر نٿو اچي، هو پاڻ کي بہ لا موجود سمجهي ٿو. جڏهن هر هنڌ هو موجود آهي تہ غير جو کهڙو گمان اندر ۾ اٿندو. مثنوي درد نامہ ۾ هو چئي ٿو(196):

بشناس بهر لباس سُلطان۔در ذره ذره او يکی دان،
اين راه يقين نه سر بتابی۔فی الجمله مظاهرش بيابی.
(هر لباس ۾ انهي بادشاھ کي سڃاڻ. ذري ذري ۾ تون هن کي هڪ ڄاڻ. انهي يقين جي راءِ کان منهن نه ڦير ته سڀ ۾ تو کي هن جو ظهور ئي نظر ايندو)

حقيقي عاشق جي اندر ۾ برهه عشق جي باهه جڏهن اکين مان جر ڪجر ڪڍي ڇڏي ٿو ۽ ماڻهو جي من مان لالچ، لوڀ ۽ اوديا نڪري وڃي ٿي ۽ هن جو من صاف ٿي وڃي ٿو ته پوءِ ئي حقيقي مالڪ جو وصل ماڻي ٿو ۽ نيڻن ۾ اهو نور چمڪي ٿو، جنهن جي تجلي ۾ سموري ڪائنات ۾ فقط هڪ ئي وجود حقيقي ڪيس نظر اچي ٿو. پاڻ فنا ڪرڻ ۽ بيائي مٽائڻ سان عارضي ڪثرت متجيو وڃي ۽ وحدت ئي وحدت پئي نظر اچي.

مثنوي گداز نامه ۾ سچل چئي ٿو ته زمين ۽ آسمان جي وچ ۾ جيڪو ڪجهه به آهي اهو الله جو نور آهي. اهو سڀ ڪجهه هن جي نور جو تجلو آهي، ٻيو ڪجهه به نه آهي سالڪ جڏهن وحدانيت جي اعليٰ مقام تي پهچي ٿو ته هن جون اکيون نور الٰهي سان روشن ٿي وڃن ٿيون ۽ پوءِ هن کي محبوب کان سواءِ ڪجهه به نظر نٿو اچي. هو جنهن جاءِ تي نظر ڦيرائي ٿو ته هن کي يار جو عڪس نظر اچي ٿو. سچل چئي ٿو(197)

آن خدا موجود در جا ببين ۔ آن خدا مشهود سرتاپا ببيـــن،
آن خدا موجود اندر هر مکان ۔ آن بود معبود اعيان ونهان،
اسماء والارض باشد نوراو ــ هست حق ذاکر و مذکـــوراو.

(الله تعاليٰ هر هنڌ موجود آهي ۽ اهو مٿي کان پيرن تائين حاضر ناظر آهي. اهو خداوند ڪريم هر مڪان ۾ موجود آهي ۽ اهو ظاهر باطن ۾ عبادت جي لائق آهي زمين ۽ آسمان هن جو نور آهي. اهو ئي بيشڪ ذاکر ۽ مذکور آهي.)

الله تعاليٰ هر هنڌ موجود آهي پر ڪثرت ۾ نظرن کان غائب آهي. صوفين جي خيال موجب وحدت مان ڪثرت ٿي آهي ۽ ڪثرت ئي وحدت ڪل آهي. پر ان حقيقت کي سمجهڻ لاءِ سالڪ پاڻ سان جهد ڪري پنهنجي نفس کي ماري ٿو، پوءِ ئي هو اهو ڄاڻي وٺي ٿو ته خدا پاڻ آدم جي روپ ۾ پاڻ کي سڃاڻڻ لاءِ هر هنڌ موجود آهي. ڪل ڪائنات ۾ فقط هن جو ئي عڪس آهي ۽ هن جو ئي نالو آهي. مطلب ته "خدا" ۽ "بندو" به نه بلڪ هڪ آهي. ان متعلق سچل سائين چئي ٿو:

آن سير که ميکند کدام ست،
خاص ست ولی بنظر عام ست.
آمـد ز خيـال در تـماشا،
دارندہ صد هزار نام ســت.

(درازي، ج1، ص76)

(هي جيڪو گهمندو ڦرندو نظر اچي ٿو اهو ڪير آهي، آهي ته خاص يعني اها پاڪ ذات پر ڏسڻ ۾ عام (انسان) نظر اچي ٿو. عدم مان وجود ۾ آيو ته لکين نالا رکرايائين. )

پنهنجي ذات لڪائي، ڪيئن ٻي ذات سڏايـــــان،
منصوري جي موج ۾، ٿو "انا الحق" الايـــــان،
اعليٰ اعظم شان جي، نوبت نينهن وڄايــــان.

(قاضي، ص127)

سچل سرمست وحدانيت ڪي بيان ڪندي ڏاڍو بيباڪ ٿئي ٿو، ڇاڪاڻ ته حقيقي عاشق حقيقي آهي ۽ هر صورت ۾ جانب جو جلوو پسي ٿو، اهو سندس ادراڪ آهي، جيڪو ڪائنس سڀ ڪجهه چورائي ٿو، هو انهي موج مستي ۾ الوپ آهي، جيڪا ڪيس خدا جي ويجهو تمام ويجهو پهچائي ڇڏي ٿي، اها مستي ئي آهي جيڪا ڪيس وڏي واڪـــي "حق موجود - سدا موجود" جو نعرو بلند ڪرائي ٿي. اها اُهائي وحدت واري وائي آهي جيڪا ڪائنس چورائي ٿي :

ڀـــول نه ڀئـــي ڪنهن ڀُل، تون ته آدم ناهين،
لِڪو ٿو لاتيون ڪرين، جيئـن باغ اَندر بلبل،
احد منجهاروُن عبد سڏايئي، هيئن تا پاڻ اصل،
"سچل" چوي سچ ٿي آئين، ڪونهي تنهنجو تُل.

(قاضي، ص51)

جڏهن سالڪ تي حق جي حقيقت عيان ٿي وڃي ۽ هو هر نظر/منظر ۾ انهي باري تعاليٰ جو عڪس پسي ته ان کان پوءِ ٻيو ڇا نظر ايندو. ديوان آشڪار ۾ سرمست سائين چئي ٿو:

آدم ڪـجا شيـــطان ڪجـــا دانا ڪجا نادان ڪجا،
ڪفـــری ڪجا ايمان ڪجا پرسی چه ازما قاضيــــا.

در عشق را بکشوده است خود را بخود بنموده است،
او آشـــکارا بـــوده است پرسی چه از ما قاضیـــــا.

(درازي، ج1، ص48)

(اي قاضي صاحب، اسان کان ڇا ٿو پڇين، آدم ڪٿي آهي، شيطان ڪٿي آهي، داناءُ ڪٿي آهي ۽ نادان ڪٿي آهي. ڪفر ڪٿي آهي ۽ ايمان ڪٿي آهي.

اي قاضي صاحب، اسان کان ڇا ٿو پڇين يار ته عشق جو دروازو کولي ڇڏيو آهي ۽ پاڻ کي پاڻ ظاهر ڪري جلوو پکيڙي رهيو آهي. جيڪڏهن غور سان ڏسندين ته هو آشڪار (ظاهر) ئي نظر ايندو).

سچل سرمست ايڏان به وڏيڪ چٽائي سان سمجهائي ٿو:

از وحدت ڪثرت آشـــــڪارا،
وز ڪثرت وحدت ست پيـــــدا.

(درازي، ج1، ص44)

(وحدت مان ڪثرت ظاهر ٿيندي آهي ۽ ڪثرت مان وحدت پيدا ٿيندي آهي.)

### 6. حيرت:

صوفي جي اها ڇهين منزل آهي. سالڪ عشق جون منزلون طئہ ڪندي جڏهن حيرت جي وادي ۾ قدم رکي ٿو ته حيرت زده ٿيو وڃي. هن تي جڏهن ڪائنات جا راز کلن ٿا ته هو پاڻ کي عجيب ڪشمڪش ۾ مبتلا ٿيندي ڏسي ٿو. هن کي پنهنجي ڄاڻ جي اڻپورائي ۽ محدود هجڻ جو احساس ٿئي ٿو. هي مقام سالڪ جي عقل، علم، سمجهه ۽ فهم کي تعجب خيزي ۾ ڌڪيو ڇڏي.

سچل سرمست جتي پاڻ سڃاڻڻ واري وائي ورائي ٿو، اتي اهو انهي حقيقتن تي حيران به آهي، جيترو پنهنجي هستي کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، اوترو ئي لاحد جي ميدان ۾ گم ٿيندو پيو وڃي. هو جيئن جيئن حقيقي عشق ۾ مستغرق ٿيندو پيو وڃي تيئن ئي هو الٰهي اسرارن کي سمجهڻ لاءِ پنهنجي سوچ سمجهه تي زور ڏئي نوان نوان مشاهدا پيو ماڻي، آخر اهائي ڪشمڪش ڪائنس غور و فڪر ڪرائيندي حيرت جي دنيا ۾ پهچايو ڇڏي ۽ پوءِ سچل سائين پنهنجي انهي ڪيفيت کي ڪجهه هن ريت بيان ڪري ٿو:

اسيـــــن آهيــــون ڇــــــا اسين آهيون،
پيـــــلي نہ ٿــــــا ڄاڻون ڇا اسين آهيون.

ذري باران برساتيون لايون، ذري ڀرن ٿيون وڏيون باهيون،
ذري چئون ٿا آهيون اسين ئي، ذري چئون ٿا اصل ناهيون،
ذري چئون ٿا اسان پاڻ سڃاتو، ذري چئون ٿا اسين ڇا هيون،
"سچل" اصلئون سوئي آهين، ٿاهه هتي ڀيو ڪيهو ٿاهيون.

(قاضي، ص74)

سچل انهي حيرت جو اظهار هن طرح ڪيو آهي (198)

کيستم من کيستم من کيستم — در تحير مانده ام تا چيستم
(مان ڪير آهيان، مان ڪير آهيان، مان ڪير آهيان. انهي حيرت ۾
آهيان تہ مان ڇا آهيان.)

نفي جي وادي ۾ پير پائڻ سان ئي اثبات جي منزل کي پهچجي ٿو. سچل سائين جي جمالياتي ڪلام ۾ جذبات جو اهو رنگ محل اڏيل آهي، جو صنف شاعريءَ جو مان مٿانهون ڪري ٿو. "صورت" ۽ "بي صورت" لاءِ چوي ٿو :

آهيان آهيان تہ پي چئو ناهيان،
ناهيان ڪين آهيان آءٌ.
آهيان ناهيان جي خبر نہ پوندي، موٽي چوان ٿا ڇاهيان،
آهيان ۾ آهي خوف گهڻيرو، سينو تہ ناڻهين جي ساهيان،
الله آهي اثبات اصل ڪؤن "لا" کي ڪاڏي لاهيان،
"سچو" سچ اهو ئي آهي، ٿاهه نہ ٿيو ڪو ٿاهيان.

(قاضي، ص79)

حقيقي عاشق هر وقت، هر جاءِ پنهنجي پرين جو جمال پيو پسندو آهي ۽ پاڻ کي ڪنهن بہ لمحي پرين کان الڳ نہ پائيندو آهي، ڇاڪاڻ تہ سچو سالڪ ان منزل تي پهتل ٿئي ٿو، جتي هو "آءٌ" ۽ "تون" وارو ويڇو وساري فقط "تون ئي تون" واري وائي ورائيندو آهي، هو ايئن پائيندو آهي تہ هر رنگ، هر منظر ۾ منهنجو پرين وسي ٿو. اهڙين حالتن ۾ ڪڏهن هو خوش بہ آهي تہ ڪڏهن حيرت زده. اهڙو بيان سرمست سائين بہ هن طرح ڪري ٿو :

اٿئي انهي ۾ حالت، نہ تصديع نہ راحت،
نہ ڪو هيءُ نہ ڪو هو، نڪا صفت نہ صنعت،
نہ ڪو ذڪر نہ ڪو فڪر، نڪو ڪشف ڪرامت،
نہ ڪو ڏسڻ نہ ڪو پسڻ، نڪو عيش نہ عشرت،

نہ کو جيءُ نہ کو روح، نکا جان جميعت،
نہ کو سک نہ کو دک، نکو هوش نہ حسرت،
سچل سچ، آهي نہ کچ، آهي رڳو ٿي راحت.

(قاضي، ص71)

حيرت جي اها حد آهي جو سچل کي اها خبر ئي نٿي پوي تہ هو ڪافر آهي يا مؤمن. هو ان جاءِ تي پهتل آهي جو سيني لاڳاپن کي ٽوڙي پنهنجي پاڻ کي ڳولي رهيو آهي. پر هن کي پنهنجو پاڻ ڪٿي بہ نظر نٿو اچي. هن تي ڪابہ پابندي لاڳو ناهي هو تہ حيرت جي وادي ۾ گم آهي. پاڻ چئي ٿو :

کيستم من چيستم من نيستم،
آنکه گويد خلقاوز نام ماست.

(درازي، ج1، ص67)

(آئون ڪير آهيان، آئون ڪير آهيان، آئون تہ آهيان ئي نہ، ماڻهن جي زبان تي جيڪو نالو آهي اهو منهنجو نہ آهي).

حيرت جي انهي مقام تي سچل تي اهڙي بيخودي طاري ٿي آهي جو، هن کي اها خبر ئي نہ آهي تہ هو پاڻ ئي بادشاهہ آهي ۽ پاڻ ئي شهنشاهہ !هو تہ اهڙي جاء تي آهي جتي نہ ڪو گناهہ آهي ۽ نہ ڪو ثواب، جتي نہ ڪو ڪفر ۽ نہ ئي ايمان، نہ ئي جماعت آهي ۽ نہ ئي امام آهي. حيرت جي اها انتها آهي جو هن کي اها سڌ ئي نہ آهي تہ هو پاڻ ڇا آهي ۽ هو ڪٿي آهي. پاڻ ديوان آشڪار ۾ چئي ٿو :

از جان و جسم خبر ندارم،
زين بيخبری که شهريارم.

(درازي، ج1، ص199)

(مون کي جان ۽ جسم جي خبر نہ آهي، بيخودي جي اها حالت آهي جو مون کي اهو بہ احساس ناهي تہ آئون پاڻ شهنشاهہ آهيان).

سچل سائين وري هئي هنڌ پنهنجي اندر جي ڪيفيت هن طرح بيان ڪري ٿو:

برد او آنجا مرا کانجا گناه و نی ثواب،
نی کفر اسلام آنجا نی جماعت نی امام.

نی در آنجا جسم ماند نی بود اسم اندر آن،
در تصور آمدم اين از کجا باشد مقام.

اين مقام حيرت و عبرت بود بين انــدر و،
نه ركوع و نه قيام و نه سجود و نه ســلام.
(درازي، ج1، ص204)

(منهنجو محبوب مون کي اهڙي مقام تي وٺي ويو جتي نہ گناھ آهي نہ ثواب، نہ ڪفر آهي ۽ نہ اسلام ۽ نہ جماعت آهي ۽ نہ امام.
هن مقام تي نہ جسم باقي رهي ٿو نہ اسم، مون خيال ڪيو تہ آخر هي ڪهڙو هنڌ آهي.
هي مقام حيرت ۽ عبرت جو مقام آهي، ڏسو هن ۾ نہ رڪوع آهي نہ قيام ۽ نہ سجدو آهي ۽ نہ اسلام.)

**مستي:**

هڪ سچو سالڪ الٰهي عشق ۾ مستغرق رهي ٿو. اهو عشق ئي سندس اندر ۾ مستي پرئي ڪيفيت پيدا ڪري ٿو ۽ سالڪ مستي واري ڪيفيت ۾ ئي سموريون حدون اورانگهي لاحد ۾ پهچيو وڃي. اها مستي ئي آهي جيڪا هن ڪان الٰهي اسرار عيان ڪرائي ٿي، ايئن ڪٿي چئجي تہ مستي، عشق الٰهي جي آخري حد آهي، انهي ڪري عشاق سڀ ڪجھ ڇڏيو مستي جي طلب ڪري ٿو. سچل سائين بہ زهد، تقويٰ ۽ اطاعت جي بجاءِ مستي طلبي ٿو ۽ چئي ٿو :

طالب، زهد نہ تقويٰ، طاعت، موج منگان مون مستي،
ڏنــي آ استاد ازل جي، هٹ طلب جي تختـــــــي،
”سچا“ مستي مول نہ ايندي، جان جان وڃي نہ هستي.
(قاضي، ص289)

سچل سائين جي نظر ۾ جيستائين عاشق، حقيقي عشق ۾ مست الست نٿو ٿئي اوستائين هو پنهنجي اکڙين سان پرين نٿو پسي سگهي. پرين پسڻ لاءِ سالڪ کي نفساني خواهشن مان پنهنجو پاند آجو ڪرڻ پوندو. لوڀ، لالچ ۽ اوديا کي اندر مان ڪڍڻو پوندو ۽ پوءِ پرين پسي سگهبو. پرين تہ هر طرف هر سوءِ موجود آهي پر ان کي پسڻ لاءِ عاشق تي جيستائين مستي پري وجداني ڪيفيت طاري نٿي ٿئي تيستائين هو پنهنجو پاڻ نٿو سڃاڻي سگهي. سچل سرمست بہ مستي جي حالت ۾ ئي ذات مطلق ۾ گم ٿيندو وڃي ٿو:

جڏان ميان موج مستي دي آئي، بيخودي ٿئي، جسم ڳيـــــا،
جنهـــــن دي وچ وجود نہ رهندا، قيام قعود سجود نہ ٿهنـــــدا،
رمز "انا الحق" الائي.
"سچل" سارا ٿيا وت پاٽي، وچلي واري گرد اڏاٽي،
جوئي آها سو ٿيا جائي.
(راٽيپوري، ص240)

سچل انهي سرمستي ۾ ڏاڍو بيباڪ بڻجيو وڃي، هو انهي جذب و مستي واري
ڪيفيت ۾ نہ سلڻ جهڙيون ڳالهيون بہ وڏي واڪي چيو وڃي:

سارونئي سر آهي ڪاٽي سچل، ڪاٽي ذات سچل جي،
موج درياءِ حباب ڪڙا ڪيا، جاٽچ ڪو شڪ ناهـــي،
پنهنجي پاڻ پسڻ جي ڪارڻ، ناه لکين ٿو ناهـــــي،
عاشق، عشق، معشوق اهو ئي، ڏانءُ ڏاڍو ڪيو ڏاهي،
اُو ئي اندر اُو ئي ٻاهر، ڪيئن چوان ايـــئن ناهـــي.
(قاضي، ص177)

سچل سرمست وٽ عشق و حسن حقيقي مالڪ لاءِ مستي پيدا ڪري ٿو ۽ انهي
مستي واري ڪيفيت ۾ هو "حق" کي ڳولي ٿو. هو پرين پسي ان ۾ هڪ ٿي وڃڻ
چاهي ٿو. پنهنجو پاڻ وڃائي "حق" کي حاصل ڪرڻ ئي صوفي جي زندگي جو اصل
مقصد آهي ۽ جڏهن بندو پاڻ سڃاڻي وٺي ٿو تہ ان کي هر صورت ۾ پنهنجو حقيقي
مالڪ ئي نظر اچي ٿو. سرمست سائين چئي ٿو تہ سالڪ جڏهن فنا جي درجي تي
پهچي ٿو تہ "حق" پنهنجو جلوو خود پسائي ٿو.

ڪانگي مجهکو خبر کيتي اب يار ميري گهر آويگا،
آويگـــا ول جاويگا پهر تجهکون بره بنچهاويگـــا.

يا غيور ضــــرور اول سي عـــاشـــق آزمائيگا،
پهلون مکه وکهايي ول ول سيتي هجـــر ارا ويگا.

دم دم دوست دلاسا ديکر پيـــالا ســـوز پلاويگا،
کس دن آپ وکها ويگا پهر کس دن آپ چهپا ويگا.

"سچو" تجهکون دلبر اپنا آپ ديدار وکها ويگا،
جب تب اول آخر ساجن پاؤن تيري در پاويگا.
(علي قلي، ص،204)

مستي اهڙي ڪيفيت جو نانءُ آهي جنهن ۾ ڪنهن مقصد لاءِ بي اختيار تي جوش جذبي سان مسلسل جهد ڪجي. عارف وٽ مستي هڪ اصطلاح آهي، جنهن جو مقصد آهي عشق جي انتها تي پهچڻ ته جيئن پنهنجو پاڻ سڃاڻي سگهجي. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ان متعلق لکي ٿو :

"....مستي خود نمائي ۽ خود پرستي جو نالو نه آهي، مستي، سالڪ ۾ جرئت، همت ۽ خود اعتمادي پيدا ڪري ٿي، جنهن ڪري هو الله تعاليٰ کان سواءِ نه ڪنهن کان ڊڄي ٿو ۽ نه ڪنهن جو محتاج ٿئي ٿو. مستي انسان ۾ توڪل، دلي قوت ۽ صبر جا گڻ پيدا ڪري ٿي ۽ انسان ۾ توڪل خالق جو وصفون پيدا ڪري ٿي. انا الحق ۽ پاڻ سڃاڻڻ جو اصل مطلب به اهو ئي آهي ته انسان ۾ الاهي وصفون موجود آهن، جن کي سڃاڻڻو آهي، ان لاءِ ضروري آهي ته نفساني خواهشن کي ختم ڪجي"(199).

سچل چئي ٿو ته :

مچ مچايو من ۾، پاڻ نه ٻهر وجهن،
وتن ويڳاڻا وره ۾، نيڻن ننڊ نه ڪن،
سڏڪا سيئي سوز جا، پني رات پرن،
پنهنجي ير ۾ پاڻ ڪي، ٽا پريتون پچائن،
سکيو ساميڙن، عشق اهو سڀ آئيءَ کان.
(قاضي، ص279)

## 7. فنا:

تصوف جا پيروڪار فنا جي مقام کي وڏي اهيمت سان ڏسن ٿا. ڇاڪاڻ ته هن منزل تي سالڪ جي حيثيت تبديل ٿي ابديت /بقا پائي ٿي. هتي هن کي "ٻه نه بلڪ سڪ" ٿي نظر اچي ٿو. صوفي چئي ٿو هر جاءِ تي الله آهي. انسان جي اندر ۾ به "الله تعاليٰ" موجود آهي. هاڻ جڏهن "هو" جتي ڪٿي آهي ته پوءِ انسان ڪٿي آهي. صوفي جي نظر ۾ بندو، بندو نه آهي بلڪ هو پاڻ "حق" جو ئي جلوو آهي. سالڪ اهو درجو تڏهن ئي حاصل ڪري ٿو جڏهن هو طلب جي وادي

مان گذري عشق جو جام اوتي معرفت جي منزل تي ذاتي عرفان حاصل ڪري پاڻ سڃاڻي دنيا جو سموريون لذتون، نفساني خواهشون ترڪ ڪري توحيد جي وادي ۾ داخل ٿئي ٿو تہ پوءِ ئي هن کي وحدت مان ڪثرت ۽ ڪثرت مان وحدت ڪل وارو راز سمجهہ ۾ اچي ٿو. صوفي جو اهو سفر اتي ختم نٿو ٿئي پر ان راز عيان ٿيڻ ڪان پوءِ هو حيرت جي دنيا ۾ گم ٿي وڃي ٿو ۽ جڏهن اتان پاڻ کي ڳولي لهي ٿو تہ پوءِ هو فنا جي درجي تي پهچي ٿو. اهو ئي فنا جو درجو صوفي سالڪ لاءِ بقا جي منزل آهي. جڏهن هو پاڻ سڃاڻڻ جي درجي تي پهچي ٿو تہ هن کي خبر پوي ٿي تہ هو ڇا آهي پر جڏهن فنا جي درجي تي پهچي ٿو تہ هو اوستائين پاڻ "حق تعاليٰ" جو عڪس بڻجي وڃي ٿو. اهڙي منزل ماڻڻ ڪان پوءِ هو پنهنجي هر نظر ۾ پاڻ کي ئي پسي ٿو. ڇاڪاڻ تہ هن منزل تي "ٻہ" جو تصور مٽجي وڃي ٿو. سچل سرمست پڻ فنا ٻا مضمون پنهنجي ڪلام ۾ آندا آهن. هو پاڻ بہ فنا في الله هو تنهنڪري انسان جي هن تبديل ٿيل حيثيت کي سمجهائيندي چئي رهيو آهي(200).

اوتوئی اندر میان نی دیگری۔ بالیقین دان خویش را خود نبگری.

(اهو اندر تون پاڻ آهين ٻيو ڪونهي، انهي تي يقين رک تہ تون پاڻ کي ڏسندين.)

سچل سائين وري ٻئي هنڌ پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ جي ڳالهہ هن ريت ڪري ٿو(201):

گر کسی یکبارگی او را دیده است۔ خویش را از خویش او بکشیده است.

(جيڪڏهن ڪنهن هن کي هڪ دفعو ئي ڏٺو هوندو تہ هن پاڻ کي پاڻ ڪان فنا ڪري ڇڏيو هوندو.)

سالڪ جڏهن فنا في الله ٿئي ٿو تہ هو بقا حاصل ڪري وٺي ٿو. حق سان گڏجڻ ڪان پوءِ هو بہ حق جو جلوو ٿي پئي ٿو. اها ئي سالڪ جي اصل منزل آهي. جتي هن کي حق ڌان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نظر نٿو اچي. سچل بہ جڏهن فنا جي مقام تي پهچي بقا حاصل ڪئي تہ هو ان راز کي هن طرح عيان ڪري ٿو :

هر کجا یم جا بجا یم من خدا یم من خدا،

تا چه شد پوشیده ام از درد این خاکی قبا.

(درازي، ج1، ص54)

(آئون هر جاءِ تي آهيان، هر هنڌ آهيان، آئون خدا آهيان، آئون خدا آهيان. ڇا ٿيو جيڪڏهن مون عشق جي ڪري خاڪي لباس (مادي جسم) پائي ورتو آهي.)

هن مقام تي سچل ۾ بيباڪي پيدا ٿي وڃي ٿي ۽ هو پاڻ تي عيان ٿيندڙ الٰهي رازن رمزن کي وڏي واڪي بيان ڪري ٿو:

نوري نـــــــاري ناهيان، آهيان رب جبار
مرشد ٻانهو نہ چيو، تون سچو آهين سردار

(انصاري، ص69)

سچل سرمست وحدانيت جي وادي ۾ فنا في الله ۽ بقا جي منزل ماڻڻ واري ڳالهہ هن ريت سمجهائي ٿو:

اين جمـــله بـــرفت او بمـــانده،
بی قتل خود این بقـــــانبا شد.

(درازي، ج1، ص107)

(هي (انسان) ويو ، هو (الله) باقي رهيو. بقا جو درجو پنهنجي هستي کي مٽائڻ کان سواءِ حاصل نٿو ڪري سگهجي.)

اڳتي هلي سچل سائين فنا ۽ بقا جي رستي تي هلڻ جي ڳالهہ هن طرح سمجهائي آهي.

فنا شوی بقایا بی آشکار ونهـــان،
نه عاشق ست درین ره فدا نمیگردد.

(درازي، ج1، ص122)

(تون جيڪڏهن پنهنجي هستي کي مٽائي ڇڏيندين تہ ظاهر توڙي باطن ۾ زنده جاويد بڻجي ويندين .اهڙو ڪو عاشق ئي نہ آهي جنهن عشق ۾ پاڻ کي قربان نہ ڪيو هجي).

صوفي جي نظر ۾ پنهنجو نفس پنهنجي طابع ڪرڻ فنا آهي ۽ فنا کان پوءِ بقا آهي. يعني هڪ سچو عاشق جڏهن سمورا دنياوي لڳ لاڳاپا لاهي، خدا جي عشق ۾ مستغرق ٿيو وڃي تہ پوءِ ان لاءِ اها منزل اچيو وڃي جتي هو يار کي ۽ پاڻ کي "ٻ" نہ، هڪ سمجهي ٿو. اها ئي سالڪ جي "بقا" آهي جو هو پرين سان گڏجي ٿو :

ٻانهون پانءِ مَ پاڻ توهين مالِڪ مُلڪ جو!
"لا خير في عبدي"اهـــوئي اٿئي اهڃاڻ،
الله الله چو چوين، پاڻ ئـــي الله ڄـــاڻ،
"سچو" سائين هڪڙو، ناهـــي شڪ گمـــان.

(انصاري، ص82)

حقيقي مالڪ کي حاصل ڪرڻ واري واٽ تي عاشق کي ڪوڙ ساريون تڪليفون

برداشت ڪرڻيون پون ٿيون. عاشق جيستائين ان واٽ تي خود کي فنا نٿو ڪري،ايستائين هو ڪنهن به منزل کي پهچي نٿو سگهي،ڇاڪاڻ ته فنا کان پوءِ ئي سالڪ بقا جو درجو حاصل ڪري ٿو. صوفي کي دراصل فنا کان پوءِ سڌ پوي ٿي ته "خدا" ۽ "بندو" الڳ الڳ ناهن، بلڪ ازل کان ئي هڪ آهن ۽ جڏهن "خدا" ۽ "بندو" هڪ آهن ته پوءِ جسم جي ظاهري عبادت ڪا اهميت نٿي رکي. سچل چئي ٿو:

"موتو" مين بشارت، بره کي اشارت،
مرن مين صفائي، پائو گـــي ماياتي.

فنا هو بقا مين حسن هـــو لقا مين،
قسم حق حقا مين، رچـي ذات ذاتي.

"سچو" سمجھ پايا سجن مين سمايا،
انگـ دل لـڪا با دوئي دفعـــ جاتي.

(علي قلي،ص،38)

جڏهن سالڪ بقا پائي ٿو ته پوءِ مسجد، مندر، ڪعبو، قبلو، ظاهري عبادت سڀ ڪجھ ان لاءِ خاص اهميت نٿا رکن، ڇاڪاڻ ته اهي سالڪ لاءِ شروعاتي شيون آهن پر جڏهن هو "حق" سان گڏجي هڪ ٿيو وڃي ته پوءِ هن تي سچل جيان مستي پرئي ڪيفيت طاري ٿيو وڃي، جنهن ۾ هو بي خودي مان ڪڏهن"انا الحق" ڪڏهن "سبحان ما اعظم شاني" ته وري ڪنهن ويل "حق موجود - سدا موجود" واري وائي وينو ورائي.

اتي ڪفر نه اسلام، آهي سيني کي ســـــلام،
مذهب مور نه مجيان، آءُ مشرب منجھ مـــدام،
هادي سائينءَ پاڻ "سچوءَ" کي، عشق ڪيو انعام.

(قاضي، ص87)

انهي بقا واري منزل تان سچل وري ڪڏهن هن طرح به چئي ٿو :

صحيح سڄاڻج ساري خود آهين وي خـــدائي،
ڪوڙين قطرا ڪارونيار، وياڪين سمونڊ سمائي،
"سچو" سچي ڳالهڙي، پاڻ پريـــــــن پرجهائي.

(قاضي، ص189)

سچل سرمست پنهنجي فارسي ڪلام ۾ جا بجا اهي ساڳيا مضمون آندا آهن جيڪي هن پنهنجي سنڌي توڙي سرائڪي ڪلام ۾ بيان ڪيا آهن. هو پنهنجي هستي کي مٽائي فنا في الله جي درجي تي پهچي بقا حاصل ڪري ٿو. هو جذب و مستي جي ڪيفيت ۾ ڏاڍي بيباڪاڻي انداز ۾ الاهي اسرار عيان ڪري ٿو جيڪو شرعي قانون جي خلاف ورزي پڻ آهي، پر سچل عشق الاهي ۾ مست الست آهي ان ڪري هو دانسته ڪا به اهڙي ڳالهه نٿو چئي جيڪا شريعت جي اصولن جي خلاف هجي. هو چئي ٿو ته مان نٿو ڳالهايان پر ڳالهائڻ وارو خود ڳالهائي ٿو، هوئي جتي ڪٿي موجود آهي.

که میگوید که می جوید که یابد،
نه قطره ماند باقی عین دریـــــا.

(درازي، ج1، ص21)

(ڪير ڳالهائي پيو، ڪير جستجو ڪري رهيو آهي ۽ ڪير حاصل ڪري رهيو آهي، قطرو ڪٿي آهي هتي ته درياءُ ئي درياءُ آهي.)

گویم نا گویم گویم نه تو میگویم،
جویم که کرا جویم خود را خود می جویم.

(درازي، ج1، ص207)

(آئون ڳالهايان يا نه ڳالهايان، جيڪڏهن ڳالهائيندس ته تنهنجي طرفان ئي ڳالهائيندس، آئون ڳوليان ته ڪنهن کي ڳوليان، آئون ته پاڻ کي پاڻ ئي ڳوليان پيو).

سچل سرمست پنهنجي ڪلام جي ذريعي "وحدت الوجود" جي نظريي جي پرچار ڪئي آهي. سندس ڪلام ۾ طالب لاءِ مئي مستي، وحدت، ڪثرت، حيرت، فنا، بقا، نفي، اثبات، ذڪر ۽ فڪر جا ڪيترائي راز عيان ٿيل آهن. هن جڻ پنهنجي اندر جا سمورا راز افشان ڪري ڇڏيا آهن. سچل جو سنيهو سچ جو آواز آهـــــي، حسين بن منصور، ۽ رومي وانگر ڏاڍي بي ڊپائي مان پنهنجو آواز بلند ڪري ٿو. جنهن مان الاهي اسرار عيان ٿين ٿا، جيڪي طالب لاءِ انهي واٽ تي هلڻ لاءِ وڏو فڪري سهارو آهي. سچل جو نعرو "حق موجود _ سدا موجود" سندس "فنا" کان پوءِ "بقا" واري منزل جو ڏس ڏئي ٿو. سندس اها وائي اڄ به ورائجي ٿي، ڇاڪاڻ ته سچل جي لفظن ۾ عاشق ڪڏهن به ناهن مرندا بلڪ هو هر وقت حق جي ڳولا ۾ رهن ٿا. اها سچل واري واٽ آهي، اها حق ۽ سچ واري واٽ آهي ۽ ان ئي واٽ تي عاشق پرين کي پسندو، ڇاڪاڻ ته هر هنڌ صرف "حق" جو جلوو موجود آهي. سچل چئي ٿو :

ڪيڏي ڳوليو ٿيون ڙي اِئين سرتيون ، آهي ڪوچ بہ ڪوچ يار،
"ونحن اقرب" چاٽو سيئي، دور نہ آهي دلدار،
آهي سيوئي دوست جو، "سچو" هي سينگار.
(قاضي، ص208)

## حسن و عشق:

عشق بنيادي طور هڪ فطري جذبو آهي هر شيءِ کي پسند ڪرڻ يا ان ۾ دلچسپي وٺڻ ان جذبي جي تسڪين آهي ۽ اهڙي ريت انسان ۾ ان فطري جذبي جي آبياري ٿئي ٿي. هن سموري ڪائنات جي ذري ذري ۾ جماليات پکڙيل آهي، هر فطري عڪس ۾ حسن موجود آهي. جيڪو فرد کي متاثر ڪري ٿو. ان طرح حسن و عشق جو پاڻ ۾ ڳانڍاپو موجود آهي انسان ان فطري جذبي جي تحت هر خوبصورت ۽ جميل و حسين نظاري /منظر/چهري کي پسند ڪري ٿو. اهڙي طرح هن ۾ ڪنهن کي چاهڻ ۽ ڪو هن کي چاهي وارو فطري احساس/جذبو پيدا ٿي ٿو. جنهن جي حاصلات لاءِ هو مختلف ذريعا بہ استعمال ڪري ٿو تہ ڪڏهن ڪڏهن هو اهڙن جذبن/احساسن جي ترجماني لفظ ذريعي يا شاعري ذريعي پڻ ڪري ٿو.

محبت جا ڪيترائي رنگ و روپ موجود آهن پر انهن سمورن مان اهو روپ وڌيڪ تسڪين حاصل ڪري ٿو جيڪو مختلف حوالن سان سڌو يا اڻ سڌو فرد سان تعلق رکي ٿو. صوفين ۽ اهل الله وٽ محبت ٻن قسمن جي آهي هڪ عشق مجازي (بندي جو بندِي سان عشق) ۽ ٻيو عشق حقيقي (بندي جو الله سان عشق). عشقِ حقيقي جو اظهار پهريون ڀيرو حسين بن منصور حلاج ڪيو ۽ جنهن کان پوءِ سمورن صوفي شاعرن ان جي پيروي ڪئي. عشق مجازي جي تاريخ پڻ انسان جي تاريخ جيتري قديم آهي. انسان شروع کان وٺي ڪنهن کي چاهڻ ۽ پاڻ چاهجڻ جهڙا جذبا رکندڙ آهي.

رشيد ڀٽي سچل جي شاعري ۾ عشق جي تصور جي پس منظر ۾ لکي ٿو :

"حسن و عشق نہ رڳو بصورت مجاز صوفي لاءِ حقيقت تي رسڻ جو هڪ ڏاڪو آهي. پر گڏوگڏ فن ۽ ڪلام ۾ خاص ڪري شاعري جي جماليات ۾ احساس کي بہ اجاگر ڪن ٿا ۽ محبت هڪ اهڙو احساس آهي جو روحاني سرگرمي ۽ عمل ۾ اعليٰ ترين وسيلي جو مقام ڏاري ٿو. عشقي شاعري ۾، موسيقي ۽ نقاشي ۾ جماليات حس کي وڌائي ويجهائي بہ ٿو. شاعريءَ ۾ محبت جو اظهار انسان جي لڳاءُ ۽ فن جو

دلڪش ميلاپ پيدا ڪري ٿو. پيار ۾ ڏک ۽ خوشي جا احساس شاعري ۾ جنم وٺن ٿا. انهن احساسن ۽ جذبن جي ترجماني سائي ۽ معتدل مزاجي کان ڪئي وڃي ٿي. اهڙي طرح جو ڪڏهن ڪڏهن ڏک ۽ درد جو اپٽار زخمي دل ۽ ڦٽيل روح جو علاج ٿيو پئي" (202)

اسان هت سچل سائين جي شاعري ۾ مجازي عشق جو مطالعو ڪنداسين.

عشق جو اظهار شاعري جو بنيادي فڪري ڪارڻ آهي شعر ان وقت تائين حسناڪي ماڻي نٿو سگهي، جيستائين شاعر جي اندر ۾ عشق جو جذبو بيدار نه هجي. شاهه لطيف جي شاعري ۾ پڻ اهڙا ڪيترائي خوبصورت، جمالياتي عڪس موجود آهن.

ڪڪر: منجهه ڪپار، جهڙ نيٽنئون نه لهي
اڄ منهنجي چت ۾، اتا پرين اپار
آءٌ سڄڻ لهه سار، وره ويڙهي آهيان
(شاهه)

تخليقڪار جو تخليقي جوهر عشق جي جذبي سان ئي آرٽ جي صورت وٺي ٿو. عشق جيڪو انساني جبلتن جو حصو آهي سو جڏهن گلاب جيان ٽڙندو آهي ته انسان جي من اندر ۾ حسين و جميل نازڪ ۽ حساس ۽ خوابن جهڙي خوشگوار سڳنڌ پري دنيا جوڙي ڇڏيندو آهي ۽ پوءِ ان فرد کي هر سوءِ، هر جانب، هر منظر ۾ پرينءَ جو پرتو ئي نظر ايندو آهي. ڇاڪاڻ ته هن جي اک ڪو ٻيو منظر ڏسڻ نه چاهيندي آهي.

سچل سرمست جي سمورين ٻولين ۾ چيل ڪلام ۾ حسن و عشق سندس محبوب موضوع آهي، هو عشق جي شراب سان پنهنجي وجود جي ورق کي ڌوئي صاف ڪري ٿو ۽ پوءِ ئي سندس اندر جون اکيون کلي پون ٿيون ته پوءِ ئي هو مجازي محبوب جي جمال ۾ به حقيقي مالڪ جو جمال پسي ٿو. هونئن به سچل سائين کان اڳ ۽ پوءِ جي سمورن سنڌي ڪلاسيڪل شاعرن جو حسن و عشق محبوب موضوع رهيو آهي. ڏٺو وڃي ته عشق انسان کي عطا ٿيل سمورن جذبن مان اتم اعليٰ ۽ پاڪ جذبو آهي. سونهن کان متاثر ٿيڻ به انسان جو فطري عمل آهي، ڇاڪاڻ ته انسان فطرتاً عاشق مزاج ۽ حسن پرست آهي. ادب ۽ شاعري لاءِ به اهو جذبو اتساهه ڏياريندڙ ۽ قابل قبول آهي. انهي حوالي سان مير محمد پيرزادو لکي ٿو:

"اها سونهن تصوف جي جان، راڳ جو روح، فلسفي جو مرڪز انساني چاڻ جو تت، شاعرن لاءِ ڏيئو، ادب لاءِ قلعي، مقرر لاءِ سرمايو ۽ فن

جي دنيا جي دل آهي. شاعر جيڪو ٻولي جو وينجهر، تشبيهن جو گهاڙو، محاورن کي جهڻ جو عقاب هوندو آهي، سو جذهن سماجي حقيقت کي ٻولي سورنهن ئي سينگارن سان چٽي، ڏاهي ۽ ڪنهن سهڻي منظر، منهن مهانڊي، خوشبوءِ، رنگ سان سينگاري ۽ خنڪ سان ٺاري، ڪجي جي تازي جيان ميندي رتن ڪومل هٿن جي ٻڪ ۾ پري ۽ ان ۾ چنڊ جا چمڪا پسائيندو آهي ته اهو ڪوي جي ڪوتا جو روپ وٺندي آهي. سونهن ۽ جماليات کي ڪنهن سهڻي صورت تائين محدود ڪرڻ يا وسيع انساني آباد ڪان ڇني ۽ ڪنهن نيچ ۽ هيچ ذاتيات تائين لاهي اچڻ خود جماليات جي توهين ۽ محدوديت آهي"(203).

سچل جي ڪلام ۾ جماليات متعلق ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو لکي ٿو:

"جماليات بحيثيت هڪ فن جي دنيا جي ادب ۽ آرٽ ۾ هڪ اهميت وارو موضوع به آهي ۽ وري ڪنهن فنڪار جي تخليق ۾ جماليات کي پرکڻ ايترو آسان ڪونهي، جيترو ان بابت ٿورن لفظن ۾ راءِ ڏيي آهي. سچل سرمست جي ڪلام ۾ جتي بيباڪيءَ سان منصوري موج ۾ نينهن جا نعرا ملن ٿا، اوترو ئي سونهن جي ساڃهه به نمايان آهي. هن جي سرائڪي ۾خاص طور محبوب جي اکين، غمزه، ناز وادا ۽ مست خرامي جو بيان ڪندي ڏکي نٿو" (204).

سچل سرمست جي ڪلام جي جمالياتي پهلوءَ جي حوالــــي سان ڊاڪٽر نواز علي شوق لکي ٿو:

"سچل سرمست هڪ حسن پرست انسان هو. هن پنهنجي ڪلام ۾ حسن ۽ عشق جون ڳالهيون، مضمون ۽ بيان اهڙي نموني آندا آهن، جن جو مثال ملڻ مشڪل آهي .... هونئن ته هر شاعر پنهنجي ڪلام ۾ حسن ۽ عشق جي مضمون کي وڏي اهميت ڏني آهي، پر سچل سرمست انهي موضوع ۽ مضمون ۾ جيڪا جدت ۽ انفراديت پيدا ڪئي سا سندس ئي ذات جو هڪ حصو آهي" (205)

محمد حسين ڪاشف انهي ڏس ۾ لکي ٿو:

"سچل سرمست جي ڪلام تي ڳوڙهي نظر وجهبي ته اسان کي رومانوي نقط نظر کان نهايت ئي پيارو مواد نظر ايندو، جنهن ۾

محبوب جي سونهن جي سروائي، غمزه و ناز جي ادائي، اداءِ دلربائي انهي عاشقانه رنگ جي سچل جي رومانوي شاعري جي تهه ۾ بتدريج وجودي فڪر جهلڪيون ڏيندو نظر اچي ٿو. جنهن نيٺ اڳتي هلي هڪ مڪمل صورت اختيار ڪئي" (2067).

سچل سائين جي ڪلام ۾ مجازي عشق و حسن جو خوبصورت اظهار موجود آهي هن جي جمالياتي شاعري جو ڪمال سرائڪي زبان ۾ تيل ڏسجي ٿو. هن پنهنجن سرائڪي ڏوهيڙن، سه حرفين (ٽيهه اکرين) ۽ ڪافين ۾ حسن و عشق جو خوب چرچو ڪيو آهي. خاص طور ڏوهيڙن ۾ ته مجازي محبوب جي اکين جو ذڪر ڪندي ٿڪجي ئي نٿو. هو بار بار سڄڻ جي سونهن جي بيان ۾ هن جي نشيلن نيڻن جي ڳالهه ڪري ٿو. هو چئي ٿو :

محبوبان ديان ني اکيان بحري، سپ ڪنهن سيتي اڙڪن،
چنڻ نال ڪيتس چنسالي نور ستارے جهڙڪن،
زلفان مار سياه دي وانگڻ، ڳل دے اتون لڙڪن،
عشاقان دي مارڻ ڪيتے، پيرے پيرے پڙڪن،
"سچل" ويک خيال انهان دا صدها عاشق ڦڙڪن.

(راٽيپوري، ص7)

عشق جي ڪهاڻي اوکي ضرور آهي پر عاشق جو جذبو ۽ سچائي هن جي هر مشڪل کي آسان بڻائي ڇڏي ٿي. سچل جي عشق جي ڪهاڻي ۾ بيخودي، تڙپ، بيقراري، لوڇ پوڇ ۽ ديوانگي آهي. هن جو محبوب، هن لاءِ حسين و جميل آهي ايترو سونهن ڀريو جو سرمست سائين ان جي ساراهه ڪندي ڪٿي به ٿڪجي نه ٿو. هن جي سرائڪي ڪلام ۾ محبوب جي اکڙين کي وڏي اهميت ڏنل آهي. ڇاڪاڻ ته عشق جي اظهار جو واحد سگهارو ذريعي اکيون هونديون آهن. اکين جون اکين سان اوريل ڳالهيون دل ۾ لهي وينديون آهن ۽ عشق جو سارو مدار دل تي ئي هوندو آهي ۽ عقل دماغ جي ماتحت ٿئي ٿو. عشق ۾ عقل جي نه پر دل جي ڳالهه مڃي وڃي ٿي. سچل سڄڻ جي اکڙين لاءِ نت نراليون تشبيهون ڪم آڻي ٿو. هو ڪڏهن يار جي اکين کي قاتل ڪوٺي ٿو ته ڪڏهن باز سان ڀيٽي ٿو ته ڪڏهن وري انهن کي شهزاديون سڏي ٿو ته ڪڏهن انهن ئي اکين کي شينهن چئي ٿو ته ڪڏهن وري ڪيفي ڪيف ڪڪوريل سڏيندي انهن جي صفت ۽ ساراهه ڪندو رهي ٿو. سچل جي محبوب جون اکيون ايتريون ته زورآور آهن جو دل جي دنيا تباهه ڪري ڇڏين ٿيون. سرمست سائين محبوب جي قاتل اکين جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

اکيان باز عقاب سهڻي ديان، شور گهيتن شه زوريان،
مست هوون مستانيان ڏونهين، ڏاڍے کيف ککوريان،
منهن وچ ڏون مهتاب ني روشن، يا وت نور کٽوريان،
خوني خون کريندايان "سچل" تايي سدا سگوريان.

(راٽيپوري، ص8)

انهي ئي قاتل اکين کي سچل سائين پنهنجي هن ڏوهيڙي ۾ باز سان تشبيهه ڏيندي باز جا مختلف قسم پڻ بيان کيا آهن. هو چئي ٿو :

زُرے باز سهڻي ديان اکيان، شوقي زور شکاري،
کيفي شور شرابي هونديان، خاصيان خاص خماري،
عشاقان دي او دل نون "سچل" کرديان قوت گذاري.

(راٽيپوري، ص7)

وري هڪ ٻئي هنڌ اکين جي شهباز ۽ زري سان ڀيٽ کيڏي نه خوبصورتي مان ان جو اظهار کري ٿو:

سهڻي ديان شهباز اکين هن، يا وت ظالم زُرے،
مزگان ڏون تعزير عشاقان، دين والي چڻ دُرے،
قدر انهان دا تنهن کون جنهان، پيتي تازے تُرے،
مست موالي اتان آکر، سڻن سر هڪ جُرے،
خبر جنهان نون اِها نه "سچل"، حال تنهان دے بُرے.

(راٽيپوري، ص8)

سچل پنهنجي محبوب جي کيف ککوريل اکين جو ذکر کجھ هن ريت کري ٿو:

چشمان شور شراب مثالي، غمزے رنگ گلابي،
نظر گهتن جنهن طرف اتي، تنهن طرف ٿيوے بيتابي،
مشتاقان دے دليان ڏهون، کرديان شير شتابي،
سڻن جهڻن تي پٽ کاون "سچل" عين عذابي.

(راٽيپوري، ص11)

محبوب جو حسن عاشق جي دل ڦري کيس بيگانو بڻائي ڇڏي ٿو ۽ پوءِ هو ان حيرانگي جي کيفيت ۾ شمع تي پرواني وانگر يار جي چؤگرد ڦرندو رهي ٿو. عشق

جي شراب جو نشو ڪيس بي خودي جي ان انتها تي پهچائي ڇڏي ٿو جتي هن کي سواءِ يار جي ٻيو ڪجهه به نظر نٿو اچي. بره جي اهڙي ڪيفيت جو اظهار سچل سائين هن طرح ڪري ٿو :

تيڏے حسن ڪيتا حيرانا، جيوين شمع اتي پروانا،
هو يا صورت وچ ديوانا، پاند حجاب اٺايا هي
(راشديپوري، ص78)

هو محبوب جي حسن ۾ ايترو ته گم آهي جو بار بار ان جي ساراهه ڪندي نه ٿو ٿڪجي هن جي محبوب جي مک تي جڏهن پگهر جا قطرا چمڪن ٿا ته سچڻ جي سونهن ويتر عاشق لاءِ قهر ٿي دل تي ڪڙڪندي آهي. سچل سائين يار جي صورت تي آبِ عرق جي قطرن کي موتي سمجهي ٿو ۽ چئي ٿو ته يار جو چهرو انهن قطرن جي ڪري چمڪڻ لڳو آهي:

چمڪن جهلڪن جهمڪن رخ تي، واه موتي دے داڻي،
ساڳي صورت حق دي ويکو، جي ڪوئي آڻ سڃاڻي،
جهلڪن جوڙ، جبين تي جادو، يا سهڻي ڪون ڀاڻي،
"سچل" قدر اُنهان دا چاڻان، يا وت آپ او جاڻي.
(راشديپوري ص، 17)

سرمست سائين جتي محبوب جي ساراهه ڪري ٿو اتي پنهنجي عاجزي ۽ انڪساري به ظاهر ڪندي چئي ٿو:

تون سمون سائين آئون ميئي مهاڻي آهيان،
مون لڄ رهائين جو پلئه لڳس تـــانهنجي.

تون سمون سردار، آئون ميئي مهاڻي آهيان،
تنهنجي شفقت مهر جو، آهي ڪونه شمـــار.
(انصاري،ص252)

سچل جي عشق جي ڪتا عام تيڻ لڳي آهي هن جي حالت، ڪيفيت ۽ عشق جي بيقراري ڪنهن کان به ڳجهي نه رهي آهي ۽ هن جي اها حالت آهي جو محبوب جي مک تي زلفن کي پنهنجو رقيب سمجهي ٿو تڏهن ئي ته هو يار جي چڳن کي ڪارن نانگن سان ڀيٽيندي چئي ٿو ته يار پنهنجي منهن تي کهڙين بلائن کي پالي ويٺو، جڻ عاشق لاءِ اهي بلائون معشوق جون پهريدار آهن. سچل سرمست چئي ٿو :

آن سيه موئی مثال ازها ست،
درد مندان را وهد آزار ها.
زلف برخ يار آويزا شده،
ته بديدن اودلم شد پارها.

(درازي، ج1، ص23)

(منهنجي يار جا ڪارا وار ازدها جيان آهن ۽ عاشقن کي وڏي تڪليف ڏين ٿا. يار جي رخسارن تي زلف لٽڪيل آهن جن کي ڏسڻ سان منهنجي دل ٽڪر ٽڪر ٿي پئي ٿي)

حسن، خالق ڪائنات جي جمالياتي سفر جو مظهر آهي. شوخ جواني، سفيد هٿ ۽ هٿن تي ميندي جا رنگ، ڪيڏا نه پر ڪشش هوندا آهن ۽ جڏهن اها ئي حسن جي ديوي عاشق جي اڳيان اچي بيهي، انهي گهڙي عاشق جي دلي ڪيفيت ڇا ٿئي ٿي، ان جو سهڻو ڏس سچل سائين هن طرح ڏئي ٿو :

ميندي لا هٿان ڪُون آندا، سهڻا ٻانهن لڏا ڪي،
جاتوسي مشتاقان ڪون وت، آيا آپ ڪُها ڪي،
ڏونهين دستان خون انهان دے، وچون سرخ ٻڙاڪي،
سيڪون آڻ ڏڪالڻ لڳا، ”سچل“ هس الا ڪي.

(راٽيپوري، ص23)

عشق بيقراري کي جنم ڏي ٿو، ڇاڪاڻ ته ڇاهيندڙ هر پل محبوب کي پاڻ سان گڏ ڇاهيندو آهي ۽ جڏهن پرين ساڻ نه هجي ته من اندر جي دنيا جا سمورا رنگ ٻسا ٻسا پيا لڳندا آهن ۽ پوءِ مطلوب جي اندر ۾ پيدا ٿيندڙ بيقراري جي موسم هن ۾ آنڌ مانڌ لايو ڏئي، ان حالت ۾ طالب جي حالت ڇا آهي. ان جو اظهار سرمست سائين هن طرح ڪري ٿو:

راتو ڏينهان رت، اوتڻ آيم ان ري،
آيل عشق عليل ۾، شال نه پوي قحط،
جيل سپ جهاڳي وجي، جيڏيون ڏسان جت
هن مَئيءَ جو مٽ، پوي مذڪور پرين ۾

(انصاري، ص115)

سچل پنهنجي مجازي محبوب کي پنهنجي ساهه سان سانديو وتي ۽ چئي ٿو ته هو موت تائين پنهنجي سڄڻ کي وساري نه سگهندو.

شال نہ وسرين هوت، پيو سيو مون وسري،
مـــــون کي تائين موت، هئين اکڙين ۾.
(انصاري، ص153)

عشق جي ڪٿا ايان چڻ تہ شروع ٿي آهي. جڏهن محبوب دور هجي ۽ طالب هر حال ۾ ان کي ماڻڻ چاهي تہ پوءِ ان جي سامهون جبل جهاڳڻ، پيرين پنڌ ڪرڻ، رڻ پٽ جون تڪليفون ۽ اذيتون برداشت ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ هوندو آهي. اول اول تہ عاشق جون اکيون پنهنجو سڄڻ پنهنجي سامهون چاهيندو آهي.

ساريـــــم اڄ سنگهار، جن ڏٺي مون ڏينهن ٿيا،
سي لڪ لنگهي ٻيهي ويا، پانور منجهہ پنهوار،
هٿي ويـنـــــــــــا پڪڙا هت سڪ ٿي اجڙوار،
جن جي ساهہ سنيـــــار، سي اڄ پنهوار پري ٿيا.
(انصاري، ص271)

ڏک، تڪليف، بيقراري، آندمانڌ، پرين جي نہ هجڻ سبب آهي، عاشق پرين کي ڳولڻ لاءِ هر طرف واجهائي ٿو تہ هو ڪهڙي طرف ويا آهن. هر وات ڏانهن نهارڻ تي ائين پائين ٿو چڻ محبوب ان طرف الوپ ٿي ويو آ! پر ان نايقيني جي ڪيفيت سچل ۾ هڪ عزم، حوصلو ۽ پختگي پيدا ڪئي آهي تہ محبوب ڪنهن طرف بہ ويو پر طالب جو ڪم ان کي ڳولي لهڻ آهي نہ کي ماٺ ڪري ويهڻ. چئي ٿو:

متـــــــــان وهين ماٺ ۾، منجهہ جلديءَ چل
هتي ويهہ نہ، هل، تان ڪين پڇين پنڌ ڪـــــي
(انصاري، ص126)

محبوب کان پري رهي جيڪو درد و غم ملي ٿو اهو بہ عاشق لاءِ انمول خزانو آهي جنهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ هو آسائتو رهي ٿو. سرمست سائين جي خيال موجب جن پرين جي غم ۾ ڏينهڙا گذاريا اهي پل سڀ کان بهتر آهن جو انهن لمحن ۾ عاشق سان معشوق جو احساس ساڻ هو. جيڪو طالب کي حاصلات لاءِ سگهہ ۽ حوصلو ڏئي ٿو:

متان وسارين، ووءِ ووءِ ڪـــر وندر ۾،
جي گوندر گذارين، سي تو چڱا ڏينهڙا.
(انصاري، ص144)

هن جي نظر ۾ اهي عاشق، عشق جا نواب آهن جن محبوب جي گوندر ۾ ڏينهڙا گذاريا

گوندر جن گذاريو، منهن تنين مهتاب،
سنديون نينهن نواب، آهن ورهه واريون.

(انصاري، ص145)

مطلوب وٽي ٿو محبوب ڳوليندو پوءِ ان سفر ۾ ڪيتريون تڪليفون اذيتون ڇو نه پلئه پون پر عاشق پنهنجي عشق جي هٿان مجبور ٿي بس اها ئي دعا ڪندو رهي ٿو:

جان مون ملان هوت، تيسين تائين نه مران،
مادر تائين موت، اهو اٿم آسرو.

(انصاري، ص174)

عشق جي واٽ ڏاڍي اٽانگي آهي، جنهن جي هر موڙ تي عاشق لاءِ تڪليفون ۽ صبر جا امتحان مقرر ٿيل آهن. عاشق کي به انهن سمورين سختين ۽ امتحانن جي سُڌ آهي پر پوءِ به هو سچڻ سان ياري لاءِ توڙ نباهڻ جو قائل آهي، چاڪاڻ ته هو عاشق سڏائڻ ۾ فخر محسوس ڪري ٿو. رانجهي جي قصي ۾ سچل سائين ڪجهه هن طرح فرمائي ٿو :

عشق بازي هي ڏاڍي مشڪل، لاوڻ توڙ نيار ڻ،
باري بار برهه دا هيئي، چم اکين سر چاوڻ،
ڳالهه اهين ڪنون مڙتا ناهين "جيوڻ تي نينهن لاوڻ"
نينهڙا لاوڻ ول ول سگهڙا، پريت لڳاوڻ پل پل سگهڙا.

(راڻيپوري ص117)

هن کي اها به پڪ آهي ته هن کي هن جو سچڻ ملندو. عشق ۾ اها خود اعتمادي سچل وٽ ئي آهي:

مونـــي ايندم شال، ٻاروچو ٻاجهه پئي،
اٿــمر آريچن ري جيئڻ منهنجو جنجال،
هَي هَي منهنجي حال، ههڙو هوت وساريان.

(انصاري، ص،198)

چاڪاڻ ته هن جي نظر ۾ ايجان به اهوئي منظر جاڳي پيو جنهن ۾ محبوب ساڻس گڏ هو، شايد ڪنهن لمحي ۾ يا تصوراتي تحت سچل پنهنجو مجازي محبوب ماڻيو آهي. چئي ٿو:

اجان ڪالهون ڪالهه، هيس مارن گـــڏ ملير ۾،
سي ڏينهن ويڙا گذري، ڇڻ منجهه خـــواب خيال،
اڄ پرين ڪنڍين ۾ پڪڙا، جـــــــوڙي ويـنـا جال،
جن جي ساهه سنڀال، سي اڄ پنـــهـــوار پري ٿيا.

(انصاري، ص271)

عاشق بيپرواهه آهي هن ڪي اها سوچ هرگز نه آهي ته دنيا هن کي هن جي حال تي ڇا چوي ٿي "ڪو ڪئين چوي ڪو ڪيئن چوي، مان جوئي آهيان سوئي آهيان" ۽ اجان اڳتي هو اهو به چئي ٿو:

توڙي ماڙ نه مون سڻ منهنجا سپـــــــرم،
مون کي گهرجين تون، لوڪ رٺو ئي گهوريو.

(انصاري، ص173)

عشق طالب جا سمورا حجـــــاب لاهـــــي ڇڏيا آهن
ذوق هويا، ڪڙا عشق ٿيا، لڳا عشق ته هڻ حجاب ڪيها

(راٽيپوري، ص122)

عشق جي باهه ۾ عاشق جلي ٿو ۽ معشوق پنهنجي حسن سان ان باهه کي ڀڙڪائي ٿو. محبوب خود عشق جو جلوو آهي، حسن کي پسڻ لاءِ عشق جي جذبي جو هجڻ به انتهائي ضروري آهي. سچل جي نظر ۾ معشوق جون اکيون سراسر عشق آهن، اهي ئي اکيون تير به آهن، ته اهي ئي اکيون باز به آهن، جن کان عاشق ڪنهن به صورت ۾ بچي نٿو سگهي. سرمست سائين چئي ٿو :

اکيان عشق تي عشق ني آبرو، مزگان عشق سيــوئـي،
جادوگر ڈا جادو ڈاڈا، سڀ نون حــيرت هوئـــي،
عاشق ويک حُسن دے مرچي، حال وجيـــــــندا روئـي،
"ســـــچل" تير ڪمانان بازان، پيچ نا ويندا ڪوئـي!

(راٽيپوري، ص10)

هي جاءِ تي پڻ اهڙو اظهار ڪندي چئي ٿو:

نوري نادر چام کي، کي چڪايون چانيـــــــــون،
تنهن کي ڏسڻ سان ڏياريون، ڪنهن ڦڪل ڦيرائيون،
ونـــــــــان سو وائيون، ٿو ڏيئي ڏهاڙي ان کي.

(انصاري، ص256)

سچل سائين جو جتي طالب محبوب لاءِ بيقرار آهي اتي هن جو محبوب پنهنجي طالب لاءِ پڻ بيقرار آهي. مطلب تہ هن وٽ ٻنهيءَ پاسي اها ئي باھ ٻرندي نظر اچي ٿي. اها ئي تڙپ، اهائي آنڌ مانڌ، اها ئي بيخودي، اها ئي سوچ، اها ئي سمجھ، اهو ئي انتظار سچل جي محبوب وٽ پنهنجي طالب لاءِ آهي. چئي ٿو:

ظاهر نہ هائي جڏان ذات کيڙيان دي، تڏان عشق رانجهو دا لئيان،
در رانجهـــــو دے مين وڪائي، پيان ڪيهيان اسان تي بيعان،
جنهن دي آهـــس روز ازل ڪنون، وس اهيـــن دے مين پئيان.
(راٺيپوري، ص166)

سرمست جو محبوب بہ ان جيان بيباڪ آهي، تڏهن ئي تہ وڏي واڪي چئي ٿو:

نـــــــــورنگ ندورو، ڪيڙو وجهان ڪوھ
رانجهو منهنجي روح، سدا وسي ٿو سرتيون.

ڪيـــــــــــڙي نا ميڙي، مولا مون ڪي جيڏيون،
جهنگ سچو جهيڙي تہ بہ رانجهن منهنجي روح ۾.
(انصاري، ص355)

طالب ۽ مطلوب جي سڪ هڪبئي لاءِ هڪ جيتري ئي آهي. طالب جڏهن عشق جو سودو ڪري وٺي ٿو تہ پوءِ هو مطلوب لاءِ سڀ ڪجھ ڇڏڻ لاءِ تيار آهي. سچل چئي ٿو :

مين تـا تخت هزارون آندا، ويسان جهنگ سياليـن،
عشق "هيرے" دے مار گهتيا، ڪيا آکان تنهن ديان ڳالهيـن،
اپڻا مال اڏار ڏتم، سڀ ساڙيم طول نهالين،
"عشـق لايا زور ڏاڍا، بره مچايا شور ڏاڍا".
(راٺيپوري ص،106)

سڄڻ بہ طالب خاطر طرح طرح جا سڀ سک، لاڳاپا ۽ واسطا ڇڏڻ لاءِ تيار آهي، ڇاڪاڻ تہ هن جي اندر ۾ عشق جي باھ ٻريل آهي جيڪا هن کي سک سان سمهڻ نٿي ڏئي. هو چاهي ٿي تہ ڪنهن بہ طرح هن وٽ پهچي وڃان تہ جيئن من ۾ ٻهاري جي مند موٽي اچي. سچل سائين چئي ٿو

سچل سائين جو جتي طالب محبوب لاءِ بيقرار آهي اتي هن جو محبوب پنهنجي طالب لاءِ پڻ بيقرار آهي. مطلب تہ هن وٽ پنهيءَ پاسي اها ئي باهہ ٻرندي نظر اچي ٿي. اها ئي تڙپ، اهائي آنڌ مانڌ، اها ئي بيخودي، اها ئي سوچ، اها ئي سمجهہ، اهو ئي انتظار سچل جي محبوب وٽ پنهنجي طالب لاءِ آهي. چئي ٿو:

ظاهر نہ هائي جڏان ذات کيڙيان دي، تڏان عشق رانجهو دا لئيان،
در رانجهـــــو دے مين وکاڻي، ٻيان کيهيان اسان تي ٻيعان،
جنهن دي آهـــس روز ازل کنون، وس اهيـــن دے مين پئيان.
(راٺيپوري، ص166)

سرمست جو محبوب بہ ان جيان بيباڪ آهي، تڏهن ئي تہ وڏي واڪي چئي ٿو:

نـــــــورنگ ندورو، کيڙو وجهان کوهہ
رانجهو منهنجي روح، سدا وسي ٿو سرتيون.

کيــــــــــڙي نا ميڙي، مولا مون کي جيڏيون،
جهنگ سچو جهيڙي تہ بہ رانجهن منهنجي روح ۾.
(انصاري، ص355)

طالب ۽ مطلوب جي سڪ هڪٻئي لاءِ هڪ جيتري ئي آهي. طالب جڏهن عشق جو سودو ڪري وٺي ٿو تہ پوءِ هو مطلوب لاءِ سڀ ڪجهہ ڇڏڻ لاءِ تيار آهي. سچل چئي ٿو:

مين تـا تخت هزارون آندا، ويسان جهنگ سياليـــن،
عشق "هيرے" دے مار گهتيا، کيا آکان تنهن ديان ڳالهيــن،
اپڻا مال اڏار ڏتم، سڀ ساڙيم طول نهالين،
"عشـق لايا زور ڏادا، ٻره مچايا شور ڏادا".
(راٺيپوري ص، 106)

سڄڻ بہ طالب خاطر طرح طرح جا سڀ سڪ، لاڳاپا ۽ واسطا ڇڏڻ لاءِ تيار آهي، ڇاڪاڻ تہ هن جي اندر ۾ عشق جي باهہ ٻريل آهي جيڪا هن کي سڪ سان سمهڻ نٿي ڏئي. هو چاهي ٿي تہ ڪنهن بہ طرح هن وٽ پهچي وڃان تہ جيئڻ من ۾ بهاري جي منڊ موٽي اچي. سچل سائين چئي ٿو

ادب نال آليسان...............

هو سان مين رانجهو دے نال،

ٻن ڪيڙيان دے طول وهاڻے، پلنگين پير نہ پيسايان،
مين رانجهن دي رانجهن ميڏا، ڪيڙا گهول گهتيسان،
پار درياهون جهوڪ رانجهن دي، ٻانهڙو تر تــر ويسـان،
جنهن تڙ رانجهو منجهيان چارے، تنهن تڙ باغ بڻيسان،
هڪ دل آهي رانجهو نيتي... ڪيڙيان تون ڪيا ڏيســـان،
سهڻــي صورت يار "سچــو" دي ..! ڪنهن ڪون ڪوڪ سڻيسـان.

(راٺيپوري ص،188)

جڏهن ٻنهي طرفن باهہ هڪ جيتري دکيل هجي تہ لازم آهي تہ ان عشق جي مشڪ هر سُو پکڙجي ويندي ۽ پوءِ دنيا ويري بڻجندي ويرم ئي نہ ڪندي. اها ئي حالت سرمست جي طالب ۽ محبوب سان آهي. محبوب ڪي مهڻا ملن٘تا.

طعني مار ڪي چوچڪ ڪيتا ملڪ ساري شرمنده،
مرڻ تساڪون، چوڪان آهــــا مول نہ ٿيوين زنده.

(راٺيپوري، ص113)

طالب بہ مهڻن جا تير سهي ٿو،

ماهي دي مهڻي جهولي جهليم، چاتم سڀ خواريان

آڳاٽي وقت ۾ ڪانگ قاصد وارو ڪم ڪندو هو. اڪثر شاعرن ڪانگ کي انهي مقصد ۾ ڳايو آهي. پرين ڏانهن پيغام ڪانگ وسيلي ئي موڪليو ويندو هو. هير بہ رانجهي کي پنهنجي ويڙهي گهرائڻ لاءِ ڪانگ اڏائيندي ساڻس هڪ ٿيڻ جي سڌ ڪري ٿي. سچل سائين چئي ٿو :

تون آ، مين ڪڙي ڪانگ اڏاران، آ وس ميـــڏے ويڙهي،
هر دم هوين يار سڄڻ، تون درد منــدان دے ديرے،
لتي اسان تون سهڻا سائين، جهنگ سيالين دے جهيـــڙے،
رانجهو تي مين هڪ ٿيوسي، ڪون ڪميني ڪيڙے،
"سچو" اے جهگڙا عشقي والا، قاضي ڪـــون نبيڙے؟

(راٺيپوري، ص119)

سچل محبوب تائين تہ پهچي نہ سگهيو پر ڪانگ ذريعي پنهنجي قريبن ڏانهن پنهنجو پيغام لکي مُڪو.

ڪاغذ لکي ڪال، مکم جو محبـــــــوب ڏي،
ڳالهيون سنديون حال، ٽيندیون پڙهڻ مان پڌريون.

(انصاري، ص394)

ان عرضيءَ ۾ ڇاهو..........؟ فقط عشق جي ڪٿا هئي، پنهنجي بيقراري ۽ بيخودي جو احوال هو ۽ ٻيو ڇا ٿي ٿي سگهيو. هڪ عاشق پنهنجي معشوق ڏانهن ٻيو ڇا لکندو سواءِ سڪ جي سلام جي.............!!

ڇهنب ساڻ ڇئي، ڪا جا ڪانگل ڳالهـــــڙي،
ساري آتڻ سان انهي، ڪهڙي ڏس ڪئـــــــي،
پورن منجهه پئي، سڀ ڪنهن ايت ڦٽو ڪيو.

(انصاري،ص402)

اهڙي ڪانگ وفادار ساٿي جيان ٻنهي طرفن جا پيغام خفيه طور پهچائي ٿو.

آيو رات رقم، مون ڏي محبـــــــوبن جـو،
ته "دوستي وارو دم، ڪڏهن تون نه وسارين".

(انصاري،ص394)

طالب ۽ مطلوب ٻئي هڪٻئي ڏانهن لازم ملزوم، ٻنهي جي سڪ ۽ اڪير هڪٻئي لاءِ هڪجيتري پر پوءِ به ٻنهي جي وچ ۾ هميشه رهڻ واري دوري — جا دوري ڪڏهن به متجئي ناهي ۽ عاشق پلي ڪيڏو به صادق هجي ۽ معشوق پوءِ پلي ڪيترو وفادار هجي جي هنن جي نصيب ۾ وصال جهڙي ڪيفيت لکيل ئي ناهي ته پوءِ ڪجهه به ٿي نه ٿو سگهي. سچل سائين ان دوري ۾ به وصال پاتو آهي تڏهن ته ان جي نظر ۾ عشق ئي سڀ ڪجهه آهي.

- سچل ڳالهه عشق جي سچي، ٻيا سڀ پنڌ اجايا
- سچل عشق ٻيدا نه ٿيوے، ڪيا جو چتي ڏاڙهي

(راٽيپوري، ص207)

عشق هڪ اهڙو جذبو آهي، جنهن جي ڪابه انتها ناهي، هڪ حد ڪان پوءِ ٻي حد شروع ٿئي ٿي .هر صورت پنهنجو رنگ روپ مٽائي ٿي. عشق به اهڙي طرح پنهنجا رنگ روپ مٽائي ٿو. عشق جڏهن مجاز جون حدون اورانگهي ٿو ته حقيقت جي دنيا ۾ پير پائي ٿو ۽ پوءِ هو هر صورت ۾ حقيقي مالڪ جو جمال پسي ٿو، عشق جو حقيقت جي وادي ۾ داخل ٿيڻ ڪان پهرئين مجاز جو ادراڪ هجڻ به سالڪ لاءِ انتهائي ضروري آهي. سچل سرمست به حسن و عشق جي اهڙي مجازي ادراڪ جو

خوب اظهار ڪيو آهي. هي پنهنجي مجازي محبوب جي عشق ۾ سندس سونهن سوڀيا جون ڳالهيون ڪندي ٿڪجي نه ٿو. اها خوبي سندس شاعرانه ڪمال ۽ نازڪ خيالي جو احساس ڏياري ٿي.

عاشق کي ڪهڙين سختين کي منهن ڏيڻو پوي ٿو، معشوق جي عجب جهڙين رمزن کي پروڙڻ لاءِ ته عاشق پنهنجي سر جو صدقو به ڏيڻ لاءِ تيار رهي ٿو. سچل سائين پنهنجي هن ڪافي ۾ عشق جي راهه ۾ ايندڙ عاشق لاءِ تڪليفن جو بيان ڪري ٿو ۽ هو چئي ٿو:

بات بره دي ايهي...... ايهي عجب جيهي!
مل معشوقان مصلحت ڪيتي: "عاشق قتل ڪريسون"
"قتل ڪنون جو پچي تنهن ڪون، شهر ڍنڍورے ڏيسون"
"ڪنون ڍنڍورے پچسي تهين ڪون، سولي سر چڙهيسون"
"سولي ڪنون جو پچے تنهن ڪون، لهرين وچ لڙهيسون"
"لهر ڪنون جو باهر آيا، رمز اُهين دي ريهي........"

(راڻيپوري، ص68)

## سچل سرمست جو ڪلام وقت ۽ حالتن جي روشني ۾:

شاعري وقت ۽ حالتن جي تناظر ۾ اُڀَري وڌندي آهي. شاعري ڏانهن شاعر جو رويو وڏي اهميت رکي ٿو. شاعر جي ڄاڻ ۽ سمجهه ۾ جيستائين پنهنجي دور جي حالتن جو درست ادراڪ نه هوندو تيستائين هو پنهنجي زماني جي عام ماڻهن جي حالتن کان باخبر نه ٿيندو، ان وقت تائين هن جي شعر ۾ اها زندگي پيدا نه ٿيندي جيڪا سندس شعر کي دوام بخشي ٿي، سنڌي ڪلاسيڪي شاعري اهڙين خوبين ۽ ڄاڻ سان ڀري پئي آهي. هنن شاعرن جي ڪلام ۾ انهن جي دور جي سياسي، سماجي، مذهبي ۽ تاريخي حالتن بابت اسان کي ڄاڻ ملي ٿي. سچل سائين ان ڪلاسيڪل ڌارا جو هڪ اهم رڪن آهي جنهن پنهنجي دور جي معاملن، بدنظمي ۽ اٿل پٿل جو خوب ادراڪ حاصل ڪري پنهنجي شاعري ذريعي ان جو واضح اظهار ڪيو آهي. سرمست سائين جي دور جون سياسي حالتون شديد اختلافن ۽ مونجهارن جي نظر رهيون. جنهن سبب هڪ طرف ملڪي وحدت کي انتهائي خطرو هو ته ٻئي طرف ملڪ اندر مذهبي، معاشي، سماجي ۽ سياسي بيچيني هئي. هي سموري صورتحال سرمست سائين جي سامهون هئي. هن انهن حالتن جو اظهار پنهنجي ڪلام ۾ ڪيو آهي.

سچل سرمست باشعور ۽ سڄاڳ عارف عالم هو. هن چاهيو ٿي ته هن جو سماج هڪ خوبصورت سماج هجي. هن چاهيو ٿي ته هن جا ماڻهو مذهب، رنگ، نسل ۽ فرقن جي بنياد تي پاڻ ۾ ورهايل نه هجن بلڪ هنن جي وچ ۾ انسانيت، انسان شناسي، سهپ، رواداري، برداشت، ميٺ، محبت ۽ ڀائيچارو موجود هجي. ڇاڪاڻ جو ڪوبه سماج، قوم يا ملڪ ان ئي بنياد تي قائم رهي سگهي ٿو، مضبوط رهي سگهي ٿو. جڏهن ان ۾ رهندڙ جدا جدا مذهبن، فرقن، زبانن، رنگ ۽ نسل سان تعلق رکندڙ فرد ۽ قبيلا هڪ بنياد تي قائم رهي پاڻ کي هڪ قوم ثابت ڪن ته پوءِ اهو ملڪ يا قوم سگهاري طور موجود رهندي. سچل هڪ اهڙي سماج جو خواهشمند هو تنهن ڪري هن بار بار پنهنجي ڪلام ذريعي اهو سمجهائي رهيو هو.

سرمست سائين جي دور جو سياسي، سماجي، معاشي ۽ مذهبي حالتون اسان کي ڪي گهڻيون بهتر ۽ خوشحال نظر نه ٿيون اچن (اسان ان بابت تفصيل سان باب ٻئي ۾ لکي آيا آهيون) اسان ڏسون ٿا ته هڪ طرف هتان جا ٽالپر حڪمران حڪومت ۾ اچڻ کان ئي ڪمزور حڪمران رهيا، ۽ ٻي طرف سندس پاڻ ۾ ننڍين ننڍين نااتفاقين سبب ملڪ اندر عام ۾ بيچيني جي لهر ڊوڙي وئي. جنهن افراتفري مان وڌ مان وڌ انگريزن فائدو حاصل ڪيو. هنن ٽالپر اميرن سان مختلف وقتن تي عهدناما ڪري سنڌ ڌرتي تي پنهنجو راڄ قائم ڪرڻ جا سانباها ڪيا. ان دور ۾ ان وقت جا حڪمران شايد سياسي مصلحتن يا پنهنجي سياسي اڻ ڄاڻائي سبب فرنگين جي چالبازين کي سمجهي نه سگهيا پر سچل سائين جهڙي مدبر عالم صوفي انهن حالتن کي سمجهي رهيو هو تڏهن ئي ته فرنگين جا ٽالپر حڪمرانن سان دوستي ۽ واپار جي بهاني ڪيل عهدنامن جي پس منظر ۾ چئي ٿو:

پني ۾ پيغام ڪي لکي مڪا سڄڻين،
سي نه سمجهن عام، جي منجهه اشارتن.
(انصاري، ص379)

تاريخ جا ورق ٻڌائين ٿا ته انگريزن خود انهيءَ عهدنامن جي پابندي ڪيتري حد تائين ڪئي. سچل سائين پنهنجي دور جي عام ماڻهن جي سماجي حالتن بابت پڻ ڳڻتي ظاهر ڪندي ديوان آشڪار ۾ چئي ٿو:

در فرح عيش اغنيا سيرند،
کارسازی جهان را ديدم.
(درازي، ج1، ص181)

(دولتمند عيش عشرت ۾ مست آهن، دنيا جو ڪاروبار ڪيئن هلي ٿو مون اهو ڏسي ورتو آهي)

ان ساڳي غزل ۾ وڌيڪ چئي ٿو:

همهه اشراف درغم واندوه،
خرمی ناکسان را دیــدم.
(درازي، ج1، ص182)

(سڀ شريف ماڻهو پريشان ۽ غمناڪ آهن، نااهل ماڻهن کي مون فرش تي ڏٺو آهي)

جڏهن حڪمران عيش عشرت ۾ محو هجن ۽ هنن جو پنهنجي رعيت ڏانهن ڪو جوڳو ڌيان نہ هجي تہ ان صورت ۾ حڪمرانن جا منشي بہ عوام لاءِ آزار ٿي پوندا آهن. منشين جي اهڙي ڪردار کي وائکو ڪندي سرمست سائين چئي ٿو:

ايکراز خوف کار پردازان
زرد رو مرد مان را ديدم
(درازي،ج1، ص183)

(اي دوست! مون سرڪاري ڪارندن جي ڏاڍائين جي فڪر سبب عوام کي پريشان ڏٺو آهي)

سچل سرمست ان حالت ۾ ملان ۽ قاضي کي بہ ننديو آهي تہ هو بہ عام کي آزارڻ ۽ ان کي گمراهہ ڪرڻ جو ڪردار ادا ڪن ٿا. ڇاڪاڻ تہ جڏهن بہ ملڪ/رياست اندر حالتون بگڙجندڙ ۽ بدلجڻ شروع ٿين تہ ان وقت جي عالمن/ساڃهہ وندن/ باشعور ذهنن ۽ معاشري جي ذميدار فردن تي پاڻ مرادو فرض عائد ٿيندو آهي تہ هو پنهنجي قوم/سماج/ معاشري جي اخلاقي، روحاني، سياسي ۽ علمي اڳواڻي ڪن پر جڏهن معاشري جي ان طبقي جو قبلو خود بہ درست نہ هجي تہ پوءِ ان قوم تي نازل ٿيندڙ آفتن کي ڪير بہ روڪي نہ سگهندو. سرمست سائين جي دور جي، قاضين ۽ ملان جو ڪردار پڻ اسان کي ڪو مثبت نظر نہ ٿو اچي. تاريخ جي ورقن مان اهڙن ملان ۽ قاضين جو ماڻهن کي زوري مسلمان ڪرڻ جهڙو خطرناڪ فعل نظر اچي ٿو. مذهب فقط دماغ ۽ عقل سان ڪنهن مٿان لاڳو نہ ٿو ڪري سگهجي، بلڪ ان لاءِ عقل ۽ دليل سان گڏوگڏ دل جو راضپو، جذبو ۽ جوش جو هجڻ بہ لازم آهي. سچل عشق کان سواءِ رکي عقل/دليل سان مذهب جي اڳواڻن کي مخاطب ٿئي ٿو:

قاضي مين سچ آکان تينون، ڇوڙ مسائل مصلا،
”سچل“ جنهن حق حاصل ناهين، راهه کنون او پلا.

(راٽيپوري، ص214)

جڏهن شين کي عقل/دماغ سان ڏسڻ بجاءِ عشق جي تناظر ۾ ڏسبو ته اهي ئي شيون پنهنجن اڳين صورتن کان مختلف نظر اينديون. سرمست سائين اهڙن بي عمل قاضين لاءِ فارسي ۾ چئي ٿو:

حافظان در خوان بی عمل اندا
بیخ قاضیان را دیدم

(درازي، ج1، ص181)

(مون قرآن جي حافظن کي بي عمل ڏٺو آهي ۽ وقت جي انهن قاضين جي ذاتي حالتن جي تصوير درويش درازي هن طرح چٽي آهي:

مسجد دے وچ کاڻ تکر دے، ڏيوين بانگ صلواتان،
منهن چٻي، ڏاڙهي ڏنگي، خام پڙهن خلواتان،
عالم ليکي روزي رکدے، پر هن کاوڻ ديان آفاتان،
سچل راهه نه اها سچ دے، برهه واليان بيان باتان؟

رک کي ورد وظيفا اڳون، جهڻ جهڻ ٻهون کريندے،
مسجد وچ مراقبا کرکي، مکيان ويک مريندے،
سچي ڳالهه هادي دے اتي، نااعتبار کريندے،
رجعت کاڻ دنيا دے، سچل نوين نوين سبق پڙهيندے.

(راٽيپوري، ص212)

۽ فارسي غزل ۾ چئي ٿو:

بهر دنیای دون سرگردان
روز و شب عالمان را دیدم

(درازي، ج1، ص181)

(مون ڏينهن رات عالمن کي نيچ دنيا لاءِ پريشان ڏٺو آهي)

تنهنکري هو اهڙن مذهبي ٺيڪيدارن جي ڪردار ۽ عمل مان ايترو ته بيزار هو جو هن صاف چئي ڏنو ته:

مذهبن ملک ۾ ماڻهو منجهايا

سچل هتي ڪنهن مذهب جي مخالفت نہ ٿو ڪري بلڪ اهڙي بي عمل قول ۽ فعل ۾ تضاد رکندڙ ملن جي مذهبي فرقي پرستي جو سخت مخالف ضرور آهي تڏهن تہ چئي ٿو:

نا مين شيعا، نا مين سني، صوفي صاف برهہ دي مني

سچل جڏهن ڏٺو تہ هن جي ملڪ جا حڪمران عام جي اهنجن ڪان اڻ واقف آهن، وقت جا قاضي پنهنجي علميت ۽ ان علميت بهاني مرتبي حال ڪرڻ پويان آهن ۽ عام ماڻهو سرڪاري ڪارندن ۽ منشين جي هٿان آزار ۾ آهي تہ ٻي طرف ملڪي وحدت ڪي ڏارين حڪمرانن جو هر وقت خوف خطرو آهي تہ هن پاڻ ئي عام کي سجاڳي جو سنيهو ڏيڻ شروع ڪيو. هن جو اهو نياپو هڪ اهڙو پيغام هو جنهن تي جيڪڏهن ان وقت عمل ٿي ها تہ سنڌ ڌرتي کي ڏارين جي غلامي جو ڳٽ پنهنجي ڳچي ۾ وجهڻو نہ پوي ها بلڪ هڪ آزاد رياست طور دنيا تي سدا پنهنجو ڳاٽ اوچو رکندي اچي ها. سچل جو اهو پيغام ڇا هو؟ اهو پيغام هو اندر مان دوئي دور ڪرڻ جو، خود کي ٻانهو/غلام ۽ حڪمران/اڳواڻ کي آقا نہ مڃڻ جو - اها ڪا بغاوت نہ هئي — اهو شعور هو جيڪو سچل ڏيڻ چاهيو. جنهن جي بدولت فرد پنهنجي وڃائيندڙ ثقافتي، تهذيبي ۽ قومي تشخص ٻيهر آبرو ۽ عزت سان حاصل ڪري پئي سگهيو، تڏهن ئي تہ هو جدا جدا مذهبن بجاءِ انسانيت، قوميت، ڌرتيءَ جي محبت وارن نقطن/نظرين/بنيادن تي گڏ ٿيل هڪ قوم جو خواب ڏسي رهيو هو:

وقت اها ٿئي ويل دوئي دور ڪرڻ جـــي،
ڪڍ مذاهب من مان، ساجهر ساڻ سويـــل،
هندو مومن سان ملي، محبت جا ڪر ميل،
متان ٿيئي اويل، اولهہ سج نہ الهـــــي.
(قاضي، ص284)

ملڪي حالتن جي مدنظر اهو ئي وقت هو جڏهن سمورن ماڻهن کي هڪ ثابت ٿيڻو هو.

سچل جتي هندو، مسلم کي گڏ ٿيڻ جي ڳالهہ چئي رهيو آهي اتي هو عام ماڻهن کي جيڪو مير ملاح پڻ آهي مخاطب آهي

مڪڙي ڏنم موج ۾، تنهن ۾ مير مـــلاح،
ميون مارين اوچتي، بانڪا بي پـــرواهہ،
لهر بحر جا حاڪم، ڇاٽي شوريا وتن شـــاهہ،

هند سنڌ تي فلڪ نہ آٿـن، مارن ملڪ سپاهہ،
وائــــــــڙا رکن تن مٿان، ويچارا ويساهہ،
آسرو آديــــــــن جا، آهن منجهہ الله،
ڏيئي پاند پناهہ، رکـــي وٺندو راڄ کـــــي.
(قاضي، ص284)

تہ ساڳي وقت هو ذهنن جي انقلاب ڏانهن پڻ وڃي رهيو آهي.

ٻانهو يانءُ مَر پاڻ توهين مالڪ ملڪ جو
(انصاري، ص82)

سندس هي سٽون ماڻهن جي سوچ کي تبديل ڪرڻ لاءِ وڏو تيز هٿيار آهي. جنهن جي ذريعي عام کي اهو سمجهائي سگهجي ٿو تہ منجهس اها سگهہ/شڪتي/طاقت/اعتماد/ حوصلو/ جرئت موجود آهي جنهن جي ذريعي هو پنهنجي قومي/ذاتي/حيثيت تسليم ڪرائي سگهي ٿو. سچل جي بيباڪي هتي بہ زور تي آهي هو اجا اڳتي وڌندي سڌو سنئون مزاحمت جو درس ڏئي رهيو آهي.

ٽوڙ رواج ۽ رسمون ساريون، مرد ٿيين مردانـــو،
پاڻ بيگانو مول نہ ڄاڻين، آهين يار يگانـــــــو،
"ونفخت فيه من روحي" بلڪل چڙ بهانــــــو،
وهم "سچل" ڪڍ ٻانهپ وارو، شملو ٻڌ شهانـــو.
(قاضي، ص286)

سچل سائين پنهنجي مزاحمت ۽ سجاڳي واري جنگ هر طرف وڙهي رهيو آهي، پنهنجي قوم جا حوصلا بلند ڪرڻ ۽ مخالف/دشمن کي ڪمزور ڪرڻ واري خيال کي اپاري رهيو آهي

هڪ جُوءِ ٻي جوءِ چـــڏن ڪين جوان،
اهي پي انسان، جي ننگن تان نثار ٿيا.
(انصاري، ص323)

هو وڏي واڪي عوام ۾ مزاحمت جو روح ڦوڪي رهيو آهي.

- مار نغارا انا الحق دا سولـي سر چڙهيجي
- چوڙ گمان گدائي والا شملا چا ٻڌ شاهي دا

(راٽيپوري، ص7-224)

- پنڻي ڇڄ نہ ڇل، منجهـــہ تماشي نہ پوين

(انصاري، ص59)

سچل سائين ڄاڻي ٿو تہ حڪمران ڪيترو بہ ڪمزور ڇو نہ هجي هن جي رياست ۾ افراتفري ۽ بيچيني ڇو نہ هجي پر جڏهن هڪ فرد حق ۽ سچ جو آواز بلند ڪرڻ لاءِ اٿندو تہ سندس مخالفت ضرور ڪئي ويندي، ان حالت ۾ هو رياستي ڪارندن جو قابل قبول نہ رهندو، پر سچل اهو سڀ ڪجهہ ڄاڻيندي پنهنجو اهو ڪلم ڪلا وارو انداز اختيار ڪندي چئي رهيو آهي:

سچ ٿا مرد چون ڪنهن ڪي وٽي نہ وٽي،
ڪوڙي دوستي جو دم، بٽي نہ بٽـــي.

(قاضي، ص174)

سچل پنهنجي وقت جي سياسي، سماجي، مذهبي حالتن جو پورو پورو ادراڪ رکندڙ باشعور ۽ سجاڳ ذهن هو. تنهن ڪري هن پنهنجي دور جي حالتن جي تجزيي مان گهڻو وقت اڳ سمجهي ڇڏيو تہ سنڌ مٿان ڪا آفت اچڻ واري آهي جيڪا ان وقت جا ٽالپر حڪمرانن جي ئي سبب ايندي. هو ديوان آشڪار ۾ چئي ٿو:

عاقبت ميرسد بکشور سندھ
صد زيان حمزيان را ديـــدم

(درازي، ج1، ص184)

(آخرڪار سنڌ کي زبردست نقصان پهچندو ۽ نقصان پهچائڻ وارا حمزه خاندان سان تعلق رکن ٿا)

نيٺ دنيا ڏٺو تہ ڪمزور سياسي پاليسين، اندروني اختلافن، تخت جي ڇڪتاڻ سبب ٽالپر امير، فرنگين جي وڇايل دوستي واري ڄار ۾ ايترا تہ ڦاسي پيا جو هنن کي پنهنجو ملڪ توڙي پنهنجو پاڻ بچائڻ ناممڪن بڻجي ويو ۽ هڪ آزاد ۽ خود مختيار رياست سنڌ 1843ع ۾ ٽالپر اميرن جي هٿن مان نڪري ڌارين قابضن انگريزن جي هٿ هيٺ اچي وئي.

سچل سرمست جو پنهنجي وقت جو وحدت الوجود جي فلسفي جو وڏو پرچارڪ شاعر آهي پر باوجود ان جي هن تصوف کان عام ۾ سجاڳي وارو شعور بيدار ڪرڻ وارو ڪم پڻ ورتو. سنڌ جو صوفي وطن دوستي جو ڪردار خوش اسلوبي سان نباهي ڄاڻي ٿو. مخدوم بلاول ۽ شاهه عنايت شهيد سنڌ جي تصوف جي تاريخ جا بہ اهڙا مدبر، عالم ۽ باشعور صوفي آهن جن جڏهن ڏٺو تہ سنڌ ملڪ تي

ڏکيو وقت نازل ٿيو آهي تہ هنن ان وقت پنهنجو ڪردار ادا ڪندي پنهنجي جان جو نذرانو بہ ڏيڻ کان نہ ڪيٻايو آهي، اهڙي طرح شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي ڪلام ۾ پڻ اسان کي مزاحمت، سياست، سجاڳي جا لاڙا ملن ٿا. ڀٽائي گهوٽ چئي ٿو:

سورهہ ورهين سوپ ڪي تہ دل جا وهم وسار،
هڻ ڀالا وڙهہ ڀاڪرين آڏي ڍار مَ ڍار،
متان تيغ ترار، مار تہ متارو ٿئين.

(سارنگ)

انهي طرح سچل سائين پڻ پنهنجي دور کان باخبر سجاڳ شاعر هو هن پنهنجي شاعري ذريعي مذهبن جي فرق کان آجي هڪ قوم جو شعور ڏنو. هو بار بار پنهنجي قوم ۾ جوش، جذبو، حوصلو، اعتماد جو روح ڦوڪيندو رهيو. اهڙي ريت سرمست سائين پنهنجي وطن دوستي وارو ڪردار خوب نباهيو آهي.

# حوالا/حاشيا

1. قاضي علي اڪبر درازي، انتخاب اردو ڪلام سچل سرمست، ص5، 1972ع
2. ڊاڪٽر عطا محمد حامي، ڪجھ غلط روايتون، (مقالو)، ص50-49، سرمست نمبر1، مرتب: تنوير عباسي، سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور 1981ع.
3. سيد حسام الدين شاھ راشدي، ڳالهيون منهنجي سنڌ جون، مرتب: غلام محمد لاکو ص198،سنڌي ادبي بورڊ 1992ع
4. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، حافظ عبدالوهاب فاروقي (مقالو) ص230-229، ڪارروائي سچل نيشنل سيمينار، مرتب: حميد آخوند، سچل اڪيڊمي خيرپور1983ع
5. هن مطالعي دوران اسان سچل سائين جا هيٺيان رسالا سامهون رکندا سين
   - عثمان علي انصاري، رسالو سچل سرمست (سنڌي ڪلام) روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو 1997ع
   - قاضي علي گوهر درازي، سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام، سچل چيئر، شاھ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور 1995ع
   - مولوي حڪيم محمد صادق راڻيپوري، سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام، سنڌي ادبي بورڊ 1959ع
   - مرزا علي قلي بيگ، رسالو ميان سچل فقير جو، ميشرس هريسنگھ سنس ڪتبخانه سکر1902ع
   - قاضي علي اڪبر درازي (مترجم) ديوان آشڪار (جلد اول-دوم) محڪمہ اوقاف سنڌ حيدرآباد 82-1981ع
6. ڊاڪٽر عطا محمد حامي، خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو، ص281، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي 1994ع
7. صديق طاهر، سچل سرمست کي سرائڪي شاعري، (اردو مقالو) ص44، ڪاروائي سچل نيشنل سيمينار، مرتب: حميد آخوند، سچل اڪيڊمي خيرپور 1983ع.
8. سچل سرمست کي سرائڪي شاعري، (اردو مقالو) ص44، (حوالو اڳ آيل آهي).
9. پروفيسر ڊاڪٽر نواز علي شوق، سنڌ جو عطار (حضرت سچل سرمست) ص45، سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور 1999ع.
10. ڊاڪٽر تنوير عباسي، سچل سرمست جو سنڌي ۽ سرائڪي شاعري تي اثر (مقالو) ص78-77، ڪاروائي سچل نيشنل سيمينار، مرتب: حميد آخوند، سچل اڪيڊمي خيرپور 1983ع.
11. سنڌ جو عطار (حضرت سچل سرمست) ص45-44، (حوالو اڳ آيل آهي).
12. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، سچل سرمست جو سرائڪي شاعرن ۾ مقام (مقالو)، ص80،

ڪاروائي سچل نيشنل سيمينار، مرتب: حميد آخوند، سچل اڪيڊمي خيرپور 1983ع.
13. پروفيسر آفاق صديقي، سچل سرمست کا سرائکي کلام (اردو مقالو)، ص-152، ڪاروائي سچل نيشنل سيمينار، مرتب: حميد آخوند، سچل اڪيڊمي خيرپور 1983ع.
14. سچل سرمست کا سرائکي کلام (اردو مقالو)، ص-152، (حوالو اڳ آيل آهي).
15. حافظ محمود شيراني، پنجاب مين اردو، ص8، مقتدره قومي زبان اسلام آباد 1980ع.
16. پنجاب مين اردو، ص10، (حوالو اڳ آيل آهي).
17. پنجاب مين اردو، ص230، (حوالو اڳ آيل آهي).
18. ڊاڪٽر جميل جالبي، تاريخ ادب اردو (جلد اول)، ص599، مجلس ترقي ادب لاهور، 1975ع.
19. سيد سليمان ندوي، نقوش سليماني، ص31، مطبوعه معارف پريس اعظم ڳڙهه 1980ع.
20. نقوش سليماني، ص33، (حوالو اڳ آيل آهي)
21. نقوش سليماني، ص34، (حوالو اڳ آيل آهي)
22. سيد حسام الدين شاهه راشدي، مقالات راشدي، مرتب: ڊاڪٽر غلام محمد لاکو، ص138، انسٽيٽيوٽ آف سينٽرل اينڊ ويسٽ ايشين اسٽڊيز جامعه ڪراچي 2002ع.
23. سيد حسام الدين شاهه راشدي، امين الملڪ نواب مير محمد معصوم بکري، ص50-49، سنڌي ادبي بورڊ 1979ع.
24. تاريخ ادب اردو (جلد اول) ص680-671، (حوالو اڳ آيل آهي).
25. تاريخ ادب اردو (جلد اول) ص711، (حوالو اڳ آيل آهي).
26. تاريخ ادب اردو (جلد اول) ص699، (حوالو اڳ آيل آهي).
27. تاريخ ادب اردو (جلد اول) ص699، (حوالو اڳ آيل آهي).
28. ڊاڪٽر سليم اختر، اردو ادب کي مختصر ترين تاريخ، ص80، سنگ ميل پبليڪيشن لاهور، 2003ع.
29. پنجاب مين اردو، ص54-53، (حوالو اڳ آيل آهي).
30. تاريخ ادب اردو، ص23، (حوالو اڳ آيل آهي).
31. اردو ادب کي مختصر ترين تاريخ، ص49، (حوالو اڳ آيل آهي).
32. تاريخ ادب اردو، ص34-30، (حوالو اڳ آيل آهي).
33. تاريخ ادب اردو، ص43-37، مختلف صفحا، (حوالو اڳ آيل آهي).
34. تاريخ ادب اردو، ص184، (حوالو اڳ آيل آهي).
35. تاريخ ادب اردو، ص ، (حوالو اڳ آيل آهي).
36. تاريخ ادب اردو، ص197-195 ۽ ص 339، (حوالو اڳ آيل آهي).
37. تاريخ ادب اردو، ص384، (حوالو اڳ آيل آهي).
38. رام بابو سڪسينه، تاريخ اردو ادب، مترجم: مرزا محمد عسڪري، ص65، غضنفر اڪيڊمي پاڪستان ڪراچي.
39. رام بابو سڪسينه، تاريخ اردو ادب، ص63، (حوالو اڳ آيل آهي).
40. تاريخ اردو ادب، ص531، (حوالو اڳ آيل آهي).

41. رام بابو سکسينه، تاريخ اردو ادب، ص77، (حوالو اڳ آيل آهي).
42. ڊاڪٽر سيد عبدالله، ولي سي اقبال تک، ص8-7، مکتبہ خيابان ادب لاهور 1976ع
43. تاريخ اردو ادب، ص558، (حوالو اڳ آيل آهي).
44. اردو ادب کي مختصر ترين تاريخ، ص60، (حوالو اڳ آيل آهي).
45. اردو ادب کي مختصر ترين تاريخ، ص61-60، (حوالو اڳ آيل آهي).
46. اردو ادب کي مختصر ترين تاريخ، ص81، (حوالو اڳ آيل آهي).
47. عبدالحکيم "عطا" ٺٽوي، بتصحيح و مقدمه: سيد محمد مطيع الله "راشد" برهانپور، ديوان عطا، ص549، سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي.
48. سنڌ ۾ اردو جي ارتقا، ترقي ۽ اردو شاعري جي حوالي سان مفصل تحقيقي ڪم ٿيو آهي. هن سلسلي ۾ خاص طور هيٺيان ڪتاب نروار ٿي چڪا آهن.

الف_ مشتاق علي جعفري، سنڌ کي جديد اردو شعراءُ، 1961ع.

ب_ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سندھ ۾ اردو شاعري، 1967ع.

ج_ محمد معين الدين دردائي، صوفياءِ سندھ اور اردو، 1973ع

د_ ڊاڪٽر شاهده بيگم، سندھ ۾ اردو، 1980ع.

ح_ ڊاڪٽر وفا راشدي، اردو کي ترقي مين اولياءِ سندھ کا حصا 1994ع

و_ اختر درگاهي، بيدل جو اردو ڪلام، 1997ع.

ز_ موهن لعل پريمي، سچل سرمست اور ان کي اردو شاعري، 2004ع.

49. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، لسانيات پاڪستان، ص171، مقتدره قومي زبان 1992ع.
50. ڊاڪٽر عطا محمد حامي، سچي سان گڏ ڪچو ڪـــلام (مقالو) ص18، ماهوار نئين زندگي، فيبروري 1967ع.
51. ڊاڪٽر عطا محمد حامي، سچل جو ڪلام ۽ ان جا ناشر (مقالو)، ص21، ماهوار نئين زندگي، ڊسمبر 1967ع.
52. سنڌ جو عطار، حضرت سچل سرمست ص17، (حوالو اڳ آيل آهي).
53. سنڌ جو عطار، حضرت سچل سرمست، ص18 (حوالو اڳ آيل آهي).
54. رسالو ميان سچل فقيـــر جـــو،(جلد اول) ص214، (حوالو اڳ آيل آهي).
55. ڊاڪٽر عطا محمد حامي، سچل سرمست جي اردو شاعري (مقالو) ص104، ڪاروائي سچل نيشنل سيمينار خيرپور، مرتب: حميد آخوند سچل اڪيڊمي خيرپور 1983ع.
56. تاريخ اردو ادب، ص694، (حوالو اڳ آيل آهي).
57. رشيد احمد لاشاري، سچل سرمست جي اردو شاعري (مقالو) ص23، ماهـــوار نئين زندگي، جنوري 1960ع.
58. سيد حسام الدين شاهه راشدي، سنڌ ۽ ايـــران جـــا تعلقات (مقالو) مترجم: غلام محمد لاکو، ٽماهي مهراڻ، نمبر-4، سال 1984ع.

راشدي صاحب هن مقالي ۾ نہ رڳو ايران ۽ سنڌ جي تاريخي لاڳاپن تي روشني وڌي آهي، پر ان سان گڏ سنڌ ۾ فارسي زبان جي داخل ٿيڻ ۽ شروع جي فارسي شاعرن جي ڪليات ۾ سنڌ جي

ذڪر ڪي بہ نروار ڪيو آهي.

59. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، سنڌي شاعري تي فارسي شاعري جو اثر، ص37، انسٽيوٽ آف سنڌ الاجي 1980ع

60. سنڌي شاعري تي فارسي شاعري جو اثر (حوالو اڳ آيل آهي)

61. Dr. H.I Sadarangani, Persian Poets of Sindh, P-5-10, Sindhi Adabi Board Hyd. 1987 A.D

62. غلام محمد لاکو، سمن جي سلطنت، ص101-100، پاڪستان اسٽڊي سينٽر سنڌ يونيورسٽي، ڄامشورو، 1987ع.

جيتوڻيڪ "ڄام جوڻو" سنڌ جو اوائلي فارسي شاعر شمار ڪيو ويو آهي، پر تازي تحقيق ان کي رد ڪري ٿي (سيد حسام الدين شاهہ راشدي، ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون، ص3-412، انجمن تاريخ سنڌ ڪراچي، 1981ع.

63. سنڌ ۽ ايران جا تعلقات (مقالو) (حوالو اڳ آيل آهي)

64. سنڌي شاعري تي فارسي شاعري جو اثر، ص37(حوالو اڳ آيل آهي)

65. ڊاڪٽر غلام محمد لاکو، سنڌ جو تاريخي ۽ تحقيقي جائزو، ص10، مارئي سماجي سنگت ڪراچي، 1997ع

66. (i) سنڌ ۽ ايران جا تعلقات (مقالو) (ii) سيد عبدالقادر ٺٽوي حديقة اولياءَ (فارسي) بتصحيح: سيد حسام الدين شاهہ، مقدمي جا مختلف صفحا، سنڌي ادبي بورڊ 1967ع (iii) سنڌ جو تاريخي ۽ تحقيقي جائزو ص10

67. ڊاڪٽر غلام محمد لاکو، ڪلهوڙا دور حڪومت، ص389-386، انجمن اتحاد عباسيہ پاڪستان، ڪراچي 2004ع

68. سنڌ ۽ ايران جا تعلقات، (حوالو اڳ آيل آهي)

69. پروفيسر ڊاڪٽر ابراهيم خليل، سچل سرمست اور ان کي تعليمي نظريات، ص74، پاڪستان ايجوڪيشنل ڪانفرنس ڪراچي، 1992ع.

70. قاضي علي مردان(مرتب)سوانح حيات قاضي علي اڪبر درازي، ص222-205، 1985ع.

71. ڊاڪٽر عطا محمد حامي، وڪريل موتي ص89-86، مرتب: مقصود گل، سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتو ديرو، 1983ع.

72. سچي سان گڏ ڪچو ڪلام (مقالو) ص18، (حوالو اڳ آيل آهي).

73. سچل سرمست اور ان ڪي تعليمي نظريات، ص76، (حوالو اڳ آيل آهي).

74. رشيد احمد لاشاري، سچل سرمست، ص92، سلطان حسن اينڊ سنز، ڪراچي.

75. سچل سرمست، ص142، (حوالو اڳ آيل آهي).

76. سچل سرمست اور ان ڪي تعليمي نظريات، ص78، (حوالو اڳ آيل آهي).

77. سچل سرمست، ص162-161، (حوالو اڳ آيل آهي).

78. وڪريل موتي، ص86، (حوالو اڳ آيل آهي).

79. وڪريل موتي، ص86، (حوالو اڳ آيل آهي).

80. وکريل موتي، ص87، (حوالو اڳ آيل آهي).
81. ڊاڪٽر عطا محمد حامي، نينهن جا نعرا، ص45-44، ڪافي پبليڪيشن ڪراچي، 1983ع
82. نينهن جا نعرا، ص45، (حوالو اڳ آيل آهي)
83. نينهن جا نعرا، ص46، (حوالو اڳ آيل آهي)
84. نينهن جا نعرا، ص47، (حوالو اڳ آيل آهي)
85. وکريل موتي، ص88، (حوالو اڳ آيل آهي).
86. وکريل موتي، ص88، (حوالو اڳ آيل آهي).
87. وکريل موتي، ص89، (حوالو اڳ آيل آهي).
88. ڊاڪٽر عطا محمد حامي جون منظوم ترجمو ڪيل سچل سرمست جون مثنويون، ڊاڪٽر نواز علي شوق، ترتيب ڏئي "نينهن جا نعرا" ڪتاب ۾ 1983ع ڌاري ڪافي پبليڪيشن طرفان شايع ڪيون ۽ قاضي مقصود گل پڻ انهن مثنوين جو اردو منظوم ترجمو "عشق سمندر" نالي ڪتاب ۾ ڪيو، جيڪو، تازو سچل چيئر خيرپور طرفان سال 2003ع شايع ٿيو. ان کان سواءِ محمد علي حداد پنهنجي ڪتاب "سچل سرمست ببليو گرافي" (ص158، 1982ع) ۾ مثنوي رازنامو، رهبر نامو، گداز نامو، عشق نامو ۽ تارنامو جو فقير هادي بخش جي ڪيل منظوم سنڌي ترجمي جي قلمي نسخن جو ذڪر ڪيو آهي.
89. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، بيت، ص1، سنڌي ادبي بورڊ، 1971ع
90. بيت، ص5-2، (حوالو اڳ آيل آهي)
91. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، سچل جو پيغام، ص78، مهراڻ اڪيڊمي 1995
92. سچل جو پيغام، ص80 (حوالو اڳ آيل آهي)
93. سچل جو پيغام، ص89 (حوالو اڳ آيل آهي)
94. سچل جو پيغام، ص86 (حوالو اڳ آيل آهي)
95. سچل جو پيغام، ص91 (حوالو اڳ آيل آهي)
96. ڊاڪٽر انصار الله، اردو پر تمل اثرات، (مقالو) سه ماهي اردو، ص131-130، انجمن ترقي اردو پاڪستان، جلد64، شمارو1، جنوري تا مارچ 1988ع
97. سچل جو پيغام، ص95، (حوالو اڳ آيل آهي).
98. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، سچل جو پيغام، ص100، مهراڻ اڪيڊمي 1995ع
99. سچل جو پيغام، ص95، (حوالو اڳ آيل آهي).
100. مرزا عباس علي بيگ، ڪليات ثابت علي شاهه، ص3-2، اسلامڪ ڪلچر اينڊ ريسرچ سينٽر ڪراچي 1984ع
101. ڪليات ثابت علي شاهه ص13-12-03 (حوالو اڳ آيل آهي)
102. محمد علي حداد، خيرپور جي شاعرن جي مرثيا گوئي، 50-49، (ايم.اي سنڌي مونوگراف) (اڻڇپيل) سنڌ يونيورسٽي ڄام شورو 1969ع
103. خيرپور رياست جي شاعرن جي مرثيا گوئي، ص51
104. شيخ نياز محمد نياز، سنڌي گلدستو، ص9-183 شيخ خليل احمد 1977ع

105. آزاد قاضي (مرتب) سچل سرمست جون سه حرفيون ص23، سچل چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي 2008ع
106. سيد منظور نقوي، ڪافي تحقيقي جي روشني ۾، ماهوار نئين زندگي، جون 1953ع
107. مخدوم طالب المولىٰ، ڪافي، ص63، بزم طالب المولىٰ شاخ هالا 1962ع
108. مولانا غلام محمد گرامي، ڪافي، ص71، ٽماهي مهراڻ /3 ۽ 4، 1969ع سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو
109. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، ڪافيان، ص34 (اردو) بزم ثقافت ملتان 2003ع.
110. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، سنڌي موسيقي جي تاريخ ص8-107، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهه/ حيدرآباد 2003ع
111. سيد مطيع الله برهانپوري، برهانپور ڪي سندهي اولياء، ص214، سندهي ادبي بورد جام شورو سندهه 1987ع
112. ڪافي، ص7 (حوالو اڳ آيل آهي)
113. ڪافي، ص8 (حوالو اڳ آيل آهي)
114. ڪافي، ص74 (حوالو اڳ آيل آهي)
115. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڪافيون (جلد پهريون) ص5، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو 1985ع
115-A. سچل جو پيغام، ص108 (حوالو اڳ آيل آهي)
116. ڊاڪٽر فرمان فتحپوري (مرتب) اردو شاعري ڪا ارتقا، ص274، اردو اڪيڊمي سنڌه 1990ع
117. هن ضمن ۾ ڊاڪٽر سليم اختر جو مضمون "ريخته ڪا سماجي اور تهذيبي پس منظر" شامل ڪتاب "اردو شاعري ڪا ارتقا" ڏسڻ گهرجي.
118. (i) ڊاڪٽر شيخ ابراهيم "خليل" سنڌي شاعري ۽ علم عروض، ص269 مهراڻ اڪيڊمي (ii) ڊاڪٽر اياز قادري، سنڌي غزل جي اوسر (ڀاڱو پهريون) ص10، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1983ع
119. سنڌي شاعري ۽ علم عروض، ص1-270 (حوالو اڳ آيل آهي)
120. سنڌي شاعري ۽ علم عروض ص271 (حوالو اڳ آيل آهي)
121. اردو شاعري ڪا ارتقا، ص123 (حوالو اڳ آيل آهي)
122. (i) اردو شاعري ڪا ارتقا ص123 (ii) سنڌي شاعري ۽ علم عروض ص4-273
123. سنڌي شاعري ۽ علم عروض ص302 (حوالو اڳ آيل آهي)
124. ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي، سنڌي ٻوليءَ ٻهاڪا ۽ محاورا (هڪ اڀياس) ص31، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 1996ع
125. ڊاڪٽر تنوير عباسي، راڳ، صوفي ۽ سنڌ (ليڪچر) ص25-24، آشڪار-5، مرتب: الطاف اثيم، سچل چيئر شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور 1999ع
126. گورڌن ڀارتي، سچل جي ڪلام ۾ سنگيت جي اوت (مقالو) ص95، سرمست-8، مرتب: تنوير عباسي، سچل يادگار ڪميٽي خيرپور 1988ع
127. علامه آءِ. آءِ. قاضي، شاهه جو عالمي شاعرن ۾ مقام (مقالو) ص2، تحفة لطيف....؟

128. سچل جي ڪلام ۾ سنگيت جي اوت (مقالو) ص94، (حوالو اڳ آيل آهي)
129. سچل جي ڪلام ۾ سنگيت جي اوت، (مقالو) ص95(حوالو اڳ آيل آهي)
130. سچل جي ڪلام ۾ سنگيت جي اوت (مقالو) ص96 (حوالو اڳ آيل آهي)
131. سچل جي ڪلام ۾ سنگيت جي اوت (مقالو) ص103، (حوالو اڳ آيل آهي)
132. مرزا قليچ بيگ، سنڌي ويا ڪرڻ ص416، سنڌي ادبي بورڊ 1992ع
133. سنڌي گلدستو، ص134
134. سنڌي ويا ڪرڻ، ص314 (حوالو اڳ آيل آهي)
135. سنڌي ويا ڪرڻ، ص354 (حوالو اڳ آيل آهي)
136. سنڌي ويا ڪرڻ، ص369 (حوالو اڳ آيل آهي)
137. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، جامع سنڌي لغات، جلد2، ص610، سنڌي ادبي بورڊ 1981ع
138. The American Heritage Dictionary of English Language, P1171-1992 A.D بحوالہ شاهہ لطيف جي شاعري ۾ استعاره ۽ تشبيهہ نگاري جو تحقيقي جائزو، ص61، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي چيئر ڪراچي يونيورسٽي 2004ع
139. جامع سنڌي لغات، جلد اول، ص189، 1993ع (حوالو اڳ آيل آهي)
140. پروفيسر فتح الله صديقي، سنڌي انسائيڪلوپيڊيا (جلد پهريون الف-ب) ص1-370، سنڌي انسائيڪلوپيڊيا پبليڪيشن سيوهڻ 2005ع
141. سنڌي ويا ڪرڻ، ص375 (حوالو اڳ آيل آهي)
142. سنڌي ويا ڪرڻ ص238 (حوالو اڳ آيل آهي)
143. سنڌ گلدستو ص133 (حوالو اڳ آيل آهي)
144. سنڌي ويا ڪرڻ ص386، (حوالو اڳ آيل آهي)
145. سنڌي ويا ڪرڻ ص414 (حوالو اڳ آيل آهي)
146. سنڌي گلدستو، ص131 (حوالو اڳ آيل آهي)
147. سنڌي شاعر ۽ علم عروض، ص356 (حوالو اڳ آيل آهي)
148. سنڌي ويا ڪرڻ ص411 (حوالو اڳ آيل آهي)
149. حسين بن منصور حلاج مسلم دنيا جو ناليوارو صوفي ٿي گذريو آهي، سندس جنم تستر (Tustar) ۾ ٿيو. پيشي جا لحاظ کان پڃارو هو. سندس تعليم ۽ تربيت بابت ڪا خاص معلومات نٿي ملي. البت ايترو معلوم ٿيو آهي تہ، سهيل بن تستري، عمرو مڪي ۽ حضرت جنيد بغدادي کان فيض حاصل ڪيائين. حسين بن منصور ٽي ڀيرا مڪي ويو ۽ حج بہ ادا ڪيائين. سن293هہ/905ع ۾ سيرسفر جي ارادي سان گجرات (هندستان) کان هلندو سنڌو ماٿريءَ جي اترين علائقن مان ٿيندو ترڪستان پهتو. هن سفر دوران حسين بن منصور حلاج پنهنجي فڪر وحدة الوجود جي پرچار ڪئي، ڪيس سن310هہ/922ع ۾ "خدائي" جي دعويدار هجڻ جي صورت ۾ بغداد ۾ ڦاهي تي چاڙهيو ويو. هن جي ڪيترن ئي تصنيفن جي خبر پئي ٿي. جيڪي هي آهن:

1. ڪتاب طاسين الازل

2. الجوهر الاكبر والشجرة الزيتونة لنورية
3. كتاب الاحرف المحدثة والازلية والاسماء اكلية
4. كتاب الظل الممدود والماء المسكوب والحياة الباقية
5. كتاب حمل النور والحياة والارواح
6. كتاب الصيهون
7. كتاب تفسير قل هو الله احد
8. كتاب الابد والمابود
9. كتاب قرآن القرآن والفرقان
10. كتاب خلق الانسان والبيان
11. كتاب كيد الشيطان وامر السلطان
12. كتاب الاصول والفروغ
13. كتاب سر العالم والمبعوث
14. كتاب العدل والتوحيد
15. كتاب السياسة والخلفاء والامراء
16. كتاب علم البقاء والفنا
17. كتاب شخص الظلمات
18. كتاب نور النور
19. كتاب المتجليات
20. كتاب الهيا كل والعالم والعالم
21. كتاب مدح النبي والمثل الاعلى
22. كتاب الغريب الفصيح
23. كتاب اليقظة و بد الخلق
24. كتاب القيامة والعيامات
25. كتاب الكبير والعظمة
26. كتاب الصلوة والصلوات
27. كتاب خزائن الخيرات و يعرف بالا لف المقطوع والالف المالوف
28. كتاب موابيد العارفين
29. كتاب خلق خلائق القرآن والاعتبار
30. كتاب الصدق والاخلاص
31. كتاب الامثال والابواب
32. كتاب اليقين
33. كتاب التوحيد
34. كتاب النجم اذا هوي
35. كتاب الذاريات ذروا

36. كتاب في ان الذي انزل عليک القرآن لردک معاد
37. كتاب الدرة الي نصر القشوري
38. كتاب السياسة الي الحسين بن حمدان
39. كتاب هو هو
40. كتاب كيف كان و كيف يكون
41. كتاب الوجود الاول
42. كتاب الكبريت الاحمر
43. كتاب السمري وجوابه
44. كتاب الوجود الثاني
45. كتاب لاكيف
46. كتاب الكفية والحقيقة
47. كتاب الكيفية بالمجاز

Pearls from the Indus, Prof. Annemarrie Schimmel, P-96, Sindhi Adabi Board 1986A.D

○امير الهدئ، مسلمانون کي علمي اور ثقافتي ڪارنامي، ص74، قمر ڪتاب گهر ڪراچي).

150. شيما مجيد، علامہ جاويد (مرتبين) حيات و كلام حسين بن منصور حلاج، ص342، علم و عرفان پبلشرز 2006ع

151. حضــــرت داتـــا گنــــج بخش هجويري، ڪشف المحجوب، سنڌي ترجمو: عطا محمد حامي، ص160، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو 1988ع

152. حيات و كلام حسين بن منصور حلاج، ص (حوالو اڳ آيل آهي)

153. خواجہ فريد الدين عطار 513هه/1119ع ۾ ايران جي شهر نيشاپور ۾ پيدا ٿيو. سندس والد جو نالو ابراهيم بن مصطفيٰ هو. جيڪو پڻ وڏو صوفي بزرگ هو. خواجہ عطار جو نالو تصوف جي حوالي سان وڏي اهميت رکي ٿو. سندس مشهور مثنوي ”منطق الطير“ وحدت الوجود جي نظريي جي وضاحت ۾ چيل آهي، ان کان سواءِ خواجہ صاحب جون ڪيتريون تصنيفون موجود آهن.

خواجہ فريد الدين عطار سال627هه/1229ع ۾ وفات ڪئي.

(پروفيسر مقبول بيگ، بدخشاني، تاريخ ايران (جلد دوم) ص281، مجلس ترقي ادب لاهور).

154. سيد خضر نوشاهي، آشڪار ۽ عطار جي ڪلام جو تقابلي مطالعو (مقالو) سرمست-17، ص98، مرتب: محمد علي حداد، سچل سرمست يادگار ڪميٽي 1997ع.

155. فريد الدين عطار نيشاپور ”ديوان عطار“ چاپ سوم، ص50، مرتب: سعيد نفيسي، ڪتاب خانہ سنائي تهران.

156. ڊاڪٽر رضا داد شفق، تاريخ ادبيات ايران، ص170، (اردو ترجمو) ندوة المصنفين، اردو بازار جامع مسجد دهلي، 1955ع.

157. سچل سرمست مثنوي رهبر نامہ، ص52، ترتيب ۽ ترجمو: قاضي علي اڪبر درازي، جنوري

1964ع.

158. ڊي.ڪي منشاراماڻي، سچل جي شاعري تي ٻاهران اثر (مقالو) ص86. (حوالو اڳ آيل آهي)

159. ديوان عطار، ص49 (حوالو اڳ آيل آهي)

160. ديوان عطار، ص24 (حوالو اڳ آيل آهي)

16. ڊي-ڪي منشاراماڻي، سچل جي شاعري تي ٻاهران اثر (مقالو)، ص89. (حوالو اڳ آيل آهي).

162. سنائي: فارسي زبان جي ابتدا جن ٽن شاعرن پنهنجي شعرن ۾ تصوف جي پرچار ڪئي انهن ۾ سڀ کان اول حڪيم سنائي جو نالو اچي ٿو. هن جي مشهور مثنوي "حديقة الحقيقه" تصوف ۽ اخلاقيات جي موضوع تي وڏي اهميت رکي ٿي. (پروفيسر مقبول بيگ، بدخشاني، تاريخ ايران، جلد دوم، ص211. مجلس ترقي ادب لاهور 1971ع).

163. سچل جي شاعري تي ٻاهران اثر (مقالو) ص87. (حوالو اڳ آيل آهي).

164. سچل جي شاعري تي ٻاهران اثر (مقالو) ص90. (حوالو اڳ آيل آهي).

165. سچل جي شاعري تي ٻاهران اثر (مقالو) ص91. (حوالو اڳ آيل آهي).

166. شيخ احمد جام لقب زنده پيل خراسان جي هڪ شهر ترشيز ويجهو هڪ ڳوٺڙي "وامق" ۾ تولد ٿيو. ارڙهن سالن تائين جبلن ۽ جهنگن ۾ رهي عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول رهيو، اتي ئي سندس ملاقات حضرت خضر عليه السلام سان ٿي ۽ سندس حڪم سان "جام" شهر ۾ اچي ماڻهن جي رشد ۽ هدايت ۾ مصروف ٿيو. شيخ احمد جام ڪيترائي ڪتاب به لکيا، حاجي خليفه چلپيءَ پنهنجي مشهور ڪتاب "ڪشف الظنون" ۾ سندس هيٺين تصنيفن جا نالا تحرير ڪيا آهن.

1. رساله سمرقنديه 2. انس التائبين 3. سراج السائرين (3جلد) 4. مفتاح النجاة
5. روضة المذنبين 6. بحار الحقيقة 7. ڪنوز الحڪمت 8. فتوح الروح
9. ڪتاب الاعتقادات 10. ڪتاب الزهديات 11. ڪتاب التذڪرة 12. ديوان شعر

شيخ احمد جام جو وصال 526ھ/1131ع يا ڪشف الظنون جي ليکڪ مطابق 536ھ/1141ع ۾ ٿيو. (سيد خضر نوشاهي، آشڪار جي ڪلام تي احمد جام جي فڪر ۽ ڪلام جا اثرات (مقالو) سرمست-18، ص45-44-43. مرتب: محمد علي حداد، سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور، 1998ع.

سنڌ تي شيخ احمد جام زنده پيل جو اثر گهڻو پراڻو آهي. مير محمد معصوم بکري (وفات 1606ع) ايران جي سفر ۾ شيخ احمد جام جي مزار تي ويو ۽ اتي هيٺيون ڪتبو نصب ڪرايائين:

مرشد نامی شیخ گرامی — احمد جامی عمربرهٔ
سال وفاتش گرتو بجوئی — احمد جامی قدس سرهٔ

حرره محمد معصوم بکري نامي 1012ھ (1603ع)

شيخ احمد جام وڏي پايي جو بزرگ ۽ صوفي هو. مشهور فارسي شاعر حافظ شيرازي هيٺيون شعر سندس شان ۾ چيو:

حافظ مريد جام جم است، اي صبا! برو،
و ز بنده، بندگي برسان شيخ جـــام را.

(سيد حسام الدين شاه راشدي، امين الملڪ مير محمد معصوم بکري، ص143، سنڌي ادبي بورڊ 2005ع.)

167. سيد خضر نوشاهي، آشڪار جي ڪلام تي احمد جام جي فڪر ۽ ڪلام جا اثرات (مقالو) سرمست-18، ص49، مرتب: محمد علي حداد، سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور 1998ع.

168. آشڪار جي ڪلام تي احمد جام جي فڪر ۽ ڪلام جا اثرات (مقالو) ص50، (حوالو اڳ آيل آهي).

169. آشڪار جي ڪلام تي احمد جام جي فڪر ۽ ڪلام جا اثرات (مقالو) ص50، (حوالو اڳ آيل آهي).

170. آشڪار جي ڪلام تي احمد جام جي فڪر ۽ ڪلام جا اثرات (مقالو) ص51، (حوالو اڳ آيل آهي).

171. آغا غلام نبي صوفي، سچل سرمست، ص258، بحوالہ: سرمست-21، مرتب: مولابخش لاڙڪ، ص40، سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور 2000ع.

172. ڊاڪٽر هدايت پريم، سچل جي ڪلام تي هندي شاعريءَ جا اثرات (مقالو)، ص42، سرمست-21، مرتب: مولابخش لاڙڪ، 2000ع.

173. سچل جي ڪلام تي هندي شاعريءَ جا اثرات (مقالو)، ص44، (حوالو اڳ آيل آهي)

174. سچل جي ڪلام تي هندي شاعريءَ جا اثرات (مقالو)، ص43، (حوالو اڳ آيل آهي)

175. سچل جي ڪلام تي هندي شاعريءَ جا اثرات (مقالو)، ص45، (حوالو اڳ آيل آهي)

176. سلطان باهو پنجاب جي ضلعي جهنگ سان واسطو رکندڙ صوفي شاعر ٿي گذريو آهي. سلطان باهو سنہ 1038 ھ /1628 ع ۾ جنم ورتو ۽ سنہ1102 ھ/1690 ع ۾ وفات ڪيائين. هن ڪيترين ئي تصنيفون ڇڏيون آهن، سندس سرائڪي تصنيف "ابيات سلطان باهو" وڌيڪ مقبول آهي، جنهن ڪي سلطان باهو جي سمورين لکيل ڪتابن جو لب لباب چيو وڃي ٿو.

(ڊاڪٽر گل حسن لغاري، ابيات سلطان باهو، ص25، حضرت غلام دستگير اڪيڊمي پاڪستان 1996ع)

177. ابيات سلطان باهو، ص38، (حوالو اڳ آيل آهي)

178. ابيات سلطان باهو، ص42، (حوالو اڳ آيل آهي)

179. ابيات سلطان باهو، ص53، (حوالو اڳ آيل آهي)

180. ابيات سلطان باهو، ص63، (حوالو اڳ آيل آهي)

181. شاهہ ۽ سچل جي فڪري پيٽ لاءِ شاهہ لطيف جي شعر جا نمونا مانواري ڊاڪٽر گربخشاڻي جي مرتب: ڪيل شاهہ جو رسالو، ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، 1985ع تان ورتا ويا آهن.

182. چيتمل پرسرام گلراجاڻي، سچل سرمست، آشڪار-2، مرتب: اياز گل، ص18، سچل چيئر، شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي 1990ع

183. سچل جي شاعري تي پاهريان اثر (مقالو)، ص92، (حوالو اڳ آيل آهي).
184. امام ابو القاسم عبدالڪريم بن هوازن القشيري، الرسالة القشيرية، ترجمه بنام: تصوف ڪا انسائيڪلوپيڊيا، مترجم: محمد عبد النصير بن عبدالبصير العولي،ص9-417، مڪتبيہ رحمانيہ لاهور
185. پروفيسر يوسف سليم چشتي، تصوف جي تاريخ، ص109، ترجمو: عبدالجبار جوڻيجو، سنڌيڪا اڪيڊمي 2005ع.
186. بلديو بختراءِ متلاڻي، شاه ۽ سچل جو تقابلي اڀياس، ص87، ڊپارٽمينٽ آف سنڌي، يونيورسٽي آف ممبئي، انڊيا 2003ع.
187. جي.آر.پوري، ٽي.آر شنگاري، سائين بلي شاه (اردو) ص205، فڪشن هائوس لاهور، 1999ع
188. سچل سرمست، مثنوي دردنامہ، مرتب: قاضي علي اڪبر درازي، ص2، 1975ع
189. سچل سرمست، مثنوي تارنامہ، مرتب: علي اڪبر درازي، ص4
190. بلديو متلاڻي، سچل جون واديون، ص41، سنڌ تحقيقي بورڊ ڄام شورو 1994ع
191. سچل سرمست، مثنوي گداز نامہ، مرتب: قاضي علي اڪبر درازي، ص14، جون 1976ع.
192. مثنوي گداز نامہ، ص18-14، (حوالو اڳ آيل آهي)
193. مثنوي گداز نامہ، ص20، (حوالو اڳ آيل آهي)
194. مثنوي گداز نامہ، ص32، (حوالو اڳ آيل آهي)
195. مثنوي گداز نامہ، ص22، (حوالو اڳ آيل آهي)
196. مثنوي درد نامہ، ص12، (حوالو اڳ آيل آهي)
197. مثنوي گداز نامہ، ص6، (حوالو اڳ آيل آهي)
198. مثنوي گداز نامہ، ص14، (حوالو اڳ آيل آهي)
199. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، سچل سرمست جي شاعري ۾ مستي جو مفهوم (مقالو) ص27، سرمست-14 1994ع
200. مثنوي گداز نامہ، ص32، (حوالو اڳ آيل آهي)
201. مثنوي گداز نامہ، ص36 (حوالو اڳ آيل آهي)
202. رشيد ڀٽي، عشق امام سچوءَ جو يارو (مقالو) ص5-74 سرمست 1983/3ع
203. مير محمـــــد پيرزادو، شاه لطيف جي شـــاعري ۾ جمـــاليات (مقالو)، ص3-102، شاه لطيف هڪ تحريڪ، مرتب: تاج جويو، شاه عبداللطيف ڀٽ شاه ثقافتي مرڪز 2002ع.
204. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، سچل ۽ جماليات (مقالو)، ص38-37، سرمست-8، مرتب:تنوير عباسي، سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور 1988ع.
205. سنڌ جو عطار (حضرت سچل سرمست)، ص28-27، (حوالو اڳ آيل آهي).
206. محمد حسين ڪاشف، جنهن دل پيتا عشق دا جام (مقالو)، ص45، آشڪار-4، مرتب: اياز گل، سچل چيئر، شاه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور، سنڌ، جولاءِ 1994ع.

## باب چوٿون

# سچل سرمست جا همعصر شاعر

سچل سرمست جو دور جيئن اڳ پيش ڪري آيا آهيون ته سنڌ اندر سنڌي ۽ فارسي علم و ادب جو هڪ زرين دور هو. هندور ۾ سنڌ ۾ اڻ ڳڻيا عالم، اديب ۽ شاعر پيدا ٿيا.هن باب ۾ اسان رياست خيرپور ۾ سچل سائين جي همعصر شاعرن ۽ سندس طالبن، عقيدتمندن ۽ دوستن بابت مختلف عنوان هيٺ ڌار ڌار مطالعو ڪنداسين.

## الف:طالب/ٻالڪا

سچل سرمست رندي رمزن وارو صوفي باڪمال شاعر ۽ وڏو عالم فاضل شخص هو.سندس ڏاڏو خواجه صاحبڏنو پڻ معرفت جو صاحب هو. هن وڏا مجاهدا ڪري منزل حاصل ڪئي ۽ درازا ۾ ئي ديرو ڄمائي ويٺو ۽ ڪيترائي ماڻهو سندس مريد بڻجي اهل الله بڻيا.هن جي رحلت (1192ھ/1778ع) ڪانپوءِ سندس ننڍو فرزند ميان عبدالحق درگاهه جي مسند تي ويٺو. هي به عالم فاضل ۽ معرفت جو صاحب هو.سچل سائيـــن پڻ سندس هٿ تي بيعت ڪري سندس مريد ۽ خليفو بڻيو. سرمست سائين معرفت جي اعليٰ منزل خواجه عبد الحق جي ذريعي ئي حاصل ڪئي. هن پنهنجي ڪلام ۾ خواجه عبدالحق سان پنهنجي عقيدت ۽ محبت جو اظهار ڪيو آهي.

سچل سرمست متعلق روايتن ۾ اچي ٿو ته پاڻ ڪنهن کي به پنهنجو مريد نه بڻائيندو هو.بلڪ جيڪو وٽس طلب وٺڻ ايندو هو ان کي پنهنجي مرشدخواجه عبدالحق ڏانهن وٺي وڃي ڪيس سندس مريد ڪرائـــيندو هو (1).خـواجه عبدالحق جي وفات (1213ھ / 1798ع) ڪانپوءِ درگاهه جي مسند تي خواجه عبدالحق جو وڏو پٽ سخي قبول محمد اول ويٺو. هي به وڏو پرهيزگار، متقي، متوڪل درويش ٿي گذريو آهي. سچل سائين بعد ۾ سندس مريد ۽ خاص خليفو بڻيو.سخي سائين جي

دور ۾ سچل سائين پاڻ مريد ڪرڻ جي ريت بجاءِ ساڳي اڳئين روايت قائم رکي. (2) باوجود انهي جي ته پوءِ به سندس آسپاس ڪيترائي معتقد موجود رهندا هئا جن مان گهڻا سندس مريدن وانگر سندس ٻالڪا ۽ خدمتگار هئا.جن سان هن راز رکيو ۽ جي پوءِ نيٺ وڃي منزل تي پهتا(3) .

اسان هت سچل سائين جي اهڙن طالبن جو ذڪر ڪنداسين جيڪي مريد ته خواجه عبد الحق يا سخي قبول محمد جا رهيا پرانهن ڪي معرفت جي منزل سچل سرمست جي صحبت مان ئي حاصل ٿي.

## آخوند باغ علي درازي

آخوند باغ علي درازي بابت ڪاخاص معلومات نٿي ملي، البته ڊاڪٽر عطا محمد حامي ايترو لکيو آهي ته ”عبدالهادي فاروقي سان گڏ آخوند باغ علي فاروقي جو نالو شاعرن جي قطار ۾ اچي ٿو“(4).

حامي جي ان مختصر معلومات مان پتو پوي ٿو ته باغ علي، ميان عبدالهادي جي دور ۾ ٿي گذريو آهي. ميان عبدالهادي بابت پڪ آهي ته هو سچل سائين سان گڏر هيو، جنهن جو احوال اسان اڳتي ڏينداسين.اسان ڪي اها به پڪ آهي ته آخوند باغ علي به سچل سرمست جو ئي طالب رهيو هوندو.

### شاعري:

آخوند باغ علي هڪ درويش صفت انسان هو.هو ڪڏهن ڪڏهن شعرجي ذريعي ناصحانا نڪتا بيان ڪندو هو.سندس ڪلام ۾ تمام گهڻي رواني آهي(5) .

هن جو هڪ فارسي غزل ڇاپي هيٺ آيو آهي جيڪو اسان سندس ڪلام جي نموني طور هت پيش ڪيون ٿا.

### غزل

هر کسی صاحب نظر دیدم،
بهر لقمه ای دربدر دیدم.

مرد دل هاك بهر سیز،
کیسه نادان پر ازگهر دیدم.

مسخرہ هم دروغ گوئی سخن،
نزد شاهد عزیز تر دیدم.

جهلا رابه سیم زر دستاز،
عالمان را برهنه سر دیدم.

هر کسی هوشمند یا دانش،
او به غم سوخته جگر دیـدم.(6)

## پيرو شاهه

پيرو شاهه جو مڪمل نالو پيرمحمدشاهه ولد شاهه محمدشاهه هو. تعلقي گمبٽ جي رسول آباد شهر جو رهندڙ هو. سچل سائين جي طالبن ۾ شمارٿئي ٿو(7). شاهه صاحب جي جنم توڙي وصال جا سال نٿا ملن. البته هن مير سـهراب خـان، مير رستم خان ۽ ميرعلي مراد خان جو زمانو ڏٺو. ٽئي مير سندس وڏا عقيدت مند هئا.خاص طور تي مير علي مراد سندس گهڻا نازسهندو هو(8).

ڊاڪٽر نـوازعلي شوق پنهنجي ڪتاب"سچل سرمست جاطالب" ۾ شاهه صاحب جو مير علي مراد خان ڏانهن ڪنهن شخص جي خون جي سزا معاف ڪرائڻ لاءِ وڃڻ جو واقعو بيان ڪيو آهي، جنهن مان ميرن جي شاهه صاحب سان عقيدت۽ احترام جو اندازو ٿئي ٿو. پيرو شاهه جي ٻين معتقدن ۾ نوناري بہ شامل آهن، جن سان شاهه صاحب پڻ گهڻي محبت ڪندو هو.

### شاعري:

پيرو شاهه سنڌي زبان جو چڱو شاعر هو.سندس ڪجهه بيت جيڪي هٿ اچي سگهيا آهن، سي ڊاڪٽر نوازعلي شوق"سچل سرمست جا طالب" ۾ پيرو شاهه جو احوال لکندي ڏنا آهن. اسان اهي بيت شاهه صاحب جي ڪلام جي نموني طور هت پيش ڪيون ٿا.

#### بيت

1. پريوڪوهه پوڇي جو، پيس ڏکڻ ڪان ڏار،
مدعي اهي مار،جي سامهون ٿين سيـد جي.

2. سچ سورج شاهه، ڪر سهائي سرس،
بس ڪر ترس،جيسين رسئون رسول آباد ۾.

3. سر ننگو، پير ننگا، نانگا سندن نام،
وائي هل هلان سنـــدي، تنين صبح شام،
چمندي جيڪي چام، ملا تن منجهايين.

4. نونارين نماز لاءِ، چڏيا ٿان ٿاڪ،
ويهي سي نہ وضو ڪندا، سندن پوتي پاڪ،

جي ڏيندن وس ۽ واڪ، نہ تہ پڙهندو پيرو شاهہ چئي. (9)

## سيد خيرشاهہ:

سيد خير شاهہ جي زندگي جو پورو احوال دستياب نہ آهي،البت سندس حياتي بابت ڊاڪٽر نوازعلي شوق ٿورو لکيو آهي. شاهہ صاحب سچل سرمست جو طالب ۽ درگاهہ درازا جو معتقد هو. هي رتيديري ضلعي لاڙڪاڻي جو ويٺل هو. هڪ روايت موجب سندس جنم 1190هہ/1776ع ۾ ٿيو ۽ 1260هہ / 1844ع ۾ هي جهان ڇڏيائين (10). راڳ ويراڳ جو شوق رکندڙ هو. هرجمع جي رات سندس اوتاري تي راڳ جي محفل ٿيندي هئي. کيس پٽ جو اولاد نہ هو، فقط هڪ نياڻي هئي جيڪا غوٺل شاهہ نالي هڪ شخص کي پرڻائي ڏنائين، جنهن جو اولاد هلندو اچي ۽ درگاهہ جي سنڀال بہ سندن ذمي آهي(11).

ڊاڪٽر نوازعلي شوق، سيد خير شاهہ جي حياتي جو احوال قلمبند ڪندي لکي ٿو:

"مشهور صوفي شاعرغمدل فقير جي فرزند لطف علي فقير جي روايت موجب شاهہ صاحب گهٽو ڪري پردي ۾ رهندو هو. سواءِ ڪن ويجهن عزيزن ۽ دوستن جي، ڪنهن سان بہ منهن ظاهر ڪري نہ مليو.بيحد خوبصورت جوان هو.سندن وار تمام ڊگها هوندا هئا، جي سدائين کليل هوندا هئس، چون ٿا تہ اڪيلائي ۾ پنهنجا وار ڇت سان ٻڌي رياضت ڪندو هو" (12).

سيدخيرشاهہ سچل سائين جي طالبن مرڪيئن شامل ٿيو،ان بابت ڪا بہ پڪي پختي روايت موجود ناهي. ڊاڪٽر نوازعلي شوق ان ڏس ۾ قياس آرائي پيش ڪندي لکي ٿو:

"خيرشاهہ سچل سائين جو ڪيئن مريد ٿيو؟ ان بابت پڪ سان ڪجهہ چئي نٿو سگهجي. سچل سائين جي لاڙڪاڻي سان ڪا لئون لڳل هئي.پاڻ بہ ٽي ڀيرا لاڙڪاڻي ويا هئا. ٿي سگهي ٿو تہ سائين خير شاهہ اتي سندن خدمت ۾حاضر ٿي،طالب ٿيو هجي،يا اهو بہ ممڪن آهي تہ سچل سائين جي طالب گهرامر فقير سان گڏجي درازا ويو هجي ۽ اتي سچل سائين جو طالب ٿيو هجي.بهرحال، ان ساري مرڪا بہ ڳالهہ پڪ سان چئي نہ ٿي سگهجي"(13).

### شاعري:

سيدخيرشاھ جوڪلام ڪو گهڻو گڏ ٿيل يا محفوظ ٿيل نہ آهي.ڪافين جي ڪن قلمي بياضن ۾ سندس ڪجھ ڪافيون ملن ٿيون، جن مان چونڊ ڪري ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڪتاب”ڪافيون“ (جلدپهريون) ۾ شامل ڪيون. بعد ۾ ڊاڪٽرنوازعلي شوق مختلف بياضن کي پيٽڻ ڪانپوءِ سيد خير شاھ جو سترنهن سنڌي ۽ چار سرائڪي ڪافيون ترتيب ڏئي ڪتاب”سچل سرمست جا طالب“ ۾ شامل ڪيون آهن.

سيد خيرشاھ جي ٿوري گهڻي مليل ڪلام ۾ اسان کي فلسفي وحدت الوجود جي سوچ نظراچي ٿي. هو هن فاني دنيا کي ترڪ ڪري پاڻ سڃاڻڻ جي صلاح ڪجھ هن طرح ڏئي ٿو:

هستي والا ڪوٽ اهوئـــي،
ڍن گهتيـــــــن اي واري دا.
جي تون چاٿين سراهو ئي،
ٿيوين بُت ڪنون بيزاريدا.(14)

جڏهن من مان ٻيائي جي ڪٽ لاهي ٻاهرڪڍجي ٿي تہ پوءِ ئي مالڪ حقيقي کي اندر جي اک سان ڏسي سگهجي ٿو.سالڪ کي پوءِ ئي هر جاءِ تي جانب جو جلوو نظر ايندو. هو چئي ٿو:

شڪ لٿا ويا رولا،
جاڏي تاڏي پاڻ مولا،
ٻانهپ ٻيائي جا اڄ اسان تئون،
ڇڄي پيا سي ڇولا،
ظاهرباطن پاڻ پرين آ،
ڦٽي ڪئي سي ٻي ڦولا (15).

خيرشاھ جي ڪلام تي سندس مرشد سچل سرمست جو اثر بہ ڏسجي ٿو. هو فڪري لحاظ کان سچل سائين کان گهڻو متاثر هو، اهڙو هڪڙو مثال پيش ڪجي ٿو.

سچل سائين چئي ٿو:

پڇو نہ منهنجڙي ذات، جوئي آهيان، سوئي آهيان،
اڇڻ سان جوٿيو اتاهين، جاتي ڏينهن نہ رات.
ظاهر ٿيو سي ذاتي دي وچ، سمجهڻ منجھ صفات،

ظاهر آهہ زبانون منهنجي "الاقرب" سندءِ ڪلمات،
"لا" ڪي لاهي نفي ڪتو سي، الاالله اثبات،
سچو سر سهي ڪر پنهنجو، عشق منجهون عشقات. (16)

سچل سائين جي هنن مشهور ڪافي جي اثر هيٺ سيد خير شاهہ جي چيل هي ڪافي ڏسو:

جوئي آهيان، سوئي وي ميان،
هندو مومن آءُ نہ آهيان.
عيسيٰ موسيٰ تي زليخان،
يوسف يار سڏايان.
هر ڪنهين ۾ حسن منهنجو،
پوش لڪين تو پايان.
وچ مڪان رتيديري،
خيرشاهہ نانءُ سڏايان.(17)

سيدخيرشاهہ ڪي سچل سائين کان فقيري ۽ شاعري وارو ونڊ مليو ۽ هو سرمست سائين جي صحبت ۾ رچي رينـــو تيـــو. سندس ڪلام تصوف، عشق و محبت ۽ اخلاق و نصيحت سان ڀريل آهي. ٻولي توڙي فڪر جي لحاظ سان سندس ڪلام افضل ۽ اعليٰ آهي (18) .

سيدخيرشاهہ جو ڪلام نموني طور هت پيش ڪجي ٿو:

## ڪافي

ٿلهہ: چوٽو مارين مشتاقن کي، وو زوراور يار،
ڪاٽئون سيڪئين بي پرواهيون، منهنجا سائين!

ڏس ڏيئي وڃي پاڻ پري ڪيئي،
هنن ماٺيءَ جي کهل نہ ڪا پيئي.
درسن دوست ڏيکاري.
"خير شاهہ" جڏهن برهاچي باري،
پونڌءِ خبر سچائي ساري،
سبق سور پڙهائي(19).

## شيرخان پنيرو:

شيرخان پنيري متعلق بنهه مختصر احوال ڊاڪٽر نوازعلي شوق ڪتاب "سچل سرمست جا طالب" ۾ ڏنو آهي.

شيرخان ولد بيحد پنيرو، رسول آباد جو ويٺل هو. ايل پنهوار (ٻڪرين جو ڌنار) هو، ٻڪرين جو ڌڻ چاريندو هو. هڪ ڏينهن من ۾ ڪا آندمانڊ برپا ٿي پيس جو مال چاريندي اوچتو ٻڪريون پنهنجي ياءُ جي حوالي ڪري پاڻ اچي سچل سرمست جي درگاهه تي ويهي رهيو. سچل سائين جي رحلت کان گهڻو پوءِ سير سفر ڪندي لاڙ ۾ گهڻو گذاريائين. سندس ياءُ رسول آباد مان لڏي ڳوٺ بچل پنيري ۾ وڃي ويٺو، جتي شيرخان جي تربت موجود آهي. (20).

## شاعري:

شيرخان پنيري جو مختصر ڪلام هٿ آيو آهي. جن ۾ سنڌي بيت ۽ ڪافيون شامل آهن. سندس ڪافين ۾ رس چس ۽ سلاست موجود آهي، جنهن مان اندازو ٿئي ٿو ته فقير گهڻو ڪلام چيو هوندو.

شيرخان جو ڪلام نموني طور هت ڏجي ٿو:

### ڪافي

تلهه: سانگي سانگ ويڙا، الله تن ڪي آٿي،
ناهي ننڊ نيڻن، نبي پاڪ جاٿي.

1. پکي ٿي پرين ڏي وڃان ڪر اڏامي،
سگهان ڪين اڏري، اندر بي آرامي،
سريڪين ساعت، ڳاري دل ڳاراٿي.

2. پيجري منجهه پابند ڪڙي لقابو آهيان،
ڪيس قيد قسمت پنهنجي وس مان ناهيان،
دکن درد دونهان، وسامن نه هاٿي.

3. "شيرخان" دم دم آنءُ سانگين ڪي ساريان،
ڏکيا ڏينهن گوندر ۾ ويٺي گذاريان،
ويا سور سرتيون، سيد جي ساماٿي. (21)

## حافظ عبدالله درازي:

حافظ عبدالله قريشي صديقي، اصل گڏيجي جو رهاڪو هو. تصوف ۽ طريقت جي تعليم سچل سرمست جي چاچي ۽ مرشد خواجہ عبدالحق کان حاصل ڪيائين. وڏو عالم فاضل شخص هو. خواجہ عبد الحق، حافظ عبدالله کي سچل سرمست جي ديني تعليم لاءِ استاد مقرر ڪيو (22).

مرزا علي قلي بيگ سڀ کان پهرين سچل سرمست جو ڪلام گڏ ڪري ڇپايو. ان صاحب رسالي جي مقدمي ۾ سچل سائين جي زندگي بابت گهڻو مواد ڏنو آهي. هو لکي ٿو:

> "سچل فقيرکي ننڍي ڄمار ۾ هڪڙي آخوند وٽ پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو. جنهن جو نالو حافظ عبد الله هو، جنهن جي تربت سبز سرن سان قبي جي ايوان ۾ آهي. اهو آخوند درازن جي هاٿوڪي آخوند حسن علي جي آڪهہ مان هو" (23).

حافظ عبدالله جواني ۾ درازا آيو ۽ سڄي زندگي اتي ئي بسر ڪيائين. سندس وفات 1232ھ/1816ع ۾ ٿي. سندس مزار سچل سرمست جي درگاھ جي اڱڻ ۾ آهي. سندس تربت تي لڳل ڪتبي تي لکيل قطعو سچل سائين جو آهي. ان قطعي ۾ سرمست سائين پنهنجي استادکي اهل الله، محرم راز ۽ عارف باالله سڏيو آهي. حافظ صاحب جي تربت تي لڳل ڪتبي تي ڪل ٽي شعر آهن،جنهن مان هن وقت پهريون شعر مٽجي ويو آهي. تذڪره مشاهير سنڌجي صاحب اهو قطعو صحيح سالم حالت ۾ پنهنجي تذڪري ۾ آندو آهي. جيڪو هتي پيش ڪجي ٿو:

خـادم صاحبــــان اهل الله،
محــــرم راز عـــارف باالله،
عرف اهــل قــريش صديقي،
واصــل بحـــر ذات الا الله،
جستم از عقل سال تاريخش،
گفت از اسم حافظ عبدالله.
1232ھ (24)

سچل سرمست جي وقت ۾ خيرپور ۾ عبد الله نالي ٻہ شــــاعر هئا. هڪ حافظ عبدالله ۽ ٻيو سچل سائين جو دوست عبد الله فقير ڪاتيار. البتہ سيد فاضل

شاهه ”ڪافين جو وڏو ڪتاب“ ۾حافظ عبدالله نالي هڪ ٺٽين شاعر جو ذڪر ڪندي ڪيس گهوڙا ٻاري جو ڇاٽايو آهي. ڏسجي ائين ٿو تہ سيد فاضل شاهه کان ان سلسلي ۾ سهو ٿي آهي. ڇاڪاڻ تہ هن کان ڪجهہ اهڙيون غلطيون ٿيون آهن ۽ ٻيو تہ فاضل شاهه حافظ عبدالله جون جيڪي ڪافيون ڏنيون آهن، تن ۾ڪٽي ڪٽي اترادي ٻولي نظر اچي ٿي(25). ان سلسلي ۾اسان پڪ سان ڪجهہ چئي نٿا سگهون. البتہ گمان غالب آهي تہ شاهه صاحب جو ڇاٽايل حافظ عبدالله ساڳيو ئي سچل سائين جو استاد حافظ عبد الله قريشي ئي آهي.

حافظ عبدالله جيئن تہ مريدخواجہ عبدالحق جو هو. پر لڳي ايئن ٿو تہ هن پنهنجو گهڻو وقت سچل سائين جي ئي صحبت ۾ گذاريو هوندو. سرمست سائين جي محفل ۾ جتي سندس طالب، نانڪ يوسف، گهرام فقير، سيد خير شاهه، شيرخان پنيرو، فقير محمد صُلاح دونهين وارو ۽ فقيرصالح قادري جهڙا قربدار ۽ مٽيادار شاعر موجود هجن، ڇا ان صوفياڻي محفل ۾ سچل سائين جو استاد حافظ عبد الله قريشي شامل ٿي پنهنجي اندر ۾ پرين نہ پسندو هوندو. يقينن ائين ٿي نٿو سگهي تہ حافظ عبد الله ان روح پرور رهاڻ ۾ شامل نہ رهيو هجي.

## شاعري:

حافظ عبدالله هڪ وڏو عالم ۽ صوفي شاعر هو. درازن ۾پهچڻ بعد خواجہ عبدالحق جي رندي رنگ ۾ رنگجي شعر چوڻ شروع ڪيائين. سندس ڪلام گهڻو ڇاپي هيٺ نہ اچي سگهيو آهي. البتہ مختلـــــف قلمي بياضن ۾حافظ عبدالله جو ڪلام موجود آهي. ان سلسلي ۾ ڊاڪٽرنوازعلي شوق لکي ٿو:

> ”ڪافين جا جيڪي قديم بياض آهن، تن ۾حافظ عبدالله جون ٿوريون گهڻيون ڪافيون ضرور موجود آهن. سچل سرمست لائبريري خيرپـور ۾ رکيل هڪ بيــاض ۾سندن ٽي ڪافيون محفوظ آهن. ميرحسن علي سانگي واري بياض ۾سندن اٺ ڪافيون ڏنل آهن. علي بخش راڄڙ واري بياض ۾سندن ٽيهہ ڪافيون محفوظ آهن. مختلف بياضن مان ميڙ چونڊ ڪرڻ کان پوءِ سندن ڪافين جو تعداد اسي کن ٿيندو، پر جيڪڏهن سيد فاضل شـاهه واري ڪتاب ۾ آيل حافظ عبدالله وارو ڪلام بہ جوڙ ڪيو وڃي تہ پوءِسندن ڪافيون ڏيڍ سؤ کن ٿينديون“ (26).

حافظ عبدالله قريشي رندي رنگ وارو شاعر هو. هو عشق و حسن ۽ وحدانيت جي وائي ويئو واتان ورائي .هن جي اندر ۾ عشق جي باهه پئي ٻري، تڏهن ئي تہ هو يار جي قدمن تي سر گهوري ڪپائڻ لاءِ تيار آهي. چئي ٿو:

توتان هي سر گهوريو، گهوريان گهوريان آئون
قربئون رکنديس ڪندتہ قدمن تي،
ڪپيو ڏينديس ڪوريو،
ڪوريان ڪوريان آئون (27)

حافظ عبدالله کي جتي اندر ۾ ٻرندڙ عشق جي باهہ يارجي قدمن تي سر گهورڻ لاءِ مجبور ڪري ٿي اتي هو يار جي ديدار لاءِ اهڙو تہ بيحال آهي جو ڪيس ڪا بہ سُڌ ناهي تہ هو ڪٿي آهي.حيرت جي اهڙي مقام تي هو چئي ٿو:

بيداد مان، بيداد مان،
نا مئن مردا، نا مئن جيندا،
نا غمگين ناشاد مان.
نا مئن صالح، نا هود پيغمبر،
نا ثمود، نہ عاد مان،
نا مئن مجنان، نا مئن ليليٰ.
نا شيرين فرهاد مان،
اپڻي ڪَل نهين عبدالله ڪون،
نا بشر بنياد مان. (28)

حافظ عبدالله ڪافي جو خوبصورت شاعر هو، هن پنهنجين ڪافين ۾ اندروني قافيو پڻ استعمال ڪيو آهي.جنهن مان سندس ڪافي تي دسترس جو پتو پوي ٿو. سندس ڪافين ۾ سورمين جي ذڪر سان گڏوگڏ جوڳين سامين جو ذڪر پڻ ملي ٿو. حافظ عبدالله پاڻ تمام بهترين خطاط پڻ هو.سندن والد مرحوم محمد عارف پڻ وڏو خطاط هو. جنهن ڪيترائي ڪلام پاڪ خوبصورت خط ۾ لکيا هئا، جن مان هڪ قرآن پاڪ سندن پوين وٽ اڄ بہ موجود آهي. (29) .

حافظ عبدالله قريشي جو ڪلام نموني طور هت پيش ڪجي ٿو:

# ڪافيون

(1)

تلهہ: اڄ آ پرين ڪنهن پر، پلو اهڙي نہ مون سان ڪر.

1. راتيون ڏينهان آهي اسان ڪون، سڪ تان تنهنجي سر.
2. آن گهمان تي گهوري او، هجي جهنگل او، تان جهر.
3. ٻانهون ٻڌي بيٺي آهيان، دوست اوهان جي در.
4. هيءَ نہ مئي تان ساهہ سنپاري، گهوٽ اچي جي گهر.
5. عاشق تنهنجو سچو ”عبدالله“ دلئون آهي دلبر. (30)

(2)

تلهہ: مارو ٺڙن سان ملي، آءَ منجهہ تر،
منديَن تان مر لاهيـان.

وارنہ ڌئنـــــديس ويـــڙهہ ري،
ويئيس هت ولهـي، ڌاران ور،
وڙکي ڪيئن وڃايان.

پانڌيءَ انهيءَ پارجـــــــــي،
ڏينمر خود ڪلي، ڪنئي جي خبر،
وطن ڪاڻ واجهايــان.

اڳيان پنهور ٻانهنـــــجـــو،
هتان شال هلي، هـــت هيڪـر،
هي سڀ حال سڻايان.

اگـــرتئـــــڙو عبدالله چئي،
منهنجو جيءَ جلي، گهوريان گهر،
ڪوءِ محل تنهنجا ڪانيان (31).

## آخوند عبدالهادي درازي:

آخوند عبدالهادي ولد صادق علي فاروقي، سچل سائين جي خاندان جو فرد ۽ سچل سائين جو پيارو طالب هو. هن جي سرمست سائين سان بيحد محبت هئي جو سندس رحلت سچل سائين جي رحلت (14 رمضان المبارڪ 1242هه/1827ع) کان پٺي ڏينهن صدمي ۾ 16 رمضان 1242هه/1827ع تي ٿي. (32)

### شاعري:

عبدالهادي درازي فارسي جو بهترين شاعر هو. سندس ڪلام هن وقت اڻلڀ آهي. فقط هڪ فارسي غزل ڇاپي هيٺ اچي سگهيو آهي، جيڪو اسان هت سندس ڪلام جي نموني طور ڏئي رهيا آهيون.

### غزل

در وصف نگنجد که چه سیمین ذقن است آن،
بگذشت ز گلبرگ که نازك بدن است آن.

آن زلف که آراست خم اندر خم جانان،
ماریست سیه یا ز کمند رسن است آن.

هادی به در خدمت تو سیر شد اکنون،
دروش مکن از خویش که یار کهن است آن. (33)

## حاجي عثمان فقير چاڪي:

حاجي محمدعثمان چاڪي بابت تمام گهٽ معلومات ملي ٿي. سڀ کان پهرئين لطف الله بدوي مختصر ڄاڻ ڏيندي لکي ٿو:

”حاجي عثمان چاڪي هڪ بزرگ ٿي گذريو آهي. جنهن کي سچل سرمست کان فيض مليو ۽ ان جي صحبت ۾ رنگ رچيو. سندس تربت لاڙڪاڻي شهر ۾ آهي. ان بزرگ شعر ۾ ڪڏهن به طبع آزمائي نہ ڪئي هئي“ (34).

ان مختصر معلومات ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڪجهه اضافو ڪيو آهي. ڊاڪٽر صاحب لکي ٿو:

”حاجي عثمان ولد حاجي محمد سهتل بن حاجي احمد چاڪي لاڙڪاڻي شهرجو رهاڪو هو.سندس وڏا عربستان کان آيل هئا. حاجي صاحب علم حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌ جي مختلف شهرن ۾ ويو. آخر لنواري شريف ۾ تحصيل مڪمل ڪري خلافت جو خرقو ڍڪيائين، اڄ تائين سندن پوئين کي ”خليفي“ جو خطاب ملندو اچي. پيرين پيادو ست حج ڪيائين. هڪ پيرو پنهنجي ٻڍڙي ماءُ کي ڪلهن تي کڻي حج ڪرائي آيو، عربي ٻولي جو ڄاڻو هو. سندس ڪلام ۾ مداحون، مولود، ٽيھ اکري ۽ ڪافيون گهڻي انداز ۾آهن. سندس پوئين کان گهڻو ڪلام ضايع ٿي ويل آهي. لاڙڪاڻي شهر ۾ لوهرن جي مسجد لڳ اوله طرف سندس مقبرو آهي“(35).

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، حاجي عثمان بابت اڳي کان ڪي قدر وڌيڪ ڄاڻ ڏني آهي. البت ڊاڪٽر صاحب،حاجي عثمان جو سرمست سائين سان ڳانڍاپي جو ذڪر نه ڪيو آهي. جڏهن ته لطف الله بدوي جي اها ڳالھ وڌيڪ درست لڳي ٿي ته عثمان فقير چاڪي کي سچل سائين کان فيض مليو. ڇاڪاڻ ته مسرزاعلي قلي بيگ ”رسالو ميان سچل فقيرجو“ جي مقدمي ۾سچل سائين جي طالبن جي ذڪر ۾ حاجي عثمان فقير جو بہ ذڪر ڪيو آهي (36). اسان پڻ اهوئي ڏسون ٿا ته حاجي عثمان فقير ديني تعليم جي تحصيل ڀلي لنواري وارن بزرگن وٽ حاصل ڪئي هجي، پروحدت الوجود جي مام هن سچل سائين وٽ ئي پروڙي هوندي.

## شاعري:

پروفيسر لطف الله بدوي جيئن ته عثمان فقير بابت بنھ مختصر ۽ ابتدائي معلومات پيش ڪئي پر ڏسجي ائين ٿو ته هن صاحب کان اها سهو ٿي وئي آهي جو سندس چوڻ موجب عثمان فقير شاعر نہ هو. ان ڏس ۾ اڳ بيان ٿيل ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو بيان وڌيڪ پڪو پختو آهي ته عثمان فقير جي ڪلام ۾ مداحون، مولود، ٽيھ اکريون ۽ ڪافيون گهڻي انداز ۾آهن.سندن پوئين کان گهڻو ڪلام ضايع ٿي ويل آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پنهنجي مرتب ڪيل ڪتاب "مداحون ۽ مناجاتون" ۾ حاجي عثمان چاڪي جي، حضرت محمد ﷺ جن جي خدمت ۾ چيل ستاويهه بندن جي مناجات ڏني آهي، جنهن جا ڪجهه بند نموني طور هت پيش ڪجن ٿا (37).

## مناجات

1. سيدا سردارخاصا خلق جا،
ملڪ جا مختيار، موليٰ ملڪ جا.
فرياد سڻ فائق مٺا تون فلڪ جا،
عرش فرشن پسندڙ پلڪ جا.
يا رسول الله داتا داد ڪر،
دل غمون آزاد شافع شاد ڪر.

2. قلب ويئو راز تنهنجي ۾ رهي،
ڪر پلا مون سان هلي ڪا همرهي.
ساهه ويلي موت جي ثابت سهي،
جيئن چوان ڪلمو سچي دل سان سهي.
يا رسول الله داتا داد ڪر،
دل غمون آزاد شافع شاد ڪر.
لا اله الله محمد رسول الله ﷺ

## فقيرغلام محمد "گدا" قادري:

فقيرغلام محمد "گدا"، سچل سائين جي هڪ محبوب طالب ميان محمدصالح فاروقي جو فرزند هو. هن جي زندگي بابت احوال بنهه مختصر ملي ٿو. هي علم جو وڏو صاحب هو. فقيري ۾ به نالو ڪڍيائين. پنهنجي محلي ۾درس و تدريس جو شغل به ڪندو هو. سندس شاگردن مان ميان علي محمد قادري ۽ مولوي محمد عاقل "عاقلي" اڳتي هلي شاعري ۾چڱو نالو ڪڍيو.(38).

فقيرغلام محمد پنهنجي والد ميان صالح قادري وانگر سچل سائين جو سچو طالب هو. مرشد جي به مٿس نظر عنايت هئي. ايتريقدر جو سچل سائين لاڙڪاڻي طرف وڃڻ ويل به ڏسجي ٿو. ڊاڪٽر اياز قادري ان سلسلي ۾هڪ روايت پڻ بيان ڪئي آهي:

" هڪ روايت مطابق هڪ ڀيري سچل سائين ٻاجهه ڪري وٽن آيا. سندن آمد جو اطلاع ديري تي فقير ميان غلام محمد کي ڏنائون، انوقت فقير ميان غلام محمد پڻڪو پڙهي رهيو هو.مرشدجي آمد جي خبر پڙهي

ڪيس ايتري تہ خوشي ٿي جو ڪيس رهيل پٽڪي ٻڌڻ جو هوش نہ رهيو،
ڊوڙندو مرشد جي قدم بوسي لاءِ ٻاهر آيو، سندس پٽڪو سندس پيٺيان
مٿيءَ ۾ گهلبو آيو. سرمست سائين فقير غلام محمد جي اهڙي سڪ
کان متاثر ٿيو ۽ مٿس عنايت جي وڏيڪ نظر ڪيائين"(39)

فقير غلام محمد "گدا" پهرين جمادي الآخر 1310هہ/1892ع تي وفات ڪئي. ڪيس والد جي پرسان مقبري اندر دفنايو ويو جتي هر سال 12 شوال تي ميلو لڳندو آهي. (40)

## تصنيف و تاليف:

فقيرغلام محمد گدا عربي ۽ فارسي جو وڏو عالم هو. سچل سرمست جي هن پياري طالب نہ رڳو سنڌي ۽ سرائڪي ۾ شاعري ڪئي پر هن فارسي زبان ۾ بہ تصنيف و تاليف جو شغل اختيار ڪيو.هن پنهنجي مرشد خواجہ عبد الحق جا فرمودات فارسي ۾ تحرير ڪيا. اهي فرمودات فقير گدا جي"ڪليات گدا" جي اسي فل اسڪيپ سائيز صفحن تي پکڙيل آهن. جيڪي ٽن بابن ۾ وورهايل آهن. ٽنهي بابن کي گڏي فقيرميان غلام محمد ان جو نالو "آئينہ سلوڪ"رکيو آهي(41) .

فقيرميان غلام محمد پنهنجي هن تصنيف "آئينہ سلوڪ" بابت چوي ٿو:

> پس آن پير مغان که قبله گاه این فقیر بود از بجناب
> فیض یاب درگاه معلیٰ فیضیب شده ابن مسکین مسمیٰ
> غلام محمد درویش متوطن لارکانه در طریقئه قادری صوفی بشرب
> رندی به بالهئه محبت مخمور کرده الحال جند نکت از تصوف قلمبند
> بنموده رسالئه ساخت نامه او "آئینه سلوك" داشته شد مشتمل به سه
> فصل است فصل اول در سوال و جواب فصل دویم در بیان مقامات و
> منزلات فصل سیم در از کار و تصورات که شامل اذکار اند.(42)

"آئينہ سلوڪ" ۾ مختلف جاين تي ڪن ڳالهين جي سند طور تہ ڪن ڳالهين جي وضاحت طور سچل سائين جو ڪلام ڏنو ويو آهي. هنن سخي جو ڪاتب فقير غلام محمد جو ننڍو ڀاءُ ميان نور محمد آهي. (43) .

فقير غلام محمد ان ڪانسواءِ سچل سائين جو فارسي ڪلام "ديوان آشڪار" جو پڻ هڪ قلمي نسخو تيار ڪيو. فقيرگدا پنهنجي مرشد سان عقيدت، محبت ۽ سندس چوڻ تي سچل سائين جو ڪلام گڏ ڪيو، جيڪو بعد ۾ "ديوان صائب" جي

حاشين تي محفوظ ڪيو ويو. ابتدا ۾ هنن سخي بابت ڊاڪٽر اياز قادري پنهنجي هڪ مضمون ”سچل جو قلمي ڪلام“ ۾ ڄاڻ ڏني آهي. ڊاڪٽر صاحب لکي ٿو:

”قادري خاندان جي پنهنجي لئبريري ۾ هڪ ٻيو ڪتاب ”ديوان آشڪار“ آهي، جيڪو ديوان صائب جي حاشي تي باريڪ مگر سهڻن اکرن ۾ لکيل آهي. افسوس جو هي ديوان مڪمل لکيل نہ آهي، پرميم جي رديف تي ختم ٿو ٿئي. اوستائين ان ۾ ٽي سو غزل اچي وڃن ٿا“ (44).

قادري صاحب جي ان راءِ بابت ڊاڪٽر ابراهيم خليل چئي ٿو:

”هي نسخو نهايت بي ترتيب ڏسجي ٿو. مروج طريقي جي برعڪس هن ۾ غزل رديف وار حروف تهجي جي قاعدن موجب ناهن..... ڊاڪٽر اياز قادري جي هي ڳالهہ درست ناهي تہ نسخو مڪمل ناهي، بلڪ تنهن نسخي ۾ رديف ”ن“ جا 25، ”و“ جا 12، ”ھ“ جا 29 ۽ ”ي“ جا 39 غزل موجود آهن. ڳالهہ صرف عدم ترتيب جي آهي“ (45).

فقيرغلام محمدگدا جي هن گڏ ڪيل ۽ ڪتابت ڪيل نسخي، ”ديوان آشڪار“ جي غزل ڪانسواءِ سچل سائين جو ڪجھ ٻيو ڪلام پڻ شامل آهي. هي نسخو 1274ھ ذي القعد مهيني (جون1858ع) ۾ مڪمل ٿيو (46).

هن نسخي جي اهميت تسليم آهي. ڊاڪٽر ابراهيم خليل لکي ٿو:

”هن نسخي جي پنهنجي اهميت آهي. انجو سبب هي آهي جو ”نسخہ قادري“ جو ڪاتب ميان فقير غلام محمد قادري گدا خاص طرح سان سچل فقير جو منظور نظر مريد ۽ پروسي جو ڳو خليفو هو. سندس والد فقير محمد صالح قادري، سچل سرمست جي چاچي، سهري ۽ مرشد ميان عبدالحق قادري جو مريد هو....

هن گهراڻي جو سچل جي خاندان سان دلي واسطو ان درجي تائين هو جو بعد ۾ پاڻ کي قادري سڏايائون. گدا نہ رڳو سچل جو مريد هو بلڪ عربي ۽ فارسي جو عالم بہ هو. شعربہ چوندو هو تہ درس بہ ڏيندو هو. ان ريت سندس ڪتابت معتبر ڏسجي ٿي. هن خاندان جو قلبي ۽ روحاني تعلق مجيل ۽ گدا جي علمي قابليت تسليم ٿيل آهي. سي ڪان وڏيڪ هي نسخو سچل جي حڪم تي لکيو ويو هو.“

فقير صاحب لکي ٿو:

اين رساله گفته است سچو فقير،
حڪم مارا ڪرده آن پيران پير (47)

فقيرغلام محمد گدا پڪو پختو شاعر ٻه هو. هن ڪيترو ئي ڪلام چيو ليڪن سندس ڪجهه سنڌي ۽ سرائڪي ڪافيون ڇاپي هيٺ آيون آهن، جن ۾هن پنهنجي مرشد سچل سائين وانگر وحدت الوجود جو فلسفو بيان ڪيو آهي. هن جي ڪافي خوبصورت ۽ رس چس واري آهي. سندس شاعري جو نمونو هن طرح آهي(48):

## ڪافي

تلهه: جي تون ذات کي پنهنجي سڃاڻي، ڇڏ ڇاڻ عدم جو اڪاڻي.

1. ڪيئي وحدت نُق طفرازي، تي صفت طويل مجازي،
اٿئي لـڪ چپ واري بـازي، پئي مفت ملام سوداڻي.

2. ڏنـــ ذات صفت ذي چولي، وينو باتيان لڪ لڪ ٻولي،
ويهي ڪايا پلٽ جان اولي، ڪري زيب عجب هرياڻي.

3. منجهه صـورت مورت جوڙي، بيٺو گل مچن کي موڙي،
منجهه عيـــنن عينڪ ڪوڙي، تو ورن هزارين ماڻي.

4. جنهن جي سونهن سجڻ دل ريهي، وڃ پاڻ پڪـــي تن پيهي،
هيءَ مام تي سمجهڻ جيهي، جا اصل"گدا" دلجاڻي.

## آخوند گل محمد فاروقي:

آخوند گل محمد ولد محمد واسع بابت ڊاڪٽر عطامحمدحامي پنهنجي ڪتاب "نينهن جانعرا" ۾مختصرلکيو آهي

هي هڪ اهل دل ۽ درويش صفت شاعر ٿي گذريو آهي. سندس شعر ۾ جا بجا تصوف جو رنگ نظر ايندو (49). آخوند گل محمد وڏو پڙهيو لکيو شخص هو.هو قرآن شريف جو حافظ ۽ درازن جي درگاهه جو معتقد ۽ مريد هو (50). آخوند گل محمد 1268هه/1851ع ۾ وفات ڪئي(51).

### شاعري:

آخوند گل محمد فاروقي سنڌي، سرائڪي ۽ فارسي جو سٺو شاعرهو. هن فارسي ۾ مدح ۽ غزل چيا آهن ۽ سنڌي ۽ سرائڪي ۾ ڪافي تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. سندس ڪلام گهٽو ئي هوندو پر ڇاپي هيٺ سندس هڪ فارسي غزل، چارسرائڪي ۽ ٻه سنڌي ڪافيون اچي سگهيون آهن، جڏهن ته ڊويزنل پبلڪ لائبريري خيرپور ۾ رکيل ڪافين جي قلمي بياض ۾حافظ گل محمد جون 13

ڪافيون موجود آهن جن مان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي ڪتاب ڪافيون (جلد پهريون) ۾ سندس پنج ڪافيون ڏنيون آهن.

آخوند گل محمد فاروقي جي ڪلام تي رندي رنگ چانيل آهي.سندس ڪافيون رس چس سان ڀرپور ڏاڍيون خوبصورت آهن. هت اسين نموني طور ڪجھ ڪلام پيش ڪيون ٿا.

## ڪافي

تلھ: ٻاروچا يار ساريان سنڀاريان، او حيلـي ڪنهن نہ وساريان.

1. اڙي هوت ڪري وئين ڪيڏي، اها تو نہ جڳاءِ ايڏي،
هت هيڪليون هنجون هاريان.

2. وئين يار ڪيئن لئون لائي، رس وهلو واڳ وراء،
نہ تـــان پـانڻ مــري ماريان.

3. تنهنجي عشق هيو مون ماٽي، تن تانگھ اوهـان ڏي تاٽي،
هت گهـــڙي تان نہ گهـاريان.

4. ”گل محمد“ غرض اها هي، تنهنجو خيال نہ لحظو لاهي،
وينـــي تــــي ٻـارڻ ٻــاريان.(52)

## فارسي

يار من آمد با نقش نگاری عجـبی،
سرمه سا نرگس سرمست خماری عجبی.

گل محمد همه تن کاسه شد اندر عشقت،
سر خود کرد فدا در ره یاری عجبی.(53)

## گهرام فقير جتوئي

گهرام فقير جتوئي ولد بخش علي جتوئي فقير جا وڏا اصل پاڳناڙي جا ويٺل هئا.سندس ڏاڏي غلام حيدر فقير کي بيل پٽ ۾ نوتال جي وچ ۾ ديھ بگو خان جتوئي ۾ جاگير مليل هئي.بعد ۾ نواب شاھ ضلعي جي هڪ ڳوٺ ۾ اچي ويٺا. جتان والد جي وفات کان پوءِ گهرام فقير لاڙڪاڻي ويجهو ٽرڙي هاشم لڳ ڳوٺ ٻڏي اچي ويٺو (54).

گھرام فقير جي ولادت 1162ھ/1750ع ۾ ٿي.عربي فارسي جي تعليم پنهنجي والد بخش علي ۽مولوي فيض محمدکان حاصل ڪيائين.سندس والد هڪ وڏو عالم ۽ صوفي درويش هو.سندن خاندان مان بخش علي ثاني (55) ۽ ويجهي دور ۾ فقير الله (56) نالي ٻہ شخص چڱا شاعرٿي گذريا آهن.گھرام فقيرکي هڪڙو پٽ هو جيڪو جواني ۾ ئي وفات ڪري ويو.سندس ويجهن دوستن ۾ نانڪ يوسف، خيرشاه رتيديري وارو،ڏنل فقير ۽ فقير غلام حيدرشر شامل آهن. (57).

گھرام فقير جي مرشد بابت تذڪره لطفي جو صاحب پيرعلي گوهر شاه "اصغر" جي شاعري بابت لکندي چئي ٿو:

"اصغرسائين جو شعر جن ٻڌو آهي، تن کان پڇو تہ سندس شعر ۾ ڪيڏو نہ سوز ۽ ساز آهي، هن ئي درد مان فقير حمل لغاري ۽ گھرام فقير جهڙن درد نگار شاعرن درس ورتو" (58).

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بہ ان راءِ جي پٺڀرائي ڪندي فقط ڪيس پير علي گوهر شاه اصغر جو ئي عقيدت مند ڄاڻايو آهي (59). جڏهن تہ ڊاڪٽر نوازعلي شوق جي تحقيق موجب گھرام فقير سچل سائين جو ئي طالب هو، پر اصغر سائين جهڙي عارف، عاشق ۽ پرسوز شاعرسان روح رهاڻ پڻ ڪندو هو(60).

ڊاڪٽر نوازعلي شوق جي لکڻ موجب تہ گھرام فقير کي فقيري بہ سچل سائين وٽان ئي حاصل ٿي هئي. فقيرصاحب سرمست سائين وٽ اڪثر ويندو رهندو هو ۽ سچل بہ ڪيس گھڻو پيار ڪندو هو. ايتريقدر جو سچل سائين پنهنجي پڳ امانت طور گھرام فقير کي ڏني هئي. (61).

گھرام فقير جي سچل سائين سان هڪ مريد جي حيثيت واري محبت ۽ عقيدت جو مثال ڊاڪٽر نوازعلي شوق صاحب جي بيان ڪيل هن روايت مان بخوبي معلوم ٿئي ٿو:

"جڏهن سچل سرمست جو وصال ٿيو تہ اها ڏک ڀري خبر ٻڌندي ئي گھرام فقير پيرين پيادو روئيندو درازين روانو ٿيو. رستي ۾سچل سائين جي شان ۾هڪ سہ حرفي جوڙي هئائين، جا اڄ ملي نہ ٿي سگھي".

گھرام فقير جي سچل سائين جي وصال تي چيل هڪ ڪافي محفوظ آهي جيڪا هن ريت آهي:

هو سچو سالڪ سچل دانہ درازين در هيو،
ساول ٿي ساٿيھ تي، جڏهن مينهن محبت جا اٿا،

جن فيض فلڪن تي رکيا، هادي حضوري حر هيو،
هندو هزارين مسلمين، معراج لئي سڪندا هيا،
جن حوض ڪوثر مؤن چکيو، پيتو پيالو پُرهيو،
قنڌار ۽ ڪابول ۾، ڪشمير ۽ ايران ۾
هر ڪنهن سڏيو، هر ڪنهن ٻڌو گهرام غازي گُر هيو. (62)

گهرام فقير جي اصغر سائين سان هڪ ٿي ملاقات جون ٻه روايتون موجود آهن. هڪ روايت ديوان بيدل ۾ سيد عبد الحسين شاهه موسوي آندي آهي ۽ ٻي روايت ٿوري ڦير گهير سان ڊاڪٽر نوازعلي شوق کي فقير جي پوئنيرن وٽان ملي، جيڪا ”سچل سرمست جا طالب“ ڪتاب ۾ محفوظ آهي.

گهرام فقير جتوئي وڏي حياتي ماڻي 1262ھ/1850ع ۾ هي جهان ڇڏيو. سندس مزار ٽرڙي ميرهاشم ويجهو ڳوٺ خيرو خان لڳو لڳ آهي. (63).

## شاعري:

گهرام فقير جتوئي گهڻو ڪري ڪافي چئي يا ائين ڪٿي چئجي ته سندس محفوظ ٿيل ڪلام ۾ اسان کي هڪڙي سه حرفي کان سواءِ ٻيون فقط ڪافيون ئي ملن ٿيون. ڊاڪٽرنبي بخش بلوچ ”ڪافيون“ (جلدپهريون) ۾ فقير صاحب جون 18ڪافيون ڏنيون آهن. جڏهن ته ڊاڪٽر نوازعلي شوق صاحب پنهنجي ڪتاب ”سچل سرمست جا طالب“ ۾ پڻ ڪافين جي قلمي بياضن ۽ سندن پوئنيرن وٽان فقير صاحب جو وڏيڪ ڪلام هٿ ڪري ايڪنيهه سنڌي ۽ سرائڪي ڪافيون ۽ هڪ سه حرفي ڏني آهي. اڃان فقير صاحب جو ڪلام اڻ ڇپيل آهي.

گهرام فقير جي شاعري جي تعارف لاءِ اسان ڊاڪٽرشوق صاحب جي ڪتاب ”سچل سرمست جا طالب“ ۾ گڏ ٿيل فقير جو ڪلام اڳيان رکنداسين.

گهرام فقير جي ڪافي ڏاڍي پڪي پختي آهي وٽس فڪر جي گهرائي موجود آهي. عشق سندس ڪلام جو اهم موضوع آهي. هو عشق جي معاملي ۾ ڏاڍو ارڏو آهي. هن جي نظر ۾ عشق کانسواءِ زندگي جا گذاريل لمحا بي معنيٰ آهن. عشق کانسواءِ ڀلي ڪروڙين ڪتاب پڙهه، پر ڪجهه به پلئه نه پوندي. هن وٽ فقط عشق ئي اعليٰ ۽ ارفع آهي. فقيرصاحب پنهنجي هن ڪافي ۾ اهڙو خيال ڪجهه هن طرح بيان ڪري ٿو.

ناحـــق وڃايئي نينهن ري ساري عمر افراد ميـــان.
ڪوڙيون ڪتابن جو پڙهي، ٿئين مولوي مقصاد ميان،
ڪاغذ ڪارا ڪيئي ڪيترا، برهين بنا بـربـاد ميـــان.
(ص54)

فقيرجي عشق جي انتها ڏسو چئي ٿو تہ اندر مان غير جي پليتي ڪڍي ڇڏ، باوضو ٿي يار جي حسن جو جلوو پس تہ پوءِ ئي عشق جي نماز جو سجدو قبول پوندئي.

حسن ويکڻ دا وي وضو ڪيتـــوسي،
نينهن نماز مين نيتي.
سجدا ساڏا وي ثابت هو يـــا ميـــان،
ماهي منهن مسيتـــي. (ص63)

گهرام فقير جي ڪلام مان سندس جمالياتي ذوق جابجا ظاهر آهي.اهڙا عڪس سندس ڪلام ۾ پسجن ٿا.

جو ڳين جون جي زلفان سهٽيون،
چيلـــــهہ پـــوي ٿي چـــوٽي. (ص55)

پرين سندين پنبڻ پچاڙي ورهـن وارا واڍوڙيا،
نيزا گهمائيون نينهن جا، اچي پاڻ پرين پوڙيا.
(ص62)

گهرام فقير جو ڪلام سوزوگدازجو نغمو آهي، هن وٽ سڄڻ جي سونهن سوبيا جو بہ ذڪر آهي تہ اندر ۾ يارڪي ساڻ ۽ ان کي حاصل ڪرڻ جو بيان بہ آهي. هن جون سنڌي توڙي سرائڪي ڪافيون ڏاڍيون دلچسپ آهن، جنهن ۾ نج سنڌي ماحول جو عڪس بہ ڏسجي ٿو.سنڌي ڪلام جو نمونو هن ريت آهي.

## ڪافي

(1)

ٿلهہ: پر چونديم ٿي پيـــرؤن،
مٺن تن ماروئڙن ســان.

1. اڄ ساريان ٿي سومـــرا،
ولــوڙي جون ويـرؤن.

2. وجهـــل ويڙهيچـــن جي،
بت ڪيو منهنجو بيرون.

3. ڏڻ چـــاريندي ڏوٽيـــم،
بابـــاڻـــن جـــو پيـرون.

4. گڏيامون کي "گهرام" چئي،
هينئڙي جن سان هيـون.(65)

## فقير محمد صلاح:

فقير محمد صلاح جي حياتي جو احوال وڌ کان وڌ ڊاڪٽر نواز علي شوق پنهنجي ڪتاب"فقيرمحمدصلاح" ۾ڏنو آهي. ڊاڪٽرصاحب جي تحقيق موجب فقير محمد صلاح ذات جو پيو نہ پرجيهو (ابڙو) هو. سندس وڏا لاڙڪاڻي طرف جا ويٺل هئا. فقيرصاحب اندازاً 1190هه/1776ع ڌاري جنم ورتو.ڦوهہ جواني ۾ قلندر لعل شهباز جي درگاه تي اٽڪل ٻارنهن مهينا ڪن عبادت ۾مشغول رهيو، جتان موٽي اچي سکر ۾شاه خيرالدين جي درگاه تي اندر اجارڻ لاءِ عبادت ۾ مصروف ٿي ويو.اتان ئي ڪيس درازا وڃڻ جو اشارو مليو (66).ان ڳالهہ جي ثابتي طور ڊاڪٽر شوق صاحب فقير صلاح جي قبي اندر لکيل هڪ لکت پڻ پيش ڪئي آهي.

ز مهر نظر توجه شاه خيـرالدين،
شده حکمش سوی سـچل بادشاه،
فرموده واقـف سر اسـرار هـو،
عاشق سچـــل پاک اسم هو الله.(67)

يعني: شاهہ خيرالدين مٿس مهر جي نظرڪئي ۽ حڪم ڪيائينس تہ سچل بادشاهہ ڏي وڃ.

فقير صلاح کي درازن ۾سچل سائين جي صورت ۾ معرفت جو بي بها خزانو هٿ آيو. هتي هن مرشد جي هٿان الاهي عشق جي مئي جا پيالا پي اعليٰ منزل ماڻي. ان لاءِ فقير صاحب لاءِ مشهور آهي "جتي محمد صلاح، اتي پاڻ الله" هي حقيقت سندس قبي جي هڪ پٽ تي هن طرح لکيل آهي:

گفت: جائيکه باشد محمد صلاح،
نضل ولطف باشد آن جا هرگاه.(68)

خيرپور جا ٽالپر اميرسندس عقيدتمند هئا. مير مبارڪ طرفان ڪين ديهہ ابڙي ۾ ڪبڙي واري کوهہ کان شاهہ لڏاٽي ڪپڙي شاخ تائين جاگير مليل هئي.(69) سندن عقيدت مندن ۾ فقير قادر بخش بيدل بہ شامل آهي، هو وٽس اڪثر اچي روح رهاڻ ڪندو هو. سيدعبدالحسين شاهہ موسوي "ديوان بيدل" ۾لکي ٿو:

”بيدل سائين جو اهو زمانو آهي جنهن ۾ مٿس سچل سرمست جو گهرو اثر پوي ٿو. نانڪ يوسف سان وقت بوقت صحبتي ٿئي ٿو. سيوهڻ ويندي ۽ موٽندي نوشهري فيروز ۾ شاهه نصيرالدين شاهه سان ملاقاتي ٿئي ٿو. فقير محمد صلاح سان جنهن لاءِ چوڻي مشهور آهي ته ”جاڏي محمد صلاح، تاڏي پاڻ الله“ سان گهڻو ڪري روزانو روح رهاڻ ٿئي ٿي“ (70).

فقير محمد صُلاح وڏي عمر ۾ 25 ربيع الثاني 1275ھ/3 ڊسمبر 1858ع تي هي جهان ڇڏي ويو (71). فقير قادربخش بيدل سندس قطعه تاريخ وفات چئي: (72)

چون محمد صلاح حق آگاه،
عارف وقت واصل با الله.

غرق بحر تجليات شهود،
محو ذات و رشيد فيضنگاه.

سال وصلش بجست دل زخرد،
گفت هاتف که چشمه فيض الله.
1275ھ

## اولاد:

فقير محمد صُلاح کي ٻه فرزند هئا. فقيرولي محمد ۽ ننڍو ڪريم بخش. ٻئي ڪافي جا سٺا شاعر هئا. هتي نموني طور سندن هڪ هڪ ڪافي ڏني وئي آهي. فقير ڪريم بخش جي وفات جو سن قبي جي اندرين ديوار تي 1284ھ/1867ع لکيل آهي. اهو سن دونهين جي سيد اڏيل شاهه ولد ناصر علي شاهه جو لکيل آهي. فقير ڪريم بخش ري اولاد وصال ڪري ويو (73).

فقير ولي محمد کي ٻه فرزند هئا، هڪ فقيرامام الدين جيڪو سنڌي مرثيي جو سٺو شاعر هو، ٻيو فقير امان الله، جيڪو پنهنجي مريدن جي اصرار تي دونهو ڇڏي بيچانجي ۾ وڃي رهيو (بيچانجي، تعلقي لکي ۾ آهي). اتي فقير جو اوتارو هوندو هو جتي ڏينهن رات راڳ جون محفلون متل هونديون هيون. فقير صاحب جو وصال ٻه راڳ هلندي ٿيو. فقيرامان الله کي فقيرحبيب الله نالي هڪ فرزند هو. جيڪو ري اولاد وصال ڪري ويو. فقيرامام الدين کي ٻه پٽ ٿيا. جنهن مان هڪ فقيرنور الدين هو، جيڪو وڏو عالم فاضل شخص هو (74).

فقير نورالدين درازي درويشن سان پنهنجي خانداني حب قائم رکندي سچل سرمست جون ڪافيون گڏ ڪري هڪ بياض تيارڪيو. جيڪو هن وقت انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي جي قلمي ذخيري ۾موجود آهي. ڊاڪٽرغلام محمد لاکو ان نسخي جو تعارف پنهنجي هڪ مقالي ”سنڌالاجي ۾موجود سچل جي ڪلام جو قلمي نسخو“ ۾ڪرائيندي ان جي اهميت بابت لکي ٿو:

”هي نسخو سچل فقيرجي ڪلام جو هڪ مکيہ ماخذ آهي ۽ ان جي اهميت هي آهي تہ اهو فقير محمد صُلاح جي پڙ پوٽي فقير نورالدين جو لکيل آهي. فقيرصاحب هڪ وڏو عالم هو ۽ سندس عقيدتمند سڄي سنڌ ۾ موجود هئا. هن سنڌي زبان ۾ قرآن مجيد جو تفسير بہ لکيو جو صوفياڻي رنگ ۾ آهي“(75).

فقير نورالدين، سچل سائين جي ڪافين جو هي بياض27 ربيع الاول1338ھ/20ڊسمبر1919ع تي لکي مکمل ڪيو(76).

## شاعري:

فقيرمحمد صُلاح جو ڪلام ڪو گهڻو هٿ نہ آيو آهي. شروعات ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪتاب ”ڪافيون“ (جلدٽيون) ۾ فقير جي هڪ ڪافي شامل ڪئي هئي پر بعد ۾ ڊاڪٽر نواز علي شوق صاحب ڪافين جي مختلف بياضن مان فقيرجون ڏھ وڏيڪ ڪافيون ڳولي لڌيون. جيڪي، ڪتاب فقيرمحمدصُلاح ۽ سچل سرمست جا طالب ۾ شامل آهن. اسان هت فقيرمحمدصلاح جي شاعري جي تعارف لاءِ ڊاڪٽر شوق صاحب جي ڪتاب ”سچل سرمست جاطالب“ کي سامهون رکنداسين.

فقيرمحمدصُلاح جي معرفت جي اعليٰ منزل تي پهتل صوفي صادق هو. هو ان جاءِ تي پنهنجي مرشد سچل سائين جي نظرعنايت ڪري ئي پهتو. چئي ٿو:

آندو عشق امالڪ اتي اتي، جاتي ظاهر باطن نور پيي،
لسان لهرون سيئي لنگهياسي، ٽيڙو لحظي منجھ لطف،
پهرئين رسياسي پوريي. (ص 110)

پنهنجي مرشد لاءِ پنهنجو عشق ۽ عقيدت ڪجھ هن طرح بيان ڪري ٿو:

ساھ سڄڻ تو کي ساري، منهنجو يار مدامي،
جا ڪون اٿم ساھ سرير ۾، سڪ تنهنجي سهٽا سائين،
نہ ٿيندي طلب تمامي.

فقير صاحب جو تمام ٿورو ڪلام هن وقت ميسر آهي. جنهن مان هن جي سوچ جو اظهار ٿئي ٿو. هن جي ڪلام تي تصوف جي ڇاپ آهي، ونس يار جي حسن و عشق جون ڳالهيون ۽ دوست جي ديدار جو بيان آهن هن ڪٿي ڪٿي ڪافي ۾ اندروني قافيو پڻ استعمال ڪيو. ان ڪانسواءِ سندس ڪافين جي زبان ۽ اسلوب پڻ وڻندڙ آهي.

فقير محمد صُلاح جو ڪلام نموني طور پيش ڪجي ٿو:

## ڪافي

(1)

ٿلهه: تنهنجي عشق اجارين آءُ، بيشڪ پِلا ڄام جـي.

1. ڪلنگي وارو قرب قرارو، ساقي آهي سو تہ سمير،
جال پيارئو جام جي.

2. سايو تنهنجو آهي انهي تي، ساروئي سر انجام،
صحت سندو سامان جي.

3. ڪاڪيون مون کي ڪين ڇڏيندو، هٿئون پنهنجي هوت،
فائق سچي فرمان جي.

4. پرين سندي پار جو، درد نـہ پانئجي دڪ،
شائـق رهـو شڪران جي.

5. محمدصُلاح محب موچاري، ڪيـــڙم پال پلير،
اپـــرڪيئي احسان جي.

## ڪافي فقير ولي محمد

ٿلهه: چئج ڪانگل وڃي، منهنجـــي ڳالـهـ پرين.

1. حالاحوال جون ڳالهـڙيـون، چئـج در دوستن.

2. درد فراق جون دانهڙيون، وجهج ڪوهيارل جي ڪن.

3. پٽـــي پنـــرارن جي، لائيندس ليـهـ لڱن.

4. در اوهان جي جو اصل ڪئن، ولي شوق سنـدن.(77)

## ڪافي فقير ڪريم بخش

ٿلهه: آهين تون ڪير، صحيئون ڪر اصل پنهنجو وي ميان،
چوٿوپاٽپڏائيـــــن.

1. شـــوخـــي ســـاڻ شرارت شاهي رکين وي ميان،
پڙهيو پيـــر ســـڏائين.

2. پـــــاڻ جهـــڙو وي پائيـن، ڪـــونه وي ميـــــان،
سڀ ڪان بهتر ٿو پائين.

3. ”ڪريـــم بخـــش“ تــون هي ڪر وهوا ويتر پلومــيان،
جي تون سينو نه ساهين. (78)

## فقير محمد صالح فاروقي

فقير محمد صالح فاروقي، سچل سائين جي ئي خاندان جو فرد هو. هن متعلق گهڻو احوال ڊاڪٽر نوازعلي شوق پنهنجي هڪ مقالي ”فقير محمد صالح فاروقي“ ۾ ڏنو آهي. هن ڪان اڳ ڊاڪٽر عطا محمد حامي، فقيرمحمدصالح فاروقي جو فقط هڪ فارسي غزل ڏيندي لکيو هو ته ”هي عبدالهادي (جنهن جو احوال اسان اڳ ڏئي آيا آهيون) جو سؤٽاڻي سوٽ محمد صالح ولد محمد اسماعيل به هڪ چڱو شاعرهو“ (79).

فقيرصالح جي جنم جيڪا پڪي تاريخ نٿي ملي البت ڊاڪٽرنوازعلي شوق جي اندازي موجب فقير صاحب جو جنم 1210ھ/1795ع ڌاري ٿيو هوندو.چاڪاڻ ته هو عبدالهادي جو سوٽاڻي سوٽ هو ۽ عبدالهادي جو سچل سائين سان ايترو عشق هو جو سچل سائين جي وصال جو صدمو سهي نه سگهيو ۽ ٻئي ڏينهن تي وفات ڪري ويو ۽ فقيرصالح فاروقي ان وقت ڦوهه جواني ۾ هو(80).

فقير صالح فاروقي درازي درويشن جي آکهه جو فرد هو،سندس سينو لدني علم سان منور يقنن سچل سائين جي ئي طفيل سان ٿيو هوندو. هو وڏو مست مجذوب صوفي هو.اهڙي شاهدي سندس وفات تي چيل قادر بخش بيدل جي فارسي قطعه تاريخ مان ملي ٿي.فقيرصالح1278 ھ /1861ع ۾ هي جهان ڇڏيو. فقير بيدل جي چيل تاريخ قطعه وفات هن ريت آهي(81).

چو لاقيد صالح محمــد فـــقير،
زتـــقيد جسمـــانيه تافت رو،
بيا سود جانش در ارواح قـــدس،

دلم گفت: وي مست مجذوب هو.

## شاعري:

فقيرصالح فاروقي، جي زماني ۾ساڳي نالي وارو هڪ ٻيو شاعر فقير محمدصالح قادري لاڙڪاڻي وارو پڻ موجود هو (هن جو احوال اڳتي ايندو). هڪ ئي دور ۾ هڪ ئي نالي وارن شاعرن جي موجود هجڻ سبب ٻنهي جي ڪلام جي شناس ڏاڍي ڏکي ٿي پئي آهي. ڊاڪٽرنوازعلي شوق ان سلسلي ۾ لکي ٿو:

> ”بنده (ڊاڪٽر نواز علي شوق) وٽ ڪافين جو هڪ پراڻو بياض موجود آهي جيڪو مير محمد حسين علي خان پنهنجي هڪ ملازم علي مراد کان تيارڪرايو. اهو بياض 29 رمضان المبارڪ سنه 1291ھ/1874ع ۾ لکيو ان ۾ سچل سرمست ۽ اندور جي شاعرن جو ڪلام قلمبند آهي. انهي بياض ۾صالح درويش جون ڪجھ ڪافيون ملن ٿيون.جن بابت اها ڳالھ يقين سان چوڻ مشڪل آهي تہ اهي سموريون ڪافيون محمد صالح فاروقي جون آهن يا محمدصالح قادري جون. بهرحال منهنجي ذاتي راءِ موجب اهي ڪافيون محمد صالح فاروقي جون آهن“ (82).

ڊاڪٽر نوازعلي شوق جي راءِ موجب صالح درويش جي نالي سان ملندڙ ڪافيون فقير صالح فاروقي جون آهن. جڏهن تہ ڊاڪٽر نوازعلي شوق جون، فقيرصالح فاروقي متعلق مقالي ۾ پيش ڪيل ڪافيون، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پنهنجي ڪتاب ڪافيون (جلد پهريون) ۾ فقير صالح قادري جي نالي سان درج ڪيون آهن، تنهن ڪري ڏسڻ ۾ايئن ٿو اچي تہ صالح فاروقي يا صالح قادري جي نالي سان پيش ڪيل ڪافيون اختلافي آهن. ان ڏس ۾اهو فيصلو ڪرڻ بہ مشڪل آهي تہ ڪهڙي ڪافي صالح قادري جي آهي ۽ ڪهڙي ڪافي صالح فاروقي جي آهي.

هت صالح فاروقي جو هڪ آيل هڪ فارسي غزل سندس ڪلام جي نموني طور هيٺ ڏجي ٿو.

### غزل (فارسي)

گر دورم از تو باتو سوال و جواب چيست،
ور با توام هميشه مرا اظطراب چيست.

گر دورم از تو جان مرا راحت از کجا است،
ور با توام در آتش هجرو عذاب چيست.

از راه معنیٰ ار آمـــده درميـــان جان،
و از راه ظاهرت سبب اجتناب چيـــست.

گفتی که صالح از الم عشق فارغ اســت،
از سینئه پر آتش چشم پر آب چيســت. (83)

## محمدصالح قادري:

محمد صالح قادري بابت بنھ مختصر احوال دستياب آهي. ڊاڪٽراياز قادري پنهنجي هڪ مضمون "سچل جو قلمي ڪلام" ۾صالح قادري بابت لکي ٿو:

"لاڙڪاڻي شهر ۾گوشت مارڪيٽ ڀر نزديڪ ميان جي ڳڙهي هڪ محلي ۾ فقير ميان محمدصالح قادري جو مقبرو آهي، جيڪو هن وقت چؤطرف جاين جي تعمير سبب ايترو ڍڪجي ويو آهي جو ٻاهران ان جو ڪوبہ نشان نظرنٿو اچي. هـڪ ننڍي ۽ سنهي گهٽي پارڪري اندر وڃبـو تہ انڪل ٻن ايڪڙن ۾ميـــرن جي دور ۾ ميرن جي ٺهرايل سان جڙيـل سفيد قبو نظر ايندو، قبي ۾ ميان محمد صالح ۽ ميان غلام محمد جـي تربتن کانسواءِ چار ٻيون تربتون سندن پوين ۽ ڪن ٻين بزرگن جون آهن. محلو فقير ميان محمد صالح جي ڪري ئي ميان جي ڳڙهـي سڏبو آهي" (4).

ڊاڪٽراياز قادري ان سلسلي۾ وڌيڪ لکي ٿو:

"ميان محمدصالح ڄام سمي جي اولاد مان اصل سڪرنڊ جو رهندڙ هو. ڪيس ننڍي عمر ۾ فقيري جو چاهہ پيدا ٿيو، مٽن مائٽن جا لڳ لاڳاپا ڇڏي دنيا کي ترڪ ڪري، حقيقي راهہ ماڻڻ لاءِ نڪري پيو. ڪيس قلندرشهبازجي درگاهہ ۾ حڪم ٿيو تہ سندس من جون مرادون سلطان الاولياءِ پيرعبدالحق فاروقي درازي وٽان حاصل ٿينديون. پيرعبدالحق فاروقي جي مهر ڀري نظر ميان صالح کي رڄي ريڄو ڪري ڇڏيو. ڪيس پنهنجو خليفو بنايو ۽ حڪم ڪيو تہ هو لاڙڪاڻي شهرکي وڃي پنهنجو مسڪن بنائي. ان ڏينهن کان وٺـي هي خاندان لاڙڪاڻي شهر ۾ آباد آهي. پير عبدالحق جي قادري طريقي اختيار ڪرڻ کانپوءِ قـادري

فقيرن جي نالي سان مشهور آهي ۽ اجا تائين هي خاندان ”شاهه دراز“ جي بزرگن جو مريد ۽ معتقد آهي“ (85).

فقير صالح قادري خواجه عبد الحق جو مريد ضرور هو پرهن فيض واري بزرگ، سچل سائين سان بہ روحاني ڪچهريون ڪيون هونديون ۽ ڪانئس بہ فيض حاصل ڪيو هوندو. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ قادري فقير بابت لکي ٿو:

”محمدصالح قادري لاڙڪاڻي جو ويٺل هو. سچل سائين جو طالب هو ۽ وڏو درويش هو. قلات، قنڌار، خراسان ۽ بخارا تائين سندس مريدهئا“ (86).

فقير صالح قادري وڏو عالم شخص هو.هي فاروقي خاندان جي نظر عنايت منزل تي پهتو، پرافسوس جو سندس حياتي جو احوال هن ڪان وڌيڪ ميسر ناهي. سندس ڄمر ۽ وفات جا سن بہ نہ ٿا ملن. ڊاڪٽر اياز قادري سندس خاندان جو فرد هو، پرهو بہ ان سلسلي ۾ خاموش آهي. فقيرصالح قادري جو پٽ غلام محمد گدا پڻ سچل سائين جو طالب هو.جنهن جو ذڪر اڳي ڪيو ويو آهي.

## شاعري:

فقير صالح قادري جي حياتي جي احوال وانگر سندس ڪلام بہ گهڻو ميسر ڪونهي.ڊاڪٽرنبي بخش خان بلوچ پنهنجي ڪتاب ”ڪافيون“ (جلدپهريون) ۾ فقير قادري جي نالي جيڪي ٽي ڪافيون ڏنيون آهن تن بابت فقيرصالح قادري واري احوال ۾ ذڪر ڪري آيا آهيون.

ڊاڪٽرنبي بخش بلوچ طرفان ”ڪافيون“ ڪتاب ۾صالح قادري جي نالي پيش ڪيل ڪافين مان هت اسين هڪ ڪافي نموني طور پيش ڪيون ٿا (87).

### ڪافي (سرائڪي)

ٿلهه: آڪ تہ ايها ڪنهن دي ذات،
هر ڪنهن جنهن ڪون سجدا ڪيتا.
ملڪ سين مني ٻانهپ تات،
هرڪنهن جنهن ڪون سجدا ڪيتا.

1. خاڪي آدم بت بنايس، تنهن وچ آڪي ڇپ ڇپايس،
سيڪو آڪي هي صفات، هر ڪنهن جنهن ڪون سجدا ڪيتا

2. عاشق معشوق نام سڏايس، بار برهه دا سر تي چايس،
ڪي ڪشالا ڏينهان رات، هر ڪنهن جنهن ڪون سجدا ڪيتا.

3. لکين لباس پهر کي آيا، رنگا رنگي رنگ بنايا،
صورت بڻي پاتون پات، هر کنهن جنهن کون سجدا کيتا.

4. ماءِ پيـو پاپ نہ تنهن دا کوئي،حوا کنهن دي ڄائي هوئي،
سڻ ايها حقيقت بات، هرکنهن جنهنکـون سجدا کيتا.

5. "صالح"سمجهين هي سر سارا، اندر ٻاهر نور نظارا،
دم الهي وائي وات، هرکنهن جنهن کون سجدا کيتا.

## محمد حيات حاتم

آخوند محمد حيات تخلص"حاتم" ولد محمد واسع بابت مختصر احوال ڊاڪٽر عطا محمد پنهنجي ڪتاب "نينهن جا نعرا" ۾ڏنو آهي.

آخوند حيات اڳ ذڪر ٿيل آخوند گل محمد جو ڀاءُ ۽ مخدوم نور محمد بوبڪائي جو همعصر هو(88). مير ڪرم علي خان جي ادبي محفلن ۾ شريڪ ٿيندو هو، جتي ڪيس ميرن طرفان وڏو مان، مرتبو ۽ انعام اڪرام ملندا هئا.مير ڪرم علي خان جي ادبي محفل جو هڪ واقعو عطا محمد حامي بيان ڪيو آهي، جنهن ۾آخوند حاتم کي مير ڪرم علي خان طرفان انعام عطا ڪيو ويو هو(89).

آخوند حاتم ان وقت عالم خان نظاماڻي جي فرزندن جو استاد هو،ان ڪانپوءِ هو مير سهراب خان اول جي فرزند ميرمبارڪ خان جو استاد ۽ درباري شاعر ٿي رهيو(90).

آخوند حيات جي مريد ٿيڻ بابت عطا محمد حامي فقط ايترو لکيو آهي تہ هو ميان عبد الحق جو مريد هو(91).اسان جي خيال موجب ميان عبدالحق جي وفات (1213ھ/1798ع) ڪانپوءِ يقينن آخوند حيات "حاتم"، سچل سائين جي طالبن ۾ شامل ٿيو هوندو.ڇاڪاڻ تہ آخوند حيات، ميان عبدالحق ڪانپوءِ لڳ ڀڳ ٻائيتاليهہ (42) ورهيہ زندھ رهيو ۽ اهو ممڪن ئي ناهي تہ حاتم ايترو وقت سچل سائين جي رندانہ محفل ۾ شريڪ نہ ٿيو هجي يا سندس صحبت اختيار ڪري سندس طالب نہ بڻيو هجي. آخوند محمد حيات "حاتم" سنہ 1255ھ/1839ع ۾ وفات ڪئي(92).

### شاعري:

آخوند محمد حيات "حاتم" سنو شاعر پڻ هو.سندس ڪلام گهڻو ئي هوندو پر اسان کي سندس هڪ فارسي غزل ملي سگهيو آهي. جنهن مان ڪجھ بند نموني طور پيش ڪجن ٿا (93):

## غزل (فارسي)

تار محبت است که بسيـــار نازك است،
از تار جان نزاکت اين تـــارنازك است.

ساق به جام جم چه مئی نـاب می دهـــی،
مل را بگل فگن که لب يـــار نازك است.

آخر سوال ما به جوابـــی نمی رسد،
با تند خـــو مناظره بسيار نازك اســـت.

## محمدنشان فاروقي

محمد نشان فاروقي، گل محمد درازي جو فرزند هو.فاروقي خاندان جو هي چشم و چراغ سچل سائين جي طالبن ۾ شمار ٿئي ٿو. سندس جنم تاريخ دستياب ناهي. البت وفات جي تاريخ ملي ٿي. هن سنه 1269ھ/1852ع ۾ وفات ڪئي(94). هن کان وڌيڪ محمد نشان فاروقي جو احوال دستياب ناهي.

### تصنيف و تاليف:

محمد نشان فاروقي پنهنجي وقت جو وڏو عالم، اديب ۽ شاعر هو. سندس ڪلام ناياب آهي. فقط ٻه قطعه تاريخون ملن ٿيون، جيڪي ميرسهراب خان ۽ مرثيه گو شاعر محمد عالم اول جي وفات تي لکيون هيون (95). ڊاڪٽرعطا محمد حامي نشان فاروقي جي لکيل هڪ فارسي لغات جو ذڪر ڪندي چئي ٿو ته اها لغات وٽس قلمي حالت ۾ موجود آهي(96). ان کانسواءِ نشان فاروقي جو هٿ لکيل سچل سائين جي فارسي ڪلام "ديوان آشڪار" جي هڪ نسخي بابت پڻ ڄاڻ ملي ٿي. هن نسخي جو تعارف ڊاڪٽر ابراهيم "خليل" هنن لفظن ۾ڪرايو آهي:

"هـــن نسخي جو ڪاتب محمد نشان فاروقي فقير آهي. ابتدا ۾ نه مقدمو آهي ۽ نه وري تقريظ يـــا پيش لفظ: جنهن ذريعي ڪاتب جي سوانح، ذوق ۽ شـــوق، علم و فضل، يا نسخي جي شروع ٿيڻ جي تاريخ معلوم ٿي سگهي. البت خاتمي جي تاريخ پڇاڙي تي ڏسجي ٿي. آخري صفحي215 تي هي عبارت آهي:

هذه الكتاب ديوان آشكار، محبـت آثار دلاويزاشعـار، محرم اسرار، نيكو ديد وار وحدت و ثار، معرفت اطوار؛ از دست فقير محمد نشان فاروقی،

بتاريخ چهاردهم ماه رمضان ١٢٤٤هه يوم جمعه بوقت نيم پارس صورت تحرير يافت.

هي نسخو سچل جي وفات کانپوءِ ٺيڪ سنڌس ٻيءَ ورسي جي موقعي تي، جمعي جي ڏينهن 14رمضان1244 ھ (20مارچ1828 ع) تي محمد نشان فاروقي فقير پورو ڪيو. هن عبارت جي هيٺان بلڪل آخر ۾ هڪ رباعي ۽ ٻه شعر درج آهن" (97).

ڊاڪٽرابراهيم "خليل" سچل سائين جي فارسي ڪلام جي هن نسخي جي اهميت بابت لکي ٿو:

"محمدنشان فاروقي وارو نسخو سچل فقيرجي وفات کان ٻه سال پوءِ لکيو ويو. ان ڪري ٻين سڀني نسخن جي ڀيٽ ۾ان کي برتري حاصل آهي.حامي مرحوم جي لکت موجب، محمد نشان فاروقي پنهنجي دور جو وڏو عالم، اديب ۽ شاعر هو.هو ڪجھ ڪتابن جو مصنف به هو. پاڻ هن نسخي جي تياري ۾ پورو جتن ڪيائين، انڪري سنڌس نسخي کي هرلحاظ کان اهميت حاصل آهي" (98).

محمد نشان فاروقي جو هي نسخو هن وقت پنجاب يونيورسٽي لئبريري ۾ موجود آهي. جتان سچل چيئر پڻ فوٽو اسٽيٽ حاصل ڪيو آهي.

## نانڪ يوسف

فقير نانڪ يوسف ذات جو ڪوڪر هو.اصل بيگاري جا ويٺل هئا پرسنڌس والد اتان لڏي جهل شهر پرسان ڪنڊي ڪوڪر جي ڳوٺ ۾ اچي رهيو.ظاهري علم جو وڏو عالم هو. جهل شهر ۾ ديني مدرسو پڻ هلائيندو هو.يوسف فقير 1208ھ/1793ع ۾ ڄائو(99).ابتدا ۾ڪن عالمن يوسف فقير جو اصل نالو رئيس شمس الدين ڄاڻايو آهي. هي وڏو دولتمند هو. "تذڪره لطفي" جي صاحب ان ڳالھ کي رد ڏنو آهي(100).

يوسف فقير پندرهن، سورنهن ورهين جي ڄمار ۾ ظاهري تعليم پنهنجي والد مولوي هاشم وٽ مڪمل ڪئي ۽ سنڌس دستاربندي پڻ ڪئي وئي (101). هن دستاربندي کانپوءِ به اڀياس جاري رکيو ۽ پنهنجي ڄاڻ ۾ واڌارو ڪندو رهيو. والد جي وفات بعد هن مدرسو هلائڻ شروع ڪيو. کيس به سنڌس والد جيان وقت جي حاڪم طرفان ماهوار پگهارمقررڪري ڏنو ويو. هو فتوائون پڻ جاري ڪندو هو(102).

نانڪ يوسف جي پرورش ۽ پالنا سخت شرعي ماحول ۾ ٿي، پر ان جي باوجود هن جي اندر ۾"حق" جي ڳولا جي بيقراري موجود هئي. جنهن کيس سڪ سان ويهڻ

نہ ڏنو. هن ان شوق ۾ ٽي دفعا سفر ڪيو. پھريون پيرو جهل شهر جي اتر پاسي واري دڙي تي تن ڪي تسيائون ڏئي غور ۽ فڪر ۾ وقت گذاريائين. ٻئي پيري جهرجهنگ، درگاهون ۽ مڙهيون پيتيائين پر ڪٿي بہ من کي سڪون نہ مليس. آخر ٽئين پيري پاڻ ڪان بي نياز ٿي پٽڪندو پٽڪندو گمبٽ تعلقي ۾ ان جاءِ تي اچي پهتو جتي هينئر سندس درگاهہ آهي. اتي پهچڻ ڪان پوءِ هن پنهنجـــي مرشد پيرصالح شاهہ راٽيپوري ڏانهن وڃڻ جو خيال ڪيو، پر رستي ۾زبردست طوفان لڳو، ڪن راوين ان کي عشق جو طوفان سڏيو آهي. ان طوفان ۾ ڪيس ڪا سڌ ئي نہ رهي ۽ اسر مهل درازا ۾ سچل سرمست جي سماع جي محفل ٻاهران اچي پهتو. يوسف فقير جي ڪن تي سماع جو آواز پيو تہ پاڻ وڏي اچي در تي ويٺو. سچل سائين ان وقت راڳ جي رنگ ۾ جذب ٿيو پيو هو. تنهنجي نظر يوسف فقير تي پئي ۽ هيڏانهن يوسف فقير تي سرمست سائين جي شخصيت ۽ سماع جادو ڪري ڇڏيو. هن کي پنهنجي منزل پنهنجي اکين آڏو نظر اچڻ لڳي (103).

ڊاڪٽر تنوير عباسي، يوسف فقير جي سچل سائين سان پهرئين ملاقات جي حوالي سان لکي ٿو:

”سچل سـائين ڪيس ان سماع جي محفل ۾ ڏسڻ بعد ٻين فقيرن کي حڪم ڪيو تہ ڪيس هتان ٻاهر ڪڍو پر يوسف فقير اتان وڃڻ ڪان انڪار ڪيـو، جنهن تي فقيرن ڪيس اتان ٽنگا ٽولي ڪري هـڪ وڻ هيٺان ويهاري ڇڏيو، جتي هو ڪيترو عرصو بيحال پيو رهيو“ (104).

مولانا صادق راٽيپوري، نانڪ يوسف جي سچل سرمست سان ملاقات جي حوالي سان چئي ٿو:

”سچل سائين هڪ پيرو کُهڙن ۾ وڃي مخدم صاحبؒ ڪان سندس ٻہ شاگرد گهـريا تہ ان ظاهري علم مان ڪجھ پلئہ نہ پوندن انهي لاءِ ٻہ شاگرد مون کي ڏيو تہ لدني علوم حاصل ڪن، پرمخدوم صاحب کي ان تي سخت ڪاوڙ آئي، پر رات جو ٻہ شاگرد يوسف ۽ يعقوب، سچل سرمست وٽ پهچي ويا ۽ جڏهن سچل سائين، يوسف کي پنهنجو فيض ڏنو تہ هو صبح جو مسجد ۾ ڪيس مرشد طرفان نانڪ جو لقب ملڻ تي مٿس اهڙو تہ وجد طاري ٿيو جو ٽپ ڏيڻ سان سندس مٿو مسجد جي ڇت کي ۽ پيـــــر ڌرتي کي اچي لڳا. جنهن تي فقيرن سچل سائين جي

حڪم تي ڪيس هــٿ مان ونئي سمهاري ڇڏيو. هو ان حالت ۾ ڪيترا ڏينهن بي حال پيو رهيو ۽ پوءِ صاحب فيض بڻيو" (105).

مولانا صادق راڻيپوري جي بيان ڪيل اها روايت بلڪل ڪمزور لڳي ٿي.هڪ ته نانڪ يوسف جي مستند بيان ٿيل حالات زندگي مان اهڙي ڪا به ثابتي نٿي ملي ته هو ڪهڙن جي مخدومن وٽ پڙهندي لڪي پڇي اچي سچل سائين وٽ پهتو ۽ ٻيو ته هر اهل الله سان ڪيتريون ئي غير علمي ڪرامتون منسوب ڪيون ويندون آهن. نانڪ يوسف جو ٽپ ڏئي ڇت سان مٿو لڳڻ ۽ پير زمين تي لڳڻ واري روايت به اهڙي ئي محسوس ٿئي ٿي.

پروفيسر لطف الله بدوي پنهنجي تذڪري ۾نانڪ يوسف جي سچل سائين سان ملاقات جون ٻه روايتون درج ڪندي، پهرئين روايت ته "ميرسهراب جي مسند نشيني جي موقعي تي يوسف فقير جي سچل سرمست سان ملاقات ٿي هئي، ان ڪي رد ڏئي ٿو. البت هو صاحب ٻئي روايت ته يوسف فقير جو سرمست سائين سان مڪان ميلو لاڙڪاڻي طرف ٿيو هو، جتي سچل پنهنجن عقيدتمندن ڏانهن ايندو هو، ان کي درست تسليم ڪري ٿو (106). بدوي صاحب جي ان ٻئي روايت کي ايترو تسليم ڪري سگهجي ٿو ته واقعي سچل سائين پنهنجن عقيدتمندن ڏانهن لاڙڪاڻي طرف ويندو هو، جو اتي سيد خير شاهه، گهرام فقير، صالح قادري ۽ غلام محمد "گدا" قادري جهڙا سائين جا طالب موجود هئا. ممڪن آهي ته پهريان يوسف فقير، سچل سرمست کي لاڙڪاڻي طرف ئي ڏٺو هجي، ان ڪانپوءِ هو درازا پهتو هجي. بدوي صاحب جي پيش ڪيل روايت کي مڪمل طرح ان لاءِ به قبول نٿو ڪجي ڇاڪاڻ ته هن صاحب کي يوسف فقير جي زندگيءَ جي ابتدائي حالتن بابت پڻ ڪاخبر نه پئي آهي.

نانڪ يوسف ڪيترو ئي وقت سچل سرمست جي نظرعنايت ڪان پري هڪ وڻ هيٺان بيحال پيو رهيو پر نيٺ مرشد جي نظر مٿان پيس ۽ ڪيس فقيرن جي حلقي ۾ داخل ڪيو. مرشد جي فيض ڏيڻ واري روايت سيني عالمن هن طرح دهرائي آهي:

> "هڪ رات بلند آواز ۾سچل سرمستﺑ پنهنجي ڪوٺي مان مراقبي جي حالت ۾ يعقوب فقير کي سڏ ڪيو،جيڪو اڪثر سچل سائين جي خدمت ۾موجود رهندو هو.ان رات هو اتي موجود نه هو، ان وقت يوسف فقير اتي موجود هو.جنهن اصطلاحي معنيٰ ۾جواب ڏنو ته يعقوب ناهي ان جو پٽ يوسف حاضر آهي (حضرت يعقوب عليہ السلام جو پٽ حضرت يوسف عليہ السلام) جواب ٻڌي سچل سائين خاموش ٿي ويو. ٿوري دير ڪانپوءِ وري سرمست سائين يعقوب کي سڏ ڪيو،جنهن تي

يوسف ساڳيو جواب ڏنو. آخرنئين سڏ جي جواب تي سچل سائين يوسف فقير کي اندر اچڻ لاءِ چيو. ان ئي رات مرشد يوسف فقير کي فيض عنايت ڪيو. ان ڪانپوءِ فقير سرمست سائين جي خاص خليفن ۾ شمار ٿيڻ لڳو" (107).

يوسف فقير فيض حاصل ڪرڻ بعد ڪجھ وقت ڪانپوءِ مرشدجي اجازت سان پنهنجي موجوده ڳوٺ (اڳڙن پرسان) ۾ اچي رهيو(108).

اسان مٿي لکي آيا آهيون ته هر صاحب ڪرامت بابت غير علمي ڪرامتون عام ڪيون وينديون آهن. اهڙين روايتن جو مقصد عقيدت مندن پاران ان شخصيت جي قدڪاٺ ۾ واڌارو آڻڻ هوندو آهي، پرعلمي سطح تي اهڙين ڪرامتن جي ڪا به حيثيت نه هوندي آهي. اهڙي طرح فقير نانڪ يوسف سان به ڪيترين ئي اهڙيون ڪرامتون منسوب ٿيل آهن، جن ۾ مير علي مراد خان کي چماٽ هڻي ڪن مان سور لاهڻ، حيدرآبادي ميرن وٽ فقير جو شينهن ٿيڻ ۽ وري اصل صورت ۾ موٽڻ، لاهور جي سفر جون ڪرامتون،امرتسرجي سفر ۾جادوءَ جهڙا ڪرشما،سکن جي گرو هجڻ واري دعويٰ بعد تيل ڪڙاهي ۾ گهڙڻ ۽ واپس اصل صورت ۾ نڪري اچڻ ۽ ٻيون ڪيترين ئي بي بنياد ڪرامتون سچل جي هن طالب ڏانهن منسوب ٿيل آهن، جيڪي سندس عقيدتمندن جي ضعيف الاعتقادي جو مثال آهن(109) .

روايتن ۾ اچي ٿو ته هڪ ڀيري سچل سائين پنهنجن فقيرن کي چيو ته ٻين ٻولين ۾ شعر ته موجود آهي، ڪو هندي ۾ به ڪلام ٻڌائي، ان تي يوسف فقير هندي ۾ ڪيترائي شبد، چوپا ۽ ٻاٽيون ٻڌايون، جنهن تي سچل سرمست طرفان ڪيس "نانڪ" جو لقب مليو ۽ امرتسر وڃڻ جو حڪم ڏنائين. اهڙي طرح "يوسف فقير کوکر" "نانڪ يوسف" بڻجي ويو(110).

سرمست سائين جي حڪم تي نانڪ يوسف پنهنجن ساٿين عبدالله فقير، ڍنڍڻ فقير، الهداد فقير (جنهن کي اٺ فقير چوندا هئا) ۽ ٻلو فقير سان گڏ امرتسر پهتو. راوين جي لکڻ موجب امر تسر ۾ نانڪ يوسف سکن جي گرو نانڪ جي گادي تي وڃي ويٺو ۽ گرو نانڪ هجڻ جي دعويٰ ڪئي،جنهن تي سکن سندس امتحان وٺڻ لاءِ تيل جي گرم ڪڙاهي ۾ وڌو،جنهن مان هو ٻاهرنڪري آيو.ان ڪانپوءِ سک سندس مريد ٿيا (111).

نانڪ يوسف در حقيقت پنهنجي مرشد جي حڪم تي ان جو روحاني پيغام کڻي تبليغ جي خيال کان امرتسر پهتو هو ۽ هن جي تبليغ ۾ ڪيترائي سک سندس

تعليم کان متاثر ٿي سندس مريد بڻيا هئا. سچل سائين جو پهرين اهو دريافت ڪرڻ ته ڪهڙو فقير ڪيس هندي ڪلام ۾ روحاني پيغام ٻڌائيندو، اهو ڄاڻڻ ڪانپوءِ هن يوسف فقير کي نانڪ جو لقب ڏئي امر تسر روانو ڪيو.هي اهو دور آهي جڏهن پوري برصغير اندر انگريزن جي ڪري سياسي حالتون تيزيءَ سان بدلجي رهيون هيون. راجا رنجيت سنگهه جون سياسي چالبازيون ۽ انگريز دوستي سنڌ سميت ڪيترن ئي علائقن لاءِ نهايت نقصانڪار ثابت ٿي رهي هئي. ان دور ۾ يقينن عام ماڻهن ۾ افراتفري ۽ سخت پريشاني واري ڪيفيت هوندي ۽ ماڻهو انهن حالتن مان ٻاهر نڪرڻ جا خواهشمند پڻ هوندا! نتيجي ۾ صوفين ۽ سالڪن پنهنجي خانقاهن ۽ درگاهن ۾ ماڻهن کي روحاني سڪون پهچائڻ جاجتن پي ڪيا. نانڪ يوسف جو امرتسر وڃڻ ۽ اتي جي سکن کي پنهنجو مريد ڪرڻ پڻ سچل سائين طرفان ڪنيل اهڙو ئي قدم آهي، جنهن مان انساني ڀائپي جو مظهر ظاهر ٿئي ٿو.

نانڪ يوسف جي ويجهن ساٿين ۾ يعقوب فقير جتوئي، شير علي ڀنيرو، قادر بخش بيــدل، گهرام فقيرجتوئي، محمد صالح دونهي وارو، محمدصديق، حاجي عثمان چاڪي، فقيرمحمدصالح لاڙڪاڻي وارو، مخدوم عبدالخالق کهڙن وارو ۽ شادي شهيد شامل آهن. اهڙي ريت سندس طالبن جو سلسلو بہ آهي جن ۾ عبدالله فقير، ڊنڊڻ فقير ناريجو، الهداد فقير (اٽ فقير)، بلو فقير، باهو شاهه (پنجاب)، حسن شاهه (پنجاب)، حيدرشاهه ڪيمياگر، وڌو فقير، مهنوال فقير، دين شاهه، پيرشاهه، موٽو فقير پڳڙن وارو ۽ غلام حيدرشر (مشهور شاعر)هئا. ان ڪانسواءِ مير علي مراد (خيرپور رياست جو والي) سندس عقيدت مند هو (112).

نانڪ يوسف 9جمادي الاول 1269ھ/1852ع تي هن جهان مان لاڏاڻو ڪيو.سندس وفات جي تاريخ سندس همعصر شاعر فقير قادر بخش بيدل فارسيءَ ۾ چئي آهي.جيڪا هت پيش ڪجي ٿي(113)

این چه دوری که درزمان رفته،
عارفی کامــل از جهان رفته.

سال وصلش خرد بجست سروش،
گفت: طائر بــآشیان رفتـــــه.
1249ھ

## شاعري:

نانڪ يوسف رندي رنگ وارو شاعر هو. هن سنڌي، سرائڪي ۽ اردو ۾ ڪلام

چيو آهي، جيڪو محفوظ رهيو ۽ بعد ۾ "نانڪ يوسف جو ڪلام" جي سري هيٺ شايع پڻ ٿيو. جنهن ۾نانڪ يوسف جا چيل سنڌي بيت، ڪافيون، سرائڪي ڏوهيڙا، ريخته ڪلام ۽ ٻاٽيون شامل ڪيون ويون آهن. اسان هت نانڪ يوسف جي ڪلام جي مطالعي لاءِ "نانڪ يوسف جو ڪلام" مرتب: ڊاڪٽرتنوير عباسي، سنڌي ادبي بورڊ1983ع کي استعمال هيٺ آڻيندا سين.

نانڪ يوسف سچل سائين جو خاص خدمتگار ۽ وڏو عقيدتمند هو.ڪيس پنهنجي مرشد سان بي انتهاعشق هو. هن جي ڪلام تي سچل سائين جو وڏو اثر آهي. ڊاڪٽر تنوير عباسي ان سلسلي ۾ لکي ٿو:

" نانڪ يوسف جي ذهني پرورش سچل سرمست جي ئي اثر هيٺ ٿي ۽ سندس شاعري انهي رندي مکتبہ فکر ۾ وڌي ويجهي، ان ڪري پنهنجي همعصر بيدل وانگر، نانڪ يوسف جي شاعريءَ تي سچل سرمست جي فڪر توڙي اسلوب جي گهري ڇاپ آهي. نانڪ يوسف نہ رڳو سچل جي اسلوب توڙي فڪر جي ڇاپ قبول ڪئي، پر سرمست جي روايتن کي اسلوب توڙي فڪري لحاظ کان اڳتي وڌايو " (114).

نانڪ يوسف پنهنجي ڪلام ۾ڪيترن ئي جاين تي سچل سائين سان پنهنجي محبت ۽ عقيدت ظاهرڪئي آهي. هو چئي ٿو:

* صورت مرشد من سان لائي، هستي جاڇن تندا. (ص93)
* يوسف ياري سر،مرشدشهردراز ۾. (ص63)
* نانڪ يوسف نالو چالو،مرشد مولا نور نظارو
  ٿو پنهنجي توهہ تڳائين. (ص96)

سچل سرمست جو اثر قبولڻ واري نڪتي هيٺ اسان نانڪ يوسف جو ڪلام جانچيندا سين تہ سندس ڪلام ۾ ڪيترين ئي هڪجهڙائيون نظر اينديون. فڪري هم خيالي ۽ هم آهنگي جاڪجھ مثال اسان هت پيش ڪيون ٿا.

سچل سائين چئي ٿو:

* ٻيا ڪوئي ڄاڻڻ محض گناهہ، هرڪنهن صورت آپ الله (115)

نانڪ يوسف وري اها ساڳي ڳالھ هن طرح ڪئي آهي:

* پنهنجو پاڻ ۾ نهار، آهي پرتو پرين جو. (ص90)

سچل سائين چئي ٿو:

* اوئي اندر، اوئي ٻاهر، اوئي اها موبمو
  هر ڪنهن جاءِ ظهورا تنهن دا، هرڪنهن ڪوچي سوبسو. (120)

نانڪ يوسف انهيءَ خيال کي هن طرح پيش ڪيو آهي:

* يار اسين گم انهي ۾، آهي پاڻ پرين پاڻ هين،
تو پنهنجون رانديون رسائي. (ص90)

* پاڻ تو پنهنجيون ڪيڏيون ڪيڏاري، جنهن پتلي ڏور اڙائي،
تـــي تـــن ســـان ورهه وســـايـــان. (ص91)

نانڪ يوسف سچل جو اثر ڪيترن ئي حوالن سان نه رڳو سنڌي شاعريءَ ۾ قبول ڪيو آهي، پر اهڙو رنگ هن جي سرائڪي ۽ هندي ڪلام تي به صاف ظاهر ٿئي ٿو. اهائي ٻولي، اهي ئي محاورا، اهي ئي ٻي ٻيا اظهار جا طريقا، اهي ئي مترنم ۽ والهانه رقص جي موسيقي رڪندڙ گهاڙيتا نانڪ يوسف جي ڪلام ۾ ملندا، جيڪي سچ سچل سائين جي شاعريءَ جاڳڻ آهن.

نانڪ يوسف جي ڪلام تي سچل سائين جي اثرهجڻ جي باوجود هن جي ڪلام ۾ پنهنجي انفراديت ۽ نواڻ آهي. هو جن حالتن ۾ زنده رهيو، انهن حالتن کان هو با خبر رهيو آهي. هي اهو دور آهي جڏهن سنڌ جا ٽالپرحاڪم پنهنجي گهرو نااتفاقين سبب اندران ڪمزور ٿي رهيا هئا. ان ڳالهه جو فائدو وٺندي هندستان پهتل انگريز سنڌ تي قابض ٿيڻ جا جتن ڪري رهيا هئا. نانڪ يوسف جڏهن سنڌو جي سير مان انگريزن جون فوجون گذرندي ڏٺيون ته وڏي جوان مردي ۽ همت سان چئي ڏنائين:

* فوجان فرنگين سنڌيون، گم ٿينديون منجهه غـار،
جـــي پڻ پاس انهن جي سي خارج ٿيندا خوار. (ص75)

وري ٻئي هنڌ انگريزن خلاف چئي ٿو:

* دشمن تنهنجا وڃي گم ٿيئڙا، نصراني پس هادي پيئڙا
ڪـــامي ٿيـــئڙا ڪاڻ. (ص145)

* ٿيو انگريزخـــراب هـــادي حڪـــم هلايو پنهنجو. (ص134)

نانڪ جي ڪلام ۾ ٻيون به ڪيتريون ئي شعري خصوصيتون آهن. خاص طور تي هن جو ڪلام موسيقيت سان ڀرپور آهي. ڇاڪاڻ ته هو پاڻ موسيقيءَ جو ڄاڻو هو. خود به ڳائيندو هو. سندس هيٺين ٻولن لاءِ مشهور آهي ته وچ بازار ۾ ڇير پائي نچندي ڳايا هئا. انهي ڪافي جي گهاڙيٽي ۾ رئي نرت تال جو اثر آهي (117).

* ويھ ديکا ھي اسرار، بره بازار، تماشا پلپل کا وھوا،
مئن جائونگي پلهار، هماري يار، حسن کي جهل جهل کا وھوا. (ص198)

نانک يوسف، سچل سرمست جي رندي اسکول ۾ پڙهي رچي ريٽو ٿيل ھو. هن جي اندر ۾ ب اها ئي مستي، اهائي ڪيفيت موجود هئي، جيڪا سچل سرمست وٽ ڏٺي وڃي ٿي. هو ب اندر ۾ پنهون ڳولڻ واري رستي تي هلندڙ آهي.هن جي ڪلام ۾ ب اهڙا کوڙ مثال موجود آهن، جيڪي سندن اهڙين ڪيفيتن جي عڪاسي ڪن ٿا. چئي ٿو:

* ول چل ڪيو ڪهڙا، تو پهرين پوشاڪون،
هو هوا مون الف ٿئين،آدم دم خاڪئون،
سڀ ڪنهن صورت سوجهرو، ٿيونور نبي پاڪئون،
احمد احمدآن تون، لائق لولاڪئون،
اندراوطاقون، يوسف يار اوهان جون. (ص71)

نانک يوسف سنڌي، سرائڪي، اردو (ريختہ) ۽ هندي جو پکو پختو شاعر آهي. وٽس مرشد سان محبت ۽ عقيدت جو اظهار، جانب جو جمال، محبت جي مئي ۽ درد جا موضوع عام آهن، جنهن ۾ هن پنهنجي هڪ جدا اسلوب، انداز ۽ ڍنگ سان نواڻ پيدا ڪئي آهي. بقول ڊاڪٽر تنوير عباسي جي ت نانک يوسف جي ڪلام ۾ اهي سڀ خوبيون آهن، جيڪي هڪ وڏي صاحب طرز صوفي شاعرجي شعر ۾ هئڻ گهرجن.

نانک يوسف جو ڪلام نموني طور هن طرح آهي:

## سنڌي ڪافي

(1)

پنهنجوپاڻ پرنهار،آهي پرتوو پرينءَجو،
الھ جو دم سنيار،آهي پرتوو پرين جو.

توسين هزار حيلا،پر دل ڪيا پتيلا،
نالوجسمر وسار،آهي پرتوو پرينءَ جو.

اول نفي نيارو، پوءِ الا الله اشارو،
منجھ عشق هيئن گذار،آهي پرتوو پرينءَجو.

سرتــان قــدم صفاتي، الله عشق ذاتي،
شک شبہ مــڙئي مار، آهي پرتوو پرينءَ جو.

سڻ نينهن جو نظارو، اقــرب اليہ اشارو،
عاشق سخن سچار، آهي پرتوو پرينءَ جو.

يوسف کي يار ياري، تنهنجي سدا بهاري،
نہ تہ آهيان بيکار، آهي پرتوو پرينءَجو.
(ص90)

## سرائڪي ڪافي

آندا دلبر آندا آندا دلبر آندا ميرا ڍولڻا،
غيبئون ڪرڪي ظهور مورت بن بن آندا.

نئوں نئوں پوشقبائينسو لک رنگو رنگ بنائي،
آپ سريجن پرگهٽ هو ڪي آيا ويس مٺائــي،
جوڙ پساري ڪري نظاري عالم ويک پلانــدا.

هڪڙيان ويد پراڻ ڪتابان هڪڙيان بسم لڳائي،
هڪڙيان پٽ بهمڻ جوڳي فرقي عجب بنائي،
حرف هڪو هڪ نڪتہ سمجهڻ هر گهٽ آندا جاندا.

بن ڪر پاگر پيغمبرڪس پڳت بنائي پوري،
سچي سير دکايا سارا نوري مردحضوري،
ڪيهہ چرن گرديو ڪي جيئڙا ڳالهڙيان ڳڻ ڳاندا.

آيا ڪلجڳ دور زمانا ڪو ڪس ڪهيا نہ مــــاني،
هڪ حاڪم هڪ ساڌ سڏاون ڪئي قاضي ملواني،
خلق خراب خودي وچ بهتي من حيرت وچ مانــــدا.

نانک يوسف پئي پلهاري مليا سنت سچارا،
شهر درازين جاءِ تهين دي عرب عجم جگ سارا،
اندر پاهر آپ سري سر انحد ناد بجاندا.
(ص211-212)

## يعقوب فقير

يعقوب فقير جي زندگيءَ بابت ڪابہ معلومات ميسر ناهي، سواءِ ان جي تہ هو سچل سرمست جو پيارو طالب هو ۽ سائين کيس پنهنجي امانت ڏيڻ چاهي پر ان جي بجاءِ اها امانت نانک يوسف کي ملي. جنهن بابت تفصيل سان اسان سندس احوال ۾ لکي آيا آهيون. يعقوب فقير جو ڪو ڪلام اجا تائين هٿ نہ اچي سگهيو آهي.جنهن ڪري گمان غالب آهي تہ هي شاعر نہ هو. بلڪ سچل سرمست سان گڏ رهندڙ سندس طالب هو.

## پچاٽي:

سچل سرمست جي متي ذڪر ڪيل طالبن ڪانسواءِ اسان کي مرزا علي قلي بيگ جي مرتب ڪيل "رسالو ميان سچل فقيرجو" ۾ هيٺيان ڪجھ نالا ملن ٿا، جن کي هو صاحب سائين جا طالب سڏيندي چئي ٿو تہ اهي سمورا سچل سائين جي محفل ۾ ساڻس گڏ هوندا هئا (118). سچل سرمست جي انهن طالبن بابت اسان کي ڪا بہ معلومات هٿ نہ اچي سگهي، تنهن لاءِ اسان هت اهي نالا ڏيون ٿا:

1. فقيرسيد دين شاهہ 2. فقيرسيد حيدر شاهہ رتيديري وارو (هن فقير وٽ سچل سائين جي مستعمل لوهي بيراڳڻ تبرڪ طور هئي) (119).
3. جانو فقير حلاج (پچارو) شڪارپوري (هن فقير وٽ سچل سائين جي ڪم آندل مڃي جي چٽسالي سان لکڻ ۽ سندن سبز رنگ واري هڪ صوفين واري تاج تبرڪ طور هئي (120).
4. فقيرسيدحسن شاهہ 5. فقير دين محمد صديق ويٺل ڳوٺ فتي (لاڙڪاڻو). انهن ڪانسواءِ عطا محمد حامي پنهنجي ڪتاب "نينهن جانعرا" ۾ فاروقي خاندان جي هيٺين ٽن شاعرن جا نالا ڄاڻايا آهن جن بابت پڻ معلومات نہ ملي سگهي آهي (121).

1. خوش محمد ولد محمد ذاڪر وفات: 1236ھ/1820ع
2. آخوند خان محمد ولد ضياءُ الدين وفات: 1258ھ/1842ع
3. نور علي ولد مسعود علي وفات: 1276ھ/1859ع

## ب: عقيدتمند

### غلام حيدر شر:

فقير غلام حيدر شر قديم ديهه سانيسي موجوده ڳوٺ مينگهي فقير ۾ قائم خان فقير شر بلوچ جي گهر 24 رمضان 1215ھ/1800ع تي جنم ورتو. روايت آهي ته سندس والد کي پنجاهه ورهين جي ڄمار تائين نرينو اولاد نه ٿيو هو. هڪ ڀيري سندس اوطاق تي هڪ مجذوب فقير "سيد حيدر شاهه" اچي مهمان ٿيو، تنهن کي قائم خان پٽ جي اولاد ٿيڻ لاءِ دعا لاءِ چيو، جنهن تي فقير دعا گهري ۽ چيو ته: "انشاءالله توکي اولاد ٿيندو ۽ انهن مان هڪ گل اسان جي حصي جو هوندو". اهڙي ريت پٽ ڄمڻ بعد سندس نالو "غلام حيدر" رکيو ويو(122).

فقير غلام حيدر جو والد قائم خان، ٽالپر دؤر ۾ سرڪاري عهدي تي فائز هو. هن پنهنجي پٽ جي سهڻي تربيت ڪئي. فقير غلام حيدر ابتدائي ديني تعليم ڳوٺ جي مدرسي مان حاصل ڪئي ۽ ان کانپوءِ وڌيڪ عربي ۽ فارسي جي تعليم لاءِ هنگورجه جي هڪ مدرسي ۾ داخل ٿيو پر اتان جلدي پنهنجي والد جي پيرسني سبب تعليم اڌ ۾ ڇڏي اچي پنهنجي زمين جي ڪم ڪار ۾ مشغول ٿي ويو. سندس والد جي پيرسني سبب حڪومت پاران اهو سرڪاري عهدو فقير غلام حيدر جي حوالي ٿيو.(123).

فقير غلام حيدر جي والد 17 شوال سن 1247ھ/1831ع ۾ وفات ڪئي. ان کانپوءِ فقير غمگين رهڻ لڳو ۽ ان حالت ۾ هڪ ڏينهن سندس همر مڪتبي آخوند عبدالرحمٰن مهيسر ڪمال ديري (تعلقي گمبٽ) واري کيس، اڳڙن ۾ عشق ۽ وحدت جي دونهي دکائي ويٺل فقير نانڪ يوسف وٽ وٺي ويو. جتي آخوند صاحب، فقيرنانڪ يوسف سان روح رهاڻ ڪرڻ بعد موڪلائڻ مهل چيو ته "فقيرسائين دعا ڪجو دنيا آخرت موچاري ٿئي" جنهن تي نانڪ يوسف چيو ته "جيئن اوهان چاهيو تا ايئن ئي ٿيندو" ان موقعي تي فقير غلام حيدر، نانڪ يوسف کي چيو "قبلا! الاهي عشق مان بهرو ڏيار" اهي لفظ ٻڌي نانڪ يوسف کيس سيني سان لائي چيو "ٻچا!اهو ئي ٿيندو جيڪو توگهريو آهي". ان کانپوءِ فقير غلام حيدر جو پيچ نانڪ يوسف سان تاحيات قائم رهيو (124).

فقير غلام حيدر جي زندگيءَ متعلق غلام نبي ميمڻ پنهنجي هڪ مقالي ۾ عجيب و غريب ڳالهيون لکيون آهن. هو صاحب لکي ٿو:

”فقير غلام حيدر شروع کان طبيعت جو ارڏو ۽ تيز هوندو هو، ڪيس ڪچي ڪان ئي بري سنگت ملي، جنهن جي نتيجي ۾ پنهنجي وقت جو ناليرو چور بڻيو. ان ئي دوران ڪيس مجازي عشق جي چوٽ لڳي پر پوءِ پاڻ ئي ان عورت کي ڇڏي ڏنائين. ان ڳالهه سندس اندر ۾ بيقراري پيدا ڪئي. نيٺ فقير نانڪ يوسف وٽ حاضر ٿي پنهنجو سمورو احوال بيان ڪيائين. جنهن ڪيس الاهي عشق جي گس تي لاتو: پوءِ فقير نانڪ يوسف جي ئي صحبت ۾ رچي ريٽو ٿيو“(125).

غلام نبي ميمڻ جون پيش ڪيل ڳالهيون بي بنياد آهن. فقير غلام حيدر شروع کان ئي چڱن جي صحبت ۾ رهيو. جيئن سندس مٿي پيش ڪيل زندگيءَ جي احوال مان ڄاڻ ملي ٿي. نانڪ يوسف جي صحبت اختيار ڪرڻ ڪانپوءِ فقير غلام حيدر جو اندر سجاڳ ٿي پيو ۽ هن فقر واري واٽ ورتــي. نانڪ يوسف جهڙي سچل سائين جي يڳاني طالب جي نظر عنايت فقير غلام حيدر کي عشق الاهي جي باهه ۾ پچائي ڪيس ريٽو ڪري وڌو. هو ماڻهن سان پيار ڪندڙ ۽ وڏو همدرد انسان هو. هن جي پنهنجي وقت جي پيرن، فقيرن، عالمن، اديبن ۽ شاعرن سان دوستي پڻ رهي (126).

فقير غلام حيدر ٻه شاديون ڪيون جنهن مان ڪيس ست پٽ ڄاوا:

1. مينگهو فقير 2. علي مراد فقير 3. دين محمد فقير 4. درمحمد فقير 5. خدا داد فقير 6. ڳوڏو فقير 7. غلام النبي فقير(127).

سندس پٽن مان مينگهو فقير کي پيءُ جي ولايت نصيب ٿي. سندن خاندان مان ڪيترائي شاعر پڻ ٿيا ۽ سندن خاندان جو اڄ به درگاه درازي ۽ نانڪ يوسف سان ساڳي عقيدت ۽ محبت قائم آهي.

فقير غلام حيدر جي وفات جا ٻه سنه ملن ٿا. هڪ راءِ موجب هن 1278ھ/1861ع ۾ جهان ڇڏيو(128) ته ٻي خيال موجب فقير 7 محرم الحرام 1294ھ/1877ع ۾ وفات ڪئي(129). ڪيس پنهنجي ڳوٺ مينگهي شر تعلقي ميرواهه ضلعي خيرپورميرس ۾ دفن ڪيو ويو جتي سندس مزار مٿان سندس عقيدتمند والي رياست خيرپور مير علي مراد خان ٽالپر مقبرو تعمير ڪرايو جيڪو اڄ خسته حالت ۾ موجود آهي(130).

## شاعري:

فقير غلام حيدر شر سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ فارسي جو بهترين شاعر هو، سندس ڪلام ۾ خيال جي بلنديءَ ۽ فڪر جي گهرائي آهي. ابتدا ۾ فقير صاحب جو ڪجهه ڪلام ٻڌل فقير شر ”ديوان فقير غلام حيدر“ جي نالي سان مرتب

ڪري1960ع ڌاري شايع ڪرايو جيڪو ڪتاب هن وقت ناپيد آهي، ان ڪانسواءِ غلام نبي ميمڻ پنهنجي مقالي ”فقيرغلام حيدر“ ۾ فقيرصاحب جوڪجھ ڪلام ترتيب ڏئي پيش ڪيو آهي. تازو الطاف اثيم وڏي محنت سان فقير غلام حيدر جو سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ فارسي ڪلام ترتيب ڏئي ”فقير غلام حيدر گودڙيي جو رسالو“ جي عنوان سان 2006ع ۾ سچل چيئر، شاه عبداللطيف يونيورسٽي پاران شايع ڪرايو آهي. اسان پڻ فقير غلام حيدر جي ڪلام جي مطالعي دوران مذڪوره ڪتاب کي اڳيان رکندا سين.

فقيرغلام حيدر شر جيتوڻيڪ معرفت واري مام فقير نانڪ يوسف وٽ پروڙي، پر هو پنهنجي مرشد جي نسبت سان سچل سائين جو به وڏو عقيدتمند هو. هن پنهنجي ڪلام ۾ جتي پنهنجي مرشد نانڪ يوسف جو ذڪر ڪيو آهي اتي سچل سائين توڙي درازي خاندان جو به سڪ ۽ عقيدت مان ذڪر آندو آهي.

فقيرغلام حيدر پنهنجي مرشد نانڪ يوسف لاءِ هڪ مناجات ۾ پنهنجي دلي ڪيفيت ۽ محبت جي ترجماني ڪندي چئي ٿو:

نانڪ شاه نگاهون نوري، هردم يوسف يار حضوري،
دم نه دلبر دل کان ڪا دوري، آس ڪيو اڄي مون من پوري،
مربي ڪامل ماه منير،
مدد ڪندين تون مرشد مير!
عاشق مولا قطب الڪبير. (ص149)

فقيرشر، سچل سائين سان به والهانه محبت ۽ عقيدت جو اظهار ڪيو آهي. هو چئي ٿو ته سچل سائين جي عظمت جو ڪو ڏنگ آهي ئي ڪونه.

درازي درياه جو وهي نينهن نياڻ،
ڇڏ هڏيءَ جي هوڏ ڪي تتيءَ ڪي نا تاڻ. (ص65)

فقيرغلام حيدر جي اندر ۾ جيڪا عشق جي آڳ دکي اها باه ته فقيرنانڪ يوسف ئي ٻاري هئي پر ان شر فقير کي رمز واري راه ته سچل سائين ئي ڏسي، هتي چئي ٿو:

جيڏيون جاڳيو جيءَ ۾ مان صدقي ڪيان ساه،
سرتيون سيباڻو ساه کي سچو شهنشاه،
ڏسيو درازيءَ دم جو رمزن وارو راه،
سونهون ٿيو سائيهه تي هميشه همراه،

نانڪ ٻاريو نينهن جو اندر ۾ آڙاهه،
غلام حيدر گر سان منهنجو اصل هو ارواح،
صدقي سارو ساهه، مرشد جي هڪ مام تان.

(ص39)

فقيرغلام حيدر سنڌي ۽ سرائڪي شاعريءَ جو باڪمال شاعر آهي. هن وٽ سچل سائين ۽ نانڪ يوسف وانگيان تصوف جو فلسفو ئي موجود آهي.الٰهي عشق جي شراب جي ستي جن چڪي سي سون ٿي پيا، بس پوءِ ته هو هردم يارجي خيال ۾ گم رهن ٿا.

فقيرغلام حيدرچئي ٿو:

پڙهه عشق صلوات سبحاني،
سرساهه ڪرين قرباني.
ملت مذهب، دين ڪفر ڪون،
ست سئيرڪرين سلطـاني.
آدم سـر اسـرار الاهي،
اقرب عشق نشاني.
اندرٻاهر هــو حق سارا،
ڇوڙ چلي جسماني.
”غلام حيدر“ گم صورت وچ،
درد لڳا دل جاني.

(ص187)

”غلام حيدر“ گم حسن وچ، رمزان روز رلاويگا.

(ص190)

فقيرغلام حيدر شاعريءَ جي فن کان به خوب واقف هو. هن جي ڪلام ۾ ڪٽي ڪٽي اندروني قافيو به ملي ٿوجيڪو وڻندڙ ۽ دل کي ڇهندڙ آهي.

چشم چال،ڪري ڏمال، دونهان درد دکايا،
نيڻن نــاز، دلنواز عقل ساڻ لٽايا.

(ص72)

عمر اباڻا ساهه سيباڻا ويهن منجهه ولهار.

(ص83)

يا شاهه، ڪرنگاهه، علي شير خدا جا،
سٽيآهه، ڪري ڪاهه، اچين نور نبي جا.
(ص134)

فقيرغلام حيدر جو ڪلام خوبصورت ۽ رندي رنگ ۾ ٻڌل آهي. مٿس سچل سائين ۽ نانڪ يوسف جي فڪر جو گهرو اثر موجود آهي. سندس ڪلام جو نمونو هت پيش ڪجي ٿو.

## ڪافيون(سنڌي)

اسان محبت تنهنجي منگي، تون باشاهه آهين بي رنگي.

عشق اليلان ڏاڍيون لائيون جوش جاڳيو دل جنگي،
جهڙي تهڙي دامن لڳڙيس توڙي شرابي ڀنگي.

هر صورت ۾ سئير مچائي عربي رومي زنگي،
ڪٿي ايران توران بنائي ٽوپي پوش فرنگي.

غلام حيدر غير ويوسي ورهه تنهنجي دل ونگي،
پير مغان پر جام پياريو ترت لاٿائين تنگي.
(ص47)

## (سرائڪي)

عجب اسرار اکيان دا لٽيندا ملڪ دليان دا.

سنت ڪيا فرض نه چوڙن ٻيائي سب اٿان ٻوڙن،
هڪو دم هو خدا اورن چلو سر بار بديان دا.

لاون سر شور دم شاهي امانت عشق آگاهي،
حسن دم هونگ همراهي مارن چل تير مزگان دا.

جلوه ڪر جلد سر آون التي بات برساون،

بهر دم پوش سر پاون گهتن دل دام زلفان دا.

غلام حيدر اهِي آون پرت کا دم سچا ياون،
جلا کر جسم قُل پاون ويکن نت نئين سڄڻان دا.
(ص196)

## قادربخش بيدل

فقيرقادربخش بيدل جا وڏا اصل ملتان جا رهاکو هئا ۽ سندن تعلق حضرت غوث بهاؤالحق جي خاندان سان هو. هوملتان ۾ميرجان الله شاهه رضوي اول جومريد هو ۽ ان جي خدمت ۾ رهندڙ هو. ميرجان الله شاهه اول جڏهن ملتان مان روهڙي ۾ وحدانيت واري رمز سمجهائڻ لاءِ آيو تہ عبدالقادر قريشي پنهنجي اهل وعيال سميت مرشد سان گڏ روهڙي اچي رهيو(131).

حضرت عبدالقادر قريشي جي پوٽي فقيرمحمد محسن قريشي کي هڪ فرزند پنهنجي مرشد سيدعبدالوهاب شاهه جي دعا سان ڄائو. جنهنجو نالو "عبدالقادر" رکيو ويو پر پوءِ حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني جي ادب مان کيس "قادربخش" سڏيو ويو. بيدل فقير جي ولادت جون ٻہ تاريخون ملن ٿيون: سيدعبدالحسين شاهه موسوي "ديوان بيدل" ۾ بيدل فقير جي ڄمڻ جي تاريخ 1230ھ/1814ع لکي آهي(132).جڏهن تہ ڊاڪٽر نواز علي شوق "ديوان بيدل" ۾ بيدل سائين جي شاعري جي پرک کندي فقيرقادربخش بيدل جي جنم تاريخ سندس فرزند محسن بيکس تي ڇيل "گلي راحت العاشقين" مان کڍي آهي(133).

زغيب آمده روضة العارفين،
بگفتم: گلي راحت العاشقين.
1231ھ

فقيرمحسن جي کڍيل تاريخ ئي درست آهي. ان حوالي سان فقير بيدل سائين جي ولادت 1231ھ/1815ع ۾ٿي.

فقيرقادربخش جو والد فقيرمحمد محسن درويش صفت انسان هو. پاڻ گهڻي قدرعبادت ۾مشغول رهندو هو. فقيرمحسن پنهنجي سؤٽ فقير بيگ محمد سان گڏ ياڳناڙي (بلوچستان) جي هڪ بزرگ سيد عبدالوهاب شاهه جيلاني (134) جو مريد ٿيو.انوقت ۾ سيد عبدالوهاب شاهه پنهنجي مرشد جي نصيحت تي روهڙي ۾ درگاه مير جان الله شاهه رضوي جي سجاده نشين سيد مير فتح علي شاهه رضوي کي روحاني فيض پهچائڻ لاءِ ونس پهتو پر سيد مير فتح علي شاهه اها امانت وٺڻ کان

انڪار ڪيو، جنهن تي سندس ننڍو ڀاءُ ميرجان الله شاهه رضوي اها امانت زبردستي سيد عبدالوهاب شاهه جيلاني کان حاصل ڪئي ۽ سندس مريد بڻيو. ان موقعي تي بيدل فقير جو والد فقير محسن قريشي پنهنجي سؤٽ فقير بيگ محمد اول سان گڏ سيدعبدالوهاب شاهه جي مريدي اختيار ڪئي. سيدعبدالوهاب شاهه جي ٽن سالن ڪانپوءِ روهڙي مان واپس وڃڻ جي موقعي تي فقيرمحسن ۽ فقيربيگ محمد کي سيد جان الله شاهه جي حوالي ڪيو. فقير محسن ۽ فقير بيگ محمد آخر تائين سيدجان الله شاهه جا مريد رهيا ۽ ان ڪانپوءِ فقير بيدل سائين پڻ ان درگاه سان پنهنجا روحاني ناتا ڳنڍي رکيا (135).

فقير قادر بخش جو جنم هڪ اهڙي گهر ۾ ٿيو جتي اڳئي وحدانيت واري رمز سمجهائي ويندي هئي. هرطرف "تون ئي تون" واري وائي گونجندي هئي. اهڙي ماحول جو بيدل سائين تي اثر ٿيڻ فطري هو. ان ابتدائي تربيت جو نتيجو هو جو ٻاراڻي وهي ۾ ٻه سندس هلت چلت وڏي عمر وارن ماڻهن کان ٻه نرالي ۽ اچرج ۾ وجهندڙ هئي.

فقير بيدل سائين جي درسي تعليم بابت ڪا گهڻي ڄاڻ نٿي ملي ۽ نه ئي سندس استادن بابت ڪا معلومات ميسر آهي.

> "قاضي غلام مهدي ولد قاضي پير محمد چوندو هو ته فقير صاحب کي ننڍي هوندي جڏهن دنيوي مڪتب ۾ تعليم لاءِ وهاريو ويو تڏهن "الف" کان مٿي اصل نه پڙهيو ۽ سندن استاد، جو ان زماني جي ماهرن مان هڪ هو، سو بلڪل مايوس ٿي پيو" (136).

هن مان ايترو ته ثابت آهي ته فقير بيدل مڪتب ۾ درسي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ داخل ٿيو. گدومل هرجاڻي پنهنجي تاليف "ديوان بيدل" ۾ بيدل سائين جو مڪتب ۾ داخل ٿيڻ بابت چئي ٿو ته بيدل فقير پنج ورهين جي ڄمار ۾ داخل ٿيو ۽ ٻارنهن ورهين جي ڄمار تائين "الف" کان مٿي ڪجهه ٻه نه پڙهيو(137). مطلب ته بيدل سائين ٻارنهن ورهين جي ڄمار تائين مڪتب ۾ پڙهيو. سندس گهر جي عارفانه ماحول سندس اندر روشن ڪري ڇڏيو هو، ان لاءِ ظاهري تعليم کان هو گهڻو اڳتي وڌي چڪو هو. گدو مل هرجاڻي روايت نقل ڪري ٿو ته "بيدل فقيرفارسي ۽ عربي علم ۾ "صاحب ميزان" ۽ "اڪبري" جا سبق پڙهيا ۽ ان ڪانسواءِ پاڻ قرآن، حديث ۽ فقه تي دسترس رکندڙ هو" (138).

فقيربيدل جي ذهني نشونما جنهن روحاني ماحول ۾ ٿي ان جي نتيجي ۾ ڪيس پنهنجي والد وٽان ئي تصوف جي اونهي ڄاڻ ملي. بيدل فقيرسنڌي، سرائڪي،

فارسي، عربي ۽ اردو تي وڏي دسترس رکندو هو. جنهن جو ثبوت سندس انهن ٻولين ۾ چيل ڪلام ۽ تصنيف وتاليف آهي.

تصوف رڳو علم جو نالو ناهي پر هن واٽ تي هلندڙ وٽان علم تي عمل ضروري آهي. اندر جي آنڌمانڌ ۽ بيقراري، موج مستي، بيخودي، استغراقي، حيرت هن واٽ تي ايندڙ مختلف موڙ آهن. جنهن جي طئه ڪرڻ بعد ئي عاشق صوفي سالڪ بڻجي فنا جي منزل تي پهچي بقا حاصل ڪري ٿو. بيدل سائين جي زندگي ۾ به اهڙا ڪيترائي موڙ آيا. هن جتي وحدت واري رمز پروڙي پنهنجو اندر روشن ڪيو اتي هن سچي سالڪ سنڌ جي ڪيترن صوفي بزرگن ۽ اهل الله جي درگاهن، خانقاهن ۽ علمي مرڪزن تي خاص طور عقيدت مان حاضري ڀري جن ۾ درگاهه قلندر شهباز، شاهه عبداللطيف، سچل سرمست، پيرجوڳوٺ، پريالو، ڪنڊڙي ۽ تجل شريف شامل آهن. قلندر شهباز جي درگاه تي حاضري ڀرڻ بعد سندس عقيدت ۾فارسي ۾ نظم پڻ چيائين (139). اهڙي ريت بيدل سائين پنهنجي هڪ فارسي تصنيف ”پنج گنج“ ۾شاهه عبداللطيف جي ڪلام ڪي سند طور پيش ڪيو آهي.

فقير قادربخش بيدل جي اندر ۾ عشق جي چڻنگ ته ان وقت دکي هوندي جڏهن نج صوفيانه ماحول ۾ سندس پرورش پالنا ٿي هئي. هو مختلف درگاهن ۽ علمي مرڪزن تان موٽڻ بعد شريعت جو سخت پابند بڻيو پر اوچتو ئي اوچتو عشق جي باهه ڀڙڪو کاڌو ته هن کان روزو نماز وسري ويو. مجازي عشق جي مهميز هن کان سڀ ڪجهه وساري ڇڏيو. جيتوڻيڪ عشق جي اها باهه هڪ هندو ڇوڪري ڪرم چند جي ڪري ڀڙڪي پر اها باهه فقير غلام محمد ۽ قاضي پير محمد تائين ٻرندي رهي. بيدل فقير پنهنجن انهن عشقن ۾ خوب مشهوري پڻ ماڻي. ڪرم چند جي عشق پويان ڪيس ”هندو فقير“ پڻ سڏيو ويو. فقير غلام محمد سان گهڻي دل هوندي هيس. ان جي وفات تي عربي ۽ فارسي ۾ سندس وصال جون تاريخون ۽ نوحه پڻ چيائين. قاضي پيرمحمد سان ته ڪا اهڙي لؤن لڳل هيس جو هو سدائين بيدل فقير سان حاڪمانه ۽ جابرانه انداز ۾ ڳالهائيندو هو پر پوءِ به فقير سندس ناز سهندو هو. قاضي پير محمد جي وفات ڪان پوءِ گهڻو اداس رهڻ لڳو. سندس وصال جي تاريخ به فارسي ۾ چئي اٿس (140).

فقير بيدل سائين جي اولاد بابت محقق لکن ٿا ته بيدل سائين به گهر نڪاح ۾ آندا هئا. پهرئين ڏاڏي پوٽي مان هڪ نياڻي ۽ ٻي آدم پوٽي مان ڪيس ٽي فرزند ٿيا، پر پهريون فرزند فريد بخش ڄمڻ ڪان ترت پوءِ رحلت ڪئي، ٽيون فرزند امام بخش

چئن پنجن ورهين جي ڄمار ۾ جهان ڇڏيو، باقي سندن ٻيون نمبر فرزند فقير محسن بيڪس، بيدل سائين جي رحلت کان نو(۹) سال پوءِ دم ڏٺيءَ حوالي ڪيو. فقير محسن بيڪس ٽيويهن ورهين جي ڄمار ۾ سنڌي سرائڪي جو خوبصورت شاعر ٿيو(1415).

سچل سرمست جو وڏو عقيدتمند فقير قادر بخش بيدل حق سچ جو پانڌيئڙو هو. هن ڪيترن ئي عشق جي ماريلن ڪي صحيح دڳ ڏيکاريندي 16ذوالقعد1289هه/15جنوري1873ع تي هن جهان مان رحلت ڪئي. سندس جنازي نماز ۾ مسلمان، هندو، سک، طالب، مريد شامل ٿيا. سندس وفات جي تاريخ سندس فرزند فقير محسن بيڪس چئي(142)

رمز رنديءَ جو عجائب روهڙي ۾ راز هو،
نالي بيدل بادشاهه بيشڪ اتي شهباز هو.

موج مستي ۾سدا سلطان سرفراز هو،
حلاج جي حالت ۾ هر دم من خدا ممتاز هو.

پيرمغان جي پيش هڪ حقيقت مجاز هو،
”همه اوست“ واري حال ۾”محمود“ سو ”اياز“ هو.

درد واري دين ۾، هو وير وحدت باز هو،
عشق جي اوتارسان، دلدار دست و راز هو.

هن تماشي گاهه ۾ اٿهڻ سندي آواز هو،
مرضيءَ موجب پانهنجي سو سير صفاتي ساز هو.

سال ٻارنهن سو، اٺانوي ۾ سوزوگداز هو،
سورهين ذوالقعد جي هاديءَ سندو پرواز هو.

بيدل مرشد منهنجو سائين غريب نواز هو،
”بيڪس“ خادم درسنڌي ڪي عشق جوآغاز هو.

## تصنيف وتاليف:

فقير قادربخش بيدل سنڌي، سرائڪي، عربي، فارسي، هندي ۽ اردو زبانن تي وڏي دسترس رکندڙ هو. سچل سائين جي هن عقيدتمند انهن ٻولين ۾ ڪيترين ئي تصنيفون تحرير ڪيون، جن مان بيدل فقير جي علمي فضيلت جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. سندس تحرير ڪيل ڪتابن جو وچور هن ريت آهي:

### الف: نثري تصنيفون:

1. تقويت القلوب في تذڪرة المحبوب (سنڌي فارسي)
2. پنج گنج (فارسي) (143)
3. فوائد المعنوي (عربي) (144)
4. قرة العين في مناقب السبطين(فارسي)
5. في بطن الاحاديث
6. انشا قادري(فارسي)
7. عقائد(عربي ۽ فارسي)
8. تاريخسند(فارسي)
9. خطبات جمعہ وصيت نامہ (عربي ۽ فارسي)

### ب: شعري تصنيفون:

1. مثنوي رياض الفقراءُ (فارسي)
2. ديوان سلوڪ الطالبين (فارسي)
3. رموز القادري (فارسي)
4. مثنوي دل ڪشا (فارسي) (145)
5. مثنوي نهرالبحر (فارسي)
6. ديوان بيدل (فارسي)
7. قصہ هير رانجها (فارسي)
8. قصہ ليليٰ مجنون (فارسي)
9. ظهورنامہ (فارسي)
10. تاريخهائي وفات (فارسي)
11. سندالموحدين (متفرقہ)
12. رموزالعارفين (فارسي)
13. متفرقہ ڪلام (فارسي)
14. ديوان مصباح الطريقت (فارسي)
15. ديوان منهاج الحقيقت (فارسي)
16. ڪرسينامہ (فارسي)
17. سرودنامہ (سنڌيسرائڪي) (146)
18. وحدت نامہ (اردو)
19. وحدت نامہ (سنڌي) (147)
20. غزليات هندي (اردو) (148)
21. فرائض صوفي ا(سنڌي) (149)

فقير قادر بخش بيدل سنڌي، سرائڪي، عربي، فارسي ۽ اردو جو باڪمال شاعر ۽ اعليٰ اديب هو. هت اسين سندس ڪلام جي مطالعي لاءِ "ديوان بيدل"، مرتب: سيدعبدالحسين شاهہ موسوي، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو 1991ع ڪي اڳيان رکنداسين.

فقير قادر بخش بيدل جي ذهني تربيت تصوف جي اسڪول ۾ ٿي هئي، تنهن ڪري مٿس بہ اهو ئي رنگ غالب آيو. هو صاف گو سچو صوفي هو، جيڪو فنا في الله جي منزل تي پهتل هو. مجازي حسن تہ هن وٽ حقيقي مالڪ تائين پهچڻ جو هڪڙو اهڙو بهانو هو، جنهن جي ذريعي هو پاڻ وڃائڻ واري رمز سکي سگهيو.

سک رمز وجود وڃاوڻ دي،
نهين حاجت پڙهڻ پڙهاوڻ دي.
(ص230)

عشق جي باه بيدل کي ساڙي اهڙو ته بي باڪ بڻائي وڌو جو چئي ٿو:

بدنامي دي پڳ تي ٺهندي ڦٽ لعنت دي ڦل...يلا!
برهه بزرگي ساڏي نيتي انهنون آکيا مين چل،
شڪرانا جو لٿا اسان تون شيخي دا هل شل.
(ص183)

بيدل سائين پنهنجي سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام ۾ عشق جي خوب وستار ڪئي آهي. هن جي نظر ۾ جتي عشق هوندو اتي عقل نه رهندو. عقل اصولن ۽ ضابطن جو محتاج آهي ته عشق خود شهنشاهه آهي جيڪو ڪنهن به پابندي جو محتاج ناهي ۽ جتي عشق جي حڪمراني آهي اتي عقل ناقص آهي.

بيدل سائين فرمائي ٿو:

عقل جو ويو اختيار، عشق"اناالحق" جو دم ماريو،
عشق عقل جي لڳي آ لڙائي، عشق ڪٽي جنگ عقل هارائي،
هيڪل هڪ هسوار، ڪيڏي ڪٽڪ کي برهه پڇايو.
(ص136)

عشق جي بي اختيار ڪرڻ ڪانپوءِ ئي بيدل سائين "اناالحق" جو نعرو هڻي ٿو. هو سچل سائين وانگيان ڏاڍو بي ڊپو ٿي ڪليو ڪلايو چئي ٿو:

سر اسرارحقيقي آهيان، صورت ڪر انسان،
فرش اتي توعبد سڏايان، عرش اتي رحمان،
ذات صفات کان آهيان نيارو، نڪو نانءُ نشان،
بيدل سر سيوئي منهنجو، لامڪان، مڪان.
(ص130)

فقير بيدل سائين اڃان مس جواني جي سرحدن ڏانهن وڌيو هو ته سنڌس ئي پرپاسي ۾ تصوف جي تاريخ جو هڪ بيباڪ صوفي حق گو شاعر سچل سرمست1827ع ۾ وفات ڪئي. ان وقت بيدل سائين جي عمر 14ورهيه هئي، پر ان

جي باوجود سچل سائين جي فڪر جو گھڻو اثر بيدل سائين تي ٿيو. هو سچل سائين جي سرمستي ۽ وحدانيت ۾ رچي ريتو تي لعل بڻجي پيو.

هن جي ڪلام ۾ سچل سائين سان هڪجهڙايون رکندڙ ڪيتريون ئي سٽون موجود آهن پر سچل سائين جي رحلت تي چيل سنڌي ڪافي ۾ساڻس پنهنجي عقيدت جو اظهار ڪجهه هن ريت ڪري ٿو:

عشق جو يارو درازن ۾عجب اسرار هو،
مست سالڪ من سچو، عارف اتي اظهار هو،
قربدارن جي ڪنڪ ۾مرد منصبدار هو،
درتنهين داتا جي بيدل! پرت جو پينار هـو.
(ص137)

سرمست سائين سان عقيدت جو اظهار بيدل سائين پنهنجي هڪ ڪافي ۾ هن طرح ڪري ٿو:

ڪڏهن منجهه قصور تي ظاهر سوز ون سيس ڪتايان،
ڪڏهن وچ درازين ويهي دردؤن درد دڪايان.
(ص131)

بيدل وٽ پڻ سچل سائين واري ساڳي سرمستي ۽ رندانه بي باڪي آهي. سچل سائين چئي ٿو:

آهيان آءُ اسرار، جيڏيون مون ڪير پانيوٿيون (150)

بيدل سائين وري اهائي ڳالهه ڪجهه هن طرح ڪري ٿو:

آءِ آهيان اسرار عالم ليڪي آدمي. (ص115)

❊❊❊

سر سبحاني آهيان صورت ڪيل ڪلايان.(ص131)

سچل سائين جو هڪ ٻيو خيال آهي:

نوري ناري ناهيان آهيان رب جبار. (151)

بيدل فقير جي وائي آهي:

بانهپ ٻولي ناهه ڪا نور آهيان نروار. (ص116)

سچل سائين چئي ٿو ته هي جيڪو ڪجهه به ڪائنات ۾ جدا جدا نظر اچن ٿا، انهن ذات مان ئي وجود ورتو آهي:

پاڻ وڃائي پاڻ ڳولهي لهج پاڻ کي،
پاڻ منجهائي پاڻ کي، پوندءِ ڇاڻ سڃاڻ،
مکڻ اڪر هيڪڙو سوئي کير سنياڻ،
اهو اٿئي اهڃاڻ، ڳهلا انهي ڳالهه جو. (152)

بيدل فقير اهو ساڳيو خيال ڪجهه هن طرح پيش ڪيو آهي:

پاڻ نه ڪٺج پاڻ سان، پاڻ سڃاڻج پاڻ،
آ ساجن توهي ساڻ، تون ڳولهين ٻي طرف ڏي.
(ص103)

سچل سائين چئي ٿو:

هيڏي هوڏي نه نهار، تنهنجي ويڙهي سو ته يار وسي ٿو،
ڦولهي لهج پاڻ مون، ڇو ٿو وڃين وٽڪار.
(153)

بيدل فقير چئي ٿو:

پنهون ناهه پري ويجهو وسي سپرين.
"ونحن اقرب اليه من حبل الوريد" غافل توڳري،
جيڪو ڏيان ڏري، ته ڪوهيارو قريب آهه.
(ص104)

بيدل سائين، سچل سرمست جو اثر نه رڳو سنڌي ۽ سرائڪي شاعريءَ ۾ قبول ڪيو آهي، پرسرمست سائين جو اهڙو اثر سندس اردو ڪلام تي پڻ آهي. بيدل سائين پنهنجي اردو شاعري جو اسلوب ته اردو جي شاعر ولي دکني جهڙو رکيو، ليڪن موضوع ۽ فڪر سچل سائين جي شاعري جي گهڻو ويجهو محسوس ٿين ٿا. هن جي مجازي ۽ عاشقانه اظهار تي به سچل سرمست جو رنگ نظر اچي ٿو(154).

فقير قادربخش بيدل پنهنجي ڪلام ۾ شاهه عنايت شهيد سان به مرشد جي سلسلي جي نسبت سان پنهنجي عقيدت ۽ محبت جو اظهار فارسي ۾ ڪيو آهي. ان ڪانسواءِ شاهه شهيد جي سلسلي ۽ خاندان جي سڄي تاريخ پهزيون پيرو بيدل سائين فارسي ۾ پڻ لکي(155). اهڙي ريت هن فارسي شاعرن رومي، جامي، حافظ، خسرو، مير جان محمدشاهه "مير" ۽ ميرجان الله شاهه "عاشق" ۽ سنڌيءَ جي سگهاري شاعر شاهه عبداللطيف جو خوب اثر ورتندي پنهنجي ڪلام ۾ انهن جي تتبع پڻ ڪئي آهي.

فقير قادربخش بيدل پنهنجي سنڌي، سرائڪي، عربي، فارسي ۽ اردو ڪلام ۾ حسن وعشق، حيرت، وحدت، معرفت، نفي اثبات، فناءِ بقاجا موضوع خوبصورت انداز ۾ بيان ڪيا آهن.

بيدل فقيرجو ڪلام نموني طور هن ريت آهي:

## ڪافيون

(۱)

خمر ڪنهن خاصي خمار يا سالڪن ڪيا سر فدا،
ڪيف ڪنهن ڏاڍي ڪڪوريا، جنگ ٿيا جيءَ کون جدا.

درد واري دور ۾، احرام عشاقن ٻڌا،
ســوز جا سرڪا پيون، سنيريا وتن سوري سدا.

وجد واري ويڙهه ۾، ڪنهن موج مستي جي وڏا،
نينهن جونعرو هڻي، ناميان انــاالحق جي ندا.

نيستي واريون نمازون، عارفن ڪيون ســـب ادا،
غيب ۾ وجـــي غيب ٿيـــڙا، راز جي پهري ردا.

”من خدايــم“ موج ۾، عطارد فرمايو ادا،
سر وڏائڻ ۾ ڏني، بيدل سچي ساري مدعا.
(ص111)

(۲)

گم ٿي گم ٿي، گم ٿي غازي، عشـق اهو ارشاد.

1. پيو سي علم عقـل جون ڳالهيون، برهه بنا برباد.
2. نڪتي نانهن جـو روز ازل کون، عشق آهي استاد.
3. ”وفي انفسڪم“ سمجهه سبق تون، يار رکين نت ياد.
4. وحدت ويسهه ساڻ ســدائيـن، شوقون رهه دل شـاد.
5. مذهب واري قيد ڪـــون ”بيدل“، عشق ڪندو آزاد.

(ص115)

## ڪافي(سرائڪي)

چلوري سنئيان چرچا ويکين، آپ چمن ۾ آيا.
آيا شاهہ حسن داجاني، باغ صفاتي وچ سيلاني،
رانجهن پيا ڪو رايا.

نرگس چشم، بسنتي جامہ، زلف بنفشہ رخ گلفام،
بيرنگي رنگ لايــا.

الف دي صورت سر وسونهــارا، اثباتي تون ڪر اظهــار،
وهم وجود وڃـايا.

هر گل مين خوشبوءِ هڪائي، وحدت دي وچ ٻوڙ ٻيائي،
چوڙ ٻيا فڪر اجايا.

”بيدل“ سڻ ”ثم وجہ الله“، هر جا گلــــزاري وهواهہ،
هادي حــق فرمايا.
(ص155)

## ميرعلي مراد خان ٽالپر

ميرعلي مراد خان رياست خيرپور جي باني مير سهراب خان ٽالپر جو ننڍو فرزند هو. سندس ولادت ميرسهراب جي پيرسني ۾گوشہ نشيني واري وقت ۾سنہ1815ع ۾ٿي. سندس ننڍي عمر واري وقت دوران هن جي ملڪيت وڏي ڀاءُ ميرمبارڪ خان جي سنڀال هيٺ هوندي هئي، پر بعد ۾ اڳتي هلي ميرمبارڪ جي وفات بعد ملڪيت تان ميرعلي مراد ۽ ميرمبارڪ جي پٽن وچ ۾ تنازعو ڪڙو ٿيو. ميررستم، ميرمبارڪ جي پٽن جو پاسو ڪنيوجنهن جي نتيجي ۾ نونارين واري جنگ لڳي، جنهن ۾ ميرعلي مراد ڪامياب ٿيو ۽ ڏرين وچ ۾صلح ٿيو(156). ان تڪرارڪانپوءِ بہ مير علي مراد ۽ مير رستم وچ ۾ معاملو صاف نہ ٿيو. ميرعلي مراد، جنرل نيپيئر سان گڏجي سياسي چالبازي سان مير رستم جي حڪومت ختم

ڪرائي ۽ انگريز سنڌ ۾ پهرين رياست خيرپور تي قابض ٿيا. جنهن ڪانپوءِ 17فيبروري1843ع تي مياڻيءَ جي جنگ لڳي جنهن ۾ سنڌ جي حاڪمن هارايو ۽ انگريزن اها جنگ ڪٽي دڙتي تي پنهنجو جهنڊو ڦڙڪايو (157).

انگريزن جي سنڌ تي حڪومت قائم ڪرڻ ڪانپوءِ انگريزن پنهنجي دوست مير علي مراد کي پنهنجي سرپرستي ۾ خيرپور جي رياست عطا ڪئي. ميرعلي مراد کي ملندڙ علائقو ساڍا پنج هزار چورس ميلن تي مشتمل هو جنهن جي آبادي ٻه لک هئي. هن رياست جو گهڻو حصو شڪار گاهن ۽ ٻيلن هيٺ هو. تڏهن به ان جي اپت خرچ لڏي ڏهه لک روپيه هئي (158).

مياڻي جي جنگ ڪانپوءِ هيٺين سطح تي ڪيترين ئي بغاوتون انگريزن خلاف ٿينديون رهيون جن کي ڪچلڻ لاءِ مير علي مراد انگريزن جو ڀرپور ساٿ ڏنو. ساڳي طرح جيستائين انگريز مڪمل طور سنڌ تي قابض نه ٿيا هئا اوستائين مير علي مراد کي هر حوالي سان اهميت ڏيندا هئا پر پوءِ ڪم نڪرڻ بعد مير علي مراد کي ڌمڪيون ڏيندا هئا (159). اهڙي صورتحال هوندي به ميرصاحب پنهنجي رياست ۾ انگريزن کي دست اندازي ڪرڻ نه ڏيندو هو. سنه1845ع ۾ چارلس نيپيئر سان به هڪ عهدنامو ڪري پنهنجي رياست جي حدبندي ڪرائي ڇڏي هئائين. نيپيئر اهو عهدنامو گورنر جنرل جي منظوري لاءِ موڪليو پر ان جو جواب ڪيترن سالن تائين نه آيو. چاڪاڻ ته مير علي مراد جي ڪن مخالفن گورنر جنرل ڏانهن درخواستون موڪليون هيون، جن ۾ ڄاڻايو ويو هو ته هن مير رستم خان واري عهدنامي ۾ ڦيرڦار ڪري ڪافي رياست ڦٻائي ورتي آهي(160). سنه 1850ع ۾ ان معاملي متعلق ڪميشن ويٺي، مخالفن جا نالا ظاهر ڪيا ويا. مير علي مراد سيني فريادين جي دشمني ظاهر ڪندي پنهنجو خوب بچاءُ ڪيو پر ان جي باوجود به ڪميشن مير علي مراد جي خلاف فيصلو ڏيندي ڪانئس رياست واپس ورتي فقط اهــي علائقا ميرصاحب جي حوالي ڪيا جيڪي ميرسهراب خان جي وصيت موجب کيس مليل هئا (161).

مير علي مراد خان ڪميشن جي انهي فيصلي جي خلاف ڪمشنر کان وائسراءِ تائين اپيلون ڪيون پر ڪو داد فرياد نه ٿيو، نيٺ1856ع ۾لنڊن به ويو جتي ڏيڍ سال ڪن رهيو پرسندس اتي به ڪوداد فرياد نه ٿيو۽ سندس رياست کيس واپس نه ملي(162).

رياست خيرپور جا سمورا ٽالپر امير درگاهه درازي جا وڏا معتقد رهيا، خاص طور مير علي مراد خان، سچل سائين جو وڏو عقيدتمند رهيو. سچل سائين سان عقيدت ۽ احترام جي ڪري سائين جي طالبن ۽ ٻالڪن جو به گهڻو خيال رکندو هو. مولانا صادق راٽيپوري، مير علي مراد جي سچل سرمست سان ملاقات جو هڪ واقعو بيان ڪندي لکي ٿو:

”هڪ ڏينهن ميرصاحبان سرمست سائين جي قدم بوسي جي شرف حاصل ڪرڻ لاءِ درگاه شريف تي آيا. تنهن وقت سرمست سائين، لڱن کي ميٽ لائي غسل ڪرڻ ويٺو هو، جنهن ڪري هو سيئي پري ادب سان ويهي رهيا. مير علي مراد خان جو سيني ڪان ننڍو هو سو پوئتي رهيل هو. هو جڏهن آيو ته هن سمجهيو ته هي سيئي قدم بوسي ڪري ويٺا آهن، تنهنڪري هن ميٽ جو خيال لاهي، يڪدم اچي قدم بوسي ڪئي. سچل هن کي سيني سان لائي فرمايو ته ”هي ميٽ نه هو پر ميندي هئي، تنهن ڪري تو کي لعل ڪيوسين ۽ بادشاهي به تو کي ڏنيسين. ميرعلي مرادخان، ميرسهراب خان جو ننڍو فرزند هو جنهن ڪري گادي جو حقدار ٿي نٿي سگهيو مگر مرشد جي دعا سان هن کي بادشاهي به ملي ۽ فقيري فيض به حاصل ٿيو“ (163).

ميرعلي مراد خان، سچل سائين جو فارسي ديوان ”ديوان آشڪار“ محبت ۽ عقيدت مان شايع ڪرايو.

ميرعلي مراد انگريزن کان جڏهن پنهنجي لاءِ جدا رياست حاصل ڪئي ته هن ان رياست کي هر حوالي سان هڪ مثالي رياست بڻائڻ گهريو ٿي. مير صاحب خاص طور رياست ۾ تعليم ڏانهن توجهه ڏنو. هن رياست اندر ڪجهه اسڪول کولرايا ۽ پراڻين درسگاهن جا لوازما جاري ڪيا. مطلب ته مير صاحب ذاتي طرح سان رياست جي تعليمي نظام کي بهتر بڻائڻ لاءِ ڪوششون ورتيون (164).

ميرعلي مراد کي انگريز دوستي جي بدلي جيتوڻيڪ رياست جا ڪسيل علائقا ته نه مليا پر البت بمبئي جو گورنر1891ع ڌاري جڏهن شڪارپور آيو ته ان موقعي تي هڪ وڏي دربار ڪوٺائي مير علي مراد کي ڪي-سي-جي-آءِ (K.C.G.I) جو خطاب عطا ڪيو(165). مير علي مراد خان2 اپريل 1894ع تي وفات ڪئي. سندس جنازو ڪٽي وڃي ڪربلا معليٰ ۾ دفنايو ويو(166). مير صاحب همدردن جو هڏڏوڪي، مهمان نواز ۽ شاعرن اديبن جو وڏو قدردان هو. سندس وفات تي ڪيترن ئي شاعرن

عقيدت ۽ محبت مان شعر چيا. اسان هت سندس دربار ۾ رهندڙ شاعر غلام محمدشاهه "گدا" جي چيل قطعه وفات تاريخ پيش ڪيون ٿا(167).

مير صاحب علي مراد امير،
حمزوي بود آن بيع الزمان.

سال نقلش "گدا" بروي بهشت،
گفت هاتف "بهشت يافت مڪان".
1311هجري

## شاعري

مير علي مراد خان ٽالپر ننڍپڻ کان ئي درويش ۽ الله وارن جي صحبت جو شائق هو. سندس دربار ۾ عالمن، اديبن، شاعرن ۽ فقيرن جي آمد رهندي هئي. هي سندن وڏي همت افزائي ۽ احترام ڪندو هو. ميرصاحب پاڻ به وڏو شاعر ۽ اديب هو. منشي اتمچند "صبا"، چندا سنگهه مفتون، ڪشن چند بيڪس، محمد علي شاهه فاني، سيد جعفر علي شاهه عابدي ۽ آگي ڏنو "عشاق" سندس درباري شاعر هئا. مرزا احمد علي قلاتي ۽ مرزا محمد باقر "آصف" به ڪجهه وقت سندس نوڪر پڻ ٿي رهيا (168).

پيرعلي گوهر شاهه راشدي، نانڪ يوسف، خير محمد هيسباڻي، فقيرمحمدصلاح، رازق ڏنو اڇڻ ۽ ٻيا ڪيترائي سنڌي ۽ سرائڪي زبان جاشاعر سندس صحبتي هئا. محمدقاسم هالائي، غلام مرتضيٰ شاهه مرتضائي، غلام محمدشاهه گدا ۽ ٻين ڪيترن شاعرن کي ميرصاحب وٽان وظيفا ملندا هئا(169). ميرعلي مراد فارسي ۾ "علي" ۽ سنڌي ۾ "مجروح" تخلص استعمال ڪندو هو. سندس ڪلام نموني طور هيٺ ڏجي ٿو:

### ڪافي

ٿلهه: دوست مٺا دلدار، آءُ تون اڱڻ منهنجي يار پيارا.

1. برهه بچايو سرتي باري، چاتم سرتي خلق جي خواري،
سونهن پرياسردار.

2. دم دم ساريان ڪين وساريان، راهان رند مان روز نهاريان،
محب مٺا منٺار.

3. دامن لڳڙيس تنهنجي دلبر، پاند ڳچي پائي آيس تودر،
ساجن لهه سنيار.

4. جال جدايون ڪر نه تون جاني، مجروح آڪي ڪر مهرباني،
آءُ اچــي ڏي آدار.
(170)

غزل (فارسي)

آه دل از فراق تو دامان مـــن گرفت،
پروانه پيش شمع انجـــن گرفت.

جز هجر او نصيب نگشتم "علی مـــراد"،
آن نهم زمان به يغما زمن گرفـــت.
(171)

## ج: دوست

## فقير عبد الله ڪاتيار:

فقير عبد الله ڪاتيار بابت گهڻو ۽ مستند احوال ڊاڪٽر نواز علي شوق پنهنجي ڪتاب "ڪلام فقير عبد الله ڪاتيـار" ۾ ڏنو آهي. ان ڪان پهرئين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، فقير ڪاتيار جو ذڪر "اصغر سائين جو ڪلام" جي مقدمي ۾ ڪيو ۽ پنهنجي تاليف "خليفي صاحب جو رسالو" ۾ پڻ فقير بابت ڪي ڳالهيون ڪيون آهن.

فقير عبد الله ڪاتيار اصل ڪٽان جو هو ان بابت ڪو پروسي جوڳو احوال ميسر نٿو ٿئي. هڪ روايت موجب ته هو ملاڪاتيار ضلع بدين جو ويٺل هو. هڪ مسڪين هاري هو (172). ڊاڪٽر نواز علي شوق پير ڳوٺ (ڪنگري) ۾ پير پاڳاري جي ڪتب خاني ۾ ڪافين جي هڪ بياض مان فقير عبد الله ڪاتيار بابت هڪ عبارت نقل ڪندي لکي ٿو:

"عبد الله فقير مست جيڪو ٽر جو رهاڪو هو. هو اجان پنهنجي ئي عــلائقي ۾ هو ته پنهنجي مرشــد ڪي خواب ۾ ڏٺـائين، پوءِ مرشد جي

ڳولا ۾ نڪتو ته ان دوست کي ڪنهن طرح ڳولـي لهان، نيٺ گهمندو ڦرندو پير راشد روضـــي ڌڻي جي درگاهه تي آيو ۽ اتي هن پنهنجو محبوب سڃاڻـي ورتو" (173).

فقير عبد الله ڪاتيار جي پير راشد روضي ڌڻي جي مريدي اختيار ڪرڻ بابت هڪ ٻئي روايت پڻ ڊاڪٽر نواز علي شوق پنهنجي ڪتاب "ڪلام فقير عبدالله ڪاتيار" ۾ آندي آهي(174).

فقير عبدُ الله ڪاتيار کي پير راشد روضي ڌڻيءَ وٽان ئي عشق عطا ٿيو، جنهن ۾ هو رچي ريٽو ٿي ڪامل فقير بڻجي ويو. فقير ابتدا ۾ ڪجهه عرصو درگاهه شريف تي رهيو ته ڪجهه عرصو ٽيڙهي ۾ رهيو. هن ڪٿان تعليم حاصل ڪئي ان بابت ڪجهه معلوم ناهي."(175).

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڪتاب "اصغر سائين جو ڪلام" جي مقدمي ۽ "خليفي صاحب جو رسالو" ۾ فقير عبد الله ڪاتيار ۽ سچل سرمست جي حوالي سان ان راءِ جو آهي ته: "فقير عبد الله ڪاتيار وڏو مست بزرگ هو. هن ئي پهريائين وحدت ۽ ڪثرت واري راز کي وڏين رمزن سان سمجهايو. خود شناسي، خود داري ۽ خود اعتمادي واري مشعل کي اول عبد الله فقير ڪاتيار وڏي آب تاب سان چمڪايو. سچل سائين ابتدا ۾ پنهنجي اظهار ۾ محتاط هو، پر پوءِ جڏهن عبدالله ڪاتيار کان متاثر ٿيو ته پوءِ حد ڇڏي لاحد ۾ پيو، جتي "آءٌ" ۽ "مئن" "مئن ومئن" حد کي پهتو(176).

ڊاڪٽر بلوچ پنهنجي هڪ تقرير ۾ سچل سائين جا چار استاد ٻڌايا آهن. پهريون مڪتبي استاد حافظ عبدالله، ٻيو سندن چاچو حافظ عبدالحق، ٽيون خواجه فريد الدين عطار، چوٿون فقير عبد الله ڪاتيار (177).

ڊاڪٽر نواز علي شوق انهن سمورين ڳالهين جو جواب ڏيندي لکي ٿو:

"انهيءَ ۾ ڪوبه شڪ ناهي ته ڪاتيار وڏو شاعر هو، وڏو صوفي درويش هو، پر هو عطار ۽ خواجه عبدالحق جي برابر نه هو. عشق ۽ عرفان جي جيڪا منزل عطار ۽ عبد الحق کي مـلـي، سا هر ڪنهن کي نصيب نه ٿي ٿئي. عطار جڳ مشهور صوفي بـــزرگ ۽ عظيم شاعر هو. ڪيـــس تصوف جو ٽنيـــو سمجهيو ويندو آهي ۽ خواجه عبدالحق جـــي سچل سائيـــن پنهنجي ڪلام ۾ جيڪا تعريف ڪئي آهي، ان مان سندن علم ۽ عرفان جو اندازو لڳائي سگهجي ٿـــو. ان کان علاوه حافظ عبد الله به پنهنجي دور جو وڏو عالم، عارف ۽ شاعر هو. اهڙن ڪامل استادن

هوندي سچل سرمست کي ٻئي ڪنهن استاد جي ضرورت نہ هئي. سچل سرمست وڏو شاعر هو. سندس عرفان اعليٰ آهي. اسان سچل سائين يا عبد الله ڪاتيار جي عرفان جي پرک ڪري ئي نٿا سگهون تہ ڪير وڏو آهي ۽ ڪير ننڍو. باقي سچل سائين وٽ جيڪا خودي، خودداري ۽ رندي نظر اچي ٿي سا عبد الله فقير وٽان ڪيس نہ ملي آهي. البت اهي سموريون خوبيون سچل سائين کي صوفي بزرگن عطار، احمد جام، نعمت ولي الله ۽ ٻين صوفي شاعرن جي ڪلام جي ذريعي عطا ٿيون. ان کان علاوه پنهنجي چاچي خواجہ عبد الحق کان اڳ ۾ ئي خودي ۽ خودداري ۽ رندي واري رمز کان واقف ٿي چڪو هو" (178).

فقير عبد الله ڪاتيار هڪ وڏو اهل الله ۽ عارف ڪامل فقير هو. سچل سائين وٽ هو ايندو رهندو هو يا ٻنهي ملاقاتون ٿينديون رهنديون هيون. ڏسجي ائين ٿو تہ هي عرفانيت جا صاحب هڪ ٻئي جي درجي ۽ مرتبي کان واقف هئا. فقير عبد الله ڪاتيار توڙي جو پير راشد روضي ڌڻي جو مريد هو پر ان هوندي بہ سندس دل ۾ سچل سائين لاءِ سڪ پيدا ٿي.

فقير عبد الله ڪاتيار، سچل سرمست جي رحلت کان ڇهہ ورهيہ پوءِ سنہ1250ھ/1834ع ۾ هي جهان ڇڏيو(179) کيس درگاھ پير ڳوٺ جي مقام ۾ سندس مقرر ڪيل جاءِ تي دفنايو ويو(179).

## شاعري

فقير عبد الله ڪاتيار سنڌي، سرائڪي ۽ ريختہ جو بهترين شاعر هو. هن بيت ۽ ڪافي ۾ شاعري ڪئي. سندس ڪلام گهڻو وقت ٽڙيل پکڙيل حالت ۾ رهيو. ابتدا ۾ مولوي عبداللطيف سڪندري، فقير ڪاتيار جو ڪلام سنڌي ڪافيون ۽ بيت جي صورت ۾ ترتيب ڏئي تنظيم ذڪر وفڪر سنڌ، پاڪستان پاران 1986ع ۾ پڌرو ڪيو. ان بعد مخدوم غوث محمد گوهـــر "ڪاتيار جو ڪلام" الڪبير اڪيڊمي ڪونڙي ڪبير پاران 1996ع ۾ شايع ڪيو. هنن ٻنهي ڪتابن ۾ فقير ڪاتيار جو ٿورو گهٽ ڪلام ڇاپي هيٺ اچي سگهيو. تازو پروفيسر ڊاڪٽر نواز علي شوق، فقير عبدالله ڪاتيار جو ڪلام وڏي محنت، خلوص ۽ عرق ريزي سان تيار ڪري سچل يادگار ڪميٽي خيرپور طرفان سنہ1998ع ۾ پڌرو ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ ڪاتيار فقير جو گهڻو سنڌي، سرائڪي ۽ ريختہ ڪلام ڏنو ويو آهي. اسان پڻ فقير ڪاتيار

جي ڪلام جي مطالعي وقت ڊاڪٽر نواز علي شوق جي مرتب ڪيل ”ڪلام فقير عبدالله ڪاتيار“ ڪي سامهون رکنداسين.

فقير عبد الله ڪاتيار ڪافي جو انتهائي خوبصورت شاعر آهي. هي موسيقي سان چاهه رکندڙ هو. هن جي ڪلام ۾ همه اوست ۽ مجاز جو خوب اظهار آهي. پنهنجي بيتن ۾ رندانه رمز ظاهر ڪندي چئي ٿو:

”لا“ جا لائي لُنگ، موٽي ڪيئون نه مسحو،
آڏوتيـــن عبدالله چئي، دل تي پيتا ڏُنگ،
ڪوثر نه آيا ڪـاپڙي، گر سان گڏيا جُنگ،
سُنگئون چٽا سنگ، ڪي جو سرين ڪاتيار چئي. (ص28)

فقير عبدالله ڪاتيار پڻ ٻين صوفي شاعرن وانگر پاڻ سڃاڻڻ جي ڳالهه ڪري ٿو، ڇاڪاڻ ته سالڪ جيستائين پاڻ کي نٿو سڃاڻي ته هو ڇا آهي؟ اوستائين وحدت واري واٽ تي هلندي هو پنهنجي منزل حاصل نٿو ڪري سگهي. فقير عبدالله چئي ٿو:

ڏسان جاڏي تاڏي، سهڻو يار ميان،
اچي نظر نه ٻاجهون يار جي،
ٻيئو آهي صورت وچ ۾،
سهڻو سڀ ڪنهن پار ميان. (ص48)

سنڌي صوفياڻي شاعري ۾ جوڳين جو ذڪر ضرور ملنـــــدو. جيڪو قاضي قادن کان وٺندي شاهه لطيف ۽ سچل سائين تائين ڏاڍو خوبصورت پيرائي ۾ ايندو رهيو آهي. شاهه لطيف ته پاڻ به جوڳين سامين سان گڏ سفر ڪري انهن متعلق سڄا سارا ٻه سر ”سر رامڪلي“ ۽ ”سر ڪاهوڙي“ چيا. اهڙي ريت سچل سائين پڻ جوڳين جي متعلق ”سر جوڳ“ چيو. فقير عبدالله ڪاتيار پڻ پنهنجي دور جي صوفياڻي ۽ شاعراڻي ماحول جو گهرو اثر ورتو ۽ هن به پنهنجي ڪلام ۾ جوڳين جو ذڪر آڻيندي انهن جون صفتون بيان ڪندي چئي ٿو:

جوڳين هئي ڪل ڪاجا، ڪيائون رمز صحي سندي رام ريجهائڻ،
سامين هئي سڌ سا جا، ڪيائون نبض صحي سندي ناٿ نمائـــڻ.
1. من له المولیٰ فله الـــــڪل،
تيا ڏوڙا تنهيــن جا ڏاجا.
2. وينا پڙهن وفي انفســــڪم،
طرف ڇڏيائون طمعا جا.

3. ڀھون ڀنھي جھانن ڪنون ميان،
وتن آديســـي آجــا.
4. پايو منھن مونن ۾ ميـــان،
ويٺا فڪر ڪن فنا جــا.
5. گرو وٺان تن گودڙين ميــان،
سبق پڙھيا الا الله جـــا.
6. "عبد الله" عاشق عجيب اهي ڏس،
سامي سليم سڀاجها. (ص31)

فقير عبدالله جي ڪلام ۾ مجاز جو اظهار آهي. حسن و عشق ۽ ناز و ادا جون ڳالهيون شاعراڻي نازڪ خيالي جو تصور پيدا ڪن ٿيون. اهڙو ڪجھ رنگ فقير جي هن ڪافي تي آهي:

ناز مٺا نيڻن جا ڪنھن ڪون سڪئين،
ڪھـ مـــون پرين.
1. نيڻ مٺا ناز پريا ميان وو، سيباڻم سيڻن جا،
ڪنھن ڪؤن سڪئين ڪھ مون پرين.
2. عبدالله کي موهيو اکڙين ميان وو، ڪل نہ هئي ڪيڻن جي،
ڪنھن ڪئون سڪئين ڪھ مون پريـن.
(ص37)

اسان اڳ ذڪر ڪري آيا آهيون تہ فقير عبد الله ڪاتيار، پير سيد راشد روضي ڌڻي جو مريد هو پر سچل سائين سان سندس روحاني رشتو جــــڙي پيـــو هـــو. ڊاڪٽر نواز علي شوق جي اها راءِ انتهائي وزندار آهي تہ پير ڳوٺ ۾ صوفياڻو ۽ شاعراڻو ماحول موجود نہ هو. ساز و سرود تي بہ پابندي عائد هئي، جڏهن تہ ٻئي طرف درازن ۾ خالص صوفياڻو ۽ عارفاڻو ۽ شاعراڻو ماحول موجود هو. سچل سائين ۽ ان جا ڪيترائي طالب مثال طور: نانڪ يوسف، گهرام فقير، گل محمد فاروقي، آخوند عبدالهادي، فقير محمد صالح ۽ ٻيا ڪيترائي ڪافي جا خوبصورت شاعر اتي موجود هئا. خود سچل سرمست جو استاد حافظ عبدالله قريشي پڻ ڪافي جو سٺو شاعر ان ماحول ۾ موجود هو(181).

ان ڪري فقير عبد الله ڪاتيار درازن ۾ ايندو رهيو ۽ سچل سائين سان صحبتي ٿيندو رهيو. درازن ۾ فقير ڪاتيار پنھنجو ڪلام سچل سائين کي ٻڌائيندو هو ۽ سرمست سائين طالبن کان سچل سرمست جو ڪلام ٻڌندو هو. اهڙيءَ ريت هي ٻئي

شاعر سچل سرمست ۽ فقير عبدالله ڪاتيار هڪٻئي ڪان متاثر پڻ ٿيا. تنهنڪري اسان فقير عبدالله ڪاتيار کي سچل سائين جو دوست ٿا سڏيون. هت ٻنهي جي ڪلام مان ڪجهه اهڙا مثال پيش ڪجن ٿا:

فقير عبدالله جي هڪ ڪافي جو ٿلهه آهي:

صدقي مئن صدقي قربان، گهول ٿيوان گهنڊ کولڻ تئون.(ص157)

سرمست اها ڳالهه ڪجهه هن ريت ڪئي آهي:

گِهنڊُ کول ديدار وکا، مئن آيا مک ويکڻ. (182)

سچل سائين جي استاد حافظ عبدالله قريشي هڪ مشهور ڪافي ”اي سيون ساڏي من دا محرم يار، مئن نہ ڏٺا ڪوئي مٽ ماهي دا“ ڪان متاثر ٿي فقير عبدالله ڪاتيار ڪافي چئي. ان جا ڪجهه شعر آهن:

هي مک يار ماهي دا، وو يار پياري دا،
عشق امام اسانون ويکڻ،
چوڙ گمان گدائي والا، شملا چا ٻڌ شاهي دا. (ص122)

سرمست سائين کي فقير عبدالله جي پوئين سٽ ايتري تہ وڻي وئي جو ان کي پنهنجي هيئين ڪافي جو ٿلهه بڻائي ڇڏيائين.

چوڙ گمان گدائي والا، شملا چا ٻڌ شاهي دا.(183)

فقير عبدالله ڪاتيار ڪان جهڙي ريت سچل سرمست متاثر ٿيو، اهڙي طرح فقير عبدالله بہ سچل سائين ڪان متاثر ٿيو. سچل سرمست پنهنجي هڪ ڪافي ۾ چئي ٿو:

ڪيئن ڙي اديون آتڻ اچان،
مون کي پور پرين جو پيو: (184)

فقير عبد الله انهن سٽن ڪان متاثر ٿي چئي ٿو:

سا ڪيئن آتڻ ڪتي ڪتي ڙي متوال،
جنهن جوڙي جيڏيون سوداگر يار. (ص102)

سچل سائين چئي ٿو:

صورت سڀ سلطان، پاڻ ڏسڻ آيو پنهنجو تماشو.(185)

هڪ ٻئي هنڌ فرمائي ٿو:

پاڻ سڃاڻڻ آيو سو پلي آيو، ڪم نہ هيڙس ڪو پيو.(186)

فقير عبدالله ان ڪان متاثر ٿي چئي ٿو:

سـب ڪنهن صورت منهنجو،
هر ڪنهن صورت جانب منهنجو،
پاڻ صورت پنهنجي پسي پسي ٿو.

فقير عبدالله ڪاتيار جي ڪلام ۾ حسن و عشق، وحدت الوجود، همہ اوست جي مضمونن ڪانسواءِ پنهنجي مرشد پير راشد روضي ڌڻي جي صفت ۾ ساراهہ جو بيان بہ موجود آهي. ان ڪانسواءِ فقير ڪاتيار جي ڪلام ۾ ادبي خوبيــون پڻ موجود آهن. هن جي موسيقي سان لڳاءُ جي اثر جي نتيجي ۾ سندس ڪافين ۾ پڻ رواني ۽ ردم موجود آهي. هو پنهنجي دور جو وڏو رند شاعر هو. هن جي ڪلام ۾ وڏو جوش، جذبو ۽ اثر آهي ۽ ان ۾ اعليٰ فڪر پڻ سمايل آهي.

فقير عبد الله ڪاتيار جو ڪلام نموني طور هن ريت آهي:

## ڪافيون

(1)

اهي پرين اٽي پرتا، تن واڍوڙين، ٻي واهہ نہ ڪائي.

1. مال مڏيون جند جان گهوريائون،

هٿ ڪنيائون سر زر تا،
اهي پرين اٽي پـــرتا.

2. ٻئي جهان چليا ٻن ڏئيـــــــي،

سڄڻ توري نہ ســـرتا،
اهي پرين اٽي پرتـــا.

3. نيڻن جا ور واجهہ ڪـــــري،

تو جي واڍوڙيـل ورتا،
اهي پرين اٽي پرتـــا.

4. عبدالله چوي پاتئون پيـــرن،

خودبينيءَ سان پرتـــا،
اهي پرين اٽي پرتا.(ص33)

(2)

عشق ڪيس عريان، صبر سيوئي سڪ وڇايو.

1. خلق الله آدم اسمع، سمجهه صوفي ڪل شيءِ يرجع،
صوفي آ سلطان.

2. واما بنعمت قول ڪليمي، سانڍڻ سڪ جو صفت سليمي،
نعمت جو ڪفران.

3. احمد حنبل عشق نه ڄاتي، مالڪ شافع فرق ڏي تاتي،
ڪيا ڄاتي نعمان.

4. ”ميم“ لٿي جڏ ”احمد“ چاهي، سڪ وارا ويا اوڏهن ڪاهي،
قرب ڪيا قربان.

5. عرب عين ري سمجهه تہ ڇا هي، ”عبدالله“ جڏ عبد ڪي لاهي،
ترڪ سنت طغيان.

(ص67)

## حوالا/حاشيا

1. مرزا علي قلي بيگ، رسالو ميان سچل فقير جو (جلداول)، ص15، ماسٽر هريسنگ بوڪ سيلر، 1902ع
2. عطا محمد حامي، نينهن جا نعرا، ص24، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو
3. رسالو ميان سچل فقير جو، ص15، (حوالو اڳ آيل آهي).
4. نينهن جا نعرا، ص40، (حوالو اڳ آيل آهي).
5. عطا محمد حامي، خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو، ص447، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، 1994ع.
6. نينهن جا نعرا، ص40، (حوالو اڳ آيل آهي).
7. ڊاڪٽر نواز علي شوق، سچل سرمست جا طالب، ص124، سچل چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور سنڌ، 1998ع.
8. خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو، ص449، (حوالو اڳ آيل آهي).
9. سچل سرمست جا طالب، ص124 کان 127-بيت نمبر 4-3 پيرو شاهه پنهنجي معتقدن نونارين لاءِ چيا آهن.
10. سچل سرمست جا طالب، ص12، (حوالو اڳ آيل آهي).
11. سچل سرمست جا طالب، ص12، (حوالو اڳ آيل آهي).
12. سچل سرمست جا طالب، ص11، (حوالو اڳ آيل آهي).
13. سچل سرمست جا طالب، ص13-12، (حوالو اڳ آيل آهي).
14. سچل سرمست جا طالب، ص23، (حوالو اڳ آيل آهي).
15. سچل سرمست جا طالب، ص21، (حوالو اڳ آيل آهي).
16. قاضي علي گوهر درازي (مرتب) سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام، ص132، سچل چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور سنڌ 1995ع.
17. سچل سرمست جا طالب، ص19، (حوالو اڳ آيل آهي).
18. سچل سرمست جا طالب، ص17، (حوالو اڳ آيل آهي).
19. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڪافيون (جلد ٻهريون) ص99-97، (حوالو اڳ آيل آهي).
20. سچل سرمست جا طالب، ص123، (حوالو اڳ آيل آهي).
21. ڪافيون (جلد ٻهريون) ص96-94، (حوالو اڳ آيل آهي).
22. مولانا دين محمد وفائي، تذڪره مشاهير سنڌ (جلد ٽيون) ص300، سنڌي ادبي بورڊ، 1986ع.
23. تذڪره مشاهير سنڌ (جلد ٽيون) ص11-10، سنڌي ادبي بورڊ، 1986ع.
24. تذڪره مشاهير سنڌ (جلد ٽيون) ص300، (حوالو اڳ آيل آهي).

25. ڊاڪٽر نواز علي شوق، سچل سرمست جو استاد، حافظ عبدالله قريشي (مقالو)، ص59، سرمست-19، مرتب: محمد علي حداد، سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور سنڌ، 1999ع.
26. سچل سرمست جو استاد حافظ عبدالله قريشي، ص60، (حوالو اڳ آيل آهي).
27. سچل سرمست جو استاد حافظ عبدالله قريشي، ص65، (حوالو اڳ آيل آهي).
28. سچل سرمست جو استاد حافظ عبدالله قريشي، ص67، (حوالو اڳ آيل آهي).
29. سچل سرمست جو استاد حافظ عبدالله قريشي، ص62-57، (حوالو اڳ آيل آهي).
30. ڪافيون (جلد پهريون) ص75-74، (حوالو اڳ آيل آهي).
31. سچل سرمست جو استاد، حافظ عبدالله قريشي، ص66، (حوالو اڳ آيل آهي).
32. نينهن جا نعرا، ص39، (حوالو اڳ آيل آهي).
33. نينهن جا نعرا، ص39، (حوالو اڳ آيل آهي).
34. پروفيسر لطف الله بدوي، تذڪره لطفي (جلد ٽيون)، ص269، آر_ايچ احمد برادرس، حيدرآباد 1952ع.
35. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، مداحون ۽ مناجاتون، ص217، سنڌي ادبي بورڊ 1959ع.
36. رسالو ميان سچل فقير، ص16، (حوالو اڳ آيل آهي).
37. مداحون ۽ مناجاتون، ص224-217، (حوالو اڳ آيل آهي).
38. ڊاڪٽر اياز قادري، سچل جو قلمي ڪلام (مقالو) ص65، ڪارروائي سچل نيشنل سيمينار، مرتب: حميد آخوند، سچل اڪيڊمي خيرپور 1983ع.
39. سچل جو قلمي ڪلام (مقالو)، ص66، (حوالو اڳ آيل آهي).
40. ڪافيون (جلد پهريون) ص507، (حوالو اڳ آيل آهي).
41. سچل جو قلمي ڪلام (مقالو) ص66، (حوالو اڳ آيل آهي).
42. سچل جو قلمي ڪلام (مقالو) ص66، (حوالو اڳ آيل آهي).
43. سچل جو قلمي ڪلام (مقالو) ص66، (حوالو اڳ آيل آهي).
44. سچل جو قلمي ڪلام (مقالو) ص66، (حوالو اڳ آيل آهي).
45. پروفيسر ڊاڪٽر ابراهيم خليـــل، ديوان سچل فارسي ڪے نادر مخطوطات (مقالو-اردو) ص135، آشڪار-4 (تحقيقي جرنل) مرتب: اياز گل، سچل چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور، سنڌ، جولاءِ1994ع.
46. ديوان سچل فارسي ڪے نادر مخطوطات، (مقالو-اردو) ص135، (حوالو اڳ آيل آهي).
47. ديوان سچل فارسي ڪے نادر مخطوطات، (مقالو- اردو) ص136-135، (حوالو اڳ آيل آهي).
48. ڪافيون (جلد پهريون) ص510-507، (حوالو اڳ آيل آهي).
49. نينهن جا نعرا، ص39، (حوالو اڳ آيل آهي).
50. ڪافيون (جلد پهريون) ص89، (حوالو اڳ آيل آهي).
51. نينهن جا نعرا، ص39، (حوالو اڳ آيل آهي).
52. ڪافيون (جلد پهريون) ص91، (حوالو اڳ آيل آهي).
53. نينهن جا نعرا، ص39، (حوالو اڳ آيل آهي).

54. سچل سرمست جا طالب، ص44، (حوالو اڳ آيل آهي).
55. بخش علي ثاني فقير سنڌي، سرائڪي ۽ فارسي ۾ ڪلام چيو، جنهن ۾ بيت، ڪافيون، سه حرفيون، سهرا ۽ فارسي غزل اچي وڃن ٿا. فقير صاحب جو سمورو ڪلام اڻڇپيل حالت ۾ محفوظ آهي. فقير بخش علي، سخي قبول محمد جي شان ۾ ڏوهيڙا چيا آهن، جن مان هڪ ڏوهيڙو نموني طور هت پيش ڪجي ٿو:

فلڪ اتون لهه مــلڪ گهنن تلقينا طلب طـرازي،
ڪکر ڪرم سرتاج سخيان نوري ننگ نــوازي،
بحر هدايت بخش علي هي، مسلڪ فقيران سازي.

*(سچل سرمست جا طالب، ص44).*

56. فقير الله 1930ع ڌاري قمبر ۾ هيڊ ماستر هو. تصوف جي هڪ نڪتي بابت خيرپور ميرس جي هڪ شاعر انور علي پٺاڻ سان سندس ڏکهو بحث هليو. انور علي پراڻي فوجداريءَ جي ويجهو رهندو هو. هنن هڪ ٻئي کي منظوم خطن ذريعي جواب ڏنا. (سچل سرمست جا طالب، ص45).
57. سچل سرمست جا طالب، ص45-44، (حوالو اڳ آيل آهي).
58. تذڪره لطيفي (ٻاڱو پيو) ص331، 1965ع (حوالو اڳ آيل آهي).
59. ڪافيون (جلد پهريون) ص242، (حوالو اڳ آيل آهي).
60. سچل سرمست جا طالب، ص46، (حوالو اڳ آيل آهي).
61. سچل سرمست جا طالب، ص45-44، (حوالو اڳ آيل آهي).
62. سچل سرمست جا طالب، ص46، (حوالو اڳ آيل آهي).
63. سچل سرمست جا طالب، ص45، (حوالو اڳ آيل آهي).
64. ڪافيون (جلد پهريون) ص243، (حوالو اڳ آيل آهي).
65. سچل سرمست جا طالب، ص55، (حوالو اڳ آيل آهي).
66. ڊاڪٽر نواز علي شوق، فقير محمد صلاح، ص14، سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور، 1992.
67. فقير محمد صلاح، ص15، (حوالو اڳ آيل آهي)
67. فقير محمد صلاح، ص15، (حوالو اڳ آيل آهي)
69. فقير محمد صلاح، ص16-15، (حوالو اڳ آيل آهي)
70. سيد عبدالحسن شاهه موسوي، ديوان بيدل، ص43، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1992ع.
71. سچل سرمست جا طالب، ص97، (حوالو اڳ آيل آهي).
72. ديوان بيدل، ص389، (حوالو اڳ آيل آهي).
73. سچل سرمست جا طالب، ص98، (حوالو اڳ آيل آهي).
74. سچل سرمست جا طالب، ص98، (حوالو اڳ آيل آهي).

75. ڊاڪٽر غلام محمد لاکو، سنڌالاجيءَ ۾ موجود سچل جي ڪلام جو قلمي نسخو (مقالو) ص79، آشڪار-4، مرتب: اياز گل، سچل چيئر شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور، جولاءِ 1994ع.
76. سنڌالاجيءَ ۾ موجود سچل جي ڪلام جو قلمي نسخو (مقالو) ص79، (حوالو اڳ آيل آهي).
77. بياض محمد عثمان سڪري، ص25، (قلمي) مملوڪ: پروفيسر ڊاڪٽر نواز علي شوق، ڪراچي يونيورسٽي.
78. ڪافيون (جلد ٻيو) ص908، 1987ع (حوالو اڳ آيل آهي).
79. نينهن جا نعرا، ص40، (حوالو اڳ آيل آهي).
80. سنڌ جو عطار (حضرت سچل سرمست) ص66، (حوالو اڳ آيل آهي).
81. ديوان بيدل، ص389، (حوالو اڳ آيل آهي).
82. سنڌ جو عطار (حضرت سچل سرمست) ص66، (حوالو اڳ آيل آهي).
83. نينهن جا نعرا، ص40، (حوالو اڳ آيل آهي).
84. سچل جو قلمي ڪلام (مقالو) ص65، (حوالو اڳ آيل آهي).
85. سچل جو قلمي ڪلام، (مقالو) ص65، (حوالو اڳ آيل آهي).
86. ڪافيون (جلد پهريون)، ص92، (حوالو اڳ آيل آهي).
87. ڪافيون (جلد پهريون)، ص93-92، (حوالو اڳ آيل آهي).
88. نينهن جا نعرا، ص37، (حوالو اڳ آيل آهي).
89. نينهن جا نعرا، ص38، (حوالو اڳ آيل آهي).
90. نينهن جا نعرا، ص38، (حوالو اڳ آيل آهي).
91. نينهن جا نعرا، ص38، (حوالو اڳ آيل آهي).
92. نينهن جا نعرا، ص38، (حوالو اڳ آيل آهي).
93. نينهن جا نعرا، ص38، (حوالو اڳ آيل آهي).
94. نينهن جا نعرا، ص41، (حوالو اڳ آيل آهي).
95. نينهن جا نعرا، ص41، (حوالو اڳ آيل آهي).
96. نينهن جا نعرا، ص41، (حوالو اڳ آيل آهي).
97. ديوان سچل فارسي ڪي نادر مخطوطات (مقالو)، ص133-132، (حوالو اڳ آيل آهي).
98. ديوان سچل فارسي ڪي نادر مخطوطات (مقالو)، ص140، (حوالو اڳ آيل آهي).
99. ڊاڪٽر تنوير عباسي (مرتب) نانڪ يوسف جو ڪلام، ص21، سنڌي ادبي بورڊ، 1983ع.
100. تذڪره لطفي، ص188، (حوالو اڳ آيل آهي).
101. نانڪ يوسف جو ڪلام، ص22 (حوالو اڳ آيل آهي).
102. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، فقير صاحب نانڪ يوسف (مقالو)، ص3، علمي آئينو، نگران: ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، اداره سنڌ شناسي سنڌ يونيورسٽي 1973ع.
103. نانڪ يوسف جو ڪلام، ص24-23، (حوالو اڳ آيل آهي).
104. نانڪ يوسف جو ڪلام، ص24-23، (حوالو اڳ آيل آهي).

105. مولانا صادق راڻيپوري، سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام، ص24-23، سنـــڌي ادبي بورڊ ڪراچي – حيدرآباد 1959ع.
106. تذڪره لطفي، ص189، (حوالو اڳ آيل آهي).
107. نانڪ يوسف جو ڪلام، ص26، فقير صاحب نانڪ يوسف جو ڪلام (مقالو) ص7-6، سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام، ص24 (حوالو اڳ آيل آهي).
108. نانڪ يوسف جو ڪلام، ص26، (حوالو اڳ آيل آهي).
109. اهڙين روايتن لاءِ ڏسو علمي آئينو ص12-7، (حوالو اڳ آيل آهي).
110. نانڪ يوسف جو ڪلام، ص 28، (حوالو اڳ آيل آهي).
111. نانڪ يوسف جو ڪلام، ص29، (حوالو اڳ آيل آهي).
112. نانڪ يوسف جو ڪلام، ص31، (حوالو اڳ آيل آهي).
113. ديوان بيدل، ص388، (حوالو اڳ آيل آهي).
114. نانڪ يوسف جو ڪلام، ص39، (حوالو اڳ آيل آهي).
115. سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام، ص224، (حوالو اڳ آيل آهي).
116. نانڪ يوسف جو ڪلام، ص45، (حوالو اڳ آيل آهي).
117. رسالو ميان سچل فقير جو، ص16، (حوالو اڳ آيل آهي).
118. سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام، ص33، (حوالو اڳ آيل آهي).
119. سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام، ص33، (حوالو اڳ آيل آهي).
120. سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام، ص33، (حوالو اڳ آيل آهي).
121. نينهن جا نعرا، ص41، (حوالو اڳ آيل آهي).
122. الطاف اثيم (مرتب)، فقير غلام حيدر گودڙيي جـــو رســـالو، ص12، سچل چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور، 2006ع.
123. فقير غلام حيدر گودڙيي جو رسالو، ص13، (حوالو اڳ آيل آهي).
124. فقير غلام حيدر گودڙيي جو رسالو، ص14-13، (حوالو اڳ آيل آهي). خادم عباسي، فقير غلام حيدر شر ۽ سندس خاندان (مقالو) ص67، سرمست مرتب: محمد علي حداد نمبر15، سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور 1995ع.
125. غلام نبي ميمڻ، فقير غلام حيدر (نانڪ يوسف جو طالب) (مقالو) ص4-3-2-1-150، ٽماهي مهراڻ، 1967/3ع سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو.
126. بيدل فقير شر، ديوان غلام حيدر، 9-8-7، بحوالہ: خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو، ص437، (حوالو اڳ آيل آهي).
127. فقير غلام حيدر شر ۽ سندس خاندان (مقالو) ص69، (حوالو اڳ آيل آهي).
128. فقير غلام حيدر شر ۽ سندس خاندان (مقالو) ص71، (حوالو اڳ آيل آهي).
129. فقير غلام حيدر گودڙيي جو رسالو، ص19 (حوالو اڳ آيل آهي).
130. فقير غلام حيدر شر ۽ سندس خاندان (مقالو) ص70، (حوالو اڳ آيل آهي).

131. فقير قادر بخش بيدل، پنج گنج، ترجمو: صوفي سبحان بخش، ص، شاهه عبداللطيف ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهه.
132. ديوان بيدل، ص5-4،(حوالو اڳ آيل آهي).
133. ديوان بيدل، ص23، (حوالو اڳ آيل آهي).
134. سيد عبدالوهاب شاهه عربي فارسي جو چڱو شاعر هو. سندس سنڌ ۾ گهڻو اثر ڏسجي ٿــو. شاهه صاحب جي هڪ عربي ڪتاب "اللغات المشڪواة" تي مولانا حافظ داد شاهه بلوچ "التحقيق والتقدم علي خلاصة البيان في شرح اللغات المشڪواة" تي مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي جي نگراني ۾ سنڌ يونيورسٽي مان پي-ايچ-ڊي ڪئي آهي. ان ڪانسواءِ مولانا عبدالوهاب چاچڙ وٽ سيد عبدالوهاب شاهه جو عربي قصيدو ۽ فارسي مثنوي پڻ محفوظ آهي. سندس عربي ۽ فارسي شعر مٿانهون آهي. (بيدل-4، مرتب: اختر درگاهي، ص24، بيدل يادگار ڪميٽي روهڙي، 2004ع.)
135. گدو مل ڪنڻ مل هرجاڻي، ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامه تلڪ پريس سکر 1940ع — سيد عبدالحسين شاهه موسوي ديوان بيدل، ص2-1 (حوالو اڳ آيل آهي).
136. موسوي، ديوان بيدل، ص5، (حوالو اڳ آيل آهي).
137. ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامه، (حوالو اڳ آيل آهي).
138. ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامه، (حوالو اڳ آيل آهي).
139. قلندر شهباز بابت چيل فارسي مسدس، سيد عبدالحسين شاهه موسوي جي مرتب ڪيل "ديوان بيدل" ۾ شامل آهي.
140. موسوي، ديوان بيدل، ص32-17، مختلف صفحا، (حوالو اڳ آيل آهي).
141. موسوي، ديوان بيدل، ص33، مختلف صفحا، (حوالو اڳ آيل آهي).
142. ديوان بيدل، ص35. (حوالو اڳ آيل آهي).
143. پنج گنج، بيدل فقير جي فارسي تصنيف آهي، جنهن جو سنڌي ترجمو صوفي سبحان بخش قريشي ڪيو. جيڪو شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهه پاران سنه 1976ع ۾ شايع ڪيو ويو. ان ساڳي ڪتاب جو اردو ترجمو پروفيسر ڊاڪٽر نواز علي شوق ڪيو، جيڪو شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر ڪراچي يونيورسٽي طرفان سنه 2000ع ۾ شايع ٿيو.
144. فوائد المعنوي جو سنڌي ترجمو فقير غلام علي مسرور ڪيو، جيڪو مسرور پبليڪيشن ڪراچي سنه 2001ع ۾ شايع ٿيو.
145. مثنوي دلڪشا جو سنڌي نثري ترجمو ڊي-ڪي منشاراماڻي ڪيو، جيڪو صوفي سنگت بمبئي، هندستان پاران 1996ع ۾ شايع ٿيو. ساڳي ترجمو ٿيل مثنوي مڪمل فـــــارسي متن ۽ مقدمي سان ڊاڪٽر نواز علي شوق مرتب ڪئي، جيڪا بيدل يادگار ڪميٽي روهڙي پاران 2005ع ۾ شايع ٿي.
146. هي ساڳيو ڪتاب آهي جنهن کي سيد عبدالحسين شاهه موسوي "ديوان بيدل" جي نالي سان مرتب ڪيو ۽ سنڌي ادبي بورڊ پاران 1954ع ۾ شايع ٿيو.

وهہ وهہ جلوا پاوندے هو، يار صورت سب سماوندے هو،
نال تجلي جلوا پايوءِ، احد وچون احمد سڏايوءِ،
عبديت دا ناهہ نهايوءِ، بهانا عجب بناؤندے هو. (39)

بيدل پنهنجي اردو ڪلام ۾ چئي ٿو:

وهي مارے انا الحق دم کہے اظهار سر مبهم،
وهي باندهے کمر محکم جو آپے آپ سو لڑنا۔

سمجه سر عشق کا نه "بيدل" نه رہ اس رمز سے غافل،
سدا باهمت کامل حرف همه اوست کا پڑهنا۔ (40)

سچل سرمست پنهنجي ڪلام جي ذريعي فلسفہ وحدت الوجود جي خوب اپٽار ڪئي آهي، تہ ٻئي طرف هن وٽ مجاز جا بہ رنگ آهن. هو محبوب جي خوب ساراهہ ڪري ٿو. ان جي ڪارن زلفن ڪان ويندي ان جي نشيلن نيڻن لاءِ تہ سچل وٽ نيون نيون تشبيهون ۽ منفرد خيال موجود آهن. ڪٿي هو معشوق جي ڪارن وارن کي عاشق کي ڏنگيندڙ نانگ ٿو سمجهي، تہ ڪڏهن هو يار جي اکين کي تير ۽ باز سان ڀيٽي ٿو. چئي ٿو:

- چشما سهڻے ديان هن وه وا، چڻ نوراني تڪمان. (ص11)
- چشمان شور شراب مثالي، غمزے رنگ گلابي. (ص11)

زلفان زور سياه سهڻے ديان، ڳل تون وه وا لمڪن،
نانگ ڪالے يا دام بره دے، جهل جهل ڪرڪے جهمڪن. (ص90)

سچل سائين جو دوست فقير عبدالله ڪاتيار پڻ پنهنجي دوست ڪان متاثر ڏسجي ٿو. هن جي ڪلام ۾ سرمست سائين جي خيال سان مطابقت رکندڙ اهڙا خيال موجود آهن، پر منجهس سچل سائين واري شعري نازڪ خيالي ۽ نفاست موجود ناهي پر تنهن هوندي بہ سندس خيال ۾ نغمگي ۽ خوبصورتي موجود آهي. محبوب جي زلفن کي ترڪش جي تير سان ڀيٽيندي چئي ٿو:

لٽي نينن دل نسنگ وي ميان، وے نازڻ ساڻ نهوڙے
ايهي ابرو روز اٽڪن، جيئن ترڪش دے تير چٽڪن
چاڑهے فوج وت فرنگ، وو ميان! اتي مشتاق منهن نہ موڙي (41)

اکين جو ذکر کندي فقير کاتيار چئي ٿو:

کوئيو کهن تا عشق وارن کي، موهيو مارن تا ورهه وارن کي،
کيفي کجلا پرين تنهنجا نيڻ، وو وو.

حکمن ساڻ هينڙو هٽي ويا، هينئڙو هٽي ويا،
چشم ڏاڍا پرجا ويڻ، وو وو. (42)

سچل جي طالب نانک يوسف تي وري محبوب جي نيڻن جادو کيو آهي. چئي ٿو:

تيرے نينا جادو لايا کيها کيها چيٽک لايا،
واريان متن واريان هو مئن واري جاوان يار.

ويک اکيان دي ماٽي ٽاٽي، ڏاڍي هنئين ني ڏاڙي ڏاڙي،
وه نازيان شه نازيان، هو گهور ڏيون بار بار. (43)

سچل جو هڪ ٻيو طالب ”گل محمد فاروقي“ به محبوب جي نيڻن سان قتل ٿيل آهي. چئي ٿو:

رنگ لايا يار دي چشمي، رنگ لايا يار دي چشمي،
زنگي زلفان کنڪ قهر دي، قردل وسدي وسمي،
”گل محمد“ قتل چشم دا، هادي دي تان قسمي. (44)

سچل سرمست پنهنجي سنڌي شاعري ۾ سنڌ جي لوڪ رومانوي داستانن جهڙوڪ: سهڻي، سسئي، مارئي ۽ نوري تي بيت ۽ ڪافيون چيون آهن: جڏهن ته فقير قادر بخش ”بيدل“ انهن ڪردارن تي تمثيلي شعر چيا آهن، جن ۾ فقط انهن ڪردارن جا نالا آندا اٿس. انهن مان ڪنهن به ڪردار جي ڪهاڻي بيان نه ڪئي اٿس. فقط چند واقعا ۽ جذبا انهن جي سوانح ۾ چيا اٿس، جن تي به تصوف جو اثر موجود آهي.

سچل سرمست انهن داستانن کان سواءِ جوڳين ۽ لاهوتين تي به شعر چيا آهن. هن جي نظر ۾ لاهوتي سڀ طمع ڇڏي حقيقت جا ڳولا ڪندڙ بڻيا آهن. سچل چئي ٿو:

جوڳين آه نه جنگ، آهن سلوکي سڀ سان،
جيجان هن جهان ۾، آهن طريلا تنگ،
ڪنهن جي رتا رنگ، ماٽڪ منهن مشعلا.

*(قاضي، ص367)*

سچل انهن لاهوتين کان گھڻو متاثر ڏسجي ٿو. تڏهن تہ انهن سان پنهنجو تعلق قائم رکڻ چاهي ٿو. سندس من ۾ آڏوتين جي تات طلب آهي:

جوڳي ڀاتون ڀات، پر منهنجو انگ آڏوتين سان،
سفر ويا ساجهري، رهيا رڳي رات،
طلب تنين جي تات، راتيان ڏينهان روح کي.
(قاضي، ص368)

فقير عبدالله ڪاتيار پڻ اهڙن لاهوتين لاءِ چئي ٿو:

"لا" جا لائي لنگ، موٽي ڪيئون نہ مسحو،
آ ڏوتين "عبدالله" چئي، دل تي پيتا ڏنگ،
ڪوثر نہ آيا ڪاپڙي، گر سان گڏيا جُنگ،
سنگئون چتا سُنگ، ڪي جو سرين ڪاتيار چئي. (45)

سچل سرمست چئي ٿو تہ: لاهوتي حق کي حاصل ڪرڻ کان سواءِ پنهنجو سفر اڌ ۾ ڇڏي نہ ويهندا. سچل جوڳين بابت چيل بيتن ۾ هندي زبان جا ڪيترائي لفظ استعمال ڪيا آهن، جن مان ثابت ٿئي ٿو تہ سرمست سائين هندي ٻولي جي چاڻو هجڻ سان گڏوگڏ موضوع جي مزاج موجب اهي مناسب الفاظ استعمال ڪري ٿو، ڇاڪاڻ تہ جوڳين جو سلسلو هندو فلسفي جي پوئيواري ڪري ٿو. سچل پنهنجي هن بيت ۾ جوڳين بابت چئي ٿو:

جو پنڌ جوڳيئڙن جو، سو آڏوتن اجاءِ،
گنگا ۽ گرنار ڏي، جوڳين پنڌ جڳاءِ،
پنڌ انهي کون پرناڻ، آڏوتين کي آءِ،
تان تان ٿين نہ جاءِ، جان جان ريجهن نہ رام سين.
(قاضي، ص368)

سچل سرمست جي شاعري ۾ عوامي رنگ بہ موجود آهي. سرمست سائين مارئي ۽ سر سارنگ ۾ ماروئڙن، سانگيئڙن جو بہ خوب ذڪر ڪيو آهي. سندس شاعري جي خوبين ۾ اها بہ خوبي ڳڻي سگهجي ٿي. مارئي جي ذڪر ۾ ٿر جي ماحول جي بہ خوب تصوير چٽي اٿس تہ ٻئي طرف سر سارنگ ۾ وسڪاري جو دلپذير بيان آندو اٿس. درحقيقت سچل جو سر سارنگ سندس شاعراڻي نازڪ خيال جو خوبصورت نمونو آهي. سرمست سائين چئي ٿو:

مولئي سندي مهر سان، ساوا ٿيا سنگهار،
ڏلهي ڇڏيون ڏٿ سان، ڏوٿيون ڏيار،
تـرايون تجـل جون، ٿيون تارون تار،
سوراهين سـوار، صاحب سٽائي ڪئي.

(انصاري، ص347)

مندون موٽي آئيون، جهڙ جهجا جوٽيون،
پلر سـاڻ پـر ٿيا، پوٺا ۽ پوٺيون،
پسي مينهن مهر جا، مينهيون اچ موٽيون،
چريو اچن چوٽيون، وٿاڻين ولر ڪيون.

(انصاري، ص350)

عوامي رنگ جا ڪيترائي مثال سنڌي ڪلاسيڪي شاعري ۾ موجود آهن. سچل جي همعصرن جي ڪلام مان به اهڙا خيال چونڊي سگهجن ٿا. مارئي جي داستان ۾ مارئي جي پنهنجن ماروئڙن لاءِ تڙپ، سڪ ۽ اڪير جو مضمون بيان ڪندي سچل چئي ٿو:

غم ۾ ڪيئن نہ گذاريان، ڏوٿين وڇئون مون کي ڏينهن پيا،
ميان ملڪ ملير ڏي، ڪينو نيڻ نهاريان،
پڪا پنهوارنجا ساعت ساعت سنياريان،
راتيان ڏينهن روح ۾، ساهيڙين کي ساريان،
ٻڪر ٻاباڻن جا، چهرائي سان چاريان،
"سچل" سنگهارن ڪنئون، هي سر هڏ نہ واريان.

(قاضي، ص196)

سچل جو درسي استاد حافـظ عبدالله قريشيءَ پنهنجي هڪ ڪافي ۾ سچل سائين جي ان خيال سان هڪجهڙائي رکندي، مارئي جي ماروئڙن سان سڪ ۽ اڪير جو بيان ڪندي چئي ٿو:

ماروئڙن سان ملي، آءٌ منجهہ تر،
ميدين تان مَرُ لاهيان.
وار نہ ڌئندس ويڙه ري،
ويئيس هت ولهي، ڌاران ور،
وڙ کي ڪيئن وڃائيان.

پانڌيءَ انهيءَ پار جي،
ڏينم خوب ڪلي، ڪنئي جي خبر،
وطن ڪاڻ واجهايان. (46)

سچل سرمست جي ڪلام ۾ اترادي لهجو پڻ موجود آهي، جنهن موجب ڪنهن به لفظ جي جمع لاءِ "آن" پڇاڙي گڏي ويندي آهي، مثال طور: "ڪٽ" مان "ڪٽان"، "سر" مان "سران" وغيره سچل سائين جي هن مصرع ۾ اهڙي نموني جا ٽي جمع آيل آهن.

"ڪوران، ڪسيان، واهڙان، هت ڪلي ٿيا گمنام ميان"

هن مصرع ۾ "ڪور" جو جمع "ڪوران" ڪسي جو جمع "ڪسيان" ۽ "واهڙ" جو جمع "واهڙان" ڪيو ويو آهي. سچل سائين جي ڪلام مان ٻيا به اهڙا مثال ڏجن ٿا جنهن ۾ "طرح" مان "طرحان"، "رات" مان "راتيان" ۽ "ڏينهن" مان "ڏينهان" جمع بڻايو ويو آهي.

"منهن ميرا، متي ميرا، اهڙيـون طرحان تن"

"طلب تنين جي تات، راتيان ڏينهان روح ڪي"
(قاضي، ص368)

فقير قادر بخش بيدل جي ڪلام ۾ پڻ اسان ڪي اهڙا مثال ملن ٿا، خبر ناهي ان جو سبب خود سندس اتر سنڌ جو هجڻ آهي يا سچل سرمست سان سندس عقيدت جي نتيجي ۾ ان ڪان متاثر ٿيڻ آهي. بيدل سائين جي هنن سٽن ۾ "چال" جو جمع "چاليان"، "ڪالي" جو "ڪاليان"، "متوالي" جو "متواليان" "سنيال" جو "سنياليان" جمع بڻايو ويو آهي.

من نال ڪرشمہ موهہ نيتي تيڏي - چشم دي چوڪان چاليان
واهہ واهہ روشن رخسار اتـــي - ظالم ڪوليان زلفان ڪاليان
بانڪي نين خماري مست ڦـــرن - نت خون ڪرن متواليان
لڳا برهہ، بزرگي پل ڳئي - سڪ نيتي سرت سنياليان (47)

سچل جي طالب گهرام فقير جي ڪلام ۾ پڻ "زلف" جو جمع "زلفان" بڻايو ويو آهي.

جو ڳين جون جـي زلفان سهٽيون،
چيلهه پوي ٿي چوٽي.(48)

سچل سرمست پنهنجي دور جو انتهائي اهم شاعر آهي. هن فني ۽ فڪري حوالي سان سنڌي ۽ سرائڪي ۾ نه رڳو انتهائي سگهارو شعر چيو پر اسلوب ۽ هيئت جي حوالي سان ان ۾ تبديليون پڻ ڪيون، خاص طور سچل سائين سنڌي ڪافي ۾ ته ڪيترن ئي گهاڙيٽن ڪي اپنايو. سچل جا شاعري جي هيئت ۾ ردوبدل توڙي فڪر جي اظهار جي نرالي انداز جا اثر سندس هم عصر شاعرن تي به ڏٺا ويا آهن. اها انتهائي ڏکي ڳالهه هوندي آهي ته شاعري ۾ اسلوب، انداز ۽ گهاڙيٽن ۾ نوان تجربا ڪرڻ کان پوءِ ان کي "روايت"بڻايو وڃي ۽ اها ان روايت جي ڪاميابي پڻ چئبي جو ان روايت کي هم عصر شاعر پڻ پنهنجو ڪن. سچل سرمست سنڌي ۽ سرائڪي شاعري ۾ اهڙين روايتن جو امين آهي.

سچل ۽ سندس هم عصر شاعرن جو ڪيل هت تقابلي اڀياس مان اسان کي هيٺيان نڪتا واضح نظر اچن ٿا:

- هن دور جي شاعرن جو موضوع گهڻو ڪري تصوف آهي، سچل سرمست ان فڪر جو وڏو علمبردار آهي، هن ان فڪر کي ظاهر ڪرڻ لاءِ اهڙاٽي اظهار بدران سڌو طريقو استعمال ڪيو: ۽ اهو "همه اوست" جو سڌوسنئون اظهار سچل سرمست کان ئي شروع ٿيو، جيڪو بعد ۾ سندس هم عصر شاعرن اپنايو.
- سچل پنهنجي فڪر جي اظهار لاءِ نرالو اسلوب اختيار ڪيو. سنڌي ڪلاسيڪل شاعري ۾ مروج مانيٽي اونهي، ڳنڀير ۽ علامتي اظهار جي بجاءِ هن زوردار، گجندڙ، رندي ۽ بيباڪي وارو اسلوب اختيار ڪيو ۽ اهو اسلوب اسان کي سچل جي هم عصر شاعرن وٽ پڻ نظر اچي ٿو، جنهن جا مثال مٿي ڏنا ويا آهن.
- سچل سرمست سنڌ جي لوڪ رومانوي داستانن تي شعر چيو جنهن ۾ هن ڪردار موجب ان جي ماحول کي به چٽيو آهي. اهو اثر سندس هم عصرن تي به موجود آهي. اهڙا مثال اسان اڳ ڏئي آيا آهيون.
- تقابلي اڀياس هيٺ دور جي شاعرن جو ڪلام هيٺين ٽن مختلف اسلوبن ۾ ورهايل ڏسجي ٿو:

### 1. اسلامي اسلوب:

هن مان مراد شاعرن جي ڪلام جو اهو حصو آهي جن ۾ ديني ۽ صوفيانا ويچار بيان ڪيل آهن. قرآن شريف جون آيتون، حديثون ۽ وڏن صوفين جي قولن جا

وري وري حوالا ڏيڻ يا انهن جو سڌي طرح بيان، اهي سڀ مذڪوره اسلوب جون خاصيتون آهن.

## 2. فارسي اسلوب:

ذڪر هيٺ دور ۾ فارسي سرڪاري زبان هئي ۽ ادب ۽ دينيات ڪي ڇڏي ڪري اپياس جي زبان پڻ هئي، تنهن ڪري شاعري جا موضوع يا فارسي زبان جا لفظ سنڌي شاعري ۾ شامل ٿي ويا. ان دور جي ماحول موجب اهو عمل فطري محسوس ٿئي ٿو.

## 3. مڪاني اسلوب:

هر شاعري جو پنهنجو زميني مزاج ٿئي ٿو. جنهن موجب شاعر پنهنجي شاعري ۾ پنهنجي ٻولي جا مقامي لفظ ۽ چوڻيون استعمال ڪندو آهي. هن اسلوب ۾ لوڪ روايتن جو عمل دخل ٿئي ٿو.

- سچل سرمست سنڌي کان سواءِ سرائڪي، اردو ۽ فارسي ۾ شعر چيو جڏهن ته سندس ڪيترن ئي همعصرن انهن زبانن کان سواءِ عربي ۽ هندي ۾ شعر پڻ چيو. فقير قادر بخش بيدل عربيءَ ۾ شعر پڻ چيو. جڏهن ته نانڪ يوسف، روحل فقير، مراد فقير، دريا خان ڪنڊڙي واري هندي ۾ پڻ شعر چيو.

*****

## حوالا/حاشيا

1. سچل سرمست، ديوان آشڪار، مترجم: قاضي علي اڪبر درازاي، جلد اول، ص66، محڪمہ اوقاف ڪاتو سنڌ، حيدرآباد، 1981ع
2. ديوان آشڪار، جلد دوم، ص65، 1982ع (حوالو اڳ آيل آهي).
3. مرزا قليچ بيگ، تصوف، ص56، پارتواسي پريس، 1922ع.
4. سيد محمد ذوقي شاهہ، حقيقت تصوف، ص14، الڪتاب لاهور.
5. حقيقت تصوف، ص15، (حوالو اڳ آيل آهي).
6. اڪبر لغاري، فلسفي جي مختصر تاريخ، ص299، نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد 2003ع
7. قرآن مجيد، سنڌي ترجمو: علامہ علي خان ابڙو، ص849، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 1998ع
8. قرآن مجيد، سنڌي ترجمو، علامہ علي خان ابڙو، ص850 (حوالو اڳ آيل آهي).
9. قرآن مجيد، سنڌي ترجمو، علامہ علي خان ابڙو، ص442 (حوالو اڳ آيل آهي).
10. قرآن مجيد، سنڌي ترجمو، علامہ علي خان ابڙو، ص732 (حوالو اڳ آيل آهي).
11. قرآن مجيد، سنڌي ترجمو، علامہ علي خان ابڙو، ص307 (حوالو اڳ آيل آهي).
12. فلسفي جي مختصر تاريخ، ص243، (حوالو اڳ آيل آهي).
13. هري اوڌهہ، ڪبير وچناولي، ترجمہ: سرسوتي سرن ڪيف، ساهيتہ اڪادمي نئي دهلي، 1990ع.
14. ڊاڪٽر درشهوار سيد، شاهہ لطيف شاعري اور فڪر، ترجمہ: پروفيسر ابراهيم خليل نقوي، ص84، شاهہ عبداللطيف چيئر ڪراچي يونيورسٽي 1994ع.
15. ڊاڪٽر الياس عشقي، شاهہ جو مذهب، اسلامي تصوف ۽ ويدانت (قسط پهرين) (مقالو)، ص146، ٽماهي مهراڻ 1993/3ع سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو.
16. جي-ايم سيد، سنڌو جي ساڃاهہ، (فصل پيو) ص9-218، سورٺ پبليڪيشن آدرش نگر بمبئي، 1981ع.
17. فلسفي جي مختصر تاريخ، ص6-245، (حوالو اڳ آيل آهي).
18. شاهہ جو مذهب، اسلامي تصوف ۽ ويدانت (قسط 2) (مقالو) ص92، 1992/4 (حوالو اڳ آيل آهي).
19. ابوبڪر خان مگسي، اسلامي فلسفو ۽ تصوف، ص234، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي 2001ع
20. اسلامي فلسفو ۽ تصوف، ص5-234، (حوالو اڳ آيل آهي).
21. شاهہ جو مذهب، اسلامي تصوف ۽ ويدانت، (قسط1) (مقالو) ص147، (حوالو اڳ آيل آهي).
22. شاهہ جو مذهب، اسلامي تصوف ۽ ويدانت، (قسط1) (مقالو) ص148، (حوالو اڳ آيل آهي).
23. هن اڀياس لاءِ اسان سچل سرمست جا هيٺيان رسالا استعمال هيٺ آڻيندا آهيون.
1. مرزا علي قلي بيگ: (مرتب)، رسالو ميان سچل فقير جو (جلد اول) هريسنگهہ تاجر ڪتب سکر، 1902.

2. مولوي حڪيم محمد صادق راڻيپوري: (مرتب)، سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام، سنڌي ادبي بورڊ 1959ع.
3. قاضي علي گوهر: (مرتب)، سچل سرمست جو ڪلام عرف عاشقي الهام، سچل چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور سنڌ1995ع
4. عثمان علي انصاري: (مرتب)، رسالو سچل سرمست (سنڌي ڪلام)، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 1997ع.

24. سچل سرمست، مثنوي گداز نامہ، مرتب: قاضي علي اڪبر درازي، ص14، جون1976ع
25. مثنوي گداز نامہ، ص26، (حوالو اڳ آيل آهي).
26. نانڪ يوسف جو ڪلام، ص142، (حوالو اڳ آيل آهي).
27. ديوان بيدل، ص103، (حوالو اڳ آيل آهي).
28. ڪلام فقير عبدالله ڪاتيار، ص48۽63، (حوالو اڳ آيل آهي).
29. نانڪ يوسف جو ڪلام، ص101، (حوالو اڳ آيل آهي).
30. نانڪ يوسف جو ڪلام، ص120، (حوالو اڳ آيل آهي).
31. نانڪ يوسف جو ڪلام، ص98۽242، (حوالو اڳ آيل آهي).
32. ڊاڪٽر نواز علي شوق، سچل سرمست جا طالب، ص21، سچل چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور، سنڌ 1998ع.
33. سچل سرمست جا طالب، ص112، (حوالو اڳ آيل آهي).
34. ڪلام فقير عبدالله ڪاتيار،ص 9-8-96-67، (حوالو اڳ آيل آهي).
35. نانڪ يوسف جو ڪلام، ص144۽ 147، (حوالو اڳ آيل آهي).
36. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڪافيون (جلد پهريون) ص92، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1985ع.
37. سچل سرمست جا طالب، ص19، (حوالو اڳ آيل آهي).
38. الطــاف اثيم، فقير غلام حيدر گوڏڙيي جو رسالو، ص62، سچل چيئر شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور سنڌ 2006ع.
39. ديوان بيدل، ص214-122-116-115، (حوالو اڳ آيل آهي).
40. اختر درگاهي (مرتب) ديوان بيدل (اردو ڪلام) ص63، بيدل يادگار ڪميٽي روهڙي 2003ع.
41. ڪلام فقير عبدالله ڪاتيار، ص57، (حوالو اڳ آيل آهي).
42. ڪلام فقير عبدالله ڪاتيار، ص83 (حوالو اڳ آيل آهي).
43. نانڪ يوسف جو ڪلام، ص213 (حوالو اڳ آيل آهي).
44. ڊاڪٽر نواز علي شوق، سنڌ جو عطار (حضرت سچل سرمست) ص162، سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور، 1999ع
45. ڪلام فقير عبدالله ڪاتيار، ص28 (حوالو اڳ آيل آهي). آهي).
46. ڊاڪٽر نواز علي شوق، سچل سرمست جو استاد حافظ عبدالله قريشي، ص66 (مقالو) سرمست 19، سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور 1999ع.
47. ديوان بيدل، ص159 (حوالو اڳ آيل آهي).
48. سچل سرمست جا طالب، ص55 (حوالو اڳ آيل آهي).

# ببلوگرافي

## ڪتاب:

### سنڌي

1. ايچ- ٽي سورلي، ڀٽ جو شاهه، ترجمو: عطا محمد ڀنڀرو، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 1992ع.
2. ايچ-ٽي لئمبرڪ، سنڌ هڪ عام جائزو، مترجم: سليم احمد، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1982ع.
3. ايس-پي-ڇپلاڻي، سنڌ جي اقتصادي تاريخ، ترجمو: سراج الحق ميمڻ، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1968ع.
4. ادراڪي بيگلاري، بيگلار نامو، ترجمو: خانبهادر محمد صديق ميمڻ، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1983ع
5. اسلم عباسي: (مرتب)، ميان غلام شاهه ڪلهوڙو، سنڌ جو شاهجهان، ڪراچي، 2002ع.
6. اختر درگاهي، تذڪره جانشاهي، سکر هسٽاريڪل سوسائٽي سکر، 2001ع.
7. اياز قادري ڊاڪٽر، سنڌي غزل جي اوسر، (جلد ٻيو) انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، 1984ع.
8. بي-ايچ ناگراڻي پروفيسر ، ساميءَ جا سلوڪ، (جلد پهريون-ٻيو) سنڌي ادبين جي سهڪاري سنگت، حيدرآباد، 1992ع.
9. ٻلديو بختراءِ مٽلاڻي، شاهه ۽ سچل جو تقابلي اڀياس، ڊپارٽمينٽ آف سنڌي، يونيورسٽي آف ممبئي، انديا، 2002ع.
10. تنوير عباسي ڊاڪٽر، نانڪ يوسف جو ڪلام، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 1983ع.
11. جيمس برنس، سنڌ جي درٻار، ترجمو: محمد حنيف صديقي، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1976ع.
12. حسام الدين شاهه راشدي، امين الملڪ نواب مير محمد معصوم بکري، سنڌي ادبي بورڊ، 1979ع.
13. حسام الدين شاهه راشدي، سنـــڌي ادب، ترجمـــو: غلام محمد لاکو، گرامي پبليڪيشن دولتپور، 1981ع.
14. حسام الدين شاهه راشدي، ڳالهيون منهنجي سنڌ جون، (مرتب) غلام محمد لاکو، سنڌي ادبي بورڊ 1992ع.
15. حسن علي خان مير، سنڌ جو شاهه نامون عرف ڪلهوڙن جي هار، ترتيب: غلام نبي محمد

وريل، سنڌي ادبي مسلم سوسائٽي، 1937ع.
16. حميد آخوند، (مرتب)، ڪارروائي سچل نيشنل سيمينار، سچل اڪيڊمي خيرپور، 1983ع.
17. حميد سنڌي، آري اچين شال، سچل چيئر، شاهه عبد اللطيف يونيورسٽي خيرپور، 1993ع.
18. خدا داد خان، لُبِ تاريخ سنڌ، ترجمو: حافظ خير محمد اوحدي، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو
19. خليل موورياڻي، (مرتب)، شڪارپور سونهن جو شهر، شڪارپور ڊسٽرڪٽ هسٽاريڪل سوسائٽي شڪارپور، 1994ع.
20. رائچند هريجن، تاريخ ريگستان، (جلد پهريون)، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1956ع.
21. رحيمداد خان مولائي شيدائي، تاريخ تمدن سنڌ، سنڌ يونيورسٽي پريس، 1959ع.
22. رحيمداد خان مولائي شيدائي، جنت السنڌ، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1985ع.
23. رچرڊ برٽن، سنڌ ۽ سنڌو ماٿري ۾ وسندڙ قومون، ترجمو: محمد حنيف صديقي، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1971ع.
24. رشيد احمد لاشاري، سچل جو سنڌي ڪلام، آر-ايچ احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد، 1958ع.
25. صادق راڻيپوري مولوي حڪيم، سچل جو سرائڪي ڪلام، سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي/حيدرآباد، 1959ع.
26. صادق راڻيپوري مولوي حڪيم، سچل جو رسالو (سرائڪي ڪلام)، سنواريندڙ: گل محمد تنيو، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 1997ع.
27. عبدالڪريم سنديلو ڊاڪٽر، سچل لغات، سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور، 1984ع.
28. عبدالجبار جوڻيجو ڊاڪٽر، سنڌي شاعري تي فارسي شاعري جو اثر، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1980ع.
29. عبدالجبار جوڻيجو ڊاڪٽر، سنڌ جي ادبي تاريخ (جلد پهريون، ٻيو، ٽيون) سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، 2004ع.
30. عبدالمجيد سنڌي ڊاڪٽر، سنڌي ادب جو تنقيدي اڀياس، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو 1996ع.
31. عبدالمجيد جوکيو، تاريخ بلوچي، ترجمو: سيد خضر نوشاهي، ڪراچي 1996ع.
32. عبدالحسين شاهه موسوي، ديوان بيدل، سنڌي ادبي بورڊ، 1991ع.
33. عباس علي بيگ مرزا، ڪليات سيد ثابت علي شاهه ڪربلائي، اسلامڪ ڪلچر اينڊ ريسرچ سينٽر، 1982ع.
34. عثمان علي انصاري، سچل سرمست جو سنڌي ڪلام، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1958ع.
35. عثمان علي انصاري، رسالو سچل سرمست، سنواريندڙ: گل محمد تنيو، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 1997ع.
36. عطا محمد حامي ڊاڪٽر، نينهن جا نعرا، سنڌي ادبي بورڊ، 1992ع.
37. عطا محمد حامي ڊاڪٽر، خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1994ع.
38. علي شير قانع مير، تحفة الڪرام، ترجمو: مخدوم امير احمد، سنڌي ادبي بورڊ، 1986ع.

39. علي قلي بيگ مرزا، رسالو ميان سچل فقير جو، (جلد پهريون، ٻيو) ماسٽر هري سنگهه بڪ سيلر، 03-1902ع.
40. علي گوهر قاضي، سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام، سچل چيئر، شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور، 1995ع.
41. عمر بن محمد دائود پوٽو ڊاڪٽر، مضمون ۽ مقالا، (مرتب)، خانم خديجه دائود پوٽو، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهه، 1978ع.
42. عمر بن محمد دائود پوٽو ڊاڪٽر، (سهڙيندڙ ۽ سنواريندڙ) شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهه 1977ع.
43. غلام محمد لاکو، ڪلهوڙا دور حڪومت، انجمن اتحاديه پاڪستان ڪراچي 2004ع.
44. غلام محمد لاکو، سمن جي سلطنت، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 2007ع.
44. غلام رسول مهر مولانا، تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور، (جلد پهريون، ٻيو) ترجمو: ابن حيات پنهور ۽ شمشير الحيدري، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1963ع.
45. فتح الله صديقي پروفيسر ، سنڌي انسائيڪلو پيڊيا(جلد پهريون،الف-ب) سنڌي انسائيڪلو پيڊيا پبليڪيشن، 2005ع.
46. قليچ بيگ مرزا، رياست خيرپور، گلشن پبليڪيشن حيدرآباد، 2004ع.
47. ڪلياڻ آڏواڻي، شاهه جو رسالو، (چونڊ)، مڪتبه اسحاقيه ڪراچي.
48. لطف الله بدوي، ڪنڌڙي وارن جو ڪلام، سنڌي ادبي بورڊ، 1983ع.
49. لائق زرداري ڊاڪٽر، (مرتب)، والي سنڌ ميان نورمحمد خان، سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي، 1991ع.
50. محمد ابراهيم جويو، شاهه، سچل، سامي، سنڌي اديبن جي ڪوآپريٽو سوسائٽي حيدرآباد، 1978ع.
51. ممتاز مرزا، ميين عيسيٰ جا سنڌي بيت، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهه-حيدرآباد 1993ع.
52. منگهارام ملڪاڻي، سنڌي نثر جي تاريخ، زيب ادبي مرڪز، 1977ع.
53. نبي بخش خان بلوچ ڊاڪٽر، مولود، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1961ع
54. نبي بخش خان بلوچ ڊاڪٽر، ڪلام نواب ولي محمد خان لغاري، سنڌي ادبي بورڊ، 1968ع
55. نبي بخش خان بلوچ ڊاڪٽر، جامع سنڌي لغات (پنج جلد) سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو
56. نبي بخش خان بلوچ ڊاڪٽر، ڪافيون (جلد پهريون، ٻيو، ٽيون) سنڌي ادبي بورڊ 1985ع.
57. نبي بخش خان بلوچ ڊاڪٽر، سنڌي ٻولي جو آڳاٽو ذخيرو، سنڌي ٻولي جو بااختيار ادارو، حيدرآباد، 1993ع.
58. نبي بخش خان بلوچ ڊاڪٽر، رهاڻ هيرن ڪاڻ، (جلد چوٿون) حيدرآباد.
59. نبي بخش خان بلوچ ڊاڪٽر، سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ، پاڪستان اسٽڊي سينٽر ڄامشورو، 1999ع.
60. نبي بخش خان بلوچ ڊاڪٽر، شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ 12، 13 صدي هجري جا ڪي ٻيا شاعر،

سنڌي ماڻڪ موتي تنظيم، 2002ع.
61. نواز علي شوق ڊاڪٽر، سچل سرمست جا طالب، سچل چيئر شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور، سنڌ، 1998ع.
62. نواز علي شوق ڊاڪٽر، ڪلام فقير عبدالله ڪاتيار، سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور، 1998ع.
63. نواز علي شوق ڊاڪٽر، سنڌ جو عطار (حضرت سچل سرمست) سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور، 1999ع.
64. نواز علي شوق ڊاڪٽر، ڪلام روحل فقير، سکر هسٽاريڪل سوسائٽي سکر، 2003ع.
65. نياز همايوني، آءُ ڪانگا ڪر ڳالهه، سنڌي ادبي بورڊ، 1992ع.
66. هوتچند مولچند گربخشاڻي ڊاڪٽر، شاهه جو رسالو، پٽ شاهه ثقافتي مرڪز پٽ شاهه-حيدرآباد، 1985ع.
67. هيگ جنرل، سنڌوءَ جي ڇوڙ وارو علائقو، ترجمو: عطا محمد ڀنڀرو، سنڌي ٻولي جو بااختيار ادارو، 1995ع.
68. يوسف سليم چشتي پروفيسر، تصوف جي تاريخ، ترجمو: عبدالجبار عبد، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 2005ع.

## اردو:

1. امام ابو القاسم عبدالكريم هوازن القشريؒ، تصوف کا انسائيکلوپيڈيا، مترجم: محمد عبدالنصير بن عبدالبصير العلوي، مکتب رحمانيه
2. ابراهيم خليل نقوي پروفيسر، سچل سرمست اور ان کے تعليمي نظريات، آل پاکستان ايجوکيشنل کانفرنس
2. اعجاز الحق قدوسي، تاريخ سنده، (حصه دوم) مرکزي اردو بورڈ لاهور
3. اردو دائرة المعارف (انسائيکلو پيڈيا)، ( جلد11) پنجاب يونيورسٹي لاهور 1989ع.
4. جميل جالبي ڈاکٹر، تاريخ ادب اردو، (جلد اول) مقتدره قومی زبان لاهور، 1975ع
5. حسام الدين شاه راشدي، مقالاة راشدي، (مرتب) ڈاکٹر غلام محمد لاکھو، انسٹيٹيوٹ آف سينٹرل اينڊ ويسٹ ايشين اسٹڈيز جامع کراچي، 2002ع.
6. رام بابو سکسينه، تاريخ ادب اردو، مترجم: مرزا محمد عسکري، غضنفر اکيڈمي پاکستان کراچي.
7. سليمان ندوي سيد، نقوش سليماني، معارف پريس اعظم گرهه، 1981ع.
8. سليم اختر ڈاکٹر، اردو ادب کي مختصر ترين تاريخ، سنگِ ميل پبليکيشن 2003ع.
9. شاهده بيگم ڈاکٹر، سنده مين اردو، اردو اکيڈمي کراچي، 1980ع.
10-A. شاه محمد مسيح الله مولانا، شريعت و تصوف، اداره تاليفات اشرفيه، 1996ع
10. طاهر تونسوي ڈاکٹر، سچل سرمست محبتون کا پيامبر، سچل چيئر خيرپور شاه عبدالطيف يونيورسٹي 2006ع.

12. عبدالمجيد سندهي ڊاڪٽر، لسانيات پاڪستان، مقتدره قومي زبان، 1992ع.
12. علي اڪبر درازي قاضي، انتخاب اردو ڪلام سچل سرمست
13. علي عباس جلالپوري، خرد نامہ جلالپوري، تخليقڪار لاهور، 2006
13. فياض محمود، (مدير خصوصي)، تاريخ ادبيات مسلمانان، پاڪستان و هند، 13-14 جلد، علائقائي ادبيات مغربي پاڪستان لاهور، 1971ع.
14. محمد شيراني حافظ، پنجاب مين اردو، مقتدره قومي زبان، اسلام آباد، 1980ع
15. محمد خالدي، تقويم هجري و عيسوي، انجمن ترقي اردو پاڪستان، 1993ع
16. مقصود گل قاضي، عشق سمندر، سچل چيئر، شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور، 2003ع.
17. نبي بخش خان بلوچ ڊاڪٽر، سنده مين اردو شاعري، مهران آرٽس ڪائونسل حيدرآباد، 1967ع.
18. وفا راشدي ڊاڪٽر، اردو ڪي ترقي مين اولياء سنده ڪا حصہ، ڪراچي
19. هدايت علي نجفي تارڪ، سندهي زبان اس ڪے اشعار، اور شعراءُ ڪي تاريخ، مترجم: محمد حفيظ الرحمٰن حفيظ، بهاولپور پريس 1365ھ.

## فارسي

1. ابراهيم خليل مخدوم، تڪملہ مقالات الشعراء، بتصحيح و حواشي: سيد حسام الدين راشدي، سندي ادبي بورد، ڪراچي، 1958ع
2. عبدالقادر بن سيد هاشم، حديقة الاولياء، بتصحيح و حواشي: سيد حسام الدين راشدي، سندي ادبي بورد، ڪراچي، 1967ع

## فارسي/سنڌي

1. سچل سرمست، مثنوي تارنامہ، مترجم: علي اڪبر درازي قاضي، سچل سرمست ڪوآپريٽو اڪيڊمي سکر 1973ع
2. سچل سرمست، مثنوي دردنامہ، مترجم: علي اڪبر درازي قاضي، سچل سرمست ڪوآپريٽو اڪيڊمي سکر 1963ع
3. سچل سرمست، مثنوي رازنامہ معہ ديوان خدائي، مترجم: علي اڪبر درازي قاضي، سچل سرمست ڪوآپريٽو اڪيڊمي سکر 1963ع
4. سچل سرمست، مثنوي رهبرنامہ، مترجم: علي اڪبر درازي قاضي، سچل سرمست ڪوآپريٽو اڪيڊمي سکر 1964ع
5. سچل سرمست، عشق نامہ، مترجم: علي اڪبر درازي قاضي، سچل سرمست ڪوآپريٽو اڪيڊمي سکر 1975ع
6. سچل سرمست، گداز نامہ، مترجم: علي اڪبر درازي قاضي، سچل سرمست ڪوآپريٽو اڪيڊمي سکر 1962ع
7. سچل سرمست، غزل بحر طويل، مترجم: علي اڪبر درازي قاضي، سچل سرمست ڪوآپريٽو اڪيڊمي سکر 1966ع

8. سچل سرمست، وحدت نامہ مترجم: علي اڪبر درازي قاضي، سچل سرمست ڪوآپريٽو اڪيڊمي سکر 1964ع

9. سچل سرمست، وصلت نامہ مترجم: علي اڪبر درازي قاضي،

## فارسي/اردو

1. سچل سرمست، ديوان آشڪار (جلد اول-دوم)، مترجم: علي اڪبر درازي قاضي، محڪمہ اوقاف سنڌ، 82-1981ع.

## انگريزي

1. Annemaria Schimmel Dr., Pearls from the Indus, Sindhi Adabi Board, Jamshoro, 1996 A.D
2. H.I.Sadaragani Dr. Persian Poets of Sindh, Sindhi Adabi Board, Jamshoro, 1987 A.D
3. Sakhai Qabool Muhammad Farooqi Dr., Study of Mysticism in Darazi School of Sufi Thought, Culture & Tourism Department, Govt. of Sindh, 2009 A.D
4. Shanti L.Shahani, Song of the Spirit, Mother Land Press Karachi, 1947 A.D
5. T.L Vaswani, A Voice of Wildness, Edited by: Pray Sakhi Qabool Muhammad, Sachal Chair, Shah Abdul Latif University, Khairpur-Sindh, 1996 A.D

## رسالا

1. الوحيد، (سنڌ آزاد نمبر) 1936ع.
2. ٽماهي مهراڻ، سرءُ: 1955ع، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد
3. ٽماهي مهراڻ، 1968/3ع، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد
4. ٽماهي مهراڻ، 1979/1ع، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد
5. ٽماهي مهراڻ، 3-1983/2ع، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد
6. ٽماهي مهراڻ، 1984/4ع، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد
7. ٽماهي مهراڻ، 1997/1ع، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد
8. ٽماهي مهراڻ، 2001/1ع، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد
9. ٽماهي مهراڻ، اونهارو، 2004ع، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد
10. ٽماهي مهراڻ، سرءُ: 2004ع، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد
11. ماهوار، پيغام، (سچل نمبر)، 1979ع، ڪراچي.
12. ماهوار، پيغام، (سچل نمبر)، جنوري- فيبروري - 2000ع، ڪراچي.
13. ماهوار، پيغام، فيبروري- 2005ع، ڪراچي.

14. ماهوار، نئين زندگي، فيبروري - 1967ع، حيدرآباد.
15. ماهوار، نئين زندگي، ڊسمبر - 1967ع، حيدرآباد.
16. ماهوار، نئين زندگي، آڪٽوبر-نومبر - 2002ع، حيدرآباد.
17. ماهوار، نئين زندگي، آڪٽوبر - 2003ع، حيدرآباد.
18. سرمست، نمبر 1 ڪان 27، (مڪمل پرچا)، (سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور
19. بيدل، 1 ڪان 6 (مڪمل پرچا)، بيدل يادگار ڪميٽي روهڙي.
20. آشڪار، 1 ڪان 4، (مڪمل پرچا)، سچل چيئر، شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور.

## لائبريريون

1. ڊاڪٽر محمود الحسن سينٽرل لائبريري، ڪراچي يونيورسٽي، ڪراچي
2. علامه آءِ. آءِ. قاضي سينٽرل لائبريري، سنڌ يونيورسٽي، ڄامشورو
3. انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي ڄامشوري جي تحقيقي لائبريري
4. سيمينار لائبريري سنڌي شعبو، سنڌ يونيورسٽي، ڄامشورو
5. سيمينار لائبريري اردو شعبو، سنڌ يونيورسٽي، ڄامشورو
6. سينٽرل لائبريري شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور
7. سچل چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور جي تحقيقي لائبريري
8. پبلڪ ڊويزنل لائبريري، خيرپور
9. شمس العلماء، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو لائبريري، حيدرآباد
10. سروري اسلاميه گورنمينٽ ڪاليج هالا جي لائبريري
11. گل حيات انسٽيٽيوٽ خير محمد آريجا، ضلع لاڙڪاڻو
12. محترم ڊاڪٽر نواز علي شوق جو ذاتي ڪتبخانو ڪراچي يونيورسٽي، ڪراچي
13. محترم ڊاڪٽر غلام محمد لاکي جو ذاتي ڪتبخانو، ڳوٺ مٺا خان جوکيو، دولتپور
14. محترم تاج جويي جو ذاتي ڪتبخانو، حيدرآباد
15. سيف بخاري اڪيڊمي هالا جي لائبريري